



# عقل ۽ مذهب

ٿامس پين جي ڪتاب ”ايج آف ريزن“ جو ترجمو

مترجم: ضمير

# عقل ۽ مذهب

ٿامس پين جي ڪتاب

*The Age of Reason*

(ايج آف ريزن) جو سنڌي ترجمو

مترجم

**ضمير**

كتاب جو نالو : عقل ۽ مذهب

موضوع : ٿامس پين

سنڌيڪار : ضمير

ڇاپو پهريون : 2002ع

ڇپائيندڙ : ڏاهپ بوڪ سيريز، سانگهڙ

قيمت =/150

"THE AGE OF REASON"
Author: Thomos Penn
Translated by: Zameer
First Edition: 2002

كتاب ملڻ جو هنڌ: سنڌ جا سيئي بڪ اسٽال

# فهرست

# ٿامس پين - سوانحي تعارف

ٿامس پين اوڀر انگلستان جي ٿارفوڪ علائقي جي هڪ ننڍي شهر ٿٽفورڊ ۾ پيدا ٿيو. سندس جنم جي تاريخ 19 جنوري 1737ع آهي. سندس والد هڪ غريب مزدور هيو. ۽ پين جي اوائلي زندگي ڏاڍي ڪٺن ۽ بدقسمت هئي. هن جو والد هڪ محنت ڪندڙ پيءُ هو، سندس ماءُ گهٽ پيار ڪندڙ هئي، پوءِ به بهرحال ٿامس پين پنهنجي ماءُ جو ائين فرمانبردار هو، جيئن پنهنجي پيءُ جو. تيرهن سالن جي عمر تائين هو هڪ اسڪول ۾ پڙهندو رهيو ۽ رسمي تعليم کان پوءِ مزدوري ۾ پنهنجي پيءُ جو هٿ ونڊائڻ شروع ڪيائين. بعد ۾ هو ڪنگ آف پروشيا، نالي بحري جهاز تي ملاح ٿي ويو. انهيءَ جهاز تي ڇهه مهينا گذارڻ کان پوءِ هو پچي آيو ۽ سينڊوچ ۾ هڪ ڇوڪريءَ سان شادي ڪيائين، جيڪا هڪ سال کان پوءِ گذاري وئي. گهرواري جي گذاري وڃڻ کان پوءِ هو لنڊن هليو آيو، جتي هو آبڪاري کاتي ۾ ملازم ٿيو. هن 1771ع ۾ ٻي شادي ڪئي. سندس گهرواريءَ تماڪ ۽ ڪرياني جو دڪان کوليو پر انهيءَ دڪان جو ڏيوالو نڪري ويو. قرض لاهڻ لاءِ ٿامس پين کي پنهنجو ذاتي سامان به وڪڻڻو پئجي ويو ۽ انهيءَ سان گڏوگڏ سندس زال به کانئس جدا ٿي وئي. اهڙي سڄائي جي دور ۾ هو بلڪل اڪيلو رهجي ويو. لنڊن ۾ هن جي ملاقات مشهور آمريڪي دانشور بينجامن فرينڪلن سان ٿي، جيڪو نوآبادين پاران ڪمشنر مقرر ٿي آيو هو. هن کيس آمريڪا وڃڻ لاءِ آماده ڪيو ۽ کيس پنهنجي نائي رچرڊ بارشي ڏانهن سفارشي خط ڏنائين، جيڪو فلاڊلفيا ۾ رهندو هو، ته جيئن هن کي ڪٿي ملازمت وٺي ڏئي.

ٿامس پين ڊسمبر 1774ع ۾ فلاڊلفيا پهتو؛ اتي پهچڻ کان ڪجهه ئي عرصو پوءِ هن کي "پينسلونيا مئگزين" نالي هڪ اخبار ۾ ايڊيٽري ملي. اها اخبار رڳو ارڙهن مهينا هلي سگهي. ايڊيٽري سنڀالڻ کان پوءِ هن آمريڪا ۾ شيدين جي غلاميءَ خلاف هڪ مقالو شايع ڪيو، جنهن ۾ هن شيدي غلامن کي آزاد ڪرڻ جو مطالبو ڪيو. انهيءَ مقالي جو اهو نتيجو نڪتو جو پنجن هفتن کان پوءِ غلاميءَ خلاف پهرين آمريڪي ڪائونسل جو "فلاڊلفيا" ۾ بنياد پيو.

انهيءَ کان پوءِ ٿامس پين انساني حقن جي بين مسئلن مثال طور عورتن لاءِ برابريءَ وارا حق، ڇپائي ۽ ڪتابن جي اشاعت لاءِ بين الاقوامي حقن جي تجويز ۽ ڊيوئل تي بندش رجهڻ جو مطالبو ڪيو ۽ اهو به چيو ته دنيا اندر قومن جي باهمي جهڳڙن جو نبيرو ڪرڻ لاءِ جنگ کي بلڪل ختم ڪيو وڃي.

1775ع ۾ هن 'ڪامن سينس' جي نالي سان هڪ ننڍڙو ڪتاب لکيو، جيڪو آمريڪا جي برطانوي راڄ کان مڪمل آزادي ۽ علحدگيءَ جو ڄڻ ته هڪ پڌرنامو ۽ پيش خيمو هو. اهو ڪتاب 10 جنوري 1776 تي شايع ٿيو؛ 47 صفحن جي ان ڪتابڙي جي قيمت به شيلنگ هئي ۽ ڪتاب جي ٽائيٽل تي لکيل هو ته

هي ڪتاب هڪ انگريز لکيو آهي. ٽن مهينن اندر انهيءَ ڪتاب جا هڪ لک ويهہ هزار نسخا وڪامي ويا.

ٿامس پين، غربت جي باوجود انهيءَ ڪتاب جي رائلٽي پبلشرن کان نہ ورتي. سندس نقطہ نظر جي طاقتور هجڻ جو ثبوت انهيءَ مان ملي ٿو تہ هڪ سال اندر انهيءَ ڪتابڙي جا پنجن لکن کان وڌيڪ نسخا وڪامي ويا. ان کان اڳ ۾ ادبي تاريخ ۾ اهڙو ڪوبہ مثال موجود نہ آهي. آمريڪا جي رهاڪن لاءِ اهو ڪتاب "صُور اسرافيل" جي قوت ثابت ٿيو ۽ هو هڪ ڇرڪ ڀري گهري ننڊ مان جاڳي پيا. اهي مصلحت ۽ بڏتر جي حالت مان نڪري آزاديءَ خاطر وڙهڻ لاءِ تيار ٿي ويا؛ ڇاڪاڻ تہ متن واضح ٿي چڪو هو تہ عظيم برطانيہ ۽ آمريڪا وچ ۾ جيڪو ڦڏو هلي رهيو آهي، انهي جو حل آزادي ۽ علحدگيءَ ڪانسواءِ ممڪن نہ آهي. انهيءَ لکت سڄي آمريڪا ۾ انقلاب آڻي ڇڏيو ۽ آزاديءَ بابت هر ماڻهوءَ جي وات ۾ ٿامس پين جا دليل هئا. ڇهن مهينن اندر فلاڊلفيا جي رياستي ايوان ۾ نوآبادين (رياستن) جي ڪانگريس ڪوٺائي وئي، جنهن جي اجلاس ۾ 4 جولائي 1776ع تي آمريڪا جي آزاديءَ جو اعلان ڪيو ويو. آمريڪا جي آزاديءَ جو منشور ٿامس جيفرسن لکيو ۽ ٿامس پين پڻ ساڻس شريڪ هو. جيئن ٽيڪ سياسي طرح امريڪا جو باني جارج واشنگٽن آهي جيڪو آمريڪا جو پهريون صدر بہ هيو پر نظرياتي طور آمريڪا جي آزاديءَ جو رهبر ٿامس پين آهي. ٿامس پين جديد آزاد جمهوري سوچ جو هيرو آهي. " "يونائيٽيڊ اسٽيٽس آف آمريڪا" جو اصطلاح جيڪو آمريڪا جو سرڪاري نالو پڻ آهي، سڀ کان اڳ ۾ ٿامس پين ئي استعمال ڪيو.

آمريڪا جي آزاديءَ کان پوءِ کيس پرڏيهي معاملن جي ڪائونسل جو سيڪريٽري بڻايو ويو، جتان هن اختلافن سبب استعفا ڏئي ڇڏي. 1787 ۾ ٿامس پين يورپ ويو ۽ 15 سال اتي گذاريائين. برطانيہ ۾ رهڻ دوران هن "انسانن جا حق" جي نالي سان هڪ ڪتاب لکيو، جنهن تان ڏمرجي حڪومت غداريءَ جي الزام ۾ کيس گرفتار ڪرڻ جو حڪم ڏنو. هو گرفتاريءَ کان بچڻ لاءِ فرانس ڀڄي ويو. انقلابِ فرانس جي نتيجي ۾ جڏهن انقلابين پاران بادشاهہ لوئي چوڏهين کي موت جي سزا ڏيڻ جو فيصلو ڪيو ويو تہ ٿامس پين سندس جان بچائڻ لاءِ ڀڄ ڊُڪ ۽ ڪوشش ڪئي، جنهن سبب سندس لاڳاپا انقلابين سان بہ خراب ٿي ويا. کيس جيل حوالي ڪيو ويو، جتان ڏهن مهينن کان پوءِ آمريڪا جي سفير "جيمس منرو" جيڪو بعد ۾ آمريڪا جو صدر پڻ ٿيو، کيس مداخلت ڪري آزاد ڪرايو.

ان ئي دور ۾ ٿامس پين هي ڪتاب "عقل ۽ مذهب" (The age of Reason) لکيو، جنهن کي بعد ۾ دهريت جو بائيبل قرار ڏنو ويو، ڇاڪاڻ تہ هن ڪتاب ۾ پراڻي ۽ نئين عهدنامي تي تنقيدون ڪيون ويون هيون. 1820 ۾ ٿامس پين واپس آمريڪا آيو تہ سندس استقبال هڪ انقلابي هيرو ۽ آزاديءَ جي مبلغ

طور نہ، بلکہ هڪ اهڙي شخصيت جي حيثيت سان ڪيو ويو، جنهن سان سياسي اڳواڻ ۽ مذهبي ماڻهو سماجي بائيڪاٽ ڪري چڪا هئا ۽ اها مصيبت مٿس سندس نظرين سبب نازل ٿي هئي. هن رياست نيويارڪ ۾ نيو رائل ڪائونٽي جي هنڌ تي رهائش اختيار ڪئي؛ اتي ڪيس 1806 ع ۾ ان بنياد تي ووٽ جي حق کان محروم ڪيو ويو تہ هو آمريڪا جو شهري نہ آهي. هڪ دفعو ڪيس قتل ڪرڻ جي بہ ڪوشش ڪئي وئي. هن 72 سالن جي عمر ۾ وفات ڪئي. تنگ نظر پادرين ڪئيڪر قبرستان ۾ سندس لاش دفنائڻ جي اجازت نہ ڏني. سال 1900ع ۾ عظيم ترين آمريڪين لاءِ هڪ "شهرت جو ايوان " قائم ڪيو ويو، جتي آمريڪا جي معزز شهرين ۽ نامور انسانن جا فوٽو رکيا ويا پر ٿامس پين کي پنجيتاليهن سالن کان پوءِ يعني 1945 ۾ انهيءَ ايوان ۾ جڳهہ ڏني وئي. 1945ع ۾ ئي نيو رائل ڪائونٽي پاران ٿامس پين جا 1806ع ۾ ضبط ڪيل شهري حق سندس وفات جي 136 سالن کان پوءِ بحال ڪيا ويا. اينڊريو جيڪسن جيڪو آمريڪا جو صدر بہ رهيو، ٿامس پين جي باري ۾ ڪيڏو نہ سچ چيو آهي تہ " پين انساني هٿن سان ٺاهيل ڪنهن بہ يادگار جو محتاج نہ آهي، ڇو تہ هن سمورن آزادي پسند انسانن جي دلين ۾ پنهنجو يادگار قائم ڪري ڇڏيو آهي."

# مترجم پاران

انسان ازلي ابدي حقيقت جي ڳولا ۾ پنهنجي شعور جي پيدائش کان وٺي سرگردان آهي. انسانذات وٽ هن ڪائنات ۽ دنيا کي سمجهڻ جو هڪ اوائلي وسيلو مذهب هو، جنهن جي باقائده اوائلي ڪتابي صورت، يهودين پراڻي عهدنامي (توريت ۽ زبور) جي شڪل ۾ انسانذات کي ڏني؛ ان کان پوءِ عيسائيت نئون عهدنامو (انجيل) آندو. هنن ڪتابن کي انسانذات جو هڪ وڏو انگ "خدا جو ڪلام" سمجهي ٿو ڇو ته انهن ڪتابن کي ائين پيش ڪيو ويو آهي.

هي ڪتاب جڳ مشهور آمريڪي ڏاهي، آمريڪي انقلاب جي روح روان دانشورن منجهان هڪ دانشور ٿامس پين جي ڪتاب (The Age of Reason) جو سنڌي ترجمو آهي. ٿامس پين هي ڪتاب ارڙهين صديءَ جي آخر ۾ 1795 ۾ لکيو ۽ ان جا ٽي حصا آهن. هي ڪتاب پراڻي عهدنامي ۽ نئين عهدنامي جو تنقيدي جائزو آهي. ٿامس پين انهن ٻن وڏن "خدا جو ڪلام" سڏيل ڪتابن کي ڪوڙو ۽ انسانن جي هٿن جو ڪمال ثابت ڪري ٿو؛ ان طرح سان هو ٻن عظيم مذهبن جو نظرياتي بنياد ڪيرائي ڇڏي ٿو.

ٿامس پين هي سڀ ڪجهه اڄ کان ٻه صديون اڳ ڪيو، جڏهن سائنس ۽ عقل اڃا ايتري ترقي نه ڪئي هئي ۽ مذهب جي انساني عقل مٿان گرفت اڃا ڪافي مضبوط هئي. اهڙي صورتحال ۾ ايڏي بي باڪ، صاف ۽ دليراڻي انداز ۾ ان وقت جي مغرب جي حاوي مذهبن مٿان لکڻ تمام وڏي جوکي جو ڪم هو. روايتي عيسائي ۽ يهودي مذهبي ماٺهوءَ لاءِ هن قسم جي جاچ پڙتال "ڪفر" هئي. اهوئي سبب آهي جو ٿامس پين جي هن ڪتاب کي مذهبي حلقن "دهرين جي بائيبل" جي لقب سان نوازيو. ٿامس پين جيڪڏهن اسانجي معاشري ۾ هجي ها ۽ اهڙي جرئت ڪري ها ته هو ڪڏهونڪر جيڪر "واجب القتل" قرار ڏنو ويو هجي ها ۽ جيڪر قتل به ٿي چڪو هجي ها! اڄ جيڪڏهن اسان عيسائي ۽ يهودي مذهبن وارن ملڪن ۾ ايڏي رواداري، سهپ، روشن خيالي ۽ انساني ذهن جي آزادي ڏسون ٿا ته اسان کي انساني تاريخ جي اهڙن دلير ۽ اڏول ڏاهن جيئن ٿامس پين، جون ڪوششون پنهنجو رنگ لائيندي محسوس ٿيندي ٿيون. اهڙي ڏاهن جي ڪاوش جوئي نتيجو آهي، جو مغربي معاشرو اڄ ايترو جمهوري، تخليقي ۽ آزاد بڻجي چڪو آهي.

جديد دور جي انسان پنهنجي اوائلي دور جون غلطيون ۽ غلط فهميون، عقل ۽ سائنس جي ڄاڻ جي بدولت ڏينهون ڏينهن دور ڪندو وڃي ٿي، پوءِ اهي عقيدي جي دائري ۾ هجن، علاج معالجي جي دائري ۾ هجن يا خود سائنس ۽ فلسفي جي دائري ۾ هجن. انهن سڀني مان وڌ ۾ وڌ ڏکيو ۽ حساس دائرو آهي، عقيدي جو دائرو ۽ ان ۾ تبديلي. مغربي معاشرو ته بهرحال ان سلسلي ۾ گوءِ ڪٽي ويو آهي، پر اسان اڃا اتي جو اتي بيٺا آهيون، بلڪه اڃا پوئتي وڃي

رهيا آهيون.

هي ڪتاب ڪنهن به ڪافر، دهرئي يا ڪميونسٽ جو لکيل نه آهي، جنهن کي پڙهڻ کانسواءِ ئي پڙهندڙ سمجهي وجي ته ان ۾ ڇا لکيو ويو هوندو پر هي ڪتاب هڪ اهڙي ڏاهي ماڻهوءَ جو لکيل آهي، جيڪو پنهنجي دل ۽ روح جي گهراين تائين هڪ سچو خدا پرست آهي: خدا ۾ سندس ايمان جي گهرائيءَ ۽ اوچائيءَ ڪنهن به پادريءَ جي ايمان کان ڪئين دفعا، پاڪ، شفاف، نيڪ، سچي ۽ مهان آهي. خدا ۾ هن جي ايمان جي وسعت، خود ڪائنات جي وسعت کي واڪو ڪري ٿي؛ هو اسان ۽ خدا وچ ۾ سواءِ خدا جي تخليق جي، ٻئي ڪنهن به لاڳاپي يا وچيءَ کي نه ٿو مڃي؛ هو مذهبي افسرشاهيءَ کي انسانذات جي نشونما ۽ خدا تائين سندس رسائيءَ جي راهه ۾ وڏي ۾ وڏي رڪاوٽ سمجهي ٿو. هن ڪتاب کي اهو ماڻهو بهتر نموني سمجهي سگهندو، جنهن وٽ پراڻو عهدنامو (پاڪستان بائيبل سوسائٽي لاهور طرفان ڇپايل) ۽ نئون عهدنامو/ پاڪ انجيل (پاڪستان بائيبل سوسائٽي لاهور طرفان ڇپايل) موجود هوندا ڇو ته پوءِ ئي هو هن ڪتاب جي تنقيد کي صحيح تناظر ۾ ڏسي سگهندو ۽ سچ کي سچ ۽ ڪوڙ کي ڪوڙ چئي سگهندو. هي ڪتاب پڙهڻ کان پوءِ ذهن ۾ ڄمڻ کان بينل عقيدي جي عمارت ذرا ذرا ٿي اچي پٽ تي ڪري ٿي.

سنڌي پڙهندڙن لاءِ هي ڳالهيون نيون ۽ اوپريون ضرور آهن پر اهي انتهائي اهم آهن. اميد ته هي ڪتاب ڪيترن ئي پڙهندڙن جي ذهن کي روشن ڪندو.

ضمير

# عيسائي ۽ يهودي مذهب جو تنقيدي جائزو

گذريل ڪيترن ئي سالن کان اها منهنجي خواهش پئي رهي آهي ته آءُ مذهب جي باري ۾ پنهنجن ويچارن کي ڇپرايان. ان جوکي جي ڪم ۾ پيش ايندڙ تڪليفن ۽ دشوارين کان مان چڱيءَ طرح واقف آهيان ۽ اهوئي سبب آهي جو ان ڪم کي مون زندگيءَ جي آخري حصي لاءِ مخصوص ڪري ڇڏيو آهي. ان ڪم کي مون چاهيو آهي ته سمورين قومن جي باشندن سامهون پنهنجي "آخري پيشڪش" طور رکان ۽ اهو به اهڙي وقت جڏهن منهنجي محرڪ جي پاڪيزگي، جنهن مونکي ائين ڪرڻ تي اُتساهيو، ڪنهن به سوال جي گنجائش نه ڇڏي، ايستائين جو انهن ماڻهن طرفان به نه، جيڪي شايد هن ڪم کي نه مڃن.

فرانس ۾ هاڻي جيڪي تبديليون رونما ٿي چڪيون آهن، جهڙوڪ پادرشاهي جي سڄي قومي نظام جو مڪمل طور تي خاتمو ۽ هر ان شيءِ جو خاتمو، جنهن جو واسطو مذهب جي جبري سرشتن سان ۽ عقيدي جي جبري جُزن سان آهي، نه رڳو منهنجي ارادي کي جنم ڏنو آهي پر هن قسم جي ڪم کي تمام گهڻو ضروري بڻائي ڇڏيو آهي. ائين نه ٿئي ته وهم پرستيءَ جي ڪوڙن حڪومتي سرشتن ۽ ڪوڙي مذهبيت (Theology) جي هن عمومي تباهيءَ ۾ ڪٿي اسان نيڪيءَ، انسانيت ۽ سچي مذهبيت جي راهه وڃائي نه ويهون.

جيئن منهنجن ڪيترن ئي دوستن ۽ فرانس جي ٻين شهرين، پنهنجي عقيدي جو الڳ ۽ رضاڪارانه پيشو جوڙي منهنجي لاءِ هڪ مثال قائم ڪيو آهي، تيئن مان به پنهنجو الڳ عقيدو جوڙيندس ۽ مان اهو سڀ ڪجهه ان خلوصِ نيت ۽ آزاديءَ سان ڪندس، جنهن سان هڪ انسان جو ذهن پنهنجو پاڻ سان رابطو ڪندو آهي. مان هڪ خدا ۾ ايمان رکان ٿو، نه ڪه گهڻن ۾ ۽ مان هن زندگيءَ کانپوءِ خوشيءَ جي اميد رکان ٿو. مان انسان جي برابريءَ ۾ ايمان رکان ٿو ۽ ان ڳالهه ۾ ايمان رکان ٿو ته مذهبي فرضن جو مقصد، انصاف ڪرڻ، رحم ڪرڻ ۽ پاڻ جهڙي ٻي مخلوق کي خوش رکڻ لاءِ ڪوشش ڪرڻ آهي. پر ان سان گڏ اهو به ضرور سمجهڻ گهرجي ته ان کان علاوه مان ٻين به ڪيترين ئي شين ۾ ايمان رکان ٿو. هن ڪتاب ۾ اڳتي هلي، مان انهن شين جو، جن تي منهنجو ايمان ناهي ۽ انهن کي نه مڃڻ جي پنهنجن سببن جو اظهار ڪندس.

مان اهڙي ڪنهن به مذهب ۾ ايمان نه ٿو رکان، جنهن جي وڪالت يهودي ڪليسا، رومن ڪليسا، يوناني ڪليسا، ترڪ ڪليسا، پروٽيسٽنٽ ڪليسا يا

اهڙي ڪا بي ڪليسا ڪري رهي آهي، جنهن جي مونکي ڄاڻ آهي. منهنجو ذهن ئي منهنجي ڪليسا آهي. مونکي ڪليسائن جا سمورا قومي ادارا، پوءِ اهي يهودي هجن، عيسائي هجن يا ڪي ٻيا هجن، انسانذات کي ڊيڄارڻ ۽ غلام بڻائڻ جي انساني ايجادن ڪانسواءِ ۽ طاقت ۽ مالي فائدن جي هڪ هٽي قائم ڪرڻ ڪانسواءِ، ٻيو ڪجهه به نه ٿا لڳن.

منهنجي هن اعلان جو مقصد انهن ماڻهن جي مذمت ڪرڻ نه سمجهيو وڃي، جيڪي منهنجي ابتڙ ايمان رکن ٿا. انهن کي به پنهنجي ايمان تي اوترو ساڳيو حق آهي، جيترو مونکي منهنجي ايمان تي آهي. پر انسان جي خوشيءَ لاءِ اهو ضروري آهي ته هو پاڻ سان ذهني طور سچو هجي. ڪفر، ڪنهن شيءِ ۾ ايمان رکڻ يا نه رکڻ ۾ ناهي، پر ان ۾ آهي ته جنهن شيءِ کي انسان نه مڃي، ان کي مڃڻ جي تبليغ ڪندو رهي. ذهني ڪوڙ، جيڪڏهن مان ان کي ائين ظاهر ڪريان، اسانجي معاشري ۾ ڪيتري اخلاقي لُچائي پيدا ڪئي آهي، ان جو ڪاٿو ڪرڻ ناممڪن آهي. جڏهن هڪ شخص پنهنجي ذهن جي پاڪيزگيءَ کي ان حد تائين گندو ۽ ميرو ڪري چڪو هجي جو هو پوءِ انهن شين ۾ پنهنجو پيشوارانه ايمان رکڻ جي دعويٰ ڪرڻ لڳي، جن ۾ هن جو ايمان نه هجي ته پوءِ اهڙو شخص، ان طرح سان پاڻکي هر قسم جي ڏوهه لاءِ جڻ ته تيار ڪري چڪو هجي ٿو. هو هڪ پادريءَ جو ڏنڌو نفعي لاءِ اختيار ڪري ٿو ۽ پاڻکي ان ڏنڌي لائق ثابت ڪرڻ خاطر ڪوڙي شاهديءَ سان شروعات ڪري ٿو. ڇا نيڪيءَ کي تباهه ڪندڙ ان کان وڌيڪ ڪا ٻي شيءِ اسانکي ملي سگهي ٿي؟

آمريڪا ۾ جڏهن مون پنهنجو پمفليٽ ـــــ ”عام فهم“ ڇپرايو هو، ان ڪانپوءِ مون ان ڳالهه جو بي حد امڪان ڏٺو ته حڪومت جي سرشتي ۾ انقلاب ڪانپوءِ مذهب جي سرشتي ۾ انقلاب ايندو. چرچ ۽ رياست جي ناجائز رشتي، جتي ڪٿي به ان جنم ورتو آهي، پوءِ اهو يهوديُ هجي، عيسائي هجي يا ڪو ٻيو هجي، مروج عقيدن مٿان ۽ مذهب جي ابتدائي اصولن مٿان، هر قسم جي بحث مباحثي کي، ايذائن ۽ ڏنڊن ذريعي، اهڙو ته اثرائتي نموني ممنوع قرار ڏئي ڇڏيو آهي، جو جيستائين حڪومتي سرشتي ۾ تبديلي نه ٿي اچي، تيستائين اهي موضوع دنيا آڏو ايمانداريءَ سان ۽ کلي نموني آڻي نه ٿا سگهجن. پر پوءِ جڏهن به ائين ڪيو ويو، تڏهن مذهبي سرشتن ۾ هڪ انقلاب برپا ٿي ويندو، هٿراڌو انساني ايجادن، پادرشاهيءَ جي ڇاڄ پڙتال شروع ٿي ويندي ۽ انسان هڪ خدا ۽ نه ڪ ڪنهن ٻئي جي، هڪ نج، بنا ملاوٽ ۽ پاڪ صاف عقيدي ڏانهن واپس ورندو.

مذهب جي هر قسم پاڻکي اهو بهانو ڏئي مڃرايو آهي ته چند فردن تائين رسايل اهو خدا جو ڪو خاص مشن آهي. يهودين وٽ پنهنجو موسيٰ آهي، عيسائين کي پنهنجو عيسيٰ، رسول ۽ ولي آهن، ۽ اهڙي طرح ٻين مذهبن وٽ پنهنجا پنهنجا پيغمبر آهن، جڻ ته خدا ڏانهن ويندڙ رستو هر ماڻهوءَ لاءِ ساڳئي

نموني ڪليل ناهي. مٿين مذهبن مان هر هڪ ڪجهه ڪتاب ڏيڪاري ٿو، جن کي اهو "ڪلامِ الاهي" ، "صحيفو" يا "الهام" (Revelation) ڪوٺي ٿو.

يهودي چون ٿا ته سندن خدا جو پيغام خدا طرفان موسيٰ کي آمهون سامهون ڏنو ويو، عيسائي چون ٿا ته سندن خدا جو پيغام ازغيبي روح قوڪڻ سان آيو ۽ ٻيا چون ٿا ته اهو بهشت جي هڪ فرشتي معرفت آيو. انهن چرچن مان هر هڪ ٻئي مٿان ڪوڙي هجڻ جو الزام مڙهي ٿو ۽ جيستائين منهنجو تعلق آهي، مان انهن سڀني کي نه ٿو مڃان. جيئن ته اهو ضروري آهي ته لفظن کي صحيح معنيٰ ڏجي، ان ڪري مان هن موضوع تي ڪجهه اڳتي وڌڻ کان اڳ، لفظ "الهام" يا " وحي" تي پنهنجا ڪي مشاهدا پيش ڪندس. "الهام" کي جڏهن مذهب ۾ استعمال ڪجي ٿو، تڏهن ان جو مطلب خدا طرفان انسان ڏانهن فوري طور اماڻيل پيغام ٿئي ٿو. ڪوبه ماڻهو خدا جي ان طاقت کان انڪار يا ان سان اختلاف نه ٿو ڪري سگهي ته جڏهن به هو چاهي اهڙو رابطو قائم ڪري سگهي ٿو. پر هڪ مثال خاطر اهو مڃجي به ڪٿي ته ڪنهن خاص شخص ڏانهن ڪا شيءِ "الهامي" وئي آهي ۽ ٻئي ڪنهن ڏانهن به اها نه الهامي وئي آهي ته اها صرف ان شخص لاءِ "الهام" ٿي. جڏهن اهو شخص ڪنهن ٻئي ماڻهوءَ کي اهو ٻڌائي ٿو، ٻيو ٽئين کي، ٽيون چوٿين کي ۽ اهڙيءَ طرح اهو سلسلو هلندو وڃي ٿو، ته اهو انهن سڀني ماڻهن ڏانهن "الهام" نه ٿو رهي. اهو فقط پهرئين ماڻهوءَ ڏانهن "الهام" هجي ٿو ۽ ٻئي هر ماڻهوءَ لاءِ اهو ٻُڌ سُڌ يا اُفواهه هجي ٿو ۽ نتيجتاً اهي ماڻهو ان کي مڃڻ جا پابند نه آهن.

خيالن ۽ اصطلاحن ۾ اهو تضاد ٿيندو، جيڪڏهن ڪنهن اهڙي شيءِ کي الهام چئجي جيڪا اسان وٽ لفظن ۾ يا لکت ۾، ڪنهن ٻئي جي معرفت پهچي. "الهام" لازمي طور پهرئين رابطي تائين محدود ٿئي ٿو. ان کانپوءِ اهو فقط هڪ قصو آهي ڪنهن اهڙي شيءِ جو جنهن لاءِ اهو شخص پاڻ ڏانهن الهام هجڻ جي دعويٰ ڪري ٿو. ۽ جيتوڻيڪ هو پاڻکي ان کي مڃڻ لاءِ پابند سمجهي سگهي ٿو، پر اهو مون تي لازم نه ٿو ٿي سگهي ته مان به ان کي ساڳئي نموني مڃان، چو ته اهو "الهام" مون ڏانهن نه موڪليو ويو هو ۽ مون وٽ رڳو ان ماڻهوءَ جو اهو قول آهي ته "اهو الهام هن مٿان نازل ڪيو ويو آهي."

جڏهن موسيٰ بني اسرائيل کي اهو ٻڌايو ته هن خدا جي هٿ مان احڪامن جون به تختيون حاصل ڪيون آهن، تڏهن هو هن کي مڃڻ لاءِ پابند نه هئا، چو ته هنن وٽ ان لاءِ ٻي ڪا تصديق نه هئي، سواءِ هن جي ائين ٻڌائڻ جي ۽ مون وٽ ان لاءِ ٻي ڪا تصديق نه آهي سواءِ ان جي ته ڪو تاريخ نويس مونکي ائين ٻڌائي ٿو.

احڪامات پنهنجي اندر الاهيت جي ڪابه اندروني شهادت نه ٿا رکن. انهن ۾ ڪجهه چڱا اخلاقي نڪتا موجود آهن، جهڙوڪ ڪوئي به شخص جيڪو پاڻکي قانون ڏيندڙ يا قانون ناهيندڙ جي اهل سمجهندو هجي، ڪنهن به ازغيبي

قوت جي مداخلت کانسواءِ پاڻکي ائين پيش ڪري سگهي ٿو.*

۽ جڏهن مونکي اهو پڻ ٻڌايو ويو آهي ته ڪنواري مريم نالي هڪ عورت اهو چيو يا ٻڌايو ته ڪنهن به مرد سان همبستر ٿيڻ کانسواءِ هن کي پيٽ ۾ هڪ بار ٿيو آهي ۽ اهو ته هن سان مڱيل سندس ٿيڻ واري مڙس ـــ يوسف اهو چيو ته هن کي هڪ ملائڪ ائين ٻڌايو آهي، تڏهن مونکي انهن کي مڃڻ يا نه مڃڻ جو حق حاصل آهي. اهڙي صورتحال، سندن ائين خالي چئي ڇڏڻ کان وڌيڪ مضبوط ثبوت جي گهر ڪري ٿي. ۾ اسان وٽ ته اهو به ڪونهي، چو ته نه يوسف ۽ نه ئي مريم اهڙو ڪو مواد پاڻ لکيو آهي. اهو فقط ٻين طرفان رپورٽ ڪيو ويو آهي ته هنن ائين چيو هو. اها ٻُڌ سُڌ مٿان ٻُڌ سُڌ آهي ۽ مان اهڙي شهادت مٿان ايمان رکڻ جو انتخاب نه ٿو ڪري سگهان.

يسوع مسيح بطور خدا جي پٽ واري ڪهاڻي کي جيڪو مانُ ڏنو ويو آهي، ان جو سبب سمجهڻ بهرحال ايڏو ڏکيو نه آهي. هو اهڙي زماني ۾ ڄائو جڏهن دنيا ۾ اڃا هيٿن (Heathen) (غير اهل ڪتاب) ڏندڪٿا جو ڪجهه رواج ۽ عزت هئي ۽ ان ڏند ڪٿا، ماڻهن کي اهڙي ڪهاڻيءَ تي ايمان رکڻ لاءِ تيار ڪري ڇڏيو هو. تقريباً سڀ اهي غير معمولي ماڻهو جن هيٿن ديو مالا تحت زندگي گذاري هئي، ڪنهن نه ڪنهن خدا جي پٽ طور مشهور هئا. ان زماني ۾ ڪنهن ماڻهوءَ جي آسمان مان نازل ٿيل هجڻ کي مڃڻ ڪا نئين ڳالهه نه هئي. ان زماني ۾ ديوتائن جا عورتن سان تعلقات رکڻ هڪ عام خيال هو. ديوتا جوپيٽر، سندن ئي چواڻيءَ سَون عورتن سان جنسي لاڳاپو رکي چڪو هو. ان ڪري ان ڪهاڻيءَ ۾ ڪابه شيءِ نئين، مزيدار يا فحاش ناهي. اها ڪهاڻي انهن ڏينهن ۾ انهن خيالن سان ٺهڪندڙ هئي جيڪي انهن ماڻهن ۾، جن کي ڪافر/ غير يهودي (Gentiles) يا ڏند ڪٿائي ماڻهو چيو ويندو هو، عام ليکيا ويندا هئا ۽ صرف اهي ئي ماڻهو هئا، جن ان تي ايمان رکيو ٿي. يهودين، جن پاڻکي پابنديءَ سان هڪ خدا، نه ڪ گهڻن خدائن تي ايمان رکڻ تائين محدود رکيو هو ۽ جن هميشه هيٿن ديومالا کي رد ڪيو هو، ڪڏهن به ان ڪهاڻيءَ کي سچو نه سمجهيو.

ان ڳالهه جو مشاهدو ڪرڻ ڏاڍو دلچسپ آهي ته جنهن نظرئي کي اسان عيسائي ڪليسا ڪوٺيون ٿا، سو هيٿن ديومالا جي پُڇ مان ڦٽو آهي. ان جي سڌي شموليت شروع ۾ ئي ان جي مشهور بانيءَ (يعني حضرت عيسيٰ) کي آسمان مان نازل ٿيل ڏيکاري، ڪئي وئي آهي. ٽن خدائن جو تصور (Trinity of gods) جيڪو ان سان گڏ آيو، سو ڪجهه نه هو، سواءِ هيٿن ديومالا جي گهڻ خدائي (جيڪو ويهه کان ٽيهه هزارن تائين هو) تصور جي ڪٽوتيءَ جي.

افيسس جي ڊيانا جي مجسمي جي جڳهه هاڻي مريم جي مجسمي

* بهرحال ان اعلان کي ٻاهر ڪڍڻ ضروري آهي، جيڪو هيٿن چئي ٿو ته خدا، والدين جي گناهن جي سزا سندن اولاد کي ڏيندو آهي. اها ڳالهه نيڪ انصاف جي هر اصول جي ابتڙ آهي.

والاري: اڳي جي هيروز کي ديوتا بڻائڻ جي رسم تبديل ٿي، هاڻي وَليـن جي هڪ باقاعده فهرست جو روپ اختيار ڪيو. ڏند ڪٿائيـن وٽ هر شيءِ لاءِ ديوتا هئا، عيسائي ڏند ڪٿائين وٽ هر شيءِ لاءِ راهب (ولي) هئا. اهڙي طرح چرچ، راهبـن سان سٽجي ويو، جهڙي طرح سيني ديوتائن جو مندر (Pantheon) ديوتائـن سان پـربل هو ۽ روم پنهي جو گـڏيل هنڌ هو. مطلب تہ عـيـســائي نظريو، قـديـم ديومالائين جي بت پرستيءَ کان ٿورو ئي مختلف آهي، جنهن کي اقتدار ۽ دولت جي مقصدن ماڻڻ لاءِ اختيـار ڪيو ويو آهي. ۽ اهو اجا عقل ۽ فلسفي تي ڇڏيل آهي تہ اهي ان ٻنهي ڏوڪي کي ختم ڪري ڇڏيـن.

هتي جيڪو ڪجهہ چيو ويو آهي، ايستائيـن جو تمام هلڪي بي ادبيءَ سان بہ، ان کي حضرت عيسيٰ جي حقيقي ڪردار مٿان لاڳو نہ ٿو ڪري سگهجي. هو هڪ نيڪ ۽ پاجهارو انسان هو، جنهن نيڪيءَ جي تبليغ ڪئي ۽ ان تي عـمل ڪيو، اها تـمام ڀلائيءَ واري هئي ۽ جيتوڻيڪ نيڪيءَ جي ساڳين سرشتن جي تبليغ ڪئين سال اڳ ڪنفيوشس طرفان، ۽ ڪن يوناني فلسفين طرفان، عيسيٰ کانوني هيل تائين ڪُنيڪرس طرفان ۽ سمورن زمـانـن ۾ ڪيترن ئي ڀَلن ماڻهن طرفـان، ڪئي پئي ويـندي رهي آهي، پر ڪنهن جي بہ طرفـان ان جي حـد نہ ٽپي وئي آهي. حضرت عيسيٰ پنهنجي ذات، پنهنجي پئدائش، والدين يا ڪنهن بہ ٻي شيءِ جي باري ۾ پاڻ ڪونہ لکيـو آهي. اهو جنهن کي انجيل سڏيو وڃي ٿـو، ان جي ڪا هڪ سٽ بہ هن جي پنهنجي لکيـل نہ آهي. هن جي ســجي تاريخ پيـن ماڻهن جو ڪم آهي ۽ جيستائيـن هن جي وري جيئري ٿيڻ ۽ آسمان ڏانهن اُڏامر ڪري وڃڻ جي ڪهاڻيـن جو تعلق آهي، تہ اهو سڀ ڪجهہ هن جي پئدائش جي ڪهاڻيءَ جو ضروري نـهـڪندڙ حصو هو. هن جا مـؤرخ، هن کي هن دنيا ۾ هڪ مافوق الفطري انداز ۾ آڻڻ کانپوءِ، ڪيس ساڳئي ئي مـافوق الفطري انداز ۾ ٻاهر ڪڍي وڃڻ لاءِ مجبور هئا، نہ تہ ٻي صورت ۾ ڪهاڻيءَ جو پهريون حصو لازمي طور اچي زميـن تي ڪري ها.

جنهن مـڪـروهہ چالاڪيءَ سان ڪهاڻيءَ جو هي آخري حصو ٻڌايو وڃي ٿـو، اها ان کان اڳ پيش آيل واقعن کان هر ڳالهہ ۾ اڳتي نڪتل آهي. ڪهاڻيءَ جو پهريون حصو يعني مريم کي معجزاتي نموني پيٽ ٿي وڃڻ، اهڙي شيءِ نہ هو، جيڪو مشهوريءَ جي اجازت ڏئي. جنهن ڪري ڪهاڻيءَ جي هن حصي جي ٻڌائيندڙن کي هي فائدو هو تہ جيتوڻيڪ کيـن ان لاءِ ڪا شاباش نہ ملي سگهي ها، پر بهرحال سندن چوري يا ڪوڙ پڪڙجي نہ پيو سگهجي. ڪانئن اها توقع نہ پئي ڪري سگهجي تہ هو ان ڳالهہ کي ثابت ڪن، چو تہ اها ڪا اهڙي شيءِ نہ هئي، جيڪا ڪنهن ثبوت جي گنجائش رکي ۽ اهو بہ ناممڪن هو تہ جنهن ماڻهوءَ لاءِ اها ٻڌائي پئي وئي، اهو پاڻ بہ انکي ثابت ڪري سگهي. پر هڪ مئل ماڻهوءَ جو قبر مان ٻيهر جيئرو ٿي اٿڻ ۽ ان جو هوا ۾ آسمان ڏانهن پرواز ڪري وڃڻ، ماءُ جي ٻچيدانيءَ ۾ ڪنهن ٻار جي نظر نہ اچي سگهندڙ نپجڻ جي عمل کان هڪ

تمام ئي مختلف شيءِ آهي، جيستائين ان ثبوت جو تعلق آهي، جيڪو اهڙي شيءِ گهري ٿي. مثل ماڻهوءَ جو قبر مان اٿڻ ۽ آسمان ڏانهن اڏامر ڪرڻ. فرض ڪجي تہ اهو ائين ٿيو بہ هجي، گهٽ ۾ گهٽ سڄي يروشلمر آڏو عوامي ڏيکاءَ ۽ نظري مظاهري جي گنجائش رکي ٿو، ائين ئي جيئن ڪنهن ڦوڪڻي جو هوا ۾ اڏامڻ يا سج جو ڏينهن ۾ ايرڻ!

هڪ اهڙي شيءِ جنهن تي ايمان رکڻ جي هر ماڻهوءَ کان توقع ڪئي وڃي، ان ڳالهہ جي تقاضا ڪري ٿي تہ ان جو ثبوت ۽ شاهدي سڀني ماڻهن لاءِ برابر ۽ عالمگير هجي ۽ جيئن تہ هن آخري لاڳاپيل ڏيک جو عوامي نظارو ئي اهو واحد ثبوت هو، جيڪو ان ڪهاڻيءَ جي پهرئين حصي کي سچو ثابت ڪري ها، ان ڪري اها سڄي ڪهاڻي اڃي پٽ تي ڪري ٿي، ڇاڪاڻ تہ اهو ثبوت ڪڏهن بہ مهيا نہ ڪيو ويو. ان جي بدران، چند ماڻهو بطور سڄي دنيا جي عيوضين (Proxies) طور متعارف ڪرايا وڃن ٿا، جن جو تعداد اٺن يا نون کان مٿي ناهي، اهو چوڻ لاءِ تہ هنن اهو ڏٺو ۽ ٻي سڄي دنيا کان اها گهر ڪئي وڃي ٿي تہ اها ان تي ايمان آڻي. پر لڳي ٿو تہ ٿامس مثلن جي قبرن مان اٿڻ واري ڳالهہ کي نہ ٿو مڃي ۽ جيئن هو چون ٿا تہ هو اهو سواءِ پنهنجين اکين سان ڏسڻ ۽ پنهنجن هٿن سان ڇهڻ جي، ڪڏهن بہ نہ مڃيندو، بلڪل تيئن مان بہ نہ مڃيندس ۽ ان جو سبب ساڳيو ئي آهي جيڪو مونکي يا ٿامس جهڙي ڪنهن ٻئي ماڻهوءَ کي ٺيڪ لڳي ٿو. هن معاملي کي ڪو ٻيو وبس پارائڻ يا ان کي ٽڏو ڪرڻ جي ڪوشش ڪرڻ اجائي آهي.

هن ڪهاڻيءَ (جيستائين ان جي مافوق الفطري معجزاتي حصي جو تعلق آهي) جي منهن تي دوکي ۽ ٺڳيءَ جي ڇاپ لڳل آهي. اسان لاءِ اهو معلوم ڪرڻ تہ ان ڪهاڻيءَ جا ليکڪ ڪير هئا، اوترو ئي ناممڪن آهي جيترو اسان لاءِ اهو يقين ڪرڻ تہ ڪتاب، جن ۾ اهو ذڪر ڪيل آهي، انهن ماڻهن طرفان لکيل آهن، جن جا انهن تي نالا رکيل آهن. هن معاملي متعلق بهترين زنده ثبوت، جيڪو هاڻي اسانوٽ موجود آهي، يهودي آهن. اهي انهن ماڻهن جا باقاعده پوئلڳ آهن، جيڪي انهن ڏهاڙن ۾ زنده هئا. جڏهن چيو وڃي ٿو تہ مثل جي قبر مان اٿڻ ۽ آسمان ڏانهن اڏامر ڪري وڃڻ وارو واقعو پيش آيو هو ۽ يهودي چون ٿا تہ اهو واقعو سچو ناهي. مونکي گهڻي وقت کان اهو عجيب تضاد محسوس پئي ٿيو آهي تہ ان ڪهاڻيءَ جي سچ جي ثبوت طور يهودين کي پيش ڪريان؛ اهو ائين آهي جيئن ڪو ماڻهو هيئن چئي، ”مون جو ڪجهہ توهانکي ٻڌايو آهي، ان کي انهن ماڻهن کي توهان آڏو پيش ڪندي سچو ثابت ڪندس، جيڪي چون ٿا تہ اهو ڪوڙ آهي.“

اهو تہ حضرت عيسيٰ جهڙي ڪنهن ماڻهوءَ جو وجود هو ۽ هن کي صليب تي چاڙهيو ويو هو (جيڪو انهن ڏينهن ۾ ڦاسي ڏيڻ جو هڪ طريقو هو) لازمي طور امڪان جي حدن ۾ ايندڙ تاريخي لاڳاپا آهن. هن تمام بهترين نيڪي ۽

انسان جي برابريءَ جي تبليغ ڪئي پر هن يهودي پادرين جي بدعنوانين ۽ حرص خلاف بہ تبليغ ڪئي ۽ ان ڳالهہ ئي هن مٿان پادرشاهيءَ جي سڄي نظام جي نفرت ۽ انتقام برپا ڪيا. انهن پادرين هن خلاف جيڪو الزام مڙهيو، سو هو رومن حڪومت، جنهن آڏو يهودي مطيع ۽ ڏن ڀريندڙ هئا، خلاف بغاوت ۽ سازش ڪرڻ جو. ۽ اها ڳالهہ امڪان کان ٻاهر ناهي تہ رومن حڪومت ۽ يهودي پادرين کي حضرت عيسيٰ جي پيغام جي اثرن جو ڪو ڳجهو پتو پئجي ويو هجي ۽ نہ ئي اها ڳالهہ ناممڪن هئي تہ ڪٿي حضرت عيسيٰ پنهنجي ان تبليغ رستي يهودي قوم کي، رومين جي غلاميءَ مان آزاد نہ ڪرائي وجهي! بهرحال انهن ٻنهي امڪانن جي وچ ۾ هي نيڪ، اصلاح پسند ۽ انقلابي شخص پنهنجي زندگي وڃائي ويٺو.

حقيقتن جي هيڙي سادي اپٽار مٿان ۽ ان سان گڏوگڏ هڪ ٻئي معاملي مٿان، جنهن جو مان ذڪر ڪرڻ وارو آهيان، عيسائي ڏند ڪٿائين، جيڪي پاڻ کي عيسائي ڪليسا ڪونائن ٿا، هڪ ڪوڙي جڙتو ڪهاڻي ڪڙي ڪري ڇڏي آهي، جيڪا بيهودائپ ۽ لباڙ ۾، قديم ماڻهن جي ڏند ڪٿائن ۾ ليجنڊز ڪنهن بہ شيءِ کان گهٽ ناهي. قديم ڏند ڪٿائي اسانکي ٻڌائن ٿا تہ ديون جي هڪ نسل، جيوپيٽر ديوتا سان جنگ ڪئي، ۽ ان ۾ هڪ ديو هڪ ڌڪ سان هڪ سو پٿر هن ڏانهن اڇلايا ٿي پر جيوپيٽر، هن کي بجليءَ جي ڪڙڪي سان شڪست ڏني ۽ پوءِ هن کي ايٽنا جبل اندر قيد ڪري ڇڏيو ۽ جڏهن بہ ان ديو پاٿکي ان جبل اندر چوربو پوربو ٿي تہ جبل پاڻ منجهان باهہ ٻاهر ڪڍي ٿي. هتي اهو ڏسڻ سولو آهي تہ جبل جي حالت، جيڪو هڪ ٻرندڙ جبل هو، ان جڙتو ڪهاڻيءَ جي خيال کي تجويز ڪيو ۽ اهو تہ اها افسانوي ڪهاڻي جبل جي ان حالت سان نهڪائڻ ۽ ان جي چوڌاري ڦيرائڻ لاءِ ئي ناهي وئي آهي. عيسائي ڏند ڪٿائي اسانکي ٻڌائن ٿا تہ سندن شيطان، خدا سان جنگ جوتي، جنهن هن کي شڪست ڏني ۽ پوءِ هن کي قيد ڪري ڇڏيو، هڪ جبل اندر نہ پر هڪ کاهيءَ ۾. هتي اهو سمجهڻ سولو آهي تہ پهرين جڙتو ڪهاڻيءَ، ٻي جڙتو ڪهاڻيءَ جي خيال کي تجويز ڪيو، ڇو تہ جيوپيٽر ۽ ديون جو قصو شيطان جي قصي کان ڪيترا سؤ سال اڳ ٻڌايو ويو هو.

هيسٽائين قديم ڏند ڪٿائي ۽ عيسائي ڏند ڪٿائي هڪٻئي کان رڳو ٿورو ئي مختلف آهن پر عيسائي ڏند ڪٿائي چالاڪي ڪري ان معاملي کي ڪافي اڳتي ڪٽي ويا. هنن حضرت عيسيٰ جي ڪهاڻيءَ جي جڙتو حصي کي، ايٽنا جبل مان ڦٽندڙ قصي سان ڳنڍڻ جي چالاڪي ڪئي آهي ۽ ڪهاڻيءَ جي سمورن حصن کي پاڻ ۾ ڳنڍڻ خاطر، هنن پنهنجي مدد لاءِ، يهودين جون روايتون استعمال ڪيون آهن. ڇو تہ عيسائي ڏند ڪٿا، اڌ قديم ڏند ڪٿا مان ۽ اڌ يهودي روايتن مان نهيل آهي.

عيسائي ڏند ڪٿائي، شيطان کي کاهيءَ ۾ بند ڪري ڇڏڻ ڪاڻ پوءِ ان ڳالهہ لاءِ مجبور هئا تہ هو هن کي وري آزاد ڪري ڇڏين تہ جيئن جڙتو ڪهاڻيءَ

جو سلسلو جاري رهي سگهي. هن کي پوءِ باغِ عدن ۾ هڪ نانگ جي صورت ۾ داخل ڪيو وڃي ٿو ۽ ان صورت ۾ هو بي بي حوا سان مشهور مڪالمه بازي ڪري ٿو، جيڪا هڪ نانگ کي ڳالهائيندو ڏسي، ڪنهن به طرح سان حيران نه ٿي ٿئي ۽ هن رازدار گفتگوءَ جو نتيجو اهو نڪري ٿو ته هو هن کي صوف کائڻ تي قائل ڪري وجهي ٿو ۽ ان صوف جو کاڄڻ، سموري انسانذات مٿان الاهي ڦٽڪار نازل ڪرائي ڇڏي ٿو. اهڙي طرح شيطان کي سموري تخليق مٿان فتح ڏياري ڇڏڻ کانپوءِ، هڪ ماڻهو اها اميد رکي پيو ته ڪليسائي ڏند ڪٿائي، هاڻي ايترا مهربان ٿيندا جو هو شيطان کي بيهر ڪاهيءَ ڏانهن اُماڻي ڇڏيندا يا جيڪڏهن هنن ائين نه ڪيو ته هن مٿان هڪ پهاڙ ضرور رکي ڇڏيندا (جو ته هو چوندا آهن ته سندن ايمان، هڪ پهاڙ کي هٽائي سگهي ٿو) يا وري هن کي هڪ جبل اندر قيد ڪري ڇڏيندا، جيئن هنن کان اڳ وارن ڏند ڪٿائين ڪيو هو، ته جيئن هن کي عورتن ۾ وري اندر داخل ٿيڻ کان ۽ وڌيڪ شر انگيزي ڪرڻ کان روڪي سگهجي. پر ان جي بدران، هو هن کي ڇوٽ ڇڏي ڏين ٿا،ڪنهن پئرول جي پابنديءَ کان به سواءِ! حقيقت ۾ ان ڳالهه جو راز هي آهي ته هو، هن کانسواءِ ڪجهه به نه ٿا ڪري سگهن ۽ هن کي ناهي وجهڻ جي تڪليف ڪرڻ کانپوءِ، هنن هن کي زنده رهڻ لاءِ رشوت ڏني. هنن سودي ۾ هن کي سمورا يهودي، سمورا ترڪ ۽ دنيا جي ۱/۹ آبادي ڏيڻ جو واعدو ڪيو. ان کانپوءِ ڪير، عيسائي ڏند ڪٿا جي سخاوت تي شڪ ڪري سگهندو؟ هي عيسائي ڏند ڪٿائي بهشت ۾ اهڙي طرح هڪ بغاوت ۽ لڙائي ڪرائي ڇڏڻ کانپوءِ، جنهن ۾ لڙائي ڪندڙن مان ڪوبه، نه قتل ٿي سگهي پيو ۽ نه زخمي، شيطان کي ڪاهيءَ اندر رکي ڇڏڻ، وري هن کي ٻاهر ڪڍي ڇڏڻ، ۽ سموري مخلوقات مٿان هن کي فتح ڏيارائي ڇڏڻ، سموري انسانذات مٿان، صوف جي کاڄڻ ڪري ملامت وجهرائي ڇڏڻ ذريعي، پنهنجي بشايل جڙتو ڪهاڻيءَ جي ٻنهي ڇيڙن کي گڏ ڪن ٿا. هو هن نيڪ ۽ ٻاجهاري شخص حضرت عيسيٰ کي هڪ ئي وقت، خدا ۽ انسان ٻنهي طور به ظاهر ڪن ٿا ۽ وري خدا جي پٽ طور به، جيڪو آسمان مان قربان ٿي وڃڻ جي مقصد سان نازل ڪيل هو، ڇاڪاڻ ته هو چون ٿا ته بي بي حوا پنهنجي لالچ ۾ صوف کاڌو هو.

هر ان شيءِ کي پري ڪندي جيڪا اُن جي بيهودگيءَ ڪري، ڪل ڏياري يا ان جي ناپاڪ هجڻ ڪري زبردست نفرت ڏياري ۽ رڳو ان ڪهاڻيءَ جي حصن جي ڇڪاس تائين پاڻکي محدود رکندي هڪ اهڙي ڪهاڻي گهڙڻ ناممڪن آهي، جيڪا هن ڪهاڻيءَ کان وڌيڪ خدا لاءِ توهين آميز هجي، هن جي ڏاهپ سان بلڪل به نه ٺهڪندڙ هجي ۽ هن جي طاقت سان متضاد هجي.

هن ڪهاڻيءَ کي ڪڙو ڪرڻ لاءِ هڪ بنياد فراهم ڪرڻ واسطي، ان جا موجد، ان مجبوريءَ ۾ هئا ته ان هستيءَ کي، جنهن کي هنن شيطان ڪوٺيو ٿي،

جيڪڏهن عظيم تر نہ تہ هڪ جيتري عظيم طاقت ڏين، جيتري هنن خدا ڏانهن منسوب ڪئي ٿي. هنن نہ رڳو هن کي، بقول سندن هن جي پستيءَ ڪانپوءِ، ڪاهيءَ مان پاڻکي آزاد ڪرائڻ جي طاقت ڏني چڏي هئي، پر هنن ان ڪانپوءِ هن جي طاقت کي ماڳهين لامحدود حد تائين وڌائي چڏيو هو. ان پستيءَ کان اڳ، هنن شيطان کي رڳو هڪ محدود وجود واري هڪ فرشتي طور ظاهر ڪيو هو، جيئن هنن بين فرشتن کي ظاهر ڪيو هو. پنهنجي ان پستيءَ ڪانپوءِ شيطان، سندن چواڻيءَ تہ هر هنڌ حاضر ناظر ٿي ويو، هو هر هنڌ موجود آهي ۽ ساڳئي وقت تي موجود آهي. هو مڪان جي سموري وسعت والاري ٿو. شيطان جي هھڙي ديوتا پرستيءَ تي بہ مطمئن نہ رهندي، هو هن کي تخليقات جي هڪ جانور جي شڪل ۾ خدا جي سموري طاقت ۽ ڏاهپ کي، مڪاريءَ سان شڪست ڏيندي ڏيکارن ٿا. هو هن کي اهڙو ظاهر ڪن ٿا، جنهن خدا کي ان سنئين سڌي ضرورت تي مجبور ڪيو تہ يا تہ هو سموري مخلوق کي هن (شيطان) جي حڪومت ۽ خود مختياريءَ حوالي ڪري چڏي يا ڌرتيءَ تي هيٺ لهي اچي ۽ صليب تي، هڪ انسان جي صورت ۾ پاڻکي ظاهر ڪرڻ ذريعي انسان جي نجات لاءِ هن آڏو هٿيار ڦٽا ڪري چڏي.

ڪاش جيڪڏهن هن ڪهاڻيءَ جي خلقيندڙن، ان کي ابتڙ انداز ۾ پڌايو هجي ها — يعني تہ ڪاش هو خدا کي شيطان کي ان ڳالهہ تي مجبور ڪندڙ ظاهر ڪن ها تہ هو (شيطان) پنهنجي نئين حڪم عدوليءَ جي سزا طور خود کي هڪ نانگ جي صورت ۾ صليب تي ٽنگيل ڏيکاري تہ ڪهاڻي ڪجهہ گهٽ بيهوده ۽ گهٽ متضاد لڳي ها! پر ان جي بدران، هو گستاخي ڪندڙ کي ڪٽائن ٿا ۽ خدا کي ڪيرائن ٿا.

مون کي ان ڳالهہ ۾ ڪوبہ شڪ ناهي تہ تمام گهڻن سنن ماڻهن هن عجيب جُڙتو ڪهاڻيءَ مٿان ايمان رکيو آهي ۽ ان ايمان (چو تہ ڪنهن شيءِ تي ايمان رکڻ ڪو ڏوهہ ناهي) تحت تمام سني زندگي گذاري چڏي آهي.

پهرين ڳالهہ اها تہ هنن کي ائين مڃڻ لاءِ پڙهايو ويو هو، ۽ بلڪل ساڳي انداز ۾ هو ڪنهن بي شيءِ تي بہ ايمان رکي پئي سگهيا. ڪيترا اهڙا ماڻهو بہ آهن جيڪي خدا طرفان پنهنجي قرباني پيش ڪرڻ ۾ جيڪا هن جي انسان سان بي انتها محبت ظاهر ٿئي ٿي، ان کان ايترو تہ پرجوش نموني خوش ٿي ويل آهن جو ان خيال جي شديد اثر ان ڪهاڻيءَ جي بيهودائپ ۽ ناپاڪيءَ جي تپاس ڪرڻ کان کين منع ڪري ۽ روڪي رکيو آهي. جيترو گهڻو ڪا شيءِ غير فطري هوندي آهي، اوترو گهڻو اها تعريف جي شيءِ بڻجڻ جي اهل هوندي آهي.

جيڪڏهن تعريف ۽ ثنا جون شيون ئي اسان جي خواهش آهن تہ ڇا اهي اسانکي هر گهڙي نظر نہ ٿيون اچن؟ ڇا اسان اهو نہ ٿا ڏسون تہ جنهن گهڙيءَ اسان پيدا ٿيون ٿا تہ هڪ سٺي خاصي تخليق — هڪ اهڙي دنيا جي صورت ۾ جيڪا اسان جي هٿن لاءِ سنواريل آهي ۽ جيڪا اسان کان ڪابہ قيمت نہ ٿي

گهري، اسانجو آڏرياءُ ڪرڻ لاءِ اسانکي تيار ٿيل ملي ٿي؟ ڇا اهي اسان آهيون جيڪي سچ کي روشن ڪريون ٿا، ميڻهن وسايون ٿا ۽ ڌرتيءَ کي شين سان مالامال ڪري ڇڏيون ٿا؟ ڇاهي اسان ننڍ پيا هجون يا جاڳندا هجون ته به ڪائنات جي هيءَ وسيع مشينري هلندي رهي ٿي. ڇا هي سڀ شيون ۽ نعمتون جيڪي اهي شيون آئنده جي لاءِ ظاهر ڪن ٿيون، اسان لاءِ ڪا معنيٰ نه ٿيون رکن؟ ڇا اسانجا ڳرا احساس، سواءِ ڏک ۽ خودڪشيءَ جي، ڪنهن ٻيءَ شيءِ وسيلي نه ٿا اُپاري سگهجن؟ يا ڇا انسان جو ٻڌندڙ تڪبر ايترو ناقابلِ برداشت ٿي ويو آهي جو ان کي سواءِ خالق جي قربانيءَ جي، ٻي ڪابه شيءِ خوش نه ٿي ڪري سگهي؟

مونکي خبر آهي ته هيءَ ٻي باڪ جاچ پڙتال ڪيترن ئي ماڻهن کي خبردار ڪري ڇڏيندي پر اها سندن ايمان کي وڏو خراج پيش ڪندي جيڪڏهن هو ان کي ان لحاظ کان برداشت ڪندا. وقت ۽ موضوع ان ڳالهه جي تقاضا ٿا ڪن ته ائين ٿيڻ گهرجي. اهو شڪ ته اهو نظريو، جنهن کي اسان عيسائي چرچ سڏيون ٿا، ڄڙتو ۽ ڪوڙو (نڳيءَ جو ناه) آهي، سمورن ملڪن ۾ ڦهلجي رهيو آهي ـ ۽ ان معاملي جي آزادانه جاچ پڙتال انهن ماڻهن لاءِ آڌت ثابت ٿيندي جيڪي ان شڪ هيٺ پٽڪي رهيا آهن ۽ ان ٻڌتر ۾ آهن ته ڇا کي مڃجي ۽ ڇا کي نه مڃجي. تنهنڪري مان هاڻي انهن ڪتابن جي چندچاڻ ڏانهن وڌان ٿو، جن کي پراڻو عهدنامو (توريت ۽ زبور) ۽ نئون عهدنامو (انجيل) سڏيو وڃي ٿو. هنن ڪتابن متعلق، جن جو آغاز ڪتاب پئدائش (Genesis) سان ٿئي ٿو ۽ سندن پڇاڙي، الهام جي ڪتاب (جيڪو ڳجهارتن جو هڪ ڪتاب آهي، جن جي وضاحت لاءِ خود هڪ الهام جي ضرورت آهي) تي ٿئي ٿي، اسان کي ٻڌايو ويو آهي ته "آسماني صحيفا" يا "خدا جو ڪلام" آهن. ان ڪري اسان لاءِ اهو معلوم ڪرڻ مناسب ٿيندو ته اسانکي اهين ڪنهن ٻڌايو آهي، ته جيئن اسانکي اها سڌ پئي ته اهو قصو ڪيترو داد لهڻي. ان سوال جو جواب هي آهي ته ٻيو ڪوبه اهو نه ٿو ٻڌائي سگهي، سواءِ اسانجي هڪٻئي کي ائين ٻڌائڻ جي! بهرحال تاريخي طور اهو معاملو هن ريت بيهي ٿو:

جڏهن عيسائي ڏند ڪٿائين پنهنجو نظام قائم ڪيو، تڏهن هنن اهي سموريون لکٿيون، جيڪي هو ڳولي ٿي سگهيا ۽ جن ۾ هنن کي جيئن وڻيو ڦير گهير ڪئي، ڪنيون ڪيون. اسانجي اڏو اهو معاملو سڄي جو سڄو غير يقينيءَ وارو آهي ته آيا اهي لکٿيون، جيڪي نئين ۽ پراڻي عهدنامي جي نالي ۾ موجود آهن، جيئن اهي هاڻي آهن، تيئن اهي ان حالت ۾ هيون، جڏهن بقول سندن سهيڙيندڙن جي، هنن اهي لڌيون، يا آيا هنن انهن ۾ واڌارا ڪيا، تبديليون آنديون، تلخيص ڪئي يا سڃايو سنواريو. ۽ بس ائين ئي هنن ووٽ ذريعي فيصلو ڪيو ته سندن گڏ ڪيل ڪتابن منجهان ڪهڙن کي "خدا جو ڪلام" قرار ڏيڻ ڪيپي ۽ ڪهڙن کي نه. هنن ڪيترن ڪتابن کي رد ڪيو ۽ ڪيترن کي

مشڪوڪ قرار ڏنو. جهڙوڪ ڪتاب ايپو ڪرفا ۽ اهي ڪتاب جن گهڻي ڀ گهڻا ووٽ ڪنيا، انهن کي هنن "خدا جو ڪلام" قرار ڏنو. ڪاش جيڪڏهن هنن ان جي ابتڙ فيصلو ڪيو هجي ها ته اهي سمورا ماڻهو جيڪي پاڻکي انهن ڏينهن ڪانوني عيسائي ڪوئائيندا پيا اچن، اڄ ڪجهه ٻي طرح ايمان رکن ها! چو ته هڪ ماڻهوءَ جو ايمان ٻئي ماڻهوءَ جي ووٽ منجهان پئدا ٿيو آهي. اهي ماڻهو ڪير هئا، جن اهو سيڪجهه ڪيو، اسانکي انهن جي باري ۾ ڪا ڄاڻ نه آهي. اهي پاڻکي چرچ جي عام نالي سان سڏائن ٿا ۽ اهوئي سڀ آهي جيڪو اسان هن معاملي جي باري ۾ ڄاڻون ٿا.

جيئن ته اسانوٽ انهن ڪتابن کي "خدا جو ڪلام" ڪري مڃڻ لاءِ ٻي ڪابه ٻاهرين تصديق يا شهادت موجود نه آهي، سواءِ ان جي جنهن جو مون اڳ ذڪر ڪيو آهي، جيڪا حقيقت ۾ ڪابه تصديق يا شهادت آهي ئي نه، تنهنڪري مان اڳتي هلي خود انهن ڪتابن ۾ موجود اندروني شهادت جو معائنو ڪندس. هن مضمون جي شروعاتي حصي ۾ مون الهام جي باري ۾ ڳالهايو آهي. مان هاڻي ان موضوع تي (ان کي مٿي ذڪر ڪيل ڪتابن مٿان لاڳو ڪرڻ جي مقصد خاطر) اڃا وڌيڪ ڳالهائيندس.

الهام هڪ اهڙي شيءِ جي ڄاڻ يا رابطو آهي، جنهن جو اڳ ان شخص کي علم نه هوندو آهي، جنهن مٿان ان کي نازل ڪيو ويو هوندو آهي. ڇاڪاڻ ته جيڪڏهن مون ڪو ڪم ڪيو هوندو آهي يا ان کي ٿيندي ڏٺو هوندو آهي ته پوءِ مونکي اهو ٻڌائڻ لاءِ ته مون اهو ڪم ڪيو آهي يا ڏٺو آهي، ڪنهن به الهام جي ضرورت نه آهي ۽ نه ئي ان کي ٻڌائڻ يا لکڻ جي قابل بڻائڻ لاءِ مونکي ان جي ضرورت آهي. تنهنڪري الهام کي ڌرتيءَ مٿان ٿيندڙ ڪنهن به اهڙي شيءِ مٿان لاڳو نه ٿو ڪري سگهجي، جنهن ۾ انسان خود هڪ عامل (Actor) يا شاهد هجي. نتيجتاً بائيبل (يعني پراڻي عهدنامي) جو سمورو تاريخي ۽ قصائي حصو، جيڪو تقريباً اهو سڄو آهي، الهام لفظ جي معنيٰ ۽ دائري ۾ نه ٿو اچي ۽ تنهنڪري اهو خدا جو ڪلام ناهي.

جڏهن سئمسن غزه شهر جي دروازي جا طاق اکيڙي ڀڳو، جيڪڏهن هن ائين ڪڏهن ڪيو به هجي، (۽ جي هن ڪجهه ڪيو يا نه اسان جي لاءِ ڪا معنيٰ نه ٿو رکي) يا جڏهن هن پنهنجي محبوبا ڊلائلہ سان ملاقات ڪئي يا هن پنهنجيون لومڙيون پڪڙيون يا ڪابه ٻي شيءِ ڪيائين ته انهن سمورين شين سان الهام جو ڪهڙو واسطو آهي؟ جيڪڏهن اهي شيون حقيقتون هيون ته هو اهي پاڻ ٻڌائي پئي سگهيو يا جيڪڏهن اهي ٻڌائڻ يا لکڻ لائق هيون ته سندس سيڪريٽري، جيڪڏهن هن اهو پاڻ وٽ رکيو ٿي، اهي لکي سگهيو ٿي ۽ جيڪڏهن اهي افسانوي هيون ته الهام انهن کي سچو نه پيو بڻائي سگهي ۽ آيا اهي سچيون هيون يا ڪوڙيون، اسان اهو ڄاڻڻ لاءِ نه بهتر ماڻهو آهيون ۽ نه وڌيڪ سياڻا آهيون. جڏهن اسان ان هستيءَ جي وسعت کي محسوس ڪيون ٿا جيڪا هن

سچي سمجهہ ۾ نہ ايندڙ ڪائنات ڪي هلائي ٿي ۽ ان مٿان حڪمراني ڪري ٿي، جنهن جي رڳو هڪ حصي ڪي انساني اک جي زبردست حد ڳولي سگهي ٿي، تڏهن اسانڪي انهن خصيص قصن، ڪهاڻين ڪي "خدا جو ڪلام" ڪوٺيندي، شرم محسوس ٿئي ٿو.

جيسٽائين تخليق جي قصي جو تعلق آهي، جنهن سان پيدائش جي ڪتاب جو آغاز ٿئي ٿو، تہ اهو هڪ روايت وانگر لڳي ٿو، جيڪا مصر ۾ اچڻ کان اڳ اسرائيلين ۾ موجود هئي؛ ۽ اهو ملڪ ڇڏڻ ڪانپوءِ هو انڪي بڌائڻ ڪانسواءِ پنهنجي تاريخ جي آغاز ۾ رکن ٿا چو تہ گهٽو ممڪن آهي تہ هنن بہ اهو نہ ٿي چاتو تہ اها روايت هنن وٽ ڪيئن آئي. جنهن انداز ۾ قصو ڪلي ٿو، اهو ڏيکاري ٿو تہ اهو روايتي آهي. اهو اوچتو ئي اوچتو شروع ٿئي ٿو. اهو ڪوبہ ماٺهو ناهي، جيڪو ڳالهائي ٿو، اهو ڪوبہ ناهي، جيڪو انڪي ٻڌي ٿو، اهو ڪنهن ڏانهن بہ مخاطب تيل ناهي، ان ۾ ڪوبہ ضمير متڪلم، ضمير حاضر ۽ ضمير غائب موجود ناهي. هڪ روايت هجڻ لاءِ ان ۾ هر ڪسوٽي موجود آهي. ان ڪي ڪا رسيد ناهي. موسيٰ پنهنجي مٿان ان ڪي ان تڪلف سان متعارف ڪرائڻ جو ذمو نہ ٿو ڪٽي، جيڪو هو هونئن ٻين موقعن تي استعمال ڪري ٿو. مثال طور هيئن چوندي، "خدا موسيٰ سان مخاطب ٿيو ۽ چيائين...." اهو مونڪي سمجهہ ۾ نہ ٿو اچي تہ ان ڪي تخليق جو موسوي احوال ڇو ڪوٺيو ويو آهي. مان سمجهان ٿو تہ موسيٰ اهڙن معاملن جو ايڏو سنو منصف نہ هو، جو اهڙي قصي تي پنهنجو نالو رکي ها. هن جي مصرين ۾ تعليم و تربيت ٿي هئي، جيڪي سائنس ۽ خاص طور تي علمِ فلڪيات ۾ اوترا ئي ماهر هئا، جيترو ان دور جي ڪا ٻي قوم ۽ موسيٰ ان تفصيل ڪي معتبر قرار نہ ڏيڻ ۾ جنهن خاموشيءَ ۽ احتياط جو مظاهرو ڪري ٿو، اهو ان ڳالهہ جو هڪ منفي ثبوت آهي تہ نہ هن اهو احوال ٻڌايو هو ۽ نہ ئي ان تي سندس ايمان هو. حقيقت هيءَ آهي تہ هر قوم ڪائنات جو تصور ناهيندڙ رهي آهي ۽ اسرائيلين ڪي بہ ڪائنات متعلق تصور ناهڻ جي ڏنڌي اختيار ڪرڻ جو اوترو ئي حق هو جيترو ڪنهن ٻي قوم ڪي ۽ جيئن تہ موسيٰ اسرائيلي نہ هو، ان ڪري هن روايت ڪي رد ڪرڻ جو انتخاب شايد نہ ڪيو. قصو بهرحال بي ضرر آهي ۽ اهڙي طرح توريت جي ٻين گهٽن ئي حصن لاءِ هن ڪان بہ ڪجهہ وڌيڪ چئي سگهجي ٿو.

جڏهن بہ اسان فحاش ڪهاڻين، شاهاڻ عياشين، ظالم ۽ اذيتناڪ قاسين ۽ نہ گهٽجندڙ انتقامن ڪي پڙهون ٿا، جن سان بائيبل (پراڻو عهدنامو) اڌ ڪان مٿي ڀريل آهي، تڏهن اها ڳالهہ وڌيڪ مناسب لڳي ٿي تہ اسان ان ڪي "خدا جي ڪلام" بدران "شيطان جو ڪلام" ڪوٺيون. بائيبل ظلم ۽ بربريت جي هڪ تاريخ آهي، جنهن انسانذات ڪي بدعنوان ۽ ظالم بٹائڻ جو ڪم ڪيو آهي ۽ جيسٽائين منهنجو تعلق آهي تہ مان ايمانداريءَ سان ان ڪان نفرت ڪيان ٿو، جهڙيءَ طرح مان هر ان شيءِ ڪان نفرت ڪيان ٿو، جيڪا ظالم آهي. ڪجهہ ٿورن

فقرن کانسواءِ بائيبل ۾ باقي ٻي ڪا بہ اهڙي شيءِ ناهي، جيڪا اسانجي نفرت يا ڌتڪار لائق نہ هجي، جيستائين اسان ان جي بنا عنوان وارن حصن تائين نہ ٿا پهچون. بنا نالي وارين لکڻين يعني زبور (Psalms) ۽ ايـوب جي ڪتاب، خصوصاً پوئين ڪتاب ۾، اسانکي خدا جي طاقت ۽ رحمدليءَ جي بلند پايہ جذبي جي باعزت اظهار جو گهڻو ئي مواد ملي ٿو، پر اهي بہ ساڳين موضوعن تي لکيل پاڻ کان اڳ وارن مضمونن يا پوءِ جي مضمونن کان وڌيڪ ڪنهن اعليٰ مقام تي بيٺل نہ آهن. پهاڪا جيڪي سليمان جا چيا وڃن ٿا، گهڻي قدر تہ ڪنا ڪيل لڳن ٿا (ڇاڪاڻ تہ اهي زندگيءَ بابت معلومات ڏين ٿا جنهن کي ڄاڻڻ جي سليمان جي صورتحال هن کي اجازت نہ ٿي ڏني) اهي اخلاق جي هڪ هدايت ڪندڙ فهرست آهن. اهي اسپينيارڊس جي پهاڪن کان شدت ۾ گهٽ آهن ۽ آمريڪي فرنڪلن جي پهاڪن کان وڌيڪ عقلي ۽ سستا ناهن.

بائيبل (پراڻي عهدنامي) جا باقي ٻيا سمورا حصا، جيڪي عام طور تي پيغمبرن جي نالن سان سڃاتا وڃن ٿا، يهودي شاعرن ۽ خانہ بدوش تبليغين جا لکيل آهن، جن شاعري، قصن ڪهاڻين ۽ عبادت کي پاڻ ۾ ملايو آهي ۽ اهي ڪتاب پنهنجي اندر شاعريءَ جي خوشبو ۽ انداز، پوءِ ترجمي ۾ ئي سهي، رکن ٿا.*

* جيئن تہ اهڙا ڪيترائي پڙهندڙ آهن، جيڪي هڪ گهاڙيٽي کي تيستائين شاعري نہ ٿا سمجهن، جيستائين اها سُر ۾ نہ هجي؛ اهڙن ماڻهن جي معلومات لاءِ ئي مان هي نوٽ لکان ٿو. شاعري مکيہ طور تي ٻن شين جي ٺهيل ٿئي ٿي: تصور ۽ گهاڙيٽو. شاعريءَ جو گهاڙيٽو، نثر جي گهاڙيٽي کان ڊگهن ۽ ڇوٽن ٻولن کي پاڻ ۾ گڏائڻ جي انداز ۾ مختلف ٿئي ٿو. شاعريءَ جي ڪنهن بہ هڪ سٽ مان هڪ ڊگهو ٻول ٻاهر ڪڍي ڇڏيو ۽ ان جي جاءِ تي هڪ ننڍو ٻول رکي ڇڏيو يا جتي هڪ ننڍو ٻول هجڻ گهرجي، اتي هڪ ڊگهو ٻول رکي ڇڏيو تہ پوءِ اها سٽ پنهنجي شاعراڻي يگانگت وڃائي ويهندي. ان تبديليءَ جو ان سٽ مٿان اهڙو ئي اثر ٿيندو، جيئن ڪنهن گيت مان هڪ ٽڪري کي هيٺ مٿي ڪري ڇڏڻ سان ٿيندو آهي. رسولن جي ڪتابن ۾ استعمال ٿيل تصور بلڪل ئي شاعراڻو آهي. اهو افسانوي ۽ گهڻو ڪري فضول آهي ۽ شاعريءَ کانسواءِ لکت جي ڪنهن بہ ٻئي قسم ۾ شمار ٿيڻ جي قابل نہ آهي. اهو ڏيکارڻ لاءِ تہ اهي لکتون شاعراڻي طرز ۾ گهڙيل آهن، مان ڪتاب مان ڏهہ ٻول ڪڍندس، جيئن اهي ان ۾ بيٺا آهن ۽ ٻولن جي ساڳئي تعداد جي هڪ سٽ گهڙيندس، جيڪا آخري لفظ سان هم قافيہ هوندي. پوءِ ئي اهو ڏسي سگهبو تہ انهن ڪتابن جو گهاڙيٽو شاعراڻو آهي.

Hear, o ye heavens and give ear, o earth
'Tis God himself that call attention forth

ٻيو مثال جيڪو مان پيش ڪندس، روڳي ڪتاب يرمياهہ مان آهي، جنهن ۾، تصوير پوري ڪرڻ ۽ شاعر جو ارادو ڏيکارڻ جي مقصد خاطر، مان ٻن سٽن جو اضافو ڪندس.

O! that nine head were waters and nine eyes
were fountains flowing like the liquid skies.
Then would I give the nighty flood release.
And weep a deluge for the human race

سجي بائيبل (پراڻي عهدنامي) ۾ ڪوبہ اهڙو لفظ ڪونهي جيڪو ان جي وضاحت ڪري جنهن کي اسان "شاعر" سڏيون ٿا ۽ نہ ئي ڪو اهڙو لفظ آهي، جيڪو ان جي وضاحت ڪري جنهنکي اسان "شاعري" سڏيون ٿا. حقيقت هيءَ آهي تہ لفظ "نبي" ، جنهن کي پوءِ جي زمانن هڪ نئين معنيٰ ڏني، هڪ شاعر لاءِ توريت جو لفظ آهي ۽ لفظ "نبوت ڪرڻ" (Prophesying) جي معنيٰ هئي، شاعري ڪرڻ جو فن! موسيقيءَ جي ڪنهن بہ اوزار تي شاعريءَ کي ڌن ۾ ڳائڻ جو فن بہ ان جو مطلب هو. اسان نلين، طنبورن ۽ سگن سان موسيقي وڄائڻ جو پڙهيو آهي ۽ سارنگين، سنطرين ۽ جهانجهن سان موسيقي وڄائڻ جو پڙهيو آهي ۽ موسيقيءَ جي هر ان اوزار سان شاعريءَ جون ڌنون وڄائڻ کي پڙهيو آهي، جيڪو ان دور ۾ فيشن ۾ هو. اڄ جيڪڏهن اسان هڪ سارنگيءَ يا هڪ بانسريءَ ۽ طنبوري سان نبوت ڪرڻ جي ڳالهہ ڪريون تہ ان جو ڪوبہ مطلب نہ نڪرندو يا اهو ڪل جهڙو لڳندو ۽ ڪجهہ ماڻهن کي تہ توهين آميز لڳندو، ڇو تہ اسان لفظ جي معنيٰ تبديل ڪري ڇڏي آهي.

اسانکي ٻڌايو ويو آهي تہ سائول (Saul) نبين منجهان هو ۽ اهو پڻ تہ هن نبوت ڪئي پر اسان کي اهو نہ ٻڌايو ويو آهي تہ هنن ڇا جي نبوت ڪئي ۽ نہ ئي اهو تہ هُن ڇا جي نبوت ڪئي. حقيقت هيءَ آهي تہ ٻڌائڻ لاءِ ڪجهہ هيو ئي نہ، ڇو تہ هي نبي، موسيقارن ۽ شاعرن جو هڪ ٽولو هئا ۽ سائول انهن سان گڏ فن جو مظاهرو ڪندو هو ۽ ان کي ئي شاعري ڪرڻ/ ڳائڻ وڄائڻ چيو ويندو هو. هن معاملي جو تفصيل سيميوئل(Samuel) نالي ڪتاب ۾ هيٺن ڏنل آهي تہ سائول موسيقارن (Prophets) جي هڪ گروپ ــ هڪ سڄي ساري گروپ سان مليو، جن وٽ سنطرو، دف، بانسريون ۽ سارنگيون هئا ۽ اهو تہ هنن ڳايو وڄايو (Prophesied) ٿي ۽ اهو تہ هن بہ انهن سان گڏ ڳايو وڄايو پر پوءِ خبر پئي ٿي تہ سائول خراب نموني ڳايو وڄايو ٿي يعني اهو تہ هن پنهنجو ڪردار سٺي نموني ادا نہ ڪيو، ڇو تہ اهو چيو ويو آهي تہ "خدا طرفان هڪ بڇڙو روح، سائول جي مٿان نازل ٿيو ۽ هن نبوت ڪئي (ڳايو وڄايو).*

هاڻي ڪاش بائيبل نالي ڪتاب ۾ هن ڪانسواءِ ٻيو ڪو اهڙو جملو نہ هجي ها جيڪو اسانکي اهو ڏيکاري تہ اسان لفظ نبوت جي اصلي معنيٰ وڃائي ويٺا آهيون ۽ ان جي جاءِ تي هڪ ٻي معنيٰ رکي ڇڏي آهي تہ پوءِ اهوئي جملو ڪافي هجي ها. ڇو تہ لفظ نبوت ڪرڻ کي ان جڳهہ تي استعمال ڪرڻ ۽ لاڳو ڪرڻ، جنهن تي اهو هتي استعمال ٿيل ۽ لاڳو ٿيل آهي، ناممڪن آهي، جيڪڏهن اسان انکي اها معنيٰ ڏيون جيڪا پوءِ جي زمانن ان کي ڏني رکي آهي.

* جيئن تہ اهي ماڻهو جيڪي پنهنجو پاڻکي الاهي ۽ تفسير نگار سڏائيندا آهن، هڪبني کي منجهائڻ جا وڏا شوقين هوندا آهن، مان انهن تي ڇڏيان ٿو تہ ان فقري جي پهرئين حصي يعني خدا طرفان هڪ بڇڙي روح جي معنيٰ ڳولن. مان پاڻکي پنهنجي مضمون تائين محدود رکان ٿو، مان پاڻکي لفظ "نبوت" جي معنيٰ تائين محدود رکان ٿو.

جنهن انداز ۾ اهو هتي استعمال ڪيو ويو آهي، اهو ان کان سموري مذهبي معنيٰ کسي وٺي ٿو. ۽ اهو ڏيکاري ٿو ته هڪ ماڻهو انهن ڏينهن ۾ شاعر/ ڳائڻو (Prophet) ٿي سگهي پيو يا شاعري/ موسيقي (prophesy) ڪري سگهي پيو، جيئن هو اڄ هڪ شاعر يا موسيقار ٿي سگهي ٿو، پنهنجي ڪردار جي بااخلاق هجڻ يا بداخلاق هجڻ جي خيال کي ڳاڻيٽي ۾ آڻڻ کانسواءِ! لفظ نبوت ڪرڻ اصل ۾ سائنس جو هڪ فقرو هو، جنهن کي غلط نموني شاعريءَ ۽ موسيقيءَ مٿان لاڳو ڪيو ويو، ۽ ڪنهن به اهڙي شيءِ تائين محدود نه رکيو ويو، جنهن مٿان شاعري ۽ موسيقي ڪئي ويندي هجي. دبورهه ۽ بَرڪ کي شاعر سڏيو وڃي ٿو، ان ڪري نه ته هنن ڪنهن شيءِ جي پيشنگوئي ڪئي پر ان ڪري جو هنن هڪ اڳواڻ ئي تيل ڪم جي خوشي ملهائڻ لاءِ اهو گيت گهڙيو يا ايجاد ڪيو هو، جنهن تي سندن نالو رکيل آهي.

دائود (David) کي شاعرن منجهان ليکيو وڃي ٿو ڇاڪاڻ ته هو هڪ موسيقار هو ۽ ان لاءِ به مشهور هو ته هو ڪتاب زبور جو مصنف هو (جيتوڻيڪ شايد تمام غلط نموني سان). پر ابراهيم، اسحاق ۽ يعقوب کي شاعر نه ٿو ڪوٺيو وڃي. ڇو ته اسان وٽ جيڪي به تفصيل موجود آهن، انهن منجهان اهو ظاهر نه ٿو ٿئي ته اهي ڳائي سگهندا هئا يا موسيقي وڄائي سگهندا هئا يا شاعري ڪري سگهندا هئا. اسانکي عظيم ۽ خصيص نبين/ شاعرن جو ٻڌايو وڃي ٿو. اهي ته ٿي سگهي ٿو اسانکي عظيم ۽ خصيص خدا جي باري ۾ به ٻڌائن: اهو انڪري ته لڳاتار نبوت ڪرڻ ۾ ان جي جديد معنيٰ ۾، ڪي به گهٽ وڌ ڏِگريون نه ٿيون ٿي سگهن، پر شاعريءَ ۾ ڏِگريون ٿينديون آهن. تنهنڪري اهو فقرو ان حالت ۾ قابل قبول آهي، جڏهن اسان ان جو مطلب عظيم شاعر ۽ خصيص شاعر ڪيون. هن ڳالهه کانپوءِ اهو قطعي غير ضروري ٿي وڃي ٿو ته انهن ماڻهن يعني پيشيوراڻه شاعرن جيڪو ڪجهه لکيو آهي، ان تي اسان پنهنجا مشاهدا پيش ڪريون. اهو ڏيکاريندي ته لفظ نبي جي اصلي معنيٰ کي غلط سمجهيو ويو آهي، ڪهاڙي سڌو پاڙ تي وڃي پهچي ٿي ۽ نتيجتاً ان غلط معنيٰ تحت، انهن ڪتابن منجهان جيڪي به نتيجا اخذ ڪيا پئي ويندا رهيا آهن، انهن کي جيڪا ايماني عزت بخشي پئي ويندي رهي آهي ۽ انهن مٿان جيڪي محنتي تفسير لکيا پئي ويندا رهيا آهن، سي بحث هيٺ آڻڻ جي لائق ئي ناهن. بهرحال ڪيترين ڳالهين ۾ يهودي شاعرن جون لکڻيون، ان ردي مال سان گڏ ٻڌي پيل هجڻ ڪان، جيڪو غلط نموني استعمال ٿيل "خدا جي ڪلام" جي نالي ۾ ساڻن گڏ آهي، وڌيڪ بهتر نصيب جون مستحق آهن.

جيڪڏهن اسان شين متعلق صحيح خيال رکڻ جي پاڻکي اجازت ڏيون ته پوءِ اسانکي لازمي طور تي ان شيءِ مٿان، جنهن کي اسان "خدا جي ڪلام" جي نالي سان عزت بخشيون ٿا، نه رڳو نه- تبديل- ٿي- سگهندڙ جو خيال عائد ڪرڻو پوندو پر ڪنهن به ذريعي يا ڪنهن به حادثي سان ڪنهن به تبديليءَ جي

صريحاً ناممڪنيت جو بہ خيال عائد ڪرڻو پوندو. تنهنڪري خدا جو ڪلام، ڪنهن بہ لکيل يا انساني ٻوليءَ ۾ وجود نہ ٿو رکي سگهي. لڳاتار اڳتي وڌندڙ تبديلي، جنهن کان لفظن جي معنيٰ متاثر رهي ٿي؛ هڪ عالمگير ٻوليءَ جي کوٽ، جيڪا ترجمي کي ضروري بڻائي ڇڏي ٿي؛ غلطيون جن جو وري ترجما شڪار ٿين ٿا، نقل ڪندڙن ۽ ڇاپيندڙن جون غلطيون ۽ ان سان گڏوگڏ ڄاڻي واڻي ڪيل ڦيرڦار جو امڪان، اهي سڀ شيون ان ڳالهہ جون شاهد آهن تہ انساني ٻولي چاهي اها ڳالهائي وينندي هجي يا لکت ۾ هجي، خدا جي ڪلام جو وسيلو نہ ٿي ٿي سگهي. خدا جو ڪلام ڪنهن ٻي شيءِ ۾ وجود رکي ٿو. ڇا پراڻي عهدنامي نالي ڪتاب، خيالن ۽ اظهار جي پاڪائيءَ ۾ انهن سيني ڪتابن کان گوءِ کڻي ويو آهي، جيڪي اڄ دنيا ۾ موجود آهن. مان بهرحال ان کي پنهنجي ايمان جي حڪمرانيءَ خاطر خدا جو ڪلام نہ ٿو سمجهان، چو تہ ان ڳالهہ جو امڪان بهرحال پوءِ بہ رهندو تہ مان اهو ناٽڪ ڪري رهيو آهيان. پر جڏهن مان ان ڪتاب جي گهڻي ۾ گهڻي حصي ۾ سواءِ وڏن پاپن ۽ بي حد خصيص ۽ نفرت انگيز قصن جي مجموعي جي تاريخ جي، شايد ئي ڪا ٻي شيءِ ڏسان ٿو، تڏهن مان ان کي پنهنجي خلقڻهار جي نالي سان منسوب ڪندي، ان جي توهين نہ ٿو ڪري سگهان.

پراڻي عهدنامي لاءِ ايترو ڪجهہ ڪافي آهي. هاڻي مان نئين عهدنامي (انجيل) نالي ڪتاب ڏانهن اچان ٿو. نئون عهدنامو! يعني نئون ارادو، ڄڻ تہ خدا جا بہ ارادا ٿي سگهن ٿا.

يسوع مسيح جو جيڪڏهن ڪنهن نئين مذهب قائم ڪرڻ جو ارادو يا خواهش هجي ها تہ هو بيشڪ اهو نظام پاڻ لکي ڇڏي ها يا پنهنجي زندگيءَ ۾ ان کي لکرائڻ جو بندوبست ڪري وڃي ها. پر اڄ ڪابہ اهڙي اشاعت موجود ڪانهي جنهن تي سندس نالي جي مُهر لڳل هجي. اهي سمورا ڪتاب جن کي "نئون عهدنامو" ڪوٺيو وڃي ٿو، سندس موت کانپوءِ لکيا ويا آهن. هو پيدائشي طورْ ۽ پيشي جي لحاظ کان هڪ يهودي هو ۽ خدا جو پٽ هو، بلڪل ساڳئي نموني، جهڙي نموني هر ماڻهو خدا جو پٽ آهي چو تہ خدا سيني جو پيءُ آهي.

پهريان چار ڪتاب يعني متي، مرقس، لوقا ۽ يوحنا، يسوع مسيح جي زندگيءَ جي تاريخ نہ ٿا ڏين، پر هن جا رڳو ٽٽل واقعا پيش ڪن ٿا. هنن ڪتابن منجهان اهو معلوم ٿئي ٿو تہ بحيثيت هڪ تبليغ ڪندڙ جي، هن جو ڪل وقت، ارڙهن مهينن کان وڌيڪ نہ هو ۽ اهو ان قليل عرصي دوران ئي ٿيو جو اهي ماڻهو هن کان واقف ٿيا. هو هن جو ذڪر ٻارهن سالن جي عمر ۾ ڪن ٿا، جڏهن هو، بقول هنن جي، يهودي ڊاڪٽرن جي وچ ۾ ويٺل آهي ۽ هنن کان سوال پڇي رهيو آهي ۽ سندن سوالن جا جواب ڏئي رهيو آهي. جيئن تہ هي سڀڪجهہ يسوع مسيح سان هنن جي واقفيت شروع ٿيڻ کان ڪئين سال اڳ ٿيو هو، ان ڪري اهو گهڻو ممڪن آهي تہ هنن اهو قصو هن جي والدين کان ٻڌو هجي. ان وقت

ڪانپوءِ اٽڪل سورهن سالن تائين هن جو ڪوبہ ذڪر نہ ٿو ملي. هو ڪٿي رهندو هو يا ان عرصي دوران هن پاڻکي ڪهڙي ڌنڌي ۾ لڳائي ڇڏيو، ان جو پتو نہ ٿو پوي. گهڻي قدر هو پنهنجي پيءُ جي ڌنڌي تي ڪم ڪندو هو، جيڪو هڪ ڍڪاٺڪو ڌنڌو هو. اهو نہ ٿو لڳي تہ هن کي ڪا اسڪولي تعليم بہ ملي چڪي هئي ۽ امڪان اهو آهي تہ هو لکي ڪونہ سگهندو هو، ڇو تہ هن جا والدين تمام گهڻا غريب هئا. جيئن اهو ان مان ظاهر ٿئي ٿو تہ جڏهن هو ڄائو هو تہ هنن وٽ هڪ بستري خريد ڪرڻ جا بہ پئسا نہ هئا.

اهو ٿورڙو عجيب ٿو لڳي تہ اهي ماڻهو جن جا نالا عالمي طور تي تمام گهڻو محفوظ ٿيل آهن، غير واضح ولديت وارا آهن. موسيٰ هڪ يتيم ٻار هو، يسوع مسيح هڪ طنبيلي ۾ ڄائو: هي ماڻهو، مذهب جي مختلف نظامن جا بنياد وجهندڙ هئا پر يسوع مسيح ڪنهن بہ نئين نظام جو بنياد نہ وڌو. هن ماڻهن کي اخلاقي قدرن اپنائڻ ۾ هڪ خدا ۾ ايمان رکڻ جو سڏ ڏنو. هن جي ڪردار ۾ وڏي ۾ وڏي خوبي آهي انساني ڀلائيءَ جا ڪم ڪرڻ. جنهن انداز ۾ هن کي پڪڙيو ويو هو، اهو ڏيکاري ٿو تہ هو ان وقت ۾ ايڏو مقبول نہ هو ۽ اهو اهو بہ ڏيکاري ٿو تہ هو پنهنجن پوئلڳن سان جيڪي گڏجاڻيون ڪندو هو سي ڳجهيون هونديون هيون ۽ اهو تہ هن کلي عام تبليغ ڪرڻ کي ختم ڪري ڇڏيو هو يا وقتي طور بند ڪري ڇڏيو هو، نہ تہ يهوده (سندس ئي هڪ شاگرد) هن سان دغا بئي ڪنهن نموني نہ پئي ڪري سگهيو سواءِ اها معلومات ڏيڻ جي تہ هو ڪٿي (لڪل) هو ۽ هن کي گرفتار ڪرڻ لاءِ ويل رومن آفيسرن کي هن مٿان اچي بيهارڻ جي. يهوده کي ان ڪم لاءِ استعمال ڪرڻ ۽ پئسا ڏيڻ جو سبب رڳو انهن ڪارڻن منجهان ڦٽي سگهي پيو، جن جو اڳوڻ ذڪر ڪيو ويو آهي، جيڪي هي هيا تہ يسوع مسيح گهڻو ڄاتل سڃاتل نہ هو ۽ هو لڪل رهندو هو.

هن جي لڪي رهڻ جو خيال نہ رڳو هن جي مشهور خدائيت سان نہ ٿو سونهي پر انکي ٿوري بزدليءَ سان ڳنڍي ڇڏي ٿو ۽ هن سان غداري ٿي وڃڻ يا ٻين لفظن ۾، هن جي پوئلڳن منجهان هڪ جي مخبريءَ تي هن جو پڪڙجي پوڻ، اهو ڏيکاري ٿو تہ هن جو گرفتار ٿيڻ جو ارادو نہ هو ۽ نتيجتاً هن جو صليب تي ٽنگجڻ جو ارادو نہ هو.

عيسائي ڏند ڪٿائي اسانکي ٻڌائن ٿا تہ حضرت عيسيٰ، دنيا جي گناهن خاطر مري ويو ۽ اهو تہ هو مرڻ جي مقصد سان آيو هو. اي ڪاش اهو پوءِ ساڳي طرح نہ ٿئي ها. جيڪڏهن هو ڪنهن بخار وگهي، ماتا جي ڪري يا وڏي عمر ڪري يا ڪنهن ٻي شيءِ جي ڪري مري وڃي ها؟

هو ڇون ٿا آدم جي مٿان ان صورت ۾ جڏهن هن صوف کاڌو تہ جيڪا اعلانيل سزا مقرر ڪئي وئي، سا اها نہ هئي تہ "توکي لازمي طور صليب تي ٽنگيو ويندو." پر اها هئي تہ "تون يقيناً مرندين." سو سزا هئي موت! نہ کہ مرڻ جو انداز! تنهنڪري صليب تي ٽنگجڻ (Crucifixion) يا مرڻ جو ڪو ٻيو

مخصوص انداز، ان سزا جو حصو نہ هو، جيڪا آدم کي ڀوڳڻي هئي ۽ نتيجتاً هنن جي پنهنجي حڪمت عمليءَ تي ٻہ، اها ان سزا جو حصو نہ ٿي بڻجي سگهي، جيڪا يسوع مسيح کي، آدم جي جاءِ تي، ڀوڳڻي هئي. جيڪڏهن ٻنهي مان ڪنهن هڪ لاءِ ڪو اهڙو موقعو فراهم ڪيو وڃي ها تہ هڪ بخار بہ اهو ڪم ڪري ٿي سگهيو جيڪو هڪ صليب! آدم جي مٿان نافذ ڪيل هن موت جي سزا جو مطلب جيئن هو اسانکي ٻڌائن ٿا، يا تہ طبعي طور مري وڃڻ هو، يعني زنده هجڻ جو ختم ٿي وڃڻ يا ان جو مطلب هو جيئن هي ڏند ڪٿائي ان کي سڏن ٿا، ڦٽڪار يا لعنت (Damnation) ۽ نتيجتاً، يسوع مسيح طرفان مري وڃڻ جي قدم کي لازمي طور سندن نظام مطابق مٿين ٻنهي شين مان ڪنهن هڪ يا ٻيءَ جي، آدم سان ۽ اسان سان پيش اچڻ کان بچاءَ طور ونڻ گهرجي.

اها ڳالهہ تہ اهو عمل اسانجي مرڻ کي نہ ٿو روڪي، بلڪل واضح آهي، ڇو تہ اسان سڀ مرندا آهيون ۽ جيڪڏهن هنن جي وڏي عمر جي دعويٰ صحيح آهي تہ پوءِ يسوع مسيح جي صليب تي چڙهڻ کانپوءِ، انسان وڌيڪ تيزيءَ سان مرن ٿا، بنسبت ان کان اڳ جي زماني جي. ۽ جيستائين ٻي وضاحت جو تعلق آهي، (بشمول سموري انسانذات جي ابدي موت يا ملامت جي، نعم البدل طور يسوع مسيح جي فطري موت جي!) اها نامناسب انداز ۾ خدا کي لفظ موت جي مٿان ٻٽي معنيٰ رکڻ ذريعي، ان سزا تان هٿ ڪڻندي يا ان کي ختم ڪندي ظاهر ڪري رهي آهي. سينٽ پال هڪ سخن ساز، جيڪڏهن هن اهي ڪتاب لکيا جن تي سندس نالو موجود آهي، لفظ آدم جي هڪ ٻي معنيٰ ڪڍندي ٻنهي معنائن جي هن سلسلي جي مدد ڪئي آهي. هن ٻہ آدم ٺاهيا آهن: هڪ اهو جيڪو حقيقت ۾ گناهہ ڪري ٿو پر هن جي جڳهہ تي ٻيو ڪو سزا ڀوڳي ٿو: ٻيو اهو جنهن جي پاران ٻيو ڪو گناهہ ڪري ٿو، پر سزا هو ڀوڳي ٿو. اهڙو مذهب جيڪو انهن ٻنهي معنائن، چالاڪين ۽ لفظي هيراڦيرين جهڙين متضاد ڳالهين سان ڀريل هجي، پنهنجن استادن کي انهن ڏنڏن ڪرڻ جي مشق ۾ سکيا ڏيڻ جو لاڙو رکندو آهي. هو اها عادت، ان جي سبب کان بي خبر رهندي، پاڻ ۾ پيدا ڪن ٿا. جيڪڏهن يسوع مسيح اهڙي هستي هو، جيڪا هي ڏند ڪٿائي اسانکي ٻڌائن ٿا ۽ هو هن دنيا ۾ (سزا) ڀوڳڻ لاءِ آيو هو، هي اهو لفظ آهي جيڪو هو ڪڏهن مرڻ جي بدران استعمال ڪن ٿا، پر اصلي حقيقي سزا، جيڪا هو ڀوڳي ها، اها هيءَ هجي ها تہ هو زنده رهي ها. هن جو هتي ڌرتيءَ تي وجود هڪ طرح جي بهشت کان نيڪالي يا دُوري هئي ۽ هن جي پنهنجي اصلي ملڪ ڏانهن وڃڻ جو رستو صرف هن جي مرڻ ۾ هو. باريڪيءَ سان ڏسجي تہ هن عجيب و غريب سرشتي ۾ هر شيءِ ابتڙ آهي، اهو جنهن جهڙي هجڻ جو ڍونگ ڪري ٿو، اهو سچ جي ابتڙ آهي ۽ مان ان جي نقصن ۽ بيهودگين کي چڪاسي چڪاسي ايترو تہ ٿڪجي پيو آهيان، جو مان ان جي آخري نتيجي تي پهچڻ لاءِ تڪڙ ٿو ڪريان تہ جيئن ڪنهن بهتر شيءِ ڏانهن اڳتي وڌجي.

انهن ڪتابن، جن کي ”نئون عهدنامو“ يا ”انجيل“ چيو وڃي ٿو، جو ڪيترو حصو يا انهن جا ڪهڙا ڪهڙا حصا، انهن ماڻهن طرفان لکيا ويا آهن، جن جا انهن تي نالا رکيل آهن، ان باري ۾ اسانکي ڪا به خبر ناهي ۽ نه ئي اسانکي ان ڳالهه جي ڪا پڪ آهي ته اهي اصل ۾ ڪهڙي ٻوليءَ ۾ لکيا ويا هئا. اهي ڪتاب هاڻي جيڪو مواد پنهنجي اندر رکن ٿا، ان کي ٻن سرن هيٺ ورهائي سگهجي ٿو: هڪ قصائي (Anecdotal) ۽ ٻيو مڪتوباتي يا خط و ڪتابت وارو (Epistolary). چار ڪتاب، جن جو اڳوات ذڪر ڪيو ويو آهي، يعني متي، مرقس، لوقا ۽ يوحنا، سڄي جا سڄا قصائي آهن. اهي پيش اچي چڪڻ ڪانپوءِ، واقعا بيان ڪن ٿا. اهي ٻڌائن ٿا ته يسوع مسيح ڇا ڪيو ۽ ڇيو ۽ ٻين ماڻهن هن سان ڇا ڪيو ۽ ڇيو ۽ ڪيترن هنڌن تي اهي ساڳئي واقعي کي مختلف نموني بيان ڪن ٿا. انهن ڪتابن جي حوالي سان لازماً ”الهام“ جو ته سوال ئي نه ٿو پيدا ٿئي، نه رڳو ڪتاب جي مصنفن ۾ موجود اختلاف جي ڪري، پر ان ڪري به ته الهام کي انهن ماڻهن طرفان حقيقتن جي بيان بازي ڪرڻ مٿان لاڳو نه ٿو ڪري سگهجي، جن انهن کي ٿيندي ڏٺو هجي ۽ نه ئي انهن ماڻهن طرفان ڪنهن اهڙي گفتگو يا مڪالمه بازيءَ جي بيان بازي يا انکي محفوظ ڪري ڇڏڻ، مٿان لاڳو ڪري سگهجي ٿو، جيڪا هنن ٻڌي. جنهن ڪتاب کي رسولن (Apostles) جا عمل ڪوٺيو وڃي ٿو، جيڪو هڪ بي نام ڪتاب آهي، ان جو واسطو به قصائي حصي سان آهي.

انجيل جا ٻيا سمورا حصا، سواءِ معمن جي ڪتاب ــ جنهن کي ”الهام“ ڪوٺيو وڃي ٿو، رسولن جي نالي هيٺ، خطن جو هڪ مجموعو آهن ۽ رسولن جي نالي ۾ خطن جي جعل سازي آهن ۽ خطن جي جعل سازي دنيا ۾ ايتري ته عام روايت رهندي پئي آئي آهي جو ان ڳالهه جو امڪان گهٽ ۾ گهٽ هڪجيترو موجود آهي ته آيا اهي خط اصلي آهن يا نقلي! هڪ ڳالهه جيڪا بهرحال گهٽ غير مبهم آهي، اها آهي ته چرچ، انهن ڪتابن ۾ اندر موجود معاملن منجهان ۽ ان سان گڏوگڏ ڪجهه پراڻين ڪهاڻين جي مدد سان، مذهب جو هڪ اهڙو سرشتو جوڙي ڇڏيو آهي، جيڪو ان شخص (يعني حضرت عيسيٰ) جي ڪردار سان بلڪل متضاد آهي، جنهن جو نالو ان پاڻ تي رکيو آهي. ان هڪ اهڙي شخص جي ڊونگي نقاليءَ جي نالي ۾ ڏيکاءَ جو ۽ دولت جو مذهب جوڙي ڇڏيو آهي، جنهن جي زندگي نماڻائپ ۽ مفلسيءَ جو نمونو هئي.

عرفات جي عمل جي ايجاد (عارضي سزا ذريعي روحن کي پاڪ ڪرڻ جي عمل) ۽ عبادت ذريعي اتان روحن کي آزاد ڪرائڻ جي عمل جي ايجاد، چرچ کي پئسا ڪمائي ڏنا: اهڙي طرح معافين، تقدير، گناهن جي معافين جو وڪرو (بخشش) (Indulgence) پنهنجي مٿان اهڙو نالو يا اهڙي صورت رکڻ ڪانسواءِ دولت ڪمائڻ جا قانون آهن، پر بهرحال حقيقت هيءَ آهي ته اهي شيون پنهنجو بڻ بنياد ڪنهن ٻئي جي بدر ۾ صليبجڻ واري عمل منجهان حاصل ڪن ٿيون ۽ ان

مان ڦٽندڙ نظريو. جيڪو اهو هيو ته هڪ ماڻهو ٻئي ماڻهوءَ جي جڳهه تي بيهي سگهيو ٿي ۽ هن جي لاءِ مذهبي رسمون ادا ڪري سگهيو ٿي. تنهنڪري امڪان اهو آهي ته جنهن شيءِ کي اسان مُڪتي يا نجات چئون ٿا، جيڪا چئي وڃي ٿي ته هڪ ماڻهوءَ جي جاءِ تي ٻئي ماڻهوءَ جي عمل ڪرڻ سان حاصل ٿي چڪي آهي، ان جو سمورو نظريو يا اصول اصل ۾ ان مقصد سان هٿ سان گهڙيو ويو آهي، ته جيئن انهن سمورين ثانوي ۽ پٽسن وارين نجاتن کي اڳيان آڻي سگهجي ۽ انهن کي اڏي سگهجي ۽ اهو ته انهن ڪتابن ۾ اهي ٽڪرا، جن مان نجات جي نظرئي جو تصور اڏيو ويو آهي، ان مقصد لاءِ هٿ سان ناهيا ۽ گهڙيا ويا آهن. اسان اهڙي چرچ کي، جڏهن اهو اسانکي ٻڌائي ٿو ته اهي ڪتاب، پنهنجي هر حصي ۾ اصلي آهن، ان ڪان ڪجهه وڌيڪ مانُ جو ڏيون جڏهن اسان ان کي انهن ٻين سمورين شين لاءِ جيڪي ان اسانکي ٻڌائي ڇڏيون آهن، داد ڏيون ٿا يا انهن معجزن لاءِ، جن لاءِ اهو چئي ٿو ته هن ڪري ڇڏيا آهن؟ اها ڳالهه ته اهو (چرچ) لکٽيون، هٿ سان گهڙي سگهي ٿو، يقيني آهي، جو ته چرچ لکي سگهيو ٿي ۽ مذڪوره لکٽين جي بناوت اهڙي قسم جي آهي، جو ڪوئي به ماڻهو ائين ڪري سگهيو ٿي. ۽ اهو ته چرچ انهن کي هٿ سان گهڙيو آهي، اوترو ئي ممڪن آهي، جيترو اهو اسان کي اهو ٻڌائيندو آهي ته ان معجزا ڪري ڇڏيا آهن. اهو معجزا ڪري سگهي ٿو ۽ ان ضرور ڪيا آهن.

اهو ثابت ڪرڻ لاءِ ته چرچ نجات جي نظرئي کي هٿ سان گهڙيو آهي يا نه، ايڏي وڏي عرصي گذري وڃڻ ڪري، اهڙو ڪوبه ٻاهريون ثبوت پيش نه ٿو ڪري سگهجي، جو ته اهڙو ثبوت به، چاهي اهو ان جي حق ۾ هجي يا مخالفت ۾، هٿ سان گهڙيل هجڻ جي شڪ جو شڪار ٿي ويندو. ان ڪري ان معاملي کي رڳو اندروني شهادت ڏانهن رجوع ڪرڻو پوندو. جيڪا اها شيءِ پنهنجو پاڻ سان گڏ ڪٽي هلي ٿي ۽ اهائي اسانکي ان جي هٿ سان گهڙيل هجڻ جو هڪ مضبوط مفروضو مهيا ڪري ڏئي ٿي. جو ته اندروني شهادت اها آهي ته ٻئي جا گناهه معاف ڪرائڻ واري عمل يعني نجات جي نظرئي وٽ پنهنجو بنياد آهي، سزا واري انصاف (Pecuniary Justice) جو هڪ تصور ۽ نه ڪه اخلاقي انصاف (Moral Justice) جو تصور!

جيڪڏهن مون ڏي ڪنهن ماڻهوءَ جو قرض آهي ۽ مان هن کي اهو ادا نه ٿو ڪري سگهان ۽ هو مونکي جيل ۾ بند ڪرائڻ جي ڌمڪي ڏئي ٿو ته اهڙي صورتحال ۾ ٻيو ڪو ماڻهو اهو قرض پنهنجي مٿان کڻي سگهي ٿو ۽ منهنجي بدران هن کي اهو ادا ڪري سگهي ٿو. پر جيڪڏهن مون ڪو ڏوهه ڪري وڌو آهي ته پوءِ ان معاملي جي هر صورت تبديل ٿي وڃي ٿي. اخلاقي انصاف هڪ معصوم ماڻهوءَ کي ملزم طور نه ٿو پڪڙي سگهي، چاهي اهو معصوم ماڻهو پنهنجو پاڻکي ان لاءِ پيش ڇو نه ڪندو هجي. انصاف ڪان اهڙي ڪم جي توقع رکڻ، ان جي وجود جي مٽي کي ئي تباهه ڪرڻ مثل آهي، جيڪو اهو پاڻ ئي

آهي. اهو پوءِ انصاف نہ رهندو، اهو انڌو انتقام هوندو.

هي واحد ويچار اهو ڏيکاريندي تہ نجات جو اصول، نلهو ان سزا واري تصور تي بيٺل آهي، جيڪو هڪ ماڻهوءَ جي قرض جي ٻئي ماڻهوءَ طرفان ادائيگيءَ واري مثال سان هڪجهڙائي رکي ٿو. ۽ جيئن تہ هيءُ سزا وارو تصور وري هڪجهڙائي رکي ٿو، چرچ کي (سزائن کان) معافين لاءِ ملندڙ پئسن جي ذريعن معرفت حاصل ٿيندڙ ثانوي نجاتن جي عملن سان، ان ڪري امڪان اهو آهي تہ ساڳين ماڻهن اهي ٻئي نظريا هٿ سان گهڙيا آهن ۽ حقيقت ۾ نجات نالي ڪا بہ شيءِ ڪانهي. اهو تصور جُڙتو آهي ۽ انسان، پنهنجي خالق آڏو ان ساڳي ئي نسبتي حالت ۾ بيٺو آهي، جهڙي نموني هو هميشه کان هن آڏو بيٺو رهيلو آهي، جڏهن کان هن جو وجود پيو آهي ۽ ائين سوچڻ ئي هن لاءِ وڏي آٿت آهي. هن کي چڱيو تہ ائين ايمان رکي ۽ ائين هو ٻئي ڪنهن بہ نظام جي پيٺ ۾ وڌيڪ اعتماد سان ۽ وڌيڪ اخلاق سان زندگي گذاريندو. اهو سڀ هن کي اهو سيکاريو ويندو رهڻ جي ڪري آهي تہ هو پنهنجو پاڻکي هڪ جلاوطن طور، هڪ ڌتڪاريل شخص طور، هڪ فقير طور، هڪ پينوءَ طور، جڻ تہ پنهنجي خالق کان تمام وڏي مفاصلي تي، گند جي ڍير مٿان ڦٽو ڪيل محسوس ڪري ۽ جنهن کي (خالق ڏانهن) پنهنجيون رسايون لازمي طور وچوارن ماڻهن وسيلي، ريڙهيون پائيندي، چاپلوسي ڪندي، ڪرڻ گهرجن ۽ ان کي هو يا تہ مذهب جي نالي ۾ هر شيءِ لاءِ نفرت انگيز بي ڌياني ڪري ليکي ٿو يا هو هر شيءِ کان بيزار ۽ بي نياز ٿي وڃي ٿو، يا وري هو، جنهن کي "پارسا" چئجي ٿو، اهو ٿي وڃي ٿو. آخري سوچ ۾ هو پنهنجي زندگي غم ۾ يا ان جي اثر ۾ گذاري ٿو. هن جون عبادتون، ڏوراپا آهن. بي شڪر رهڻ هن جي نماڻائپ آهي. هو پاڻکي هڪ ڪينئون ۽ زرخيز ڌرتيءَ کي "گند جو ڍير" ۽ زندگيءَ جي سمورين نعمتن کي سراپ يا مايا جي غير شڪر گذار نالي سان سڏي ٿو. هو، انسان کي خدا طرفان مليل بهترين انتخاب ڪيل تحفي يعني "عقل" جي تحفي کان نفرت ڪري ٿو ۽ پنهنجي مٿان هڪ اهڙي سرشتي جي عقيدي کي تاڦڻ جي ڪوشش ڪندي، جنهن خلاف عقل بغاوت ڪري ٿو، هو ان کي غير ثورائتي نموني "انساني عقل" ڪوني وبهي ٿو، جڻ تہ انسان پنهنجو پاڻکي عقل ڏئي سگهي ٿو.

نتيجي جي هن سموري عجيب صورت سان ۽ انساني عقل کان ههڙي نفرت رکڻ ڪانپوءِ بہ، انسان دليرائين ڪارروايون ڪرڻ جي همت ڪري ٿو.

هو هر شيءِ ۾ نقص ڳولي ٿو. هن جي خود غرضي ڪڏهن بہ نہ ٿي ڍاپجي. هن جي بي شڪريءَ جو ڪو انت ڪونهي. ايستائين جو هو خدا کي بہ، هن ڪائنات جي حڪومت هلائڻ ۾، هدايت ڏيڻ جي ذميواري پنهنجي مٿان کڻي ٿو. هو آپيشاهاڻي انداز ۾ دعا گهري ٿو. جڏهن اُس هجي ٿي، هو برسات لاءِ ٻاڏائي ٿو ۽ جڏهن برسات پوي ٿي، هو اُس لاءِ دعا گهري ٿو: هو هر ان شيءِ ۾ جنهن لاءِ هو دعا گهري ٿو، ساڳئي ئي تصور جي پوئواري ڪري ٿو، چاڪاڻ تہ

هن جي سموربن دعائن جو ملهہ ٻيو ڪجهہ ناهي سواءِ خدا کي هن جو دماغ تبديل ڪرڻ لاءِ راضي ڪرڻ جي ۽ پاڻکان ابتڙ ڪم ڪرڻ جي جستجوءَ جي!

اهو ائين آهي جڻ هو هيئن چوندو هجي، "تون اينرو سنو نہ ٿو چاٿين جيترو مان!" پر ڪو ماڻهو شايد ائين چوي، "ڇا اسان وٽ ڪوئي بہ "خدا جو ڪلام" نہ آهي؟ ڪوئي بہ "الهام" نہ آهي؟" مان جواب ڏيان ٿو: "ها،" خدا جو ڪلام ضرور آهي، الهام ضرور آهي. خدا جو ڪلام آهي هيءَ تخليق، جيڪا اسان ڏسون ٿا ۽ اهو ان ٻوليءَ ۾ ٿي آهي، جنهن کي ڪابہ انساني ايجاد ڪوڙو نہ ٿي بڻائي سگهي يا تبديل نہ ٿي ڪري سگهي، جنهن ۾ خدا، انسان سان عالمگير انداز ۾ ڳالهائي ٿو.

انساني ٻولي علائقائي ۽ تبديل ٿي سگهندڙ آهي ۽ تنهنڪري اها ان لائق ناهي تہ انکي نہ- تبديل- ٿي- سگهندڙ ۽ عالمگير ڄاڻ جي وسيلي طور استعمال ڪري سگهجي. اهو خيال تہ خدا، يسوع مسيح کي موڪليو، جيئن هو چون ٿا، تہ جيئن هو ڌرتيءَ جي هڪ چيڙي کان وٺي ٻئي چيڙي تائين وسندڙ سموربن قومن لاءِ خوشيءَ جون لهرون ڦهلائي، رڳو انهن ماڻهن جي جهالت سان ٺهڪي اچي ٿو، جيڪي هن دنيا جي وسعت جي باري ۾ ڪجهہ نہ ٿا ڄاڻن ۽ جن اهو اعتقاد رکيو ٿي، جيئن انهن دنيا کي چوڪارو ڏياريندڙن رکيو ٿي ۽ ڪيترين ئي صدين تائين اهو اعتقاد رکندا پئي آيا (۽ اهو سڀ فيلسوفين جي ڪوجنائن ۽ بحري سياحن جي تجربي جي ابتڙ) تہ ڌرتي صندليءَ وانگر تراڪڙي (سنئين سڌي) آهي ۽ اهو تہ ماڻهو ان جي ڇيڙيءَ تائين گهمي وڃي سگهي ٿو.

پر يسوع مسيح، سموربن قومن کي ڪابہ شيءِ ڪيئن ڄاڻ ۾ آڻائي ٿي سگهيو؟ هو تہ رڳو هڪ ٻولي ڳالهائي ٿي سگهيو، جيڪا عبراني هئي، پر دنيا ۾ تہ سوين هزارين ٻوليون آهن. اهو ڪو ورلي ٿئي ٿو جو ڪي بہ قومون هڪ ئي ٻولي ڳالهائينديون هجن يا هڪٻئي کي سمجهنديون هجن ۽ جيستائين ترجمن جو تعلق آهي تہ هر اهو ماڻهو جنهن کي ٻولين جي باري ۾ ڪجهہ بہ علم آهي، ڄاڻي ٿو تہ نہ رڳو اصلي ٻوليءَ جو هڪ ڳچ حصو ضايع ڪرڻ کانسواءِ پر ان جي اصل معنيٰ کي گهڻن هنڌن تي غلط سمجهڻ کانسواءِ، هڪ ٻوليءَ مان ٻي ٻوليءَ ۾ ترجمو ڪرڻ ناممڪن آهي. ۽ ان کان علاوه، يسوع مسيح جنهن زماني ۾ زنده هو، ڇپائيءَ جي فن جو ڪوبہ علم موجود نہ هئو. اهو هميشه ضروري هجي ٿو تہ وسيلا، جيڪي ڪو مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ ڪتب آڻجن، ان مقصد جي حاصلات جي برابر هئڻ گهرجن، نہ تہ ٻي صورت ۾ اهو مقصد حاصل نہ ٿي سگهندو.

ان ئي نقطي ۾ محدود ۽ لامحدود طاقت ۽ ڏاهپ جو فرق سمايل آهي. انسان، مقصد ماڻڻ لاءِ طاقت جي قدرتي نااهليت هجڻ ڪري گهڙي گهڙي ناڪام ٿئي ٿو ۽ پنهنجي طاقت کي صحيح نموني لاڳو ڪرڻ لاءِ ڏاهپ جي کوٽ سبب بہ گهڙي گهڙي ناڪام ٿئي ٿو پر هڪ لامحدود طاقت ۽ ڏاهپ لاءِ انسان وانگر ناڪام ٿيڻ، ناممڪن آهي.

اها مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ جيڪي وسيلا ڪتب آڻي ٿي، هميشه ان مقصد جي برابر هجن ٿا پر انساني ٻولي ۽ خاص طور جڏهن ڪا عالمي ٻولي موجود ڪانهي، ان لائق ناهي ته ان کي ڪڏهن- به- تبديل- نه- ٿيندڙ ۽ هڪجهڙي جاڻ لاءِ هڪ عالمي وسيلي طور استعمال ڪري سگهجي. ۽ تنهنڪري انساني ٻولي، اهو وسيلو نه آهي، جنهن کي خدا پاڪ انسان آڏو ظاهر ڪرڻ لاءِ استعمال ڪري ٿو.

اهو رڳو تخليق منجهه آهي، جو "خدا جي ڪلام" بابت انسان جا سمورا خيال ۽ تصور گڏ ٿي سگهن ٿا. تخليق هڪ عالمي ٻولي ڳالهائي ٿي، ڪنهن به انساني زبان يا انساني ٻوليءَ ڪانسواءِ، پوءِ اهي ڪيترين به گهٽين ۽ مختلف ڇو نه هجن. اهو هميشه کان وجود رکندڙ اصول آهي، جنهن کي هر ماڻهو پڙهي سگهي ٿو. ان ۾ ڪوبه هٿ چراند نه ٿو ڪري سگهي، ان کي جعلي نه ٿو بڻائي سگهجي، اهو وڃائجي نه ٿو سگهجي، ان کي بدلائي نه ٿو سگهجي، ان کي دبائي نه ٿو سگهجي. اهو انسان جي ارادي مٿان نه ٿو دارومدار رکي ته آيا انکي ڇاپجي يا نه. اهو ذرتيءَ جي هڪ ڇيڙي کان ٻئي ڇيڙي تائين پنهنجو پاڪ ڇاپي ٿو. اهو سمورين قومن ۽ سمورين دنيائن کي تبليغ ڪري ٿو ۽ هيءُ "خدا جو ڪلام" انسان آڏو اهو سڀڪجهه ظاهر ڪري ٿو، جيڪو ڪجهه خدا جي باري ۾ انسان لاءِ ڄاڻڻ ضروري آهي.

ڇا اسان هن جي طاقت جو اندازو ڪرڻ چاهيون ٿا؟ اها اسان هن جي تخليقات جي ججهائيءَ ۾ ڏسون ٿا. ڇا اسان هن جي ڏاهپ جو اندازو ڪرڻ چاهيون ٿا؟ اسان اها نه تبديل ٿي- سگهندڙ نظام ۾ ڏسون ٿا، جنهن ذريعي سمجهه کان ٻاهر هن ڪُل مٿان حڪمراني ڪئي وڃي ٿي. ڇا اسان هن جي دريادليءَ تي ويچار ڪرڻ چاهيون ٿا؟ اسان اها ڏسون ٿا ان ججهائپ ۾، جنهن سان هو ذرتيءَ کي ڀري ڇڏي ٿو. ڇا اسان هن جي رحمدليءَ جو اندازو ڪرڻ چاهيون ٿا؟ اسان اها ڏسون ٿا خدا طرفان هڪ ناشڪر ماڻهوءَ کي به دنيا جي نعمتن کان محروم نه ڪرڻ ۾. باريڪيءَ ۾، ڇا اسان اهو ڄاڻڻ چاهيون ٿا ته خدا ڇا آهي؟ ته پوءِ ان ڪتاب کي نه ڳوليو جنهن کي پاڪ ڪتاب ڪوٺيو وڃي ٿو، جيڪو ڪوبه انساني هٿ ناهي سگهي ٿو پر ڳوليو ان پاڪ ڪتاب کي جنهن کي "تخليق" ڪوٺيو وڃي ٿو.

خدا جي ناليءَ سان، انسان جيڪو تصور جوڙي سگهي ٿو، اهو صرف هڪ ازلي (شروعاتي) سبب جو، سمورين شين جي سبب (سبب الاسباب) جو ئي ٿي سگهي ٿو. هڪ انسان لاءِ اهو سمجهڻ ته اهو ازلي ڪارڻ ڇا آهي، نه سمجهه ۾ ايندڙ ۽ ڏکيو ته آهي ئي، پر هو ان جي عقيدي تائين، ان کي نه مڃڻ جي ڏهوڻي وڌيڪ ڏکيائيءَ ذريعي پهچي ٿو. اهو سمجهڻ بيان ڪرڻ کان ڏکيو آهي ته سڪان کي ڪوبه انت نه ٿو ٿي سگهي پر هڪ انت کي سمجهڻ اجا وڌيڪ ڏکيو آهي. هڪ ابدي ساعت، جنهن کي اسان وقت ڪوٺيون ٿا، کي سمجهڻ

انســـان جي طاقت كـــان ٻاهر آهي، پر اهڙي وقت كي خيـــال ۾ آڻڻ اجا وڌيك ناممـــكن آهي، جڏهن كو وقت ئي نه هجي. دليل جي هن ســاڳئي انداز ۾، هر شيءِ جنهن كي اسان پنهنجين اكيـن سان پسون ٿا، پنهنجي اندر ۾ هك اندروني ثبـوت كـٿي هلي ٿي ته ان پاڻكي نه نـاهيـو آهي. هر انسـان، پنهنجو پاڻ لاءِ هك ثبوت آهي ته هن پاڻكي نه ناهيو آهي، نه هن جو پيءُ پاڻكي ناهي سگهيو ٿي، نه هن جي ڏاڏي ۽ نه ئي هن جي نسل مـان كنهن ٻئي پاڻكي نـاهيو آهي. نه ئي كو وڻ، ٻوٽو يا جانور پاڻكي نـاهي سگهي ٿـو ۽ هن ثبـوت منجهـان ڦٽنڌڙ اهو اعـتقـاد ئي آهي جيكو اسـانكي ازل كان وجود ركندڙ، قدرت جي هك ابتدائي كارڻ جي عـقيدي ڏانهن، جيـكو كنهن به مادي وجود، جنهن كي اسان ڄاڻندا هجون، كان مـكمل طور تي مـختلف آهي ۽ جنهن جي طاقت جي آثار تي ســمـوربون شـيـون وجود ركن ٿـيـون، ايـئن تـو لڳي ڄڻ ضـرورت تـحت، وني هلي ٿـو ۽ هن ابتـدائـي كارڻ كي، انسان "خدا" كوني ٿو.

اهو رڳو عقل جي استعمال سان ئي مـمـكن آهي جو انسان خدا كي ڳولي سگهي ٿـو. هن كان اهو عـقل كسي ڇڏيو، ته پوءِ هو كنهن به شيءِ كي سـمـجهڻ جي قـابل نه رهندو ۽ اهڙي حـالت ۾ بائيـبل جهڙو كتـاب به هك گـهـوڙي اڳيـان پڙهڻ به اوترو ئي مناسب لڳندو جيـترو ان كي كنهن انسـان اڳيان پڙهڻ! اهو پوءِ كيـئن آهي ته هي مـاٿهـو عـقل كي رد كرڻ جو ڍونگ كن ٿا؟ بائيـبل ۾ صرف اهي حـصـا جيـكي اسـانكي خدا جو كو تـصـور پيش كن ٿـا، سي آهن ايوب جو كتـاب ۽ زبور جا كجهـ باب، مـونكي ٻيا ياد نه ٿـا اچن. اهي حـصـا، سچا پچا الاهي مـضـمـون آهن، ڇو ته اهي خدا كي سندس كـارنامن جي مـعـرفت پيش كن ٿا. اهي تـخليق جي كتاب كي "خدا جو كلام" قرار ڏيـن ٿا. اهي ٻئي كنهن به كتـاب جو حـوالو نه ٿـا ڏيـن ۽ سـمـورا نـتـيجا، جيـكي اهي اخذ كن ٿـا، اهي ان كتـاب منجهـان ئي ورتـا ويا آهن. هن جڳهـ تي مـان، زبور جو 19 بيت جنهن كي ايڊيسن انگريزي شاعريءَ ۾ هيـئن منتقل كيـو آهي، پيش كريان ٿـو. مـونكي ان جو نثـر ياد نه ٿـو اچي ۽ جتي مـان هي لكان پيـو، اتي مـونكي ان كي ڏسـڻ جو موقعو ميسر نه آهي.

"آسمان خدا جو جلال ظاهر ٿا كن، ۽ فضا سندس هٿ جا كم پڌرا ٿي كري، ڏيـنهن، ڏيـنهن ســان ڳالهـيـون تـو كريً ۽ رات، رات كي حـكـمت ٿي سـيكاري؛ نه كا ٻولي آهي، نه كو كلام، نكي انهن جو آواز ٻڌڻ ۾ اچي ٿـو. انهن جو سُر سـاري زميـن ۾ هلي ويو آهي، انهن جو كلام دنيا جي ڇيڙي تائيـن وڃي پهـتـو آهي، انهن ۾ هن سج جي لاءِ تـنبـو هنيـو آهي. اهو گـهـوٽ وانگر پنهنجي كمري كـان نـكري ٿـو ۽ پهلوان وانگي پنهنجي پنهنجي ڊوڙ ۾ خوش ٿـو ٿئي. هو آسمان جي هكڙي ڇيڙي كان نكري ٿو ۽ هن جو گشت ٻئي ڇيڙي تائيـن ٿـو ٿـئي؛ هن جي گـرميءَ كـان كا به شيءِ لكل كانهي. خداوند جي شـريعت

ڪامل آهي، جا جان کي تازگي ٿي ڏئي ۽ خداوند جي شاهدي سچي آهي، جا نادان کي دانائي ٿي بخشي. خداوند جا قاعدا صحيح آهن، جي دل کي خوش ٿا ڪن: خداوند جو حڪم پاڪ آهي، جو اکين کي روشن ٿو ڪري.

خداوند جو خوف پاڪ آهي، جو هميشه قائم ٿو رهي: خداوند جا فيصلا سچا آهن ۽ بلڪل راست آهن. اهي سون کان، بلڪ ڪندن کان به وڌيڪ دلپسند آهن: اهي ماکيءَ کان ۽ انجي ماناري کان به مٺا آهن.

۽ انهيءَ ڪري تنهنجي ٻانهي کي اصلاح ٿي ملي: انهنجي مڃڻ ۾ وڏو اُجر آهي. ڪنهنکي پنهنجي ڀل جي ڪل ٿي پوي؟ تون مونکي ڳجهن ڏوهن کان پاڪ ڪر. پنهنجي ٻانهي کي گستاخيءَ جي گناهن کان به روڪ: اهي مون تي غالب نه پون، تڏهن آءٌ ڪامل ٿيندس ۽ وڏي گناهه کان ڇٽي ويندس. منهنجي وات جون ڳالهيون ۽ منهنجي دل جا خيال تو وٽ قبول پون: اي خداوند منهنجي طاقت ۽ منهنجا ڇڏائيندڙ."

ان کان وڌيڪ انسان ڇا چاهڻ ٿو چاهي ته هنن شين کي جنهن هٿ يا طاقت ناهيو آهي، سو الاهي آهي، اهو قادرِ مطلق آهي؟ انسان کي ڇڏيو ته هو ائين ايمان رکي، اهڙي زور سان، جنهن کي روڪڻ ناممڪن هوندو، جيڪڏهن هو پنهنجي عقل کي عمل ڪرڻ جي اجازت ڏئي ته ۽ نيٺ پوءِ ئي هن جي نيڪ زندگيءَ جي حڪمراني شروع ٿيندي. ايوب جي سمورن ذڪرن ۾ به ساڳيو رجحان موجود آهي، جهڙو زبور ۾، جيڪو هي آهي: هڪ سچ کي اڳواٽ معلوم ٿيل سچن منجهان اخذ ڪرڻ يا ثابت ڪرڻ، جيڪو هونئن ٻئي ڪنهن نموني جيڪر معلوم نه ٿي سگهي. مونکي پراڻي عهدنامي جي ايوب ڪتاب جا گهڻا ٽڪرا، هتي صحيح نموني لڳائڻ لاءِ ياد نه ٿا اچن پر هڪڙو ٽڪرو مونکي ياد اچي ٿو، جيڪو ان موضوع سان، جنهن تي مان ڳالهائي رهيو آهيان، تهڪندڙ آهي:

"ڇا توهان خدا کي ڳولهڻ ذريعي لهي نه ٿا سگهو؟" ڇا توهان خدا کي، ان جي مڪملتا ۾ نه ٿا ڳولي سگهو؟ مونکي اها خبر ناهي ته ڇاپيندڙن هي ٽڪرو ڪيئن ڏيکاريو آهي، ڇو ته مان پاڻ سان بائيبل نه رکندو آهيان پر اهو پنهنجي اندر به ڇٽا سوال رکي ٿو، جيڪي ڇٽن جوابن جي اجازت ڏين ٿا. پهريون: ڇا توهان ڳولا وسيلي خدا کي نه ٿا لهي سگهو؟ ها! پهرين ڳالهه اها ته مونکي اها خبر آهي ته مون پنهنجو پاڻکي نه ناهيو آهي، پر پوءِ به مونکي هڪ وجود آهي ۽ ٻين شين جي اصليت ۾ ڳولا ڪرڻ سان، مان اهو لهان ٿو ته ٻي ڪابه شيءِ پاڻکي نه ٿي ناهي سگهي ۽ پوءِ به ڪروڙها ٻيون شيون وجود رکن ٿيون. تنهنڪري اهو ائين آهي ته مان اهو، هن جي ڳولا جي آڌار تي نڪرندڙ مثبت نتيجي وسيلي، ڄاڻان ٿو ته هنن سمورين شين کان بالاتر هڪ طاقت آهي ۽ اها طاقت "خدا" آهي.

ٻيو: ڇا توهان خدا کي ان مڪملتا ۾ نه ٿا ڳولي سگهو؟ نه! نه رڳو ان ڪري ته تخليق جي بناوت ۾، جيڪا مان ڏسان ٿو، جنهن طاقت ۽ ڏاهپ جو هن

مظاهرو ڪري ڇڏيو آهي، منهنجي لاءِ سمجھه ۾- نه- ايندڙ آهي پر ان ڪري به نه هيءُ ڏيکاءُ، جيڪو عظيم نه آهي ئي، هن جي طاقت ۽ ڏاهپ جي جڳهائپ جو رڳو هڪ ننڍڙو نماءُ آهي، جنهن وسيلي هن ٻيون لکين دنيائون، جيڪي مونکي، تمام پري هجڻ ڪري نظر نه ٿيون اچن، تخليق ڪيون آهن ۽ جيڪي لڳاتار وجود رکنديون پيون اچن.

اهو صاف ظاهر آهي ته هي ٻئي سوال، ان ماڻهوءَ جي عقل آڏو رکيا ويا هئا، جنهن کي مخاطب ٿيڻ لاءِ اهي گھڙيا ويا آهن ۽ اهو رڳو پهرئين سوال جو هائوڪار ۾ جواب ڏيڻ سان ئي ممڪن آهي ته ٻيو سوال ان جي پٺيان اچي. ٻيو سوال، پهرئين سوال کان وڌيڪ ڏکيو پيچجي ها ته اهو غير ضروري، بلڪ بيهوده لڳي ها، جيڪڏهن پهرئين سوال جو جواب ناڪار ۾ ڏنو وڃي ها ته! ٻنهي سوالن جا موضوع مختلف آهن، پهريون خدا جي وجود سان تعلق رکي ٿو ۽ ٻيو هن جي وصفن سان. عقل پهرئين کي ڳولي سگھي ٿو پر اهو ٻئي جي سچي کي ڳولڻ لاءِ تمام گھٽو گھٽ آهي.

رسولن نالي ماڻهن ڏانهن منسوب ٿيل سمورين لکٽين ۾ مونکي ڪو هڪ ٽڪرو به اهڙو ياد نه ٿو اچي جيڪو ڪو اهڙو خيال پيش ڪندو هجي ته خدا ڇا آهي. اهي لکٽيون مکيه طور متضاد آهن ۽ جنهن موضوع تي اهي بيٺل آهن، جيڪو آهي هڪ ماڻهوءَ جو صليب تي اذيت سان مرڻ، ان جي اداسي، ته خاني ۾ وينل ڪنهن راهب جي اداس ڏاهپ کي وڌيڪ سونهي ٿي، جن طرفان اهو ناممڪن ناهي ته اهي لکيون ويون آهن، بنسبت ڪنهن اهڙي ماڻهوءَ جي، جيڪو تخليق جي آزاد هوا ۾ ساهه کڻندو هجي. اهو واحد ٽڪرو جيڪو مونکي ياد ٿو اچي، جنهن ۾ خدا جي ڪارنامن ڏانهن ڪو حوالو ملي ٿو، جن سان ئي رڳو هن جي طاقت ۽ ڏاهپ کي جاڃي سگھجي ٿو، يسوع مسيح طرفان، بي اعتباريءَ واري سنپال جي خلاف هڪ علاج طور ڳالهايل آهي: "ڏسو، باغ جي گلن کي، اهي محنت نه ٿا ڪن ۽ نه ئي ڦيريون پائن ٿا." هي بهرحال ايوب جي مضمونن ۽ ۱۹ زبور جي مضمونن کان ڪافي هيٺين سطح جو آهي. پر اهو خيال ۾ ساڳيو آهي ۽ ان جي تصور جي پاڪيزگي، انسان جي پاڪيزگيءَ سان نهڪندڙ آهي.

جيستائين عقيدي جي عيسائي سرشتي جو تعلق آهي ته اهو مونکي دهريت (ڪفر) جو هڪ قسم لڳي ٿو، خدا کان مذهبي طور انڪار ڪرڻ جو هڪ قسم! اهو خدا ۾ ايمان رکڻ بجاءِ انسان ۾ ايمان رکڻ جي تبليغ ڪري ٿو. اهو مکيه طور تي انسان پٽي (Manism) ۽ ٿورڙي خداپٽي (Deism) جو نهيل هڪ مرڪب آهي ۽ دهريت جي ائين ويجهو آهي، جيئن شفق، اونداهيءَ جي ويجهو هوندو آهي. اهو انسان ۽ هن جي ناهيندڙ وچ ۾ هڪ غير شفاف جسم ڪڙو ڪري ڇڏي ٿو جنهن کي هو "نجات ڏياريندڙ" ڪوني ٿو. جهڙي طرح چنڊ، پنهنجي غير شفاف جسم کي، ڌرتيءَ ۽ سج جي وچ ۾ چنڊ گرهڻ دوران ڪڙو ڪري ڇڏيندو آهي ۽ ان طرح سان هو روشنيءَ جي مذهبي يا غير مذهبي گرهڻ پئدا ڪري ڇڏن

ٿا. ان عقل جي سچي دائري کي اونداهہ ۾ ڌڪي ڇڏيو آهي. هيڙي اونداهيءَ جو نتيجو هر شيءِ کي ابتو ڪري پيهارڻ ۽ ان کي ابتڙ ظاهر ڪرڻ جي صورت ۾ نڪتو آهي ۽ اهڙي نموني جادوءَ سان ان جيڪي انقلاب پيدا ڪري ڇڏيا آهن، انهن منجهان هن مذهبيت ۾ بہ هڪ انقلاب برپا ڪري ڇڏيو آهي.

اهو جنهن کي هاڻي اسان فطري فلسفو ڪوٺيون ٿا، جيڪو سائنس جي سچي دائري، جنهن ۾ علم فلڪيات مڪيہ جڳهہ والاري ٿو، کي پاڪر ۾ پري ٿو، خدا جي ڪمن جو اڀياس آهي ۽ انهن ڪمن ۾ موجود سندس طاقت ۽ ڏاهپ جو اڀياس آهي ۽ اهائي سچي مذهبيت آهي. ان جي جڳهہ تي جنهن مذهبيت جو مطالعو هاڻي ڪرايو وڃي ٿو، اها خدا جي باري ۾ انسان جي خيالن ۽ انساني وهمن جو اڀياس آهي. اهو خود خدا جو، سندس پيدا ڪيل تخليقن ۾، مطالعو ناهي پر انهن تخليقن يا لکڻين ۾، مطالعو آهي، جيڪي انسان گهڙيون آهن ۽ اها انهن لچائين مان، جيڪي عيسائي نظام، دنيا سان ڪيون آهن، ڪجهہ بہ ناهي. ان نظام هڪ خوبصورت معصوم دوشيزه وانگر، مذهب جي اصلي ۽ خوبصورت نظام کي وهم جي ڏائڻ لاءِ جڳهہ پيدا ڪرڻ، واسطي بدبختي ۽ عتاب ڏانهن تڙي ڇڏيو آهي.

ايوب ۽ ۱۹ زبور جا ڪتاب، جن لاءِ چرچ خود اهو مڃي ٿو تہ اهي بائيبل نالي ڪتاب ۾ ڏنل سندن زماني ۽ پيهڪ کان وڌيڪ پراڻا آهن، مذهبيت جي حقيقي سرشتي سان نهڪندڙ مذهبي وعظ آهن. انهن وعظن ۾ موجود اندروني ثبوت، ان حقيقت کي ثابت ڪري ٿو تہ تخليق جي ڪمن جو اڀياس ۽ سمجهہ ۽ انهن ڪمن ۾ ڏيکاريل ۽ ظاهر ٿيل خدا جي طاقت ۽ ڏاهپ، ان زماني جي مذهبي شيدائپ جو ڳچ حصو هئي، جنهن زماني ۾ اهي لکيا ويا هئا ۽ اُهو اهو شيدائپ وارو اڀياس ۽ سمجهہ ئي هئي، جن انهن اصولن جي دريافت لاءِ رهنمائي ڪئي، جن تي، جنهن کي هاڻي اسان "سائنس" ڪوٺيون ٿا، ٻيٺل آهي ۽ اهو انهن اصولن جي دريافت جي ڪري ئي آهي جو تقريباً اهي سمورا فن، جيڪي انساني زندگيءَ کي سهل بنائڻ ۾ مدد ڪن ٿا، پنهنجي وجود لاءِ ان دريافت جا مرهونِ منت آهن. هر مکيہ فن جو اُبو ڪجهہ نہ ڪجهہ سائنس هجي ٿي، جيتوڻيڪ اهو ماڻهو جيڪو جسماني طور اهو ڪم ڪري ٿو، ڪڏهن بہ نہ، يا ورلي ڪڏهن اهو رشتو ڄاڻي ٿو. سائنس کي انساني ايجاد ڪوٺڻ عيسائي نظام جو هڪ ڌوکو آهي، ڇو تہ انهن سائنسن جو اطلاق ئي رڳو انساني ٿئي ٿو. هر سائنس وٽ پنهنجي بنيادي طور جامد ۽ نہ تبديل ٿي سگهندڙ اصولن جو هڪ سرشتو ٿئي ٿو. بلڪل انهن اصولن جيان جن ذريعي ڪائنات تي ضابطو رکيو وڃي ٿو ۽ ان کي هلايو وڃي ٿو. انسان، اصول نہ ٿو ناهي سگهي، هو رڳو انهن کي دريافت ڪري سگهي ٿو. مثال طور هر ماڻهو، جڏهن ڪنهن جنتريءَ (Almanac) تي نظر ڊوڙائي ٿو تہ هو اهو حساب ڏسي ٿو تہ چنڊ/ سج گرهڻ ڪڏهن واقع ٿيندي ۽ هو اهو بہ ڏسي ٿو تہ اڻين ڪڏهن بہ نہ ٿو ٿئي تہ اها گرهڻ

پنهنجي ڏنل مقرر ٿيل تاريخ مطابق نہ ٿئي. هن مان ظاهر ٿئي ٿو تہ انسان انهن قاعدن کان واقف ٿيل آهي، جن تحت هي آسماني جسم چرپر ڪن ٿا. اها ڳالهہ جهالت کان بہ بري ٿيندي جيڪڏهن هن ڌرتيءَ تي ڪوئي بہ چرچ ائين چوي تہ اهي قانون، انساني ايجاد آهن. ائين چوڻ پڻ جهالت يا ڪجهہ ان کان بہ بدتر ٿيندو تہ سائنسي اصول، جن جي مدد سان انسان اهو حساب ڪتاب ڪرڻ ۽ اڳوات ڄاڻي وٺڻ تہ گرهڻ ڪڏهن ٿيندي، جي قابل بڻجي ٿو، سي انساني ايجاد آهن. انسان ڪابہ اهڙيءَ شيءِ نہ ٿو ايجاد ڪري سگهي، جيڪا ابدي هجي ۽ نہ تبديل ٿي سگهندڙ هجي. ان مقصد لاءِ هو جيڪي سائنسي اصول ڪتب آڻي ٿو، سي لازمي طور ۽ ضرورت جي ڪري بہ ابدي ۽ نہ تبديل ٿي سگهندڙ هجڻ گهرجن، جهڙي طرح اهي قانون جن تحت اهي آسماني جسم چرپر ڪن ٿا؛ نہ تہ بي صورت ۾ انهن کي اهو وقت معلوم ڪرڻ لاءِ تہ گرهڻ ڪڏهن ٿيندي ۽ ڪهڙي نموني ٿيندي، استعمال نہ ڪري سگهبو. اهي سائنسي اصول، جيڪي انسان هڪ گرهڻ جي يا آسماني جسمن جي حرڪت سان لاڳاپيل ڪنهن بہ ٻي شيءِ جي، اڳوات ڄاڻ حاصل ڪرڻ لاءِ ڪتب آڻي ٿو، سي مکيہ طور سائنس جي ان حصي ۾ موجود آهن، جنهن کي اسان ٽڪنڊائي علم (Trigonometry) يا هڪ ٽڪنڊي جون خاصيتون سڏيون ٿا. اهو ساڳيو علم جڏهن آسماني جسمن جي ايپاس تي لاڳو ڪيو وڃي ٿو تہ ان کي علمِ فلڪيات ڪوٺجي ٿو، جڏهن انکي سمنڊ تي هڪ جهاز جي رستي جي رهنمائي ڪرڻ لاءِ استعمال ڪجي ٿو، تہ پوءِ انکي بحري علم (Navigation) ڪوٺيو وڃي ٿو؛ جڏهن انکي فوٽ پٽي ۽ پلڪار جي مدد سان شڪلين ناهڻ لاءِ استعمال ڪجي ٿو، تڏهن انکي جاميٽري ڪوٺيو وڃي ٿو. جڏهن انکي عمارتن جا نقشا جوڙڻ لاءِ استعمال ڪجي ٿو، تڏهن انکي عمارت سازيءَ جو علم (Architecture) ڪوٺيو وڃي ٿو. جڏهن انکي ڌرتيءَ جي مٿاڇري جي ڪنهن بہ حصي جي پيمائش مٿان لاڳو ڪيو وڃي ٿو، تڏهن انکي ڌرتيءَ جي ماپ جو علم (Land Surveying) ڪوٺيو وڃي ٿو. باريڪيءَ ۾، اهو سائنس جو روح آهي، اهو هڪ ابدي سچ آهي. انسان جيڪو ڪجهہ ڳالهائي ٿو، اهو (علم) پنهنجي اندر ان جو رياضتي اظهار رکي ٿو ۽ ان جي استعمال جي حد جو ڪوبہ انت ناهي.

ائين چئي سگهجي ٿو تہ انسان هڪ ٽڪنڊو ناهي يا ڇاپي سگهي ٿو ۽ تنهنڪري هڪ ٽڪنڊو، انساني ايجاد آهي. پر جڏهن هڪ ٽڪنڊي جو نقش ڪڍي چڏجي ٿو، تڏهن اهو هڪ اصول جي تصور کانسواءِ ٻيو ڪجهہ بہ نہ هوندو آهي. اهو هڪ مٿي جو، انساني اک ۾ ۽ اتان کانپوءِ انساني دماغ ۾ نهندڙ هڪ خاڪو آهي، جيڪو هوندن جيڪر ٻئي ڪنهن نموني معلوم نہ ٿي سگهي. ٽڪنڊو، هڪ ميڻ بتيءَ کان وڌيڪ اصول نہ ٿو ناهي، جڏهن انکي هڪ ڪمري ۾ ڪٽي وڃڻ سان جيڪو هوندن اونداهو هوندو آهي، ان ۾ رکيل ڪرسيون ۽ ميزون ڏسڻ ۾ ايندون آهن، جيڪي اڳ ۾ نظر نہ اچي سگهنديون آهن. ساڳي طرح

ٽڪنڊي جون سموريون خاصيتون، ان جي شڪل کان الڳ آزاداڻہ نموني وجود رکن ٿيون ۽ انهن جو انسان طرفان ڪنهن بہ ٽڪنڊي جي شڪل ڪڍڻ يا ان جي سوچ دماغ ۾ آڻڻ کان بہ اڳ ۾ وجود هو. انسان کي انهن خاصيتن يا اصولن جي ناهڻ ۾ ان کان وڌيڪ ڪجهہ بہ نہ ڪرڻو هو، جيڪو هن کي انهن قانونن جي ناهڻ ۾ ڪرڻو هو، جن تحت آسماني جسم چرپر ڪن ٿا ۽ تنهنڪري هڪڙي شيء (ٽڪنڊي جي خاصيتن) کي بہ لازمي طور اهو ساڳيو الاهي بڻ بڻياد هجڻ گهرجي، جيڪو ٻي شيء (آسماني جسمن جي چرپر جي قانونن) کي آهي.
بلڪل ساڳئي نموني جيئن اهو چئي سگهجي ٿو تہ انسان هڪ ٽڪنڊو ناهي سگهي ٿو، تيئن اهو بہ چئي سگهجي ٿو تہ هو هڪ مشيني اوزار، جنهن کي بيرم (Lever) سڏجي ٿو، بہ ناهي سگهي ٿو. پر اهو اصول جنهن تحت هڪ بيرم ڪم ڪري ٿو، ان اوزار کان بلڪل ئي هڪ مختلف شيء ٿئي ٿو ۽ جيڪڏهن اهو اوزار نہ بہ هجي تہ بہ اهو اصول وجود رکندو. اهو پاڻکي اوزار جي نهي وجڻ ڪانپوء ان سان لاڳاپي چڙي ٿو. تنهنڪري اهو اوزار ٻئي ڪنهن نموني ڪم ڪري ئي نہ ٿو سگهي، سواء ان اصول مطابق ۽ نہ ئي انساني ايجادن جون سموريون ڪوششون ان کي ٻئي ڪنهن نموني ڪم ڪرائي سگهن ٿيون.
اهڙن سمورن مثالن ۾، جنهن شيء کي انسان "نتيجو" (Effect) ڪوٺي ٿو، اهو ٻيو ڪجهہ بہ ناهي سواء ان اصول جي، جنهن انساني حواسن آڏو پاڻکي سمجهہ ۾ ايندڙ (Perceptable) بڻائي ڇڏيو آهي.
هاڻي ڇاڪاڻ تہ انسان قانون (Principles) نہ ٿو ناهي سگهي، تہ پوء هن انهن قانونن جي ڄاڻ ڪٿان حاصل ڪئي آهي، جيڪا هن کي ان قابل بڻائي ٿي تہ نہ رڳو هو انهن کي، ڌرتيء تي موجود شين مٿان لاڳو ڪري سگهي پر هن کان تمام گهڻو پري موجود جسمن، جيئن سمورا آسماني جسم آهن، جي حرڪت کي بہ معلوم ڪري سگهي؟ مان پڇان ٿو، سواء سچي مذهبيت جي مطالعي منجهان، انسان ٻيو ڪٿان اهڙي ڄاڻ حاصل ڪري سگهي ٿو؟ اها ڪائنات جي بناوت ئي آهي، جنهن انسان کي اهو علم سيکاريو آهي. اها بناوت، ابدي نمائش آهي، هر ان قانون جي، جنهن مٿان رياضتي سائنس جي هر حصي جو بنياد اڏيل آهي.
مشينيات جو علم (Mechanics) هن سائنس جو ٻچڙو آهي، ڇو تہ اهو، سائنس جي قانونن کي عملي طور لاڳو ڪرڻ کانسواء ٻيو ڪجهہ ناهي. اهو ماڻهو جيڪو هڪ چڪيء/ ڪارخاني (Mill) جي مختلف حصن کي پاڻ ۾ ملائي ٿو، ساڳيا سائنسي مٿا استعمال ڪري ٿو، جڻ هن کي هڪ ڪائنات جوڙڻ جي طاقت ملي وڃي هجي. پر جيئن تہ هو مادي کي اهو نظر- نہ- ايندڙ وسيلو فراهم نہ ٿو ڪري سگهي، جنهن ذريعي هن ڪائنات جي وسيع مشين جا سمورا ترڪيبي جزا هڪٻئي مٿان اثر وجهن ٿا ۽ ڪنهن بہ ظاهري لاڳاپي کانسواء، پاڻ ۾ گڏجي هڪ حرڪتي اڪائيء جي شڪل ۾ عمل ڪن ٿا ۽ جنهن کي انسان

مختلف نالا ڏني ڇڏيا آهن، جهڙوڪ ڪشش، ڪشش ثقل، ۽ ڏڪار: هو ان وسيلي جي جڳهہ، ڏندن ۽ آرن جي سادي نقل ذريعي مهيا ڪري ٿو. انسان جي بٺايل ننڍڙي ڪائنات (Microcosm) جي سمورن جزن لاءِ اهو لازم آهي تہ اهي هڪٻئي ڪي بظاهر ڇهندا هجن. پر ڇا هو ان وسيلي جي ڄاڻ حاصل ڪري سگهندو تہ جيئن ان ڪي عملي ڪمن ۾ استعمال ڪرڻ جي قابل ٿي وڃي: تڏهن پوءِ اسانکي شايد هيئن چوڻو پوندو تہ "خدا جي ڪلام" جو هڪ ٻيو شرعي ڪتاب دريافت ڪيو ويو آهي.

جيڪڏهن انسان بيرم جون خاصيتون تبديل ڪري سگهيو ٿي تہ پوءِ هو ٽڪندي جون خاصيتون بہ تبديل ڪري سگهيو ٿي، ڇو تہ هڪ بيرم جڏهن حرڪت ۾ هجي ٿو، هڪ ٽڪنبو ناهي ٿو (هتي وضاحت جي مقصد سان بيرم جي ان قسم کي ڪٽجي ٿو، جنهن کي لوهہ جي پٽي سڏيو وڃي ٿو.) اها ليڪ جتان اهو بيرم هيٺ لهي ٿو (ان ليڪ جو هڪ نقطو، بيرم جو مرڪز (Fulcurum) ٿئي ٿو) ۽ اها ليڪ جنهن ڏانهن اهو هيٺ لهي ٿو ۽ بيرم جو چيڙو، هوا ۾ جيڪا ڪمان (Arc) ٺاهي ٿو، ان جي ليڪ، هڪ ٽڪندي جا ٽي پاسا آهن. اهڙيءَ طرح بيرم جي ٻي پاسهن بہ (چرپر دوران) هڪ ٽڪندي کي ٺاهي ٿي انهن ٻنهي ٽڪندن جا هڪجهڙا پاسا، جڏهن سائنسي طور يا جاميٽريءَ جي حساب سان ماپيا وڃن ٿا ۽ انهن ٽڪندن جي ڪندن مان ڦٽندڙ سائين (Sine)، ڪوسائين (Cosine) ۽ سيڪانٽ (Secant) جاميٽريءَ جي لحاظ کان ماپيا وڃن ٿا، تہ اهي هڪٻئي سان اهي ساڳيون نسبتون رکن ٿا جيڪي مختلف وزن ٻانهن ۾ رکن ٿا. جيڪي ان بيرم مٿان هڪٻئي کي، بيرم جي وزن کي جدي ڪري. متوازن رکن ٿا اهو بہ حتي سگهجي ٿو بہ انسان هڪ ڦيٿو ۽ محور (Axis) ٺاهي سگهي ٿو. هو مختلف مقدارن جي ڦيٿن کي پاڻ ۾ گڏائي سگهي ٿو ۽ انهن هڪ چڪي (Mill) پيدا ڪري سگهي ٿو. پوءِ بہ اسان ڦري ساڳئي نقطي تي اچي بيهون ٿا. جيڪو هي آهي بہ انسان اهو مٿو نہ ٺاهيو آهي جيڪو ڦيٿن کي اهي طاقتون ڏئي ٿو اهو مٿو اوسرو ٿي نہ تبديل ٿي سگهندڙ آهي جسرو اڳ ذڪر ڪيل مثالن ۾ اهي بہ هيئن چنجي تہ اک آڏو هڪ مختلف شڪل ۾ ساڳيو ٿي ويو آهي. بہ مختلف مقدارن جي ڦيٿن جو هڪٻئي مٿان جيڪو زور پئي ٿو، اهو ان ساڳي نسبت ۾ ٿئي ٿو، جن تہ جيئن ٻن ڦيٿن جا اڌ قطر پاڻ ۾ ملايا ويا هجن انهن سهي ڦيٿن جا اڌ قطر پاڻ ۾ ملندا هجن. جنهن جو مان اڳ ۾ ذڪر ڪري چڪو آهيان، ڇو تہ ۾ قسم سائنسي نقطہ نگاهہ کان ڏسو وڃي تہ هڪ مرڪب بيرم جي حرڪت مان ڦٽندڙ ٻہ دائرن کان وڌيڪ ڪجهہ بہ ناهن. سائنس جي اسانجي سموري ڄاڻ، سچي مذهب جو اساس مان ٿي ورتل آهي ۽ ان ڄاڻ منجهان ڪي سمورا فن (Arts) ٿيندا آهن. خداوند استاد، ڪائنات جي بناوت ۾ سائنس جي اصولن کي ظاهر ڪرڻ ذريعي انسان کي مطالعو ڪرڻ ۽ نقل ڪرڻ جي دعوت ڏئي رهيو آهي. اهو انسان آهي جنهن بہ

هن، هن گولي، جنهن کي اسان پنهنجو چئون ٿا، جي رهواسين کي اهو چئي ڇڏيو هجي ته، "مون هڪ ڌرتي انسان جي رهڻ لاءِ ناهي ڇڏي آهي ۽ مون ستارن واري آسمان کي نظر ايندڙ بڻائي ڇڏيو آهي، ته جيئن اهو انسان کي سائنس ۽ فن سيکاري. هو هاڻي پنهنجي آسائش پاڻ مهيا ڪري سگهي ٿو ۽ منهنجي فياضيءَ منجهان اهو سکي سگهي ٿو ته هو هڪبئي ڏانهن رحمدل ٿين."

جيڪڏهن ان جو مقصد انسان کي ڪجهه نه سيکارڻ نه آهي ته پوءِ اهو ڪهڙي ڪم جو آهي جو انسان جي اک کي، خلا جي سمنڊ ۾ تصور ۾ نه ايندڙ فاصلي تي گردش ڪندڙ بيشمار دنيائن کي ڏسڻ جي طاقت سان نوازيو ويو آهي؟ يا اهو ڪهڙي ڪم جو آهي جو دنيائن جي هيءَ گهڻائي انسان آڏو نظر ايندڙ آهي؟ انسان کي ڪَتين (Pleiades) سان، ٽيڙو تاري (Orion) سان، سريس سان، ان ستاري سان، جنهن کي هو اتر تارو ڪوٺي ٿو، حرڪت ڪندڙ سيارن (Orbs) سان، جن کي هن زحل (Saturn)، مشتري (Jupiter)، مريخ (Mars)، زهره (Venus) ۽ عطارد (Mercury) جا نالا ڏني ڇڏيا آهن، ڇا ڪرڻو آهي، جيڪڏهن انهن جي اڻين نظر اچڻ مان ڪي مقصد نه ٿيندا هجن؟ انسان لاءِ نظر جي هڪ گهٽ طاقت به ڪافي هجي ها، جيڪڏهن ان جي جهجهانپ، جيڪا هن وٽ هاڻي آهي، هن کي رڳو ان لاءِ ڏني وئي هجي ها ته هو انکي جڻ ته ڏيکاءُ سان جمڪندڙ خلا جي هڪ وسيع بيابان مٿان ضايع ڪري ڇڏي. اهو رڳو انکي، جنهن کي هو ستارن وارو اسمان سڏي ٿو، هڪ ڪتاب ۽ سائنس جي اسڪول طور سمجهڻ ۾ ئي ممڪن اهي جو انسان انهن ستارن جي نظر اچڻ ۾ ڪو مقصد دريافت ڪري سگهي ٿو يا سندس نظر جي وسعت مان ٿيندڙ ڪنهن فائدي جي دريافت ڪري سگهي ٿو. پر جڏهن هو شين کي ان رشتي ۾ سمجهڻ شروع ڪري ٿو، تڏهن هن کي اڻين جوڙ لاءِ ته ڪابه شيءِ بنا مقصد جي نه ناهي وئي آهي، هڪ وڏيڪ جواز هٿ اچي وڃي ٿو، ڇو ته جيڪڏهن نظر جي طاقت انسان کي ڪجهه به نه سيکاريو ته پوءِ رڳو اهائي بي مقصد ٿي ويندي.

جهڙي طرح عقيدي جي عيسائي-سرشتي، مذهبيت ۾ هڪ انقلاب آڻي ڇڏيو آهي، تهڙي طرح ان سکيا (Learning) جي دنيا ۾ انقلاب آڻي ڇڏيو آهي. اڄ جنهن کي اسان "سکيا" چئون ٿا، سا اصل ۾ سکيا نه هئي. سکيا، ٻولين جي علم ۾ ناهي، جيئن هاڻي اسڪول انکي ثابت ڪن ٿا، پر انهن شين جي علم ۾ آهي، جن کي ٻولي نالا ڏني ٿي.

يوناني هڪ سڌريل قوم هئا پر هنن وٽ سکيا جو مطلب ان ڪان وڌيڪ يوناني ٻولي ڳالهائڻ ۾ نه هو، جيئن ته ڪو رومن، لاطيني ٻولي ڳالهائيندو آهي، يا هڪ فرانسيسي ماڻهو، فرانسيسي ٻولي يا هڪ انگريز، انگريزي ٻولي ڳالهائيندو آهي. يونانين جي باري ۾ اسان جو ڪجهه به ڄاڻون ٿا، ان مان اهو ظاهر نه ٿو ٿئي ته هنن پنهنجي ٻوليءَ کانسواءِ، ڪا ٻي ٻولي ڄاتي ٿي يا ان جو مطالعو ڪيو ٿي ۽ اهو هنن جي ايڏي ڏاهي ٿي وڃڻ جو هڪ سبب هو؛ جنهن

ڪين بهتر اپياسن تي ڌيان ڏيڻ لاءِ وڌيڪ وقت مهيا ڪري ڏنو. يونانين جا اسڪول، سائنس ۽ فلسفي جا اسڪول هئا، نہ ڪہ ٻولين جا؛ ۽ سکيا، انهن شين جي علم ۾ ئي آهي، جيڪي سائنس ۽ فلسفو سيکارن ٿا.

تقريباً سڄي سائنسي سکيا، جيڪا هاڻي موجود آهي، اسانوٽ يونانين کان يا انهن ماڻهن کان جيڪي يوناني ٻولي ڳالهائيندا هئا، آئي آهي. تنهنڪري ٻين قومن جي ماڻهن لاءِ، جن هڪ مختلف ٻولي ڳالهائي ٿي، اها ڳالهہ ضروري ٿي پئي تہ انهن منجهان ڪي ماڻهو يوناني ٻولي لازمي سکن تہ جيئن يونانين کي جيڪو علم هو، سو سائنس ۽ فلسفي جي يوناني ڪتابن جو هر قوم جي مادري زبان ۾ ترجمو ڪري، حاصل ڪري سگهجي.

تنهنڪري يوناني ٻوليءَ جو اپياس (۽ ساڳي نموني لاطيني ٻوليءَ جو) هڪ ٻوليءَ جي ماهر جي محنت جي پورهئي ڪانسواءِ ٻيو ڪجهہ بہ نہ هو ۽ اهڙي نموني حاصل ڪيل ٻولي، يونانين جي علم کي حاصل ڪرڻ لاءِ هڪ وسيلي يا چڻ تہ اوزار، ڪانسواءِ ٻيو ڪجهہ بہ نہ هئي. اها خود سکيا جو جُزو نہ هئي ۽ سکيا کان ايترو تہ مختلف هئي جو ان ڳالهہ کي تمام گهڻو ممڪن بڻائي ڇڏيو تہ انهن ماڻهن، جن يوناني ٻوليءَ جو ايترو مطالعو ڪري ڇڏيو هو جو هو يوناني ڪتابن، مثال طور "يوڪليڊس جا عنصر" جو ترجمو ڪري ٿي سگهيا، انهن ڪتابن ۾ اندر موجود علم جو ذرو بہ نہ ٿي سمجهيو.

هاڻي جيئن تہ سمورن ڪارائتن ڪتابن جو اڳوات ترجمو ٿي چڪو آهي، ان ڪري انهن مئل ٻولين ۾ هاڻي ڪابہ اهڙي نئين شيءِ ڪانهي، جيڪا سيکاري وڃي، اهي ٻوليون هاڻي بيڪار ٿي چڪيون آهن ۽ انهن کي پڙهائڻ ۽ سکڻ ۾، جيڪو وقت کپايو وڃي ٿو، اهو ضايع ٿئي ٿو. جنهن حد تائين ٻولين جو مطالعو علم جي ترقيءَ ۽ رسائيءَ ۾ مدد ڪري سگهي ٿو، (ڇو تہ ان جو، علم جي تخليق سان ڪوبہ واسطو نہ هوندو آهي) اهو رڳو زنده ٻولين ۾ ئي ممڪن آهي تہ نئين ڄاڻ ڳولي سگهجي ۽ اها ڳالهہ يقيني آهي تہ عام طور هڪ نوجوان هڪ سال ۾ هڪ زنده ٻولي وڌيڪ سکي ويندو، بنسبت ستن سالن ۾ هڪ مئل ٻولي سکڻ جي، ۽ اهو ورلي ممڪن آهي تہ خود استاد بہ ان ٻوليءَ کي گهڻو ڄاڻيندو هجي. مئل ٻولين جي سکڻ ۾ تڪليف، خود انهن ٻولين جي مها مشڪل هجڻ ۾ نہ آهي پر انهن جي مئل هجڻ ۾ آهي ۽ انهن جو تلفظ تہ مڪمل طور تي وڃائجي ويل آهي. ڪنهن بہ ٻوليءَ سان اها ساڳي وٿڻ ٿئي ٿي، جڏهن اها مري وڃي ٿي.

اڄ يوناني ٻوليءَ جو جيڪو بهترين ماهر بہ زنده هوندو، اهو يوناني ٻوليءَ کي ايترو سٺو نہ سمجهي سگهندو، جيترو يوناني دور جو هڪ هاري يا هڪ ڪير واري ناري ان کي سمجهندي؛ ساڳيو حال لاطيني ٻوليءَ جي ماهر سان هوندو، جڏهن هن کي رومن هاريءَ يا ڪير واري ناريءَ سان پيٽبو ۽ جيستائين تلفظ ۽ محاورن جو تعلق آهي تہ اهي بہ ان ماهر جا ايڏا سٺا نہ هوندا، جيڏيون اهي

ڳڻون، جيڪي اها چوڪري ڏهندي هوندي. تنهنڪري سڪيا جي حالت لاءِ اهو فائديمند ٿيندو تہ مٿل ٻولين جو مطالعو ختم ڪري ڇڏجي ۽ سڪيا کي، سائنسي ڄاڻ ۾ هٿڻ، سمجهيو وڃڻ گهرجي، جيئن اها اصل ۾ هئي.

مٿل ٻولين کي سيکارڻ جي عمل کي جاري رکندي هلڻ لاءِ ڪڏهن ڪڏهن جيڪو عذر پيش ڪيو ويو ٿو، اهو هي آهي تہ اهي ٻوليون، ٻار کي اهڙي وقت ۾ سيکاريون وڃن ٿيون، جڏهن هو سواءِ حافظي (Memory) واري ذهني طاقت جي، ٻي ڪنهن بہ ذهني طاقت کي استعمال ڪرڻ جي قابل نہ هوندو آهي. پر هي سراسر غلط آهي. انساني دماغ کي سائنسي ڄاڻ ۽ ان سان ڳنڍيل شين لاءِ هڪ فطري لاڙو ٿئي ٿو. هڪ ٻار لاءِ، ڪيڏڻ سڪڻ ڪان بہ اڳ، پهرين ۽ دلپسند وندر، انسان جي ڪمن کي نقل ڪرڻ هوندي آهي. هو پٿن يا ڪانن سان گهر ٺاهي ٿو؛ هو پاڻيءَ جي ننڍڙي ٻاٽي جي ننڍڙي سمنڊ ۾ ٻيڙي هلائي ٿو، يا گندي پاڻيءَ جي ناليءَ جي وهڪري تي بند ٻڌي ٿو ۽ هڪ اهڙي شيءِ ايجاد ڪري ٿو، جنهن کي هو چڪي ڪوٺي ٿو ۽ هو پنهنجن انهن ڪمن جي قسمت ۾، پنهنجو پاڻکي ايڏي تہ خبرداريءَ سان وندرائي ٿو، جو اها محبت جيان لڳي ٿي. هو پوءِ اسڪول وڃي ٿو، جتي هن جي ڏاهپ کي هڪ مٿل ٻوليءَ جي مطالعي سان قتل ڪيو وڃي ٿو ۽ اهڙي طرح هڪ فلسفي، گهٽيون ٻوليون ڄاڻيندڙ ماڻهوءَ ۾ وڃائجي وڃي ٿو.

مٿل ٻولين کي سيکاريندو رهڻ لاءِ هاڻي جيڪا معذرت پيش ڪئي وڃي ٿي، اها سڪيا کي، ٻولين ڄاڻڻ جي علم جي تنگ ۽ مسڪين دائري تائين ڪٽي بيهارڻ جو پهريون سبب نہ ٿي ٿي سگهي. تنهنڪري ان جو سبب ڪنهن ٻئي هنڌ ڳوليو وڃڻ گهرجي. هن قسم جي سمورين تحقيقن ۾، بهترين ثبوت جيڪو پيش ڪري سگهجي ٿو، سو اندروني ثبوت هجي ٿو، جيڪو خود اها شيءِ پاڻ سان گڏ کڻي هلي ٿي ۽ ٻيو حالتن جو ثبوت ٿئي ٿو، جيڪو ان سان ڳنڍيل ٿئي ٿو؛ هن معاملي ۾، اهي ٻئي ثبوت ڳولڻ ايڏا ڏکيا ناهن.

انهن ڳالهين کي، هڪ خاص توجهہ جو معاملو سمجهي، پاسيرو رکندي، خدا کي اهو فرض ڪندي تہ هو هڪ ڏوهاريءَ جي جاءِ تي هڪ معصوم کي سزا ڏيارائي ٿو، هن جي نيڪ انصاف سان زيادتي ڪئي وڃي ٿي ۽ هن کي ائين فرض ڪرڻ سان تہ هن پاڻ کي، انسان جي روپ ۾ تبديل ڪيو، ان لاءِ تہ هو آدم مٿان مقرر ڪيل سزا کي عمل ۾ نہ آڻڻ لاءِ پنهنجو پاڻکي هڪ بهانو ڏئي سگهي، هلڪڙي اخلاقيات ۽ هيٺئين قسم جي حرفت بازيءَ جو مظاهرو ڪيو وڃي ٿو. جيئن مان چوان ٿو، هنن شين کي، خاص ڌيان جو معاملو سمجهي ان کي پاسيرو رکڻ ڪانپوءِ بہ، اها ڳالهہ يقيني آهي تہ جنهن شيءِ کي اسان عقيدي جو عيسائي سرشتو سڏيون ٿا، بشمول ان ۾ تخليق جي عجيب تفصيل، بي بي حوا، نانگ ۽ صوف جي عجيب ڪهاڻي، انسان- ديوتا جي ٻڌي تصور، هڪ ديوتا جي موت جي انساني تصور، ديوتائن جي هڪ خاندان جي ڏند ڪٿائي تصور ۽

رياضيءَ جي عيسائي سرشتي تہ ٿي، هڪ آهن ۽ هڪ ٿي آهن، نہ رڳو خدا طرفان انسان کي عطا ٿيل عقل جي الاهي تحفي سان ناموافق آهي پر خدا جي طاقت ۽ ڏاهپ جي ان ڄاڻ سان بہ جيڪا انسان، سائنس جي مدد سان، خدا طرفان ناهيل هن ڪائنات جي بناوت جي اڀياس ڪرڻ سان، حاصل ڪري ٿو. تنهنڪري عقيدي جي عيسائي سرشتي جي بانين ۽ وڪيلن اهو محسوس ڪيو تہ خدا جي طاقت ۽ ڏاهپ، جيڪا ڪائنات جي بناوت ۾ ۽ تخليق جي سمورن ڪمن ۾ آشڪار ٿيل آهي، جي لڳاتار ترقي ڪندڙ ڄاڻ، جيڪا انسان، سائنس جي مدد سان حاصل ڪري وٺندو، سندن عقيدي جي سرشتي خلاف، هن کي هٿياربند ڪندي ۽ ان سرشتي جي سچي يا ڪوڙي هجڻ لاءِ سوال کڙا ڪندي. تنهنڪري هنن جي مقصد لاءِ اهو نهايت ضروري ٿي پيو تہ هو سکيا کي ڪٽي، اينتري ننڍي سائيز جو بڻائي ڇڏن جو اها پوءِ هنن جي منصوبي لاءِ گهٽ خطري واري ٿي بيهي ۽ اهوئي هنن، سکيا جي تصور کي مٿل ٻولين جي مٿل اڀياس تائين محدود ڪري ڇڏڻ ذريعي ڪيو. هنن نہ رڳو عيسائي اسڪولن مان سائنس جي مطالعي کي رد ڪري ڇڏيو پر هنن ان کي سزا ڏني ۽ اهو رڳو گذريل ٻن صدين دوران ممڪن ٿيو آهي تہ سائنس جي مطالعي کي ٻيهر جياريو ويو آهي. ڪافي دير ڪانپوءِ ١٦١٠ع ۾ گليلو، جيڪو هڪ فلورنٽين هو، دوربينين جي استعمال کي دريافت ڪيو ۽ متعارف ڪرايو ۽ انهن کي آسماني جسمن جي شڪلين ۽ حرڪتن جو مشاهدو ڪرڻ لاءِ استعمال ڪندي، ڪائنات جي سچي بناوت معلوم ڪرڻ لاءِ هڪ اضافي ذريعو مهيا ڪري ڏنو. بجاءِ ان جي جو، انهن دريافتن لاءِ هن جي عزت افزائي ڪئي وڃي ها، هن کي اها سزا ڏني وئي تہ هو پنهنجين دريافتن کي يا انهن مان نڪرندڙ نتيجن کي "ملامت لائق ڪفر" قرار ڏئي. گليلو کان اڳ، وجيلس (Vigilus) کي زنده جلائي ڇڏڻ جي سزا ڏني وئي هئي، ان لاءِ تہ هن ڌرتيءَ جي گولي تي هڪٻئي جي بلڪل آمهون سامهون وجود رکندڙ هنڌن (Antipodes) جي دريافت ڪئي هئي، ٻين لفظن ۾ اهو تہ ڌرتي گول آهي ۽ هر ان حصي ۾ اها انسان جي رهڻ لائق آهي، جتي خشڪ زمين آهي. هن ڳالهہ جي سچائي هاڻي اينتري عام فهم آهي، جو انکي ٻڌائڻ جي ضرورت ناهي.

جيڪڏهن اهڙين غلطين جو عقيدو، جيڪي اخلاقي طور خراب نہ ٿيون ٿين، ڪوبہ نقصان نہ ٿو پهچائي سگهي تہ، پوءِ انهن جي مخالفت ڪرڻ ۽ ڪين هٽائي ڇڏڻ، انسان جي اخلاقي فرض جو حصو نہ هوندو. اهو مڃڻ تہ ڌرتي ميز جيان تراڪڙي آهي، ڪابہ اخلاقي برائي نہ هئي، نہ ئي اهو مڃڻ ۾ ان کان وڌيڪ ڪو اخلاقي ثواب ملي پيو تہ ڌرتي، ڪبنهوءَ وانگر گول آهي؛ نہ اهو مڃڻ ۾ ڪو اخلاقي عيب هو تہ خدا، هن دنيا کان علاوه ٻي ڪابہ دنيا نہ ناهي آهي، نہ ئي اهو مڃڻ ۾ ڪو وڌيڪ اخلاقي ثواب هو تہ هن لکين اهڙيون دنيائون ناهيون آهن ۽ اهو تہ مڪان جي لامحدوديت انهن دنيائن سان ڀريل آهي، پر جڏهن هڪ مذهب جو سرشتو تخليق جي هڪ اهڙي فرض ڪيل سرشتي مان قتل سمجهيو

وجي ٿو، جيڪو سچو ناهي ۽ جيڪو ان سان تقريباً نہ ٽٽنڊڙ انداز ۾ پاڻکي ڳنڍي رکي ٿو، تہ پوءِ سڄي صورتحال مڪمل طور تي هڪ ٻيو رخ اختيار ڪري وڃي ٿي.

اهڙي صورتحال ۾ پوءِ اهي غلطيون جيڪي اخلاقي طور بريون نہ ٿيون ٿين، سي بہ ان ساڳي حرڪت جو شڪار ٿي وڃن ٿيون، جڻ تہ اهي بہ بريون هيون. ان حالت ۾ پوءِ سچ، جيتوڻيڪ اهو پاڻ بي نياز رهي ٿو، هڪ ڪسوٽي بڻجي وڃڻ ڪري، هڪ ضروري شيءِ ٿي وڃي ٿو، جيڪا نهڪندڙ شاهديءَ جي آڌار تي خود مذهب جي سچائيءَ کي سچو ثابت ڪري ٿي. هن معاملي تي ههڙي نظر وجهڻ کانپوءِ اهو انسان جو اخلاقي فرض بڻجي ٿو تہ مذهب جي سرشتن جي حوالي سان، آسماني شين جي بناوت يا تخليق جي ڪنهن بہ ٻي شيءِ جي بناوت، جيڪو بہ ممڪن ثبوت پيش ڪري ٿي، اهو هو هٽ ڪري. پر عيسائي سرشتي جي حامين يا پوئلڳن جڻ تہ ان جي نتيجي کان ڊڄندي، ان جي هميشه مخالفت ڪئي ۽ نہ رڳو سائنس کي رد ڪيو پر ان جي پروفيسرن کي سزائون ڏنيون. جيڪڏهن نيوٽن يا ڊيڪارٽ، ٽي يا چار سؤ سال اڳ زنده هجن ها ۽ پنهنجون کوجنائون ائين ئي جاري رکن ها، جيئن هنن رکيون، تہ اهو گهٽو ممڪن هجي ها تہ هو انهن کوجنائن کي مڪمل ڪرڻ لاءِ جيئرا نہ رهن ها ۽ جيڪڏهن فرئنڪلن، ڪڪرن مان بجلي ان ساڳئي زماني ۾ حاصل ڪري ها، تہ پوءِ ان لاءِ هن کي شعلن ۾ سڙي مري وڃڻ جو خطرو ڪٽڻو پوي ها!

بعد جي زمانن، سمورو الزام جرمن ماٿهن (اگوٿن) ۽ تهذيب دشمنن مٿان عائد ڪري ڇڏيو آهي پر عيسائي نظام جا پوئلڳ، ان ڳالهہ کي ڪيترو بہ مڃڻ يا تسليم ڪرڻ لاءِ تيار نہ هجن پر پوءِ بہ بهرحال اهو سچ آهي تہ جهالت جي دور جو آغاز، عيسائي نظام سان ٿيو آهي. دنيا ۾ عيسائي نظام کان اڳ گهڻو علم موجود هو، بنسبت ان کانپوءِ جي ڪئين صدين جي ۽ جيستائين مذهبي ڄاڻ جو تعلق آهي، عيسائي نظام، جيئن اڳ ۾ ئي چيو ويو آهي، رڳو ڏند ڪٿا جو هڪ ٻيو قسم هو ۽ جنهن ڏند ڪٿا جو ان نقل ڪيو، اها خدايت (Theism) جي هڪ قديم سرشتي جو بگاڙ هئي.*

* اسانجي لاءِ هاڻي اهو ڄاڻڻ ناممڪن آهي تہ هيٺن ديومالا ڪهڙي وقت تي شروع ٿي؛ پر انجي اندروني شهادت مان اها ڳالهہ يقين سان ثابت ٿئي ٿي تہ اها ان ساڳي حالت يا صورت ۾ شروع نہ ٿي هئي، جنهن ۾ اها ختم ٿي. ان ديومالا جا سمورا ديوتا، سواءِ مشتري ديوتا جي، جديد ايجاد جا هئا. مشتري ديوتا جو فرض ڪيل دور ان هيٺن ديومالا کان اڳ جو هو ۽ خدا پرستيءَ جو هڪ قسم هو، ڇو نہ ان صرف هڪ خدا جي عقيدي کي مڃيو ٿي. ڇيو وڃي ٿو تہ مشتريءَ پنهنجي حڪومت، پنهنجن ٽن پٽن ۽ هڪ ڌيءَ جي حق ۾ ڇڏي ڏني- جيوپيٽر، پلوٽو، نيپچون ۽ جُونو. ان کانپوءِ هزارين ٻيا ديوتا ۽ نيم ديوتا تصوراتي طور تخليق ڪيا ويا ۽ ديوتائن جو ڪئلينڊر تڏهن ڪنوني ايترو تيزيءَ سان وڌيو آهي. جيترو اوليائن جو ڪئلينڊر ۽ چرچ عدالتن جو ڪئلينڊر وڌيو آهي. مذهبيت ۽ مذهب ۾ جيڪي بہ بدعوانيون ظاهر ٿيون آهن، ان شيءِ کي قبول ڪرڻ سان پيدا ٿيون آهن، جنهن کي ماڻهو "الهاميل مذهب" ڪوٺي ٿو. ڏند ڪٿائين، عيسائين

اهو ڪنهن بہ بني سبب ڪري نہ، پر رڳو سائنس جي لمبي وقفي ڪري آهي جو هاڻي اسانکي ڪنين سؤ سالن جي هڪ وسيع شگاف منجهان انهن باعزت ڪردارن ڏانهن نهارڻو پوي ٿو، جن کي اسان "قديم" سڏيون ٿا.

ڪاش علم جي ترقي جيڪڏهن پاڻکان اڳ وجود رکندڙ علم جي ذخيري سان تناسب ۾ وڌي ويجهي ها تہ پوءِ اهو خال، اهڙن ڪردارن سان ڀرجي وڃي ها، جيڪي پاڻکان اڳ وارن کان علم ۾ بلند هجن ها ۽ اهي قديم (دانشور) جن کي اڄ اسان ايڏو پڏايون ٿا، سي هن نظاري جي پس منظر ۾ باعزت نموني نظر اچن ها. پر عيسائي نظام سمورو گند وڃائي ڇڏيو ۽ جيڪڏهن اسان سورهين صديءَ جي شروعات جي باري ۾ ڪو موقف ناهيون ٿا، تہ پوءِ اسانکي ان لمبي شگاف منجهان، "قديم دانشورن" جي زماني ڏانهن پوئتي نهارڻو پوي ٿو، جڻ ڪنهن وسيع وارياسي برپٽ کي نهارجي، جنهن ۾ ڪو هڪ ننڍڙو پوٽو بہ ظاهر نہ ٿيندو هجي، جيڪو ان برپٽ جي پريان زرخيز جبلن جي نظاري ۾ رنڊڪ وجهندو هجي.

اهو هڪ نقص آهي، جنهن کي داد ڏيڻ تمام گهٽ ممڪن آهي، تہ ڪابہ اهڙي شيءِ، مذهب جي نالي ۾ وجود رکندي هجي، جيڪا خدا جي ناهيل هن ڪائنات جي بناوت جي اپياس ڪرڻ ۽ سمجهڻ کي "غير مذهبي" قرار ڏيندي هجي پر حقيقت ايتري سني نموني ثابت ٿيل آهي جو ان کان انڪار ممڪن ناهي. ظالم جهالت جي هن ڏگهي زنجير جي ڀهرين ڪڙي، جنهن واقعي سيني کان اڳ نڳي، لوٿر جي اصلاح پسنديءَ جي تحريڪ (Reformation) جي نالي سان سڃاتي وڃي ٿي؛ حيرتنڪ اهو لوٿر يا انهن جن کي اصلاح پسند ڪوٺيو وڃي ٿو، جي آزادي جو حصو نہ ٿو لڳي، پر پوءِ بہ ان تحريڪ جي وقت ڪانوني سائنس نئين سر اُسرڻ شروع ڪيو ۽ انهن جو فطري ساٿي- آزادي، بہ ان وقت کان ظاهر ٿيڻ شروع ٿيو. اهاني واحد عوامي پلاٽي هني، جيڪا اصلاح پسنديءَ جي تحريڪ ڪني ناهي حيستائين مذهبي پلاٽيءَ جو تعلق آهي تہ لڳي ٿو ان اهڙي ڪا پلي شيءِ ڪانہ ڪني. ان ساڳي ڏند ڪٿا کي جاري رکيو ۽ عيسائيت جي پوپ جي زوال مان ڪنين پيا قومي پوپ ڦٿي نڪتا.

---

کان وڏيڪ الهاميل مذهب جو شهند ڪس هن وٽ نهجا دار الاستحارا ۽ پنهجا بادري هئا جن لاءِ سمجهيو ويندو هو تہ معرساً سمورن موقعن تي خدا جو ڪلام باآواز ٻندا هئا ۽ دسدا هئا. ان وقت ڪانوني هيل نائين سمورنون بدعنوانسون ملاڪ ڪونني حديد نغدير پرسميءَ تائين ۽ هيئن دور جي انساني قربانين ڪانوني عيسائيت جي حلق جي قربانيءَ تائين. ان شيءِ کي قبول ڪرڻ مان پيدا ٿيون آهن، جنهنکي "الهاميل مذهب" ڪوٺيو وڃي ٿو انهن سمورين براين ۽ نڳين کي روڪڻ جو وڏ ۾ وڏ اثرائتو ذريعو اهو آهي تہ بني ڪنهن بہ الهام کي قبول نہ ڪجي، سواءِ ان جي جيڪو تخليق جي ڪتاب ۾ ڏيکاريل آهي ۽ رڳو تخليق کي ئي خدا جو سچو ۽ حقيقي ڪلام سمجهجي، جنهن ڪڏهن وجود رکيو هو يا هميشه وجود رکندو ۽ خدا جو ڪلام سڏي ويندڙ ٻي هر شيءِ ڪوڙي ۽ ٺڳي آهي.

اهڙي طرح شين جي ابدي شاهديءَ مان اهو سبب، جنهن سڪيا جي صورتحال ۾ هڪ تبديلي پيدا ڪئي ۽ سائنس جي بدران مثل ٻولين جو مطالعو ڪرڻ جي ترغيب ڏني، ڏيکاري ڇڏڻ ڪانپوءِ، مان هاڻي هن ڪتاب جي مند واري حصي ۾ بيان ڪيل ڪيترن مشاهدن کان علاوه، هن ڪتاب جي مواد مان ڦٽندڙ ثبوت کي، مذهب جي عيسائي نظام سان پيئڻ يا ماڳهين ان جي مد مقابل اٿڻ لاءِ اڳتي وڌان ٿو پر جيئن ته مان ڪتاب جو هي حصو بهتر نموني شروع نه ٿو ڪري سگهان، سواءِ انهن خيالن جي ذڪر ڪرڻ جي، جيڪي منهنجي زندگيءَ جي اوائلي حصي ۾ منهنجي ذهن ۾ آيا ۽ جن لاءِ مونکي ڪو شڪ ناهي ته اهي تقريباً هر انسان جي زندگيءَ ۾ ڪنهن نه ڪنهن وقت تي ۽ ڪنهن نه ڪنهن دگريءَ سان ضرور آيا هوندا؛ ان ڪري مان اهو بيان ڪندس ته اهي خيال جا هئا ۽ ان ۾ ٻئي ڪنهن اهڙي مواد جو واڌارو ڪندس، جيڪو ان موضوع مان ڦٽندڙ هوندو، جيئن مهاڳ جي ذريعي، سڄي موضوع جو، هڪ ننڍڙو تعارف ٿي سگهي.

منهنجي والد جي عيسائين جي ڪئيڪر فرقي (Quaker) جي هجڻ ڪري، اهو منهنجو سٺو ڀاڳ هو جو مونکي انتهائي سٺي اخلاقي تعليم ۽ مفيد سکيا جو هڪ چڱو چوکو مواد نصيب ٿيل هو. جيتوڻيڪ مان گرامر اسڪول ۾ داخل ٿيل هئس* پر مون لاطيني ٻولي نه سکي، صرف ان ڪري نه ته مونکي ٻولين سکڻ جو ڪو رجحان نه هو، پر ان ڪري جو ڪئيڪرس کي انهن ڪتابن تي اعتراض هو، جن ۾ اها ٻولي سيکاري ويندي هئي، پر ٻيءَ نه ان ڳالهه مونکي اسڪول ۾ استعمال ٿيندڙ سمورن لاطيني ڪتابن جي موضوعن کان واقفيت حاصل ڪرڻ کان نه روڪيو. منهنجي ذهن جو فطري جهڪاءُ سائنس ڏانهن هو. مونکي شاعريءَ لاءِ ڪجهه لاڙو ۽ مان سمجهان ٿو ته ڪجهه ڏات هئي، پر مون انکي همٿائڻ بدران ماڳهين دٻائي ڇڏيو، ڇو ته اها ماڻهوءَ کي تصور جي دنيا ڏانهن تمام گهڻو گهلي ٿي وٺي. جيئن ئي مان قابل ٿيس، مون ڌرتيءَ جي گولن جي هڪ جوڙي خريد ڪئي ۽ مارٽن ۽ فرگوسن جا فلسفياڻا ليڪچر پڙهيا ۽ بعد ۾ رائل سوسائٽيءَ جي ڊاڪٽر بيوس سان واقفيت حاصل ڪئي، جيڪو انهن ڏينهن ۾ گرجا گهر ۾ رهندو هو ۽ هڪ بهترين فلڪي ماهر هو. مونکي ان شيءِ ڏانهن ڪو به لاڙو نه هو، جنهن کي سياست ڪوٺيو وڃي ٿو؛ ان منهنجي آڏو ڪو به خيال پيش نه ٿي ڪيو، سواءِ ان خيال جي، جيڪو لفظ ڌوڪي جي ٻيڙيءَ ۾ آهي. تنهنڪري جڏهن مون پنهنجين سوچن کي حڪومتي معاملن ڏانهن موڙيو، مونکي پنهنجي لاءِ هڪ الڳ نظام جوڙڻو پيو، جيڪو انهن اخلاقي ۽ فلسفياڻن اصولن سان ٺهڪندڙ هو، جن جي مونکي تعليم ڏنل هئي.

مون ڏٺو آهي يا گهٽ ۾ گهٽ مون سوچيو ته مون ڏٺو آهي ته آمريڪا جي معاملن ۾ هڪ وسيع منظر دنيا آڏو کلي پيو آهي. مونکي ائين لڳو ته جيستائين

* ساڳيو اسڪول ـــــ نارفوڪ ۾ ٿيٽفورڊ، جنهن ۾ هاڻوڪو ڪائونسلر منگي ويو ۽ ساڳئي ماستر تحت

آمريڪين پنهنجو منصوبو، جنهن جي هو انگلينڊ جي حڪومت جي حوالي سان، پوئواري ڪري رهيا هئا، تبديل نہ ڪيو آهي ۽ خودمختياريءَ جو اعلان نہ ڪيو آهي، تيستائين هو پاڻکي نہ رڳو نين مصيبتن جي اوڙاهہ ۾ ڦاسائي ڇڏيندا پر ان اميد کي بہ پنهنجو ڏئي ڇڏيندا، جيڪا هو پنهنجن وسيلن معرفت سموري انسانذات کي ڏئي رهيا هئا. اهو انهن محرڪن جي ڪري هو جو مون "عام فهم" (Common Sense) جي نالي سان پنهنجو ڪتاب ڇپرايو. جيڪو سڀ کان پهريون ڪتاب هو، جيڪو مون ڇاپيو ۽ جيستائين مان پنهنجو ڪي سگهان ٿو، مان سمجهان ٿو، جيڪڏهن مان آمريڪا جي معاملن تي نہ لکان ها، تہ مان ڪنهن بہ موضوع جي مصنف طور ڪڏهن بہ نہ سڃاتو وڃان ها. "عام فهم" ڪتاب مون سال ١٧٧٥ع جي پڇاڙيءَ ۾ لکيو ۽ انکي جنوري ١٧٧٦ع ۾ ڇپرايو. آمريڪا جي آزاديءَ جو اعلان چوٿين جولاءِ تي ڪيو ويو.

ڪنهن بہ ماڻهوءَ جنهن پنهنجي ذهن جو مشاهدو ڪندي، انساني ذهن جي حالت ۽ ترقيءَ تي پنهنجا مشاهدا تشڪيل ڏنا آهن، ان لازمي طور اهو بہ ڏٺو ڇڏيو هوندو تہ جن کي اسان سوچون چئون ٿا، انهن جا بہ جدا قسم ٿين ٿا. هڪ اهي جيڪي اسان پنهنجي اندر عڪاسيءَ ۽ سوچڻ جي عمل ذريعي پيدا ڪيون ٿا ۽ ٻيون اهي جيڪي اسانجي ذهن ۾ پنهنجي ليکي ڪِرڪڻ ٿيون. مون هميشه پنهنجو اهو اصول بڻائي ڇڏيو آهي تہ انهن ضدر مهمانن سان مهذب انداز ۾ ورتاءُ ڪيان، جيڪڏهن اهي آدرڀاءُ ڪرڻ جي لائق هجن؛ جيڪڏهن مان ان قابل هجان تہ انهن جي ڇڪاس ڪرڻ ۾ احتياط ڪيان. ۽ انهن سوچن مان ئي مون تقريباً سموري ڄاڻ جيڪا مونکي آهي، حاصل ڪئي آهي. جيستائين ان سکيا جو تعلق آهي جيڪا ڪوئي بہ ماڻهو اسڪولي تعليم مان حاصل ڪري ٿو، اها رڳو هن کي هڪ ننڍي اکر جيان، ان رستي تي آڻي بيهاري ٿي، جتان هو بعد ۾ پنهنجي سکيا جي شروعات ڪري سگهي ٿو. سکيا ۾ هر ماڻهو، آخر ۾ پنهنجو استاد پاڻ بڻجي ٿو، ان جو سبب هي ٿئي ٿو تہ اصول، جيڪي حالتن کان مختلف خاصيت جا ٿين ٿا، حافظي مٿان نقشجي نہ ٿا سگهجن. انهن جي ذهني رهائش جي جڳهہ، سمجهہ ٿئي ٿي ۽ اهي ايترا جٽادار ڪڏهن بہ نہ ٿا ٿين، جيترا جڏهن اهي تصور جي ذريعي شروع ٿين ٿا. تعارفي حصي لاءِ ايترو ڪافي آهي.

ان وقت کان، جڏهن کان مان ڪنهن خيال کي تصور ۾ آڻڻ ۽ عڪاسيءَ ذريعي ان مٿان عمل ڪرڻ جي قابل ٿيس، مون يا تہ عيسائي نظام جي سچائيءَ ۾ شڪ ڪيو يا ان کي هڪ عجيب معاملو سمجهيو. مون شايد ئي ڄاتو تہ پنهي مان اهو ڇا هو. مونکي چڱيءَ طرح ياد آهي، جڏهن مان اٽڪل ستن يا اٺن سالن جي عمر جو هيس، جو مون پنهنجي هڪ مائٽ، جيڪو چرچ جو هڪ عظيم شيدائي هو، کي ان موضوع تي، جنهن کي "نجات، خدا جي پٽ جي موت وسيلي" سڏيو وڃي ٿو، هڪ خطبو ڏيندي ٻڌو هو. جڏهن اهو خطبو پورو ٿيو، مان باغ ۾ هليو ويس ۽ جيئن ئي مان باغ جي ڏاڪڻ تان هيٺ لهي رهيو هيس

(ڇاڪاڻ جو مان اهو هنڌ چٽيءَ طرح ياد ڪري سگهان ٿو) مون بغاوت ڪئي، انهن ڳالهين جي يادگيريءَ تي جيڪي مون ٻڌي رکيون هيون ۽ دل ئي دل ۾ سوچيم ته اهو ائين آهي جڻ خدا ڪي هڪ جُنوني ماڻهوءَ جيان عمل ڪندي ڏيکارجي، جيڪو پنهنجي پٽ کي قتل ڪري ڇڏي ٿو. جڏهن هو پاڻ ٻئي ڪنهن نموني بدلو نه ٿو وٺي سگهي. ۽ جيئن مونکي پڪ هئي ته جنهن به ماڻهوءَ ائين ڪيو ته هن کي ڦاسي ڏني ويندي، ان ڪري مونکي اهو سمجهه ۾ نه ٿو اچي ته هنن ڪهڙي مقصد خاطر اهڙن خطبن جي تبليغ ڪئي ٿي. اها ڪا ان قسم جي سوچن مان نه هئي، جنهن ۾ ڪا ٻاراڻي ترڙائپ موجود هجي، اها منهنجي لاءِ ان خيال مان ڦٽندڙ هڪ سنجيده سوچ هئي ته خدا ايڏو سنو هو جو اهڙو (خراب) ڪم نه ٿي ڪري سگهيو ۽ هو ايڏو خود مختيار پڻ هو جو هو ائين ڪرڻ لاءِ ڪنهن به مجبوريءَ هيٺ نه هو. اج ڏينهن تائين مان ان ساڳئي انداز ۾ ايمان رکان ٿو ۽ ان کان علاوه منهنجو اهو به ايمان آهي ته مذهب جو ڪوئي به اهڙو نظام، سچو نظام نه ٿو ٿي سگهي، جنهن ۾ ڪابه اهڙي شيءِ هجي جيڪا هڪ ٻار جي ذهن کي صدمو رسائيندي هجي. ائين ٿو لڳي ته عيسائي پيشي جي والدين، پنهنجن ٻارن کي پنهنجي مذهب جي اصولن جي باري ۾ ڪابه شيءِ ٻڌائڻ ۾ شرم محسوس ٿي ڪيو. هو ڪڏهن ڪڏهن انهن کي اخلاقن جي هدايت ڪندا آهن ۽ هنن سان پروردگار جي ڀلائيءَ متعلق ڳالهائيندا آهن، جو ته عيسائي ديومالا ۾ پنج ديوتا (خدا) آهن: خدا. جيڪو پاڪ پيءُ آهي، خدا جيڪو پٽ آهي، خدا جيڪو پاڪ روح آهي، خدا جيڪو پاڪ ٻيءُ آهي ۽ قدرت جيڪا ديوي آهي. ۾ خدا جي عيسائي ڪهاڻي، جنهن ۾ هو هڪ اهڙو پيءُ آهي، جيڪو پنهنجي پٽ کي موت ڏيارائي ٿو يا ائين ڪرڻ لاءِ ماڻهن کي راغب ڪري ٿو (جو ته اهائي ان ڪهاڻيءَ جي سادي ٻولي آهي) هڪ پيءُ طرفان پنهنجي ٻار کي نه ٿي ٻڌائي سگهجي ۽ هن کي اهو ٻڌائڻ ته اهو سيکڪجهه ان ڪري ڪيو ويو ته جيئن انسانذات کي وڌيڪ خوش ۽ بهتر ڪري سگهجي، ان ڪهاڻيءَ کي اڃا وڌيڪ خراب ڪري رهيو آهي، جڻ ته انسانذات هڪ قتل جي مثال سان بهتر ڪري پئي سگهجي ۽ هن کي وري اهو ٻڌائڻ ته هي سيڪجهه هڪ غيب آهي، ان جي بي اعتباري هجڻ لاءِ صرف هڪ عذر گهڙي رهيو آهي.

هي سيڪجهه ڪيڏو نه مختلف آهي، خدايت جي خالص ۽ سادي پيشي کان! هڪ سچي خدا پرست (Deist) وٽ صرف هڪ خدا هوندو آهي ۽ هن جو مذهب، خدا جي تخليقن ۾ سندس طاقت، ڏاهپ ۽ شفقت کي سمجهڻ ۾ ۽ هر نيڪ، سائنسي ۽ مشيني شيءِ ۾ هن کي نقل ڪرڻ جي ڪوشش ڪرڻ ۾ هوندو آهي. اهو مذهب جيڪو ٻين سمورن مذهبن جي مقابلي ۾، نيڪيءَ ۽ شفقت ۾، سچي خدايت تائين وڌ ۾ وڌ ويجهو پهچائي ٿو، اهو اهو آهي جيڪو ڪُئيڪرس طرفان تبليغيو وڃي ٿو پر پنهنجي نظام مان خدا جي ڪمن کي ٻاهر ڪڍي ڇڏڻ ذريعي هنن پنهنجو پاڻکي ڪجهه گهٽتو ئي سوڙهو ڪري ڇڏيو آهي. جيتوڻيڪ

مان هنن جي سماجي پلاٽيءَ جي ڪمن جي تمام گهڻي عزت ڪريان ٿو، پر مان سندن خود پسنديءَ تي پنهنجي مرڪ کي روڪي نه ٿو سگهان. ڪاش! جيڪڏهن تخليق جي سلسلي ۾ ڪنهن ڪنيڪر جي پسند جو لحاظ رکيو وڃي ها، ته پوءِ کهڙي نه خاموش ۽ بي رنگي قسم جي تخليق هجي ها، هن دنيا جي! ڪوبه گل پنهنجو حسن نه نکاري سگهي ها، ڪنهن به پکيءَ کي ڳائڻ جي اجازت نه هجي ها!

هنن ويچارن کي ڇڏي، هاڻي مان ٻين مسئلن ڏانهن اڳتي وڌان ٿو.

پنهنجو پاڻکي دنيائي گولن ۽ سيارن جي نقشن* جي استعمال ۾ پڙ ڪري ڇڏڻ ڪانپوءِ، مڪان جي لامحدوديت جي تصور ۽ مادي جي ابدي ورهاستپڻي جي تصور کي سمجهي ڇڏڻ ڪانپوءِ ۽ جنهن کي "فطري فلسفو" ڪوٺيو وڃي ٿو، ان جي هڪ عام معلومات حاصل ڪري ڇڏڻ ڪانپوءِ، مون انهن شين مان ملندڙ ابدي ثبوت کي عقيدي جي عيسائي نظام سان ڀيٽڻ يا جيئن مون اڳ ۾ چئي ڇڏيو آهي، ان سان مقابلو ڪرائڻ جي شروعات ڪئي. جيتوڻيڪ اهو عيسائي نظام جو ڪو سڌو سنئون ايماني جزو ناهي ته هيءَ دنيا، جنهن ۾ اسان رهون ٿا، رهڻ لائق تخليق جو ڪُل آهي؛ پوءِ به اها تخليق جي موسوي تفصيل سان، بي بي حوا ۽ صوف جي ڪهاڻيءَ سان، ۽ ان ڪهاڻيءَ جي ٻئي حصي يعني خدا جي پٽ جي موت، سان اهڙي ته نموني مليل جليل آهي جو عيسائي نظام تي ان جي ابتڙ نموني ايمان رکڻ (يعني ته ائين ايمان رکڻ ته خدا، دنيائن جي هڪ گهڻائي تخليق ڪئي آهي، جيڪي گهٽ ۾ گهٽ ايتريون انيڪ آهن، جيترا هي ستارا)، ان کي هڪدم ننديو ۽ ڪل جهڙو بڻائي ڇڏي ٿو ۽ ان کي ذهن ۾ ائين وکيري ڇڏي ٿو، جيئن هوا ۾ پر وکرندا آهن. ساڳئي دماغ ۾ هي به عقيدا گڏ نه ٿا رکي سگهجن ۽ اهو ماڻهو جيڪو ائين سوچي ٿو ته هو ٻنهي تي ايمان رکي ٿو، حقيقت ۾ ٻنهي جي باري ۾ تمام گهٽ سوچي ٿو.

جيتوڻيڪ دنيائن جي ڪثرت وارو عقيدو، قديم ماڻهن وٽ به چاتل سڃاتل هو، پر اهو رڳو گذريل ٽن صدين ۾ ممڪن ٿيو آهي ته هن ڌرتيءَ جي گولي، جنهن تي اسان رهون ٿا، جي حد ۽ پکيڙ معلوم ڪيون وڃون آهن. ڪيترا جهاز سمنڊ جو رستو اختيار ڪندي دنيا جي چوڌاري مڪمل چڪر ڪاٽي آيا

* جيئن ته هي ڪتاب اهڙن ماڻهن جي هٿن ۾ به پهچي سگهي ٿو، جن کي اها خبر ناهي ته هڪ سيارن جو نقشو (Orrery) ڇا ٿيندو آهي؛ اهڙن ماڻهن جي معلومات لاءِ ئي مان هن نوٽ جو اضافو ڪيان ٿو، ڇو ته محض نالو، ان شيءِ جي استعمالن جو ڪوبه تصور نه ٿو ڏئي. سيارن جي نقشي کي اهو نالو ان ماڻهوءَ طرفان مليل آهي، جنهن انکي ايجاد ڪيو. اها واچ مثل هڪ مشينري آهي، جيڪا ڪائنات کي ننڍڙي شڪل ۾ ظاهر ڪري ٿي ۽ جنهن ۾ ڌرتيءَ جي گردش پنهنجي محور جي چوڌاري ۽ سج جي چوڌاري، چنڊ جي زمين جي چوگرد گردش، سيارن جي سج جي چوگرد گردش، نظام شمسيءَ جي مرڪز يعني سج ڪان سندن نسبتي مفاصلي، هڪٻئي ڪان سندن مفاصلي ۽ سندن مختلف مقدار، ان ۾ ائين ظاهر ٿيل هوندا آهن، جيئن اهي حقيقت ۾ آسمان ۾ وجود رکن ٿا.

آهن، جيئن ڪو ماڻهو ڪنهن دائري ۾ اندر گهمي ڏسي ۽ دائري جي ٻئي پاسي ڪان ان ني هنڌ تي اچي بيهي، جتان هن پنهنجو سفر شروع ڪيو هوندو آهي. اسانجي دنيا جي گولائين پڪيڙ، ان جي ويڪري ۾ ويڪري حصي ۾، جيئن ڪو ماڻهو صوف يا بال جي ويڪري ۾ ويڪري گولائي ماپيندو آهي، ساڍا اُوڻهتر ميل برابر هڪ خط استوائي ڊگريءَ جي حساب لڳائڻ سان، رڳو پنجويهه هزار ميل آهي ۽ ان جو ساموندي سفر اٽڪل ٽن سالن جي عرصي ۾ ڪري سگهجي ٿو.*

هيڏي ساري ڪشادگيءَ واري دنيا، پهرين سوچ ۾، ٿي سگهي ٿو اسانکي عظيم محسوس ٿئي پر جيڪڏهن اسان انکي خلا جي ان گهٽائيءَ سان ڀيٽيون، جنهن ۾ اها ائين لٽڪي پئي آهي، جيئن هوا ۾ هڪ بُلبُلو يا هڪ ڦوڪڻو! اها نسبت ۾ لامحدود حد تائين گهٽ آهي، جيئن واريءَ جو ننڍڙي ۾ ننڍڙو ذرو، دنيا جي سائيز آڌو هجي يا جيئن ماڪ جو هڪ ننڍڙو ڦڙو، سڄي سمنڊ آڌو هجي، سو تنهنڪري اها تمام ننڍڙي آهي ۽ جيئن هاٿي ڪانپوءِ ڏيکاريو ويندو ته اها دنيائن جي ڪئين سرشتن منجهان رڳو هڪ سرشتو آهي، جن جي هيءَ عالمگير تخليق نهيل آهي. جيڪڏهن اسان خيالن جي ترقيءَ جي پوئواري ڪريون ته پوءِ خلا (پولار) جي گهٽائپ جو هڪ هلڪو تصور هٿ ڪرڻ ڏکيو ناهي، جنهن ۾ هيءَ اسانجي دنيا ۽ ٻيون سموريون دنيائون لٽڪيل آهن. جڏهن اسان هڪ ڪمري جي ماپ يا حدن جي باري ۾ سوچيندا آهيون ته اسانجا خيال پاڻکي رڳو ديوارن تائين محدود ڪري ڇڏيندا آهن ۽ اتي ئي بيهي رهندا آهن. پر جڏهن اسانجي اک يا اسانجو تصور پولار ۾ نهاريندو آهي يعني جڏهن اهو مٿي نهاريندو آهي، جنهن ڪي اسان ڪليل هوا سڏيون ٿا، ته اسان اتي اهو نه ٿا سوچي سگهون ته ان ڪي ڪي به ديوارون يا حدون هونديون ۽ جيڪڏهن، پنهنجن خيالن ڪي ساهي ڏيڻ خاطر، اسان ڪنهن حد ڪي فرض به ڪري ٿا ونون ته پوءِ اهو سوال هڪدم پاڻکي وري نئين سر جاڳائي ٿو ۽ پڇي ٿو ته ان حد ڪان پري ڇا آهي ۽ ساڳئي انداز ۾ ته ان حد ڪان پري ڇا آهي ۽ اهڙي طرح اهو سلسلو هلندو وڃي ٿو، جيستائين ٿڪل تصور واپس موٽي نه ٿو اچي ۽ هيئن نه ٿو چئي، ”ڪٿي به ڪو انت ڪونهي.“ ته پوءِ يقيناً خدا هن ڪائنات جي خالق، ڪنهن ڪمري لاءِ نه سوچيو هو، جڏهن هن هيءَ دنيا، ان ڪان وڏي نه ناهي ڇڏي هئي، جيتري اها هاڻي آهي، ۽ اسانکي ان لاءِ ڪنهن ٻي شيءِ ۾ سبب ڳولڻو پوندو. جيڪڏهن اسان پنهنجي هن دنيا جو يا ان جو، جيڪا خدا پنهنجي تخليقات جي وسيع نظام منجهان، اسانجي حصي طور اسانکي استعمال ڪرڻ

* هڪ بحري جهاز کي سراسري طور تي ميل في ڪلاڪ جي رفتار سان سفر ڪرڻ جي اجازت ڏبي ته اهو، جيڪڏهن هڪ سڌي سنئين دائري ۾ سفر ڪري سگهي ته پوءِ هڪ سال ڪان به گهٽ عرصي ۾ سڄي دنيا جي چوڌاري سفر ڪري ايندو پر انکي مجبوراً سمنڊ جو رستو ني اختيار ڪرڻو پوندو آهي.

لاءِ ڏني ڇڏي آهي، هڪ جائزو وٺون ٿا ته اسانکي معلوم ٿئي ٿو ته ان جو هر حصو (خشڪي، پاڻي ۽ هوا جيڪا ان کي وڪوڙيون بيٺي آهي) زندگيءَ سان پريو پيو آهي يا ائين چئجي ته سٽيو پيو آهي، مها جانورن کان وٺي جيڪي اسان جاڻون ٿا، پتڪڙن جيتن تائين، جن کي اگهاڙي اک ڏسي سگهي ٿي ۽ اتان کان انهن کان اڃا وڌيڪ ننڍڙن ۽ خوردبينيءَ جي مدد کانسواءِ بلڪل نظر نه اچي سگهندڙ جيتن تائين! هر وڻ، هر ٻوٽو، هر پن، ڪنهن بيشمار نسل لاءِ نه رڳو هڪ رهڻ جي هنڌ طور پر هڪ دنيا طور ڪتب اچي ٿو. جيستائين جانورن جو وجود ان حد تائين نفيس نه ٿي چڪو آهي، جو گاهه جي هڪ پتي جو اخراج به هزارها جانورن جو پيٽ پالي سگهي.

هاڻي جڏهن ته اسانجي ڌرتيءَ جو ڪوبه حصو بنا والاربل هجڻ جي ناهي ڇڏيل، ته پوءِ اهو فرض چو ٿو ڪيو وڃي ته خلا (Space) جي هيءَ گهٽائي هڪ اگهاڙو خال آهي، جيڪو ابدي فضوليات ۾ پيو آهي؟ اسانجي دنيا جيڏيون وڏيون يا ان کان به وڏيون لکين دنيائن لاءِ ان خلا ۾ جڳهه آهي، ۽ انهن مان هر هڪ هڪٻئي کان ڪروڙين ميل پري آهي.

هن نقطي تي پهچي وڃڻ کانپوءِ، جيڪڏهن اسان پنهنجن خيالن کي رڳو هڪ سوچ اڳتي ڪٽي هلون ته پوءِ اسانکي پنهنجي خوشيءَ خاطر هڪ سڄو سبب، يا گهٽ ۾ گهٽ هڪ تمام سنو سبب ملي ويندو. آخر ڇو خدا، خلا جي هڪ وسيع مقدار تي ڦهليل هڪڙي وسيع دنيا ناهڻ بدران، مادي جي ان مقدار کي ڪيترين ئي خاص ۽ الڳ الڳ دنيائن ۾، جن کي اسان سيارا ڪوٺيون ٿا ۽ جن مان اسان جي ڌرتي به هڪ آهي، ورهائي ڇڏڻ کي ترجيح ڏني آهي؟ پر ان کان اڳ جو مان هن موضوع تي پنهنجن خيالن جي وضاحت ڪريان، اهو ڏيکارڻ ضروري آهي (انهن ماڻهن خاطر نه، جيڪي اڳ ئي اهو ڄاڻن ٿا پر انهن خاطر جيڪي نه ٿا ڄاڻن) ته هن ڪائنات جو سرشتو ڇا آهي. ڪائنات جو اهو حصو جنهن کي "نظامِ شمسي" ڪوٺيو وڃي ٿو (جنهن جي معنيٰ آهي دنيائن جو اهو سرشتو، جنهن سان اسانجي ڌرتي تعلق رکي ٿي ۽ جنهن ۾ سج ان جو مرڪز آهي) سج کانسواءِ، ڇهن جدا جدا سيارن يا دنيائن تي مشتمل آهي،* ثانوي جسمن، جن کي چنڊ يا گرهه چيو وڃي ٿو، کان علاوه، جن مان اسانجي زمين کي هڪ چنڊ آهي، جيڪو سج جي چوڌاري زمين جي ساليانِي گردش ۾ هن سان گڏ

---

* مترجم طرفان: هيل تائين ڪيل تحقيق مطابق اسانجو نظام شمسي هڪ مرڪزي ستاري- سج ۽ ان جي چوگرد مختلف دائرن ۾ گردش ڪندڙ نون سيارن ۽ ٻين آسماني جسمن مثلاً چنڊن، سيارچن، پڇڙ تارن ۽ شهاب ثاقبن جو ٺهيل آهي. ٿامس پين جي زماني (١٨ صدي) تائين رڳو ڇهن سيارن جي دريافت ٿي چڪي هئي؛ سندس زماني کانپوءِ ٽن ٻين سيارن- يورنيس، نيپچون ۽ پلوٽو جي دريافت ٿي چڪي آهي ۽ سائنسدان اڃا به وڌيڪ سيارن جي ڳولا ۾ آهن. تازو ئي هڪ نئين يعني ڏهين سياري- ويرونا جي به دريافت ڪئي وئي آهي.
(ڏسو روزانه "ڊان" مئي ٢٣، ٢٠٠١)

رهي ٿو. بلڪل ساڳئي انداز ۾ جيئن ٻيا گرھ يا چنڊ، پنھنجن پنھنجن سيارن يا دنيائن سان گڏ گردش ڪندا رهن ٿا؛ اهو سڀ هڪ دوربينيءَ جي مدد سان ڏسي سگهجي ٿو.

سج، مرڪز آهي، جنھن جي چوڌاري اهي ڇهہ دنيائون يا سيارا هڪٻئي کان مختلف فاصلن تي ۽ هڪٻئي جي لڳاتار چوڌاري، دائرن ۾ گردش ڪندا رهن ٿا. هر دنيا، سج جي چوڌاري پاڻکي مستقل طور تي لڳ ڀڳ ساڳئي پيچري تي رکي ٿي ۽ ساڳئي وقت پنھنجي محور جي چوڌاري بہ اُيي حالت ۾ ڦرندي رهي ٿي، جيئن هڪ لاٽون زمين تي ڦرندي رهڻ وقت، پنھنجي چوڌاري بہ ڦرندو آهي ۽ رڳو ٿورڙو هن يا هُن پاسي تي جهڪندو آهي. ڌرتيءَ جو اهو جهڪاءُ (جيڪو ساڍا ٽيويهہ ڊگريون آهي) ئي آهي، جيڪو اونهاري ۽ سياري کي آڻي ٿو ۽ ڏينهن ۽ راتين جون مختلف لمبايون ڪري ٿو. جيڪڏهن ڌرتي، پنھنجي چوڌاري ان ٻيهڪ ۾ ڦيري پائي جو اها ان دائري جي سطح يا مثاچري کي عمودي هجي، جنھن ۾ اها سج جي چوڌاري گردش ڪري ٿي، جيئن هڪ لاٽون، پنھنجي چوڌاري ڦيريون پائيندو آهي، جڏهن اهو زمين تي بلڪل اُڀو بيٺل هوندو آهي، تہ پوءِ ڏينهن ۽ راتيون هميشہ ساڳي ڊيگهہ جا ٿي وينداا يعني ١٢ ڪلاڪن جو ڏينهن ۽ ١٢ ڪلاڪن جي رات ۽ موسم بہ سڄو سال مسلسل ساڳي ئي رهندي. هڪ سيارو (مثال طور اسانجي ڌرتي) جڏهن پنھنجي چوڌاري هڪ دفعو ڦري ٿو، اهو جنھن کي اسان "ڏينهن ۽ رات" چئون ٿا، ناهي ٿو- ۽ هر دفعو جڏهن اهو سج جي چوڌاري چڪر لڳائي ٿو، اهو جنھن کي اسان "سال" چئون ٿا، ناهي ٿو. نتيجتاً اسانجي دنيا سج جي چوڌاري هڪڙو دفعو گهمڻ جي دوران ۾، پنھنجي چوڌاري ٽي سو پنجهٺ دفعا ڦري ٿي.*

قديم ماڻهن، انهن ڇهن دنيائن کي جيڪي نالا ڏنا ۽ جيڪي اڄ بہ انهن ساڳين نالن سان سڏيون وڃن ٿيون، سي هي آهن:

عطارد (Mercury)، زهره (Venus)، ڌرتي (Earth)، مريخ (Mars)، مشتري (Jupiter) ۽ زحل (Saturn). اهي زمين کي ستارن جي مقابلي ۾ لکين ميل ويجهو هجڻ ڪري انساني اک کي ستارن کان وڏا نظر اچن ٿا. سيارو زهره اهو آهي جنھن کي شام جو ستارو (Evening Star) ۽ ڪڏهن صبح جو ستارو ڪوٺيو ويندو آهي، جو تہ اهو صبح کان پوءِ غروب ٿيندو آهي يا ان کان اڳ اڀرندو آهي، جيڪو ٻنهي صورتن ۾ ٽن ڪلاڪن کان ڪڏهن بہ وڌيڪ نہ هوندو آهي. جيئن اڳ ۾ چيو ويو آهي، سج ان نظام جو مرڪز آهي. ان کي ويجهي ۾ ويجهو سيارو يا دنيا عطارد آهي؛ اهو سج کان ٽي ڪروڙ چاليهہ ميل پري آهي ۽

---

* انهن ماڻهن جن اهو فرض ڪيو ٿي تہ سج هر چوويهن ڪلاڪن ۾ زمين جي چوڌاري چڪر لڳايو ٿي، خيال ۾ ساڳي غلطي ٿي ڪئي، جيڪا هڪ بورچي حقيقت ۾ ڪندو، جيڪو بجاءِ گوشت کي باهہ جي چوڌاري ڦيرائڻ جي، باهہ کي گوشت جي چوڌاري ڦيرائيندي ڪندو آهي.

اهو سج کان ان ئي فاصلي تي هميشه هڪ دائري ۾ گردش ڪندو رهندو آهي، جيئن هڪ لاٽونءَ کان ان دائري ۾ چڪر ڪاٽڻ جي توقع ڪجي، جنهن ۾ هڪ گهوڙو، هڪ چڪيءَ ۾ چڪر ڪاٽيندو رهندو آهي. ٻي دنيا آهي زهره، اها سج کان 5 ڪروڙ 70 لک ميل پري آهي ۽ نتيجتاً عطارد کان گهڻي وڏي دائري ۾ سج جي چوڌاري گردش ڪندي آهي. ٽين دنيا هيءَ ڌرتي آهي، جنهن تي اسان رهون ٿا ۽ جيڪا سج کان 8 ڪروڙ 80 لک ميل پري آهي ۽ نتيجتاً اها زهره جي دائري کان گهڻي وڏي دائري ۾ سج جي چوڌاري گردش ڪري رهي آهي. چوٿين دنيا مريخ آهي، اهو سج کان 134 مليـن (13 ڪروڙ 40 لک ميل) پري آهي ۽ زمين کان وڏي دائري ۾ گردش ڪري رهيو آهي. پنجون سيارو مشتري آهي، اهو سج کان 557 ملين ميل (55 ڪروڙ 70 لک) پري آهي ۽ نتيجتاً مريخ کان گهڻي وڏي حلقي ۾ سج جي چوڌاري ڦري رهيو آهي. ڇهون سيارو زحل آهي، اهو سج کان 763 ملين ميل (76 ڪروڙ 30 لک) پري آهي ۽ نتيجتاً اهو اهڙي دائري ۾ گردش ڪري رهيو آهي، جيڪو ٻين سمورن سيارن جي دائري کي گهيري ٿو. تنهنڪري اسانجو شمسي نظام خلا ۾ يا مڪان جي هن وسعت ۾، سج جي چوڌاري ڪيترين ئي دنيائن جي چڪرن ڪاٽڻ لاءِ، جيڪا جڳهه والاري ٿو، اها هڪ سڌي ليڪ ۾، ان دائري يا گهيري جو سڄو قطر آهي، جنهن ۾ زحل، سج جي چوڌاري حرڪت ڪري ٿو، جيڪا خود سج کان زحل جي فاصلي کان ٻيڻي هجڻ ڪري، پندرهن سؤ ۽ چوبهه ملين ميل (152 ڪروڙ 60 لک) آهي، ۽ ان جي گولائين پکيڙ تقريباً 5 هزار ملين (500 ڪروڙ) ميل آهي ۽ ان گولي جي گنجائش ٽي هزار پنج سؤ ملين چورس ميل (350 ڪروڙ) ضربيان ٽي هزار پنج سؤ ملين چورس ميل (350 ڪروڙ) ميل آهي.*

---

* جيڪڏهن اهو پڇيو وڃي ته ماڻهو اهي شيون ڪيئن ڄاڻي سگهي ٿو؟ مون وٽ ان سوال جو هڪ بلڪل ئي سادو جواب آهي، اهو هي ته ماڻهو، هڪ گرهڻ جو ڪيئن حساب لڳائجي، ڄاڻي ٿو ۽ اهو پڻ ڄاڻي ٿو ته هڪ منٽ جي وقت جو حساب ڪيئن لڳائجي. جڏهن سيارو زهره سج جي چوگرد چڪر لڳائيندي، اسانجي ڌرتي ۽ سج جي وچ ۾ هڪ سڌي ليڪ ۾ ڪڏهن اچي ويندو ۽ اسانجي اکين جي سامهون گذرندي هڪ وڏي مٽر جي سائز جيترو ڪڏهن لڳندو. هي لقاءُ هڪ صديءَ ۾ اٽڪل ٻه دفعا هڪٻئي کان اٽڪل اٺن سالن جي وٿيءَ سان ٿيندو آهي، ۽ اسانجي زماني ۾ ٻه دفعا ٿي چڪو آهي، جن ٻنهي جي حساب ڪتاب ذريعي اڳواٽ ڄاڻ هئي. ايندڙ هزار سالن ۾ يا ان کان ٻه وڌيڪ وقت ۾ ائين وري ڪڏهن ٿيندو، پڻ ڄاڻي سگهجي ٿو. تنهنڪري، جيئن ته ماڻهو اهي ڳالهيون ڪرڻ جي قابل نه پئي ٿي سگهيو، جيڪڏهن هو هڪ نظامِ شمسي نه ٿي سمجهي سگهيو ۽ اهو انداز نه ٿي سمجهي سگهيو، جنهن ۾ ڪيترن ئي سيارن/ دنيائن جون گردشون ٿي رهيون آهن؛ هڪ گرهڻ جي حساب ڪتاب لڳائڻ يا زهره سياري جي سفر جي پتي لڳائڻ جي حقيقت ان سلسلي ۾ هڪ ثبوت آهي ته ڄاڻ جو وجود آهي ۽ باقي جيستائين چند هزارن يا چند لکن ميلن جو تعلق آهي ته اهي ايڏن وڏن فاصلن ۾ مشڪل سان ڪو خاص فرق پيدا ڪندا آهن.

سو اهو نظام وسيع تہ بهرحال آهي ئي، پر پوءِ بہ دنيائن جي نظامن منجهان رڳو هڪ نظام آهي. هن کان پري، خلا ۾ هڪ وڏي فاصلي تي، حساب ڪتاب ڪرڻ جي سموري سگهہ کان تمام مٿي، ستارا موجود آهن، جن کي "بينل ستارا" سڏيو وڃي ٿو. هنن کي "بينل" ان ڪري ڪونيو وڃي ٿو ڇو تہ انهن کي ڪابہ گردشي حرڪت ڪانهي، جيئن ڇهن دنيائن يا سيارن کي آهي، جن جو مان ذڪر ڪندو پئي رهيو آهيان. اهي بينل ستارا هميشه هڪٻئي کان ساڳئي فاصلي تي ۽ همشه ساڳي جڳهہ تي بينل هجن ٿا. جهڙي نموني سج اسانجي نظام ۾ وچ تي بينل آهي. تنهنڪري امڪان اهو آهي تہ انهن بينل ستارن منجهان هر هڪ سج پڻ آهي، جنهن جي چوڌاري دنيائن يا سيارن جو هڪ بيو نظام، جيتوڻيڪ تمام پري هجڻ ڪري، اهو اسان لاءِ دريافت ڪرڻ ڏکيو آهي، پنهنجا ڦيرا هڻي رهيو آهي، جيئن دنيائن جو اسانجو نظام اسانجي مرڪزي سج جي چوڌاري چڪر ڪاٽي رهيو آهي.

خيالن جي هڦڙي آسان واڌاري سان، مڪان جي گهٽائي اسانکي دنيائن جي نظامن سان پربل نظر ايندي، ۽ جهڙي طرح ڌرتي ۽ پاڻيءَ جي گولي جو ڪوبہ حصو خالي ڇڏيل ناهي، تهڙي طرح مڪان جو ڪوبہ حصو، اثين فضول ڇڏيل ناهي. ڪائنات جي بناوت جو ڪجهہ تصور، هن عام فهم ۽ سولي انداز ۾ سمجهائڻ جي ڪوشش ڪري ڇڏڻ ڪانپوءِ، مان اهو واضح ڪرڻ لاءِ واپس ٿيان ٿو، جنهن ڏانهن مان اڳ اشارو ڪري چڪو آهيان يعني تہ خدا طرفان هڪ وسيع ڪشادگيءَ واري رڳو هڪڙي واحد دنيا تخليق ڪري ڇڏڻ جي پيٽ ۾ دنيائن جي ڪثرت ناهي ڇڏڻ، جيئن اسانجو نظام هڪ مرڪزي سج ۽ ڇهن دنيائن ۽ انهن جي اپگرهن جو ٺهيل آهي، کي ترجيح ڏيڻ جي نتيجي مان انسان کي ڪهڙا عظيم فائدا ڏانهن!

ان تصور کي مون ڪڏهن بہ پنهنجي دماغ مان ٻاهر ناهي ڪڍيو تہ سائنس جي اسانجي سموري ڄاڻ انهن گردشن (جيڪي اسانجي اک کي نظر اچن ٿيون ۽ اتان اسانجي دماغ تائين پهچن ٿيون) مان ورتل آهي، جيڪي اهي مختلف سيارا يا دنيائون، جن جو اسانجو نظام ٺهيل آهي، سج جي چوڌاري پنهنجي دائري ۾ ڪري رهيا آهن. ڪاش جيڪڏهن مادي جو اهو مقدار جيڪو اهي ڇهہ دنيائون پاڻ وٽ رکن ٿيون، هڪ واحد گولڙي ۾ ملايو ويو هجي ها، تہ ان جو اسان لاءِ نتيجو اهو نڪري ها تہ يا تہ ڪنهن بہ گردشي حرڪت جو ڪو وجود نہ هجي ها يا اها ايتري ڪافي نہ هجي ها جو اسانکي سائنس جو تصور ۽ ڄاڻ، جيڪا هاڻي اسانکي آهي، ڏئي سگهي ها ۽ اهو سائنس جي ڪري آهي جو سمورا مشيني فن جيڪي اسانجي دنياوي سرهائيءَ ۽ آسائش جو سبب آهن، انهن مان ورتل آهن.

جيئن تہ خدا ڪابہ شيءِ فضول نہ ناهي آهي، ان ڪري اهو بہ لازمي طور ايمان رکيو وڃڻ گهرجي تہ هن ڪائنات جي بناوت کي انسان جي فائدي لاءِ

تمام لاپائتي انداز ۾ منظم ڪري ڇڏيو آهي ۽ جيئن اسان ڏسون ٿا ۽ تجربي مان محسوس ڪريون ٿا تہ اسان جيڪي فائدا ڪائنات جي بناوت مان، جهڙي نموني اها نهيل آهي، حاصل ڪيا آهن، جن جي مزي وٺڻ جو هوند اسانکي موقعو نہ ملي ها، جيڪڏهن اها بناوت جيستائين ان جو اسانجي نظام سان واسطو آهي، هڪ واحد گولڙو هجي ها، تہ پوءِ اسان گهٽ ۾ گهٽ هڪ سبب، دريافت ڪري سگهون ٿا تہ ڇهن دنيائن جي ڪثرت جو تخليق ڪئي وئي آهي ۽ اهو سبب (خدا لاءِ) انسان جي جان نثار شڪر گذاري ۽ تعريف ڪي وجود ۾ آڻي ٿو. دنيائن جي ڪثرت مان ڦٽندڙ فائدا رڳو اسان لاءِ، هن گولي جي رهواسين لاءِ مخصوص ٿيل ناهن. اسانجو نظام جن دنيائن تي مشتمل آهي، انهن دنيائن مان هر دنيا جا رهواسي، علم جي ساڳين موقعن مان لطف اندوز ٿيل آهن، جيئن اسان آهيون. اهي اسانجي ڌرتيءَ جون گردشي حرڪتون ڏسن ٿا، جيئن اسان سندن سياري جون ڏسون ٿا. سمورا سيارا هڪٻئي جي نظرن جي سامهون گردش ڪن ٿا. تنهنڪري سائنس جو ساڳيو عالمگير اسڪول، سڀني آڏو پاڻکي پيش ڪري ٿو. پر علم رڳو هتي نہ ٿو بيهي رهي. اسانکان اڳيون دنيائن جو نظام، پنهنجين گردشن ۾، پنهنجي رهواسين ڪي، اهي ساڳيا اصول ۽ سائنس جو اسڪول ڏيکاري ٿو، جيئن اسانجو نظام اسانکي ڏيکاري ٿو ۽ ساڳئي انداز ۾ ساڳيو سلسلو، مڪان جي وسعت ۾ جاري و ساري آهي.

نہ رڳو خدا جي قادر مطلق هئڻ جي باري ۾ پر سندس ڏاهپ ۽ رحمدليءَ جي باري ۾ اسانجا خيال وڌا ٿيندا وڃن ٿا، جيئن جيئن اسان ڪائنات جي بناوت ۽ وسعت ڪي وڌيڪ سمجهندا وڃون ٿا. مڪان جي وسيع سمنڊ ۾ هڪ هيڪلي دنيا جي ترندي رهڻ يا بيٺل هجڻ جو هيڪلو تصور، دنيائن جي هڪ جهڳٽي جي سرهي تصور ڪي جڳهہ ڏني ٿو، جيڪي هڪٻئي سان اهڙو تہ خوشيءَ سان ايجاد ڪيل آهن، جو اهي وبندي پنهنجي چرپر وسيلي بہ انسان ڪي هدايتون ڏين ٿيون. اسان پنهنجي ڌرتيءَ ڪي تمام گهٽو پريل ڏسون ٿا پر اسان اهو وساري ٿا ويهون تہ ان جهجهائپ جو گهٽو حصو، ان سائنسي ڄاڻ جي بدولت آهي، جيڪا ڪائنات جي وسيع مشينريءَ ظاهر ڪري ڇڏي آهي.

پر هنن ويچارن جي درميان، اسان عقيدي جي عيسائي نظام بابت ڇا ٿا سوچون، جيڪو پنهنجو پاڻکي رڳو هڪ واحد دنيا جي تصور تي بيهاري ٿو ۽ اها بہ پنجويهہ هزار ميلن جي پڪيڙ کان وڌيڪ نہ، جيئن اڳ ۾ ڏيکاريو ويو آهي. اهڙي پڪيڙ جنهن جي مڪمل چوڏاري هڪ ماٺهو ٽي ميل في ڪلاڪ جي رفتار سان، روزانو 12 ڪلاڪن تائين گهمندي ۽ پاڻکي هڪ دائري جي رخ ۾ رکندي، ٻن سالن کان بہ گهٽ عرصي ۾ چڪر ڪاٽي اچي! افسوس! مڪان جي طاقتور سمنڊ ۽ خدا جي عظيم طاقت آڏو هي ڇا آهي؟ تہ پوءِ ڪٿان اها هيڪلي ۽ عجيب خود پسندي اپري سگهي پئي تہ خدا، جنهن جي مٿان لکين ڪروڙين دنيائن پنهنجي سار سنڀال خاطر، دارومدار رکيو پئي، انهن سمورين جي سار

سنيال چڏي ڪري، رڳو اسانجي دنيا ۾ مرڻ لاءِ اچي، چو تہ هو چون ٿا تہ هڪ مرد ۽ هڪ عورت، هڪ صوف ڪاڌو هو؟ ۽ پٽي پاسي، ڇا اسان اهو فرض ڪري ڇڏيون تہ هن لامحدود تخليق ۾ هر دنيا ڪي پنهنجي هڪ حوا، هڪ صوف، هڪ نانگ ۽ هڪ نجات ڏياريندڙ هيو؟ تہ اهڙي حالت ۾ ان شخص ڪي، جنهن ڪي گستاخانہ انداز ۾ خدا جو پٽ ۽ ڪڏهن تہ خود خدا ڪونيو وڃي ٿو، سواءِ هڪ دنيا ڪان ٻي دنيا ۾، موتن جي نہ- ڪٽندڙ سلسلن ۾، مشڪل سان زندگيءَ جي گهڙي پل جي وٿيءَ جي، سفر ڪندي رهڻ جي ٻيو ڪو ڪم ڪرڻ لاءِ نہ هوندو.
اهو رڳو ان شهادت ڪي رد ڪرڻ جي ڪري آهي، جيڪا تخليق ۾ خدا جو ڪلام يا ڪارناما، اسانجي حواسن ڪي پيش ڪن ٿا ۽ ان شهادت مٿان اسانجي عقل جي عمل ڪري آهي، جو عقيدي جا ۽ مذهب جا ڪيترائي وحشي ۽ عجيب نظام گهڙيا ۽ ناهيا ويا آهن. مذهب جا اهڙا ڪيترائي نظام ٿي سگهن ٿا، جيڪي اخلاقي طور خراب هوندي بہ، ڪافي اعتبارن ڪان اخلاقي طور سنا هجن ٿا پر رڳو هڪڙو ئي مذهب سچو ٿي سگهي ٿو ۽ اهو لازمي طور هميشہ ڪان وجود رکندڙ خدا جي ڪلام سان، جنهن ڪي اسان سندس ڪارنامن ۾ ڏسون ٿا، هر شيءِ ۾ نهڪندڙ هجڻ گهرجي ۽ ائين اهو هميشہ رهندو. پر عقيدي جي عيسائي نظام جي اهڙي تہ عجيب جوڙجڪ آهي جو آسمان انسان آڏو جيڪا بہ شاهدي پيش ڪري ٿو، اها يا تہ ان نظام ڪي سڌو سنئون رد ڪري ٿي يا ان ڪي بيهودو بڻائي ڇڏي ٿي.
اهو مجڻ ممڪن آهي ۽ مون هميشہ پنهنجو پاڻ ڪي اهو مڃڻ لاءِ اُتساهڻ ۾ خوشي پئي محسوس ڪئي آهي تہ دنيا ۾ اهڙا بہ ماڻهو رهيا آهن، جيڪي پاڻ ڪي ان ڳالهہ تي آماده ڪن ٿا تہ جنهن شيءِ ڪي "پاڪ ڌوڪو" (Pious Fraud) سڏيو وڃي ٿو، گهٽ ۾ گهٽ ڪن خاص حالتن تحت، ڪنهن ڀلائيءَ ڪي پيدا ڪري سگهي ٿو پر ڌوڪو هڪ دفعو جڏهن قبي وڃي ٿو، پوءِ ان جي وضاحت نہ ٿي ڏئي سگهجي، چو تہ پوءِ اهو مقدس ڌوڪو هجي يا هڪ خراب ڪم، اهو پاڻ ڪي جاري رکڻ جي آفت زده ضرورت ڪي جنم ڏئي ٿو.
جن ماڻهن عقيدي جي عيسائي نظام جي پهرين تبليغ ڪئي ۽ ڪنهن حد تائين انڪي، يسوع مسيح طرفان تبليغ ڪيل نيڪيءَ سان گڏايو، ٿي سگهي ٿو پنهنجو پاڻ ڪي ان ڳالهہ تي آماده ڪيو هجي تہ اهو نظام هيٺئن ديومالا ڪان، جيڪا انهن ڏينهن ۾ ڇانيل هئي، بهتر هو. اهو ڌوڪو پهرين تبليغين ڪان ٻين تبليغين تائين پهتو، ٻين ڪان ٽين تائين، ۽ ائين اهو هلندو رهيو، جيستائين ان جي "مقدس ڌوڪي" هجڻ واري ڳالهہ، ان جي "سچي" هجڻ واري اعتقاد ۾ گم نہ ٿي وئي ۽ ان اعتقاد جي اجا وڌيڪ همت افزائي، انهن ماڻهن جي مفاد ذريعي ٿي، جيڪي ان جي تبليغ ڪرڻ مان پنهنجو پيٽ گذر ڪرڻ لڳا. پر جيتوڻيڪ اهڙي اعتقاد ڪي اهڙن ذريعن سان، دنيوي ماڻهن ۾ لڳ ڀڳ "عام" بڻائي سگهجي پيو، پر چرچ طرفان سائنس خلاف ۽ سائنس جي استادن خلاف

ڪئين سو سالن تائين لڳاتار انتقامي ڪارروائي جي وضاحت ڏيڻ تقريباً ناممڪن آهي. جيڪڏهن چرچ وٽ اهڙو ڪو رڪارڊ يا ڪا روايت موجود نه هجي ته حقيقت ۾ اهو هڪ مقدس ڏوڪي ڪانسواءِ ٻيو ڪجهه به نه هو يا ان اهو اڳواٽ ڏسي نه ڇڏيو هو ته ان نظام کي ان ثبوت جي مقابلي ۾ بچائي نه ٿو سگهجي، جيڪو ڪائنات جي بناوت پيش ڪيو ٿي. ڪائنات ۾ موجود "خدا جي حقيقي ڪلام" ۽ ان جي وچ ۾ جنهن کي "خدا جو ڪلام" ڪوٺيو وڃي ٿو، جيڪو اسانکي هڪ ڇپيل ڪتاب جي صورت ۾ ڏيکاريو وڃي ٿو، جنهن کي ڪوبه انسان ناهي سگهي ٿو، موجود ڪڏهن به نه ٿي سگهندڙ تضادن کي ڏيکاري ڇڏڻ ڪانپوءِ، هاڻي مان انهن ٽن "مکيه ذريعن" جي باري ۾ ڳالهائڻ لاءِ اڳتي وڌان ٿو، جن کي انسانذات مٿان ٿاڦڻ لاءِ سمورن دورن ۾ ۽ شايد سمورن ملڪن ۾ ڪتب آندو پئي ويو آهي. اهي ٽي ذريعا آهن: غيب يا اسرار (Mystery)، معجزو (Miracle) ۽ نبوت (اڳڪٿي) (Prophecy).

پهريان ٻه، سچي مذهب سان گڏ هلڻ لائق ناهن ۽ ٽئين ۾ هميشه شڪ ڪيو وڃڻ گهرجي. جيستائين غيب جو تعلق آهي، هر شيءِ جيڪا اسان ڏسون ٿا، هڪ لحاظ کان اسانجي لاءِ غيب آهي. اسانجو پنهنجو وجود هڪ غيب آهي، سموري نباتياتي دنيا هڪ غيب آهي، اسان ان جي وضاحت نه ٿا پيش ڪري سگهون ته اهو ڪيئن ٿئي ٿو جو جڏهن شاهه بلوط جي ٻج کي زمين ۾ وڌو وڃي ٿو ته اهو پاڻکي وڌائي شاهه بلوط جو هڪ وڻ ٿي وڃي ٿو. اسان اهو نه ٿا ڄاڻون ته جيڪو ٻج اسان پوکيون ٿا، اهو پنهنجو پاڻکي ڪيئن ٿو کولي ۽ وڌائي ۽ تمام ٿورڙي لاڳت جي موٽ ۾ اسانکي تمام گهڻو فائدو ڏئي ٿو.

عمل ڪندڙ سبب کان بلڪل مختلف هوندي، حقيقت بهرحال غيب نه هوندي آهي، ڇو ته اسان ان کي ڏسون ٿا ۽ اهو پڻ ڄاڻون ٿا ته ڪهڙا ذريعا اسان استعمال ڪرڻ وارا آهيون، جيڪو ٻيو ڪجهه نه هوندو آهي پر ٻج کي زمين ۾ اندر رکڻو هوندو آهي. تنهنڪري اسان اوترو گهڻو ڄاڻون ٿا جيترو اسان لاءِ ڄاڻڻ ضروري آهي ۽ عمل جو اهو حصو، جيڪو اسان نه ٿا ڄاڻون ۽ جيڪو جيڪڏهن اسان نه ڪري سگهون ته ان کي خدا پنهنجي مٿان ڪٽي ڇڏي ٿو ۽ اسانجي لاءِ اهو ڪري ڇڏي ٿو. تنهنڪري اسان ائين بهتر آهيون: بنسبت ان جي، جيڪڏهن اسان کي راز ٻڌايو ويو هجي ها ۽ ان کي خود پنهنجي لاءِ ڪري ڇڏڻ ۾ آزاد ڇڏيا ويا هجون ها! پر جيتوڻيڪ ان اعتبار کان هر تخليق ڪيل شيءِ هڪ غيب آهي، لفظ غيب کي "نيڪ سچ" مٿان لاڳو نه ٿو ڪري سگهجي، جهڙي نموني اونده کي روشنيءَ مٿان لاڳو نه ٿو ڪري سگهجي. جنهن خدا ۾ اسان ايمان رکون ٿا، اهو نيڪ سچ جو خدا آهي، نه ڪ غيب يا اونده جو خدا آهي. غيب، سچ جو دشمن آهي: اها انساني ايجاد جي ڌنڌ آهي، جيڪا سچ کي لڪائي ڇڏي ٿي ۽ انکي بگاڙي پيش ڪري ٿي. سچ ڪڏهن به پاڻکي غيب ۾ نه ٿو ڍڪي ۽ جنهن غيب ۾ اهو ڪنهن وقت ٿي ڍڪيل رهي ٿو ته اهو به ان جي مخالف جو

ڪم ٿئي ٿو، ان جو پنهنجو ڪڏهن به نه!

تنهنڪري مذهب جو، جيڪو هڪ خدا جو عقيدو آهي ۽ نيڪ سچ جي مشق آهي، غيب سان لاڳاپو نه ٿو ٿي سگهي. هڪ خدا جو عقيدو، جيستائين ان ۾ غيب جهڙي ڪابه شيءِ ناهي، تمام عقيدن کان وڌ ۾ وڌ سولو آهي، ڇاڪاڻ ته اهو، جيئن اڳ ۾ ڏنو ويو آهي، اسان جي آڏو ضرورت مان ڦٽي ٿو. ۽ نيڪ سچ جي مشق يا ٻين لفظن ۾ خدا جي نيڪ پيلاتيءَ جو عملي نقل، ٻيو ڪجهه ناهي سواءِ هڪجهڙي سان ائين ورتاءُ ڪندي رهڻ جي، جيئن خدا سيني سان شفقت سان پيش اچي ٿو. اسان خدا جي خدمت ان انداز ۾ نه ٿا ڪري سگهون، جنهن ۾ اسان انهن ماڻهن جي خدمت ڪريون ٿا، جيڪي ان خدمت کانسواءِ ٻيو ڪجهه نه ٿا ڪري سگهن ۽ تنهنڪري خدا جي خدمت ڪرڻ جو واحد خيال جيڪو اسان هٿ ڪري سگهون ٿا، اهو آهي سندس پيدا ڪيل زنده مخلوق جي خوشحاليءَ ۾ مدد ڪرڻ جو خيال. اهو اسان پاڻکي دنيا جي سماج کان ڪاٽي ڇڏڻ ۽ خود غرض عبادت ۾ هڪ سنياسيءَ واري زندگي گذاري ڇڏڻ ذريعي نه ٿا ڪري سگهون.

مذهب جي اصليت ۽ خاڪو، جيڪڏهن مان ائين ظاهر ڪري سگهان، ويندي ڏيکاءَ لاءِ به، اهو ثابت ڪن ٿا ته انکي لازمي طور غيب جي هر شيءِ کان آزاد هجڻ گهرجي ۽ ڪنهن به اهڙي شيءِ سان اٽڪيل نه هجڻ گهرجي جيڪا پراسرار هجي. مذهب، هڪ فرض سمجهندي، هر زنده ماڻهوءَ مٿان هڪجيترو لازم ٿئي ٿو ۽ تنهنڪري انکي لازمي طور سيني ماڻهن جي سمجهه ۽ عقل جي سطح مطابق هجڻ گهرجي. مذهب، ماڻهو ائين نه ٿو سگهي، جيئن هو ڪنهن ڏنڏي جا راز ۽ اسرار سکي ٿو. هو مذهب جو نظريو، سوچ ويچار سان سکي ٿو. اهو هن جي پنهنجي ذهن جي انهن شين مٿان عمل ڪرڻ مان ڦٽي ٿو، جن ڪي هو ڏسي ٿو يا ان مٿان عمل ڪرڻ مان ڦٽي ٿو، جنهن جو هن کي ٻڌڻ يا پڙهڻ جو موقعو ملي ٿو ۽ پوءِ ان سڀ تي عمل پنهنجي ليکي انهن سان اچي گڏجي ٿو. ماڻهن جڏهن، پاليسيءَ مان يا مقدس ڏوکي مان، مذهب جا نظام ناهيا، جيڪي تخليق ۾ خدا جي ڪلام يا ڪارنامن سان نه ٺهڪندڙ هئا ۽ نه رڳو انساني سمجهه کان مٿاهان پر ان جا مخالف هئا ته اهڙي صورتحال ۾ هو هڪ اهڙي لفظ کي ايجاد ڪرڻ يا اختيار ڪرڻ جي ضرورت ۾ هئا، جيڪو سمورن سوالن، پڇاڻن ۽ شڪن شبهن لاءِ هڪ رنڊڪ طور ڪتب اچي سگهي. لفظ "غيب" سندن اهو مقصد پورو ڪري ڇڏيو ۽ بس پوءِ ائين ٿي چڪو آهي جو مذهب جيڪو اصل ۾ پنهنجو پاڻ ۾ غيب کانسواءِ آهي، غيبن جي هڪ ڪوهيڙي ۾ بگاڙيو ويو آهي.

جيئن غيب سمورن عام مقصدن جو جواب ٿي ڏنو، معجزو ان جي پنيان هڪ اتفاقي معاون طور آيو. غيب، ذهن جون متيون منجهائي ڇڏڻ جو ڪم ڪيو، ۽ معجزي، حواسن کي پريشان ڪري ڇڏڻ جو ڪم ڪيو. غيب هڪ عجيب زبان

هني ته معجزو وري هٿ جو ڪرتب! پر هن موضوع تي ڪجهه اڳتي وڌڻ کان اڳ، اهو معلوم ڪرڻ مناسب ٿيندو ته معجزي کي ڇا سمجهڻ گهرجي. جيئن هر شيءِ هڪ لحاظ کان هڪ غيب، جنهن کي سمجهي نٿا سگهون، ٿي، تهڙي نموني اهو پڻ چئي سگهجي ٿو ته هر شيءِ هڪ معجزو آهي ۽ اهو ته ڪابه هڪ شيءِ، ٻي شيءِ کان وڌيڪ معجزاتي ناهي. هاٿي، جيتوڻيڪ تمام وڏو آهي، هڪ پتنگڙي جيترو کان وڌيڪ معجزو ناهي؛ نه ئي وري هڪ پتنگڙي انهن کان هڪ پهاڙ وڌيڪ معجزو آهي. هڪ خدائي طاقت لاءِ هڪ شيءِ کي ناهڻ، ٻي شيءِ کان وڌيڪ ڏکيو ناهي ۽ ساڳئي نموني ڪروڙين دنيائون ناهڻ، هڪ دنيا ناهڻ کان وڌيڪ ڏکيو ناهي. تنهنڪري هر شيءِ هڪ لحاظ کان هڪ معجزو آهي، جڏهن ته ٻئي لحاظ کان معجزي نالي ڪنهن به شيءِ جو ڪو وجود ناهي. انڪري جڏهن اسانجي طاقت ۽ سمجهه سان ڀيٽجي ته اهو هڪ معجزو آهي. انڪري جيڪڏهن ان طاقت سان ڀيٽجي، جنهن انکي ڪري ڏيکاريو آهي ته اهو هڪ معجزو ناهي. پر جيئن ته هن وضاحت ۾ اهڙي ڪابه شيءِ ناهي، جيڪا اهو خيال پيش ڪري جيڪو لفظ معجزي سان ڳنڍيل آهي، ان ڪري ضروري آهي ته تفتيش کي اڃا اڳتي وڌائي هلجي.

انسانذات پنهنجي لاءِ ڪجهه قانون دريافت ڪري ڇڏيا آهن، جن لاءِ سمجهيو وڃي ٿو ته فطرت انهن ذريعي عمل ڪري ٿي ۽ اهو ته هڪ معجزو، انهن قانونن جي عمليت ۽ اثر جي بلڪل ابتڙ ڪا شيءِ ٿيندو آهي. پر جيستائين اسان انهن قانونن ۽ جن کي عام طور فطرت جون طاقتون سڏيو وڃي ٿو، جي سموري حد نه ٿا ڄاڻي وٺون، تيستائين اسان ان قابل نه آهيون جو ان ڳالهه جو فيصلو ڪري سگهون ته آيا جيڪا شيءِ اسانکي عجيب يا معجزاتي لڳي ٿي، اها فطرت جي عمل ڪرڻ جي قدرتي طاقت جي حدن اندر، ان کان مٿاهين يا ماڳهين ان جي مخالف آهي.

هڪ ماڻهوءَ جي ڪيترا ميل مٿي هوا ۾ اڏامي وڃڻ جي عمل ۾ هر اها شيءِ موجود آهي، جيڪا انکي هڪ معجزو بڻائي ٿي. جيڪڏهن اسانکي اها ڳالهه معلوم ٿيل نه هجي ها ته هوا جو هڪ اهڙو قسم پيدا ڪري سگهجي ٿو، جيڪو عام هوا کان ڪئين دفعا هلڪو ٿئي ٿو ۽ پوءِ به اهو پنهنجي اندر اُيتري لچڪ رکي ٿو جو اهو ان ڦوڪڻي کي، جنهن جي اندر اها هلڪي هوا ڀريل هوندي آهي، ٻاهرين هوا جي دٻاءَ کان سُسي وڃڻ کي روڪي سگهي. ساڳئي نموني، انساني جسم مان باهه جا اُلا يا چڻنگون ڪڍڻ، جيڪي اٿين نظر اچن، جيئن لوهه کي چقمقي پٿر سان ڪُٽڻ سان چڻنگون نڪرنديون آهن ۽ لوهه يا رُڪ کي ڪنهن به نظر ايندڙ وسيلي کانسواءِ حرڪت ۾ آڻڻ پڻ هڪ معجزي جو خيال پيش ڪري ٿو، جيڪڏهن اسان بجليءَ ۽ مقناطيسيت کان اڻڄاڻ واقف نه هجون ها؛ ساڳئي نموني فطري فلسفي ۾ ٻيا ڪئين تجربا انهن ماڻهن کي معجزا لڳندا، جيڪي ان موضوع کان واقف نه آهن. جيڪي ماڻهو بظاهر مري چڪا هوندا آهن، انهن کي وري زنده ڪرڻ، جيئن ٻڏل ماڻهن مٿان ان کي آزمايو ويندو آهي، پڻ

هڪ معجزو لڳندو، جيڪڏهن اهو معلوم تيل نہ هجي ها تہ زندگي، ختم ٿي وڃڻ کان علاوه، عارضي طور تي معطل ٿي سگهڻ جي قابل بہ آهي.

انهن ڳالهين کان علاوه، هٿ جي صفائيءَ جا ڪرتب بہ آهن ۽ انهن ماڻهن طرفان کيل ڏيکاءَ بہ آهن، جيڪي گڏجي اداڪاري ڪندا آهن، جن کي هڪ معجزاتي صورت هوندي آهي، انهن ڏيکائن کي جڏهن ڄاتو ويندو آهي، تڏهن اهي ڪجھ بہ نہ لڳندا آهن ۽ انهن ڪانسواءِ ڪئين مشيني ۽ نظري ڏوڪا بہ ٿين ٿا. اڄڪلھ پئرس ۾ جنن ۽ ڀوتن جي هڪ نمائش هلي رهي آهي، جنهن کي جيتوڻيڪ ڏسندڙن مٿان هڪ حقيقت طور تاڻيو نہ ٿو وڃي پر ان کي هڪ حيرت انگيز ڏيک ضرور آهي. تنهنڪري، جيئن تہ اسانکي اها حد معلوم ناهي، جنهن تائين فطرت يا فن وڃي سگهن ٿا، ان ڪري اهڙي ڪابہ مثبت ڪسوٽي موجود ناهي، جيڪا اهو معلوم ڪري تہ معجزو ڇا آهي: ۽ انسانذات اهڙن ڏيکن کي معجزو سمجهڻ جو داد ڏيندي، پنهنجي مٿان اهڙين شين جي ٺاڦجندي رهڻ جو مسلسل شڪار ٿيندي رهي ٿي.

پوءِ ڇاڪاڻ تہ ڏيک ڏوڪو ڏيڻ جي ايترو تہ قابل آهن ۽ شيون جيڪي حقيقي نہ هونديون آهن، حقيقي شين سان تمام گهڻي مشابهت رکنديون آهن، تہ اهڙي صورتحال ۾ ائين فرض ڪري وٺڻ کان وڌيڪ تضاد واري بي ڪا شيءِ نہ ٿيندي تہ خدا اهڙن وسيلن کي ڪتب آڻيندو، جن کي معجزا سڏيو وڃي ٿو، جيڪي ان شخص کي، جنهن اهي معجزا ڪري ڏيکاريا هوندا آهن، هڪ نوڳي هجڻ لاءِ مشڪوڪ بڻائي ڇڏيندا ۽ اهو شخص جيڪو انهن معجزن کي بڌائي ٿو، ان تي ڪوڙ ڳالهائڻ جو شڪ ٿئي ٿو ۽ انهن معجزن ذريعي جنهن نظرئي کي هٿي ڏيڻ جو ارادو ڪيو وڃي ٿو، ان تي هڪ جڙتو ايجاد هئڻ جو شڪ ٿئي ٿو.

ڪنهن بہ نظام يا راءِ، جنهن کي مذهب جو نالو ڏنو ويو آهي، مٿان ايمان حاصل ڪرڻ لاءِ، شاهدين جي انهن سمورن قسمن مان، جيڪي هيل تائين ايجاد ڪيون ويون آهن، معجزي واري شاهدي، جيتوڻيڪ ان جو اطلاق ڪيڏو بہ ڪامياب ڇو نہ رهيو هجي، سڀ کان وڌيڪ متضاد آهي. ڇاڪاڻ جو پهرين ڳالھ اها تہ جڏهن بہ ڪنهن عقيدي کي ثابت ڪرڻ جي مقصد خاطر، هڪ ڏيکاءَ وارو رستو اختيار ڪرڻو پوي ٿو (ڇو تہ معجزو، لفظ جي ڪهڙي بہ معنيٰ ۾، هڪ طرح جو ڏيکاءُ/ نمائش آهي) اهو ان نظرئي ۾، جنهن جي تبليغ ڪئي وڃي ٿي، لنگڙائپ يا ڪمزوريءَ کي ظاهر ڪري ٿو. ۽ ٻي ڳالھ اها تہ خدا کي هڪ مداريءَ جي ڪردار ۾ ڏيکاري جيڪو اٽڪلون ڪري ماڻهن کي خوش ڪري ٿو ۽ ڪين حيرت ۽ عجب ۾ وجهي ڇڏي ٿو. هن جي شان ۾ گهٽتائي ڪئي وڃي ٿي. اهو انتهائي غير واضح قسم جو ثبوت پڻ آهي، جيڪو گهڙي سگهجي ٿو، ڇو نہ اعتقاد ان تي ٻاڙڻ ۾ ناهي جنهن شيءِ کي معجزو ڪوٺجي ٿو، پر معجزي ڏسيندڙ جي اعتبار تي ٻاڙڻ ۾ آهي، جيڪو چئي ٿو تہ هن اهو معجزو ڏٺو ۽ تنهنڪري اصل شيءِ، جيڪڏهن اها سچي بہ هجي، ڪي مڃڻ جو، ان جي هڪ ڪوڙ هجڻ

جي پيٽ ۾، وڌيڪ بهتر موقعو نہ ملندو.

فرض ڪريو تہ مان هيئنُ چوڻ وارو آهيان تہ جڏهن مان هي ڪتاب لکڻ لاءِ وينم تہ هڪ هٿ هوا ۾ نظر آيو، ان قلم کنيو ۽ هر لفظ لکي ڇڏيو، جيڪو هتي لکيل آهي. ڇا ڪوئي بہ ماڻهو منهنجي ان ڳالهہ تي اعتبار ڪندو؟ يقيناً ڪوئي بہ نہ! ڇا هو مون تي ذرو وڌيڪ اعتبار ڪندا، جيڪڏهن اها ڳالهہ هڪ حقيقت هجي ها؟ يقيناً نہ! ان ڪري پوءِ هڪ حقيقي معجزو، جيڪڏهن اهو ٿيڻ وارو هجي بہ تہ، ساڳئي نتيجي جو شڪار ٿيندو، جيئن هڪ ڪوڙو معجزو؛ اهڙي طرح تضاد اڃا وڌيڪ گهرو ٿي وڃي ٿو. خدا کي اهو فرض ڪندي تہ هو اهڙن وسيلن جو استعمال ڪندو، جيڪي ان مقصد جو جواب نہ ڏيندا، جنهن لاءِ انهن جو ارادو ڪيو ويو هو، پوءِ ڇاهي اهي حقيقي ڇو نہ هجن. جيڪڏهن اسان هڪ معجزي کي ڪا اهڙي شيءِ سمجهڻ وارا آهيون، جيڪا جنهن کي فطرت سڏيو وڃي ٿو، ان جي رستي کان مڪمل طور تي ٻاهر هجي ۽ انکي حاصل ڪرڻ لاءِ فطرت کي پنهنجي رستي کان لازمي طور ٻاهر وڃڻو پوي ۽ اسان اهڙي معجزي جو احوال هڪ ماڻهوءَ طرفان ڏنل ڏسون ٿا، جيڪو چوي ٿو تہ هن اهو ڏٺو، تڏهن اهو سيڪجهہ انسانجي دماغ ۾ تمام سولي نموني طئي ٿيل هڪ سوال کڙو ڪري ٿو ۽ اهو هي آهي: ڇا اهو وڌيڪ ممڪن آهي تہ فطرت پنهنجي رستي مان ٻاهر نڪري ويندي يا اهو تہ هڪ ماڻهو ڪوڙ ڳالهائيندو؟! اسان پنهنجي زماني ۾ اهو ڪڏهن بہ نہ ڏٺو آهي تہ فطرت پنهنجي رستي کان ٻاهر نڪري وڃي پر اسانکي اهو مڃڻ لاءِ سٺو سبب آهي تہ ساڳئي وقت ۾ لکين ڪوڙ ٻڌايا ويندا آهن. تنهنڪري اهو گهٽ ۾ گهٽ هڪ جي مقابلي ۾ لکين دفعا آهي تہ معجزو ٻڌائيندڙ هڪ ڪوڙ ٻڌائي ٿو.

وهيل (هڪ مڇي) جو يونس (Jonah) کي ڳهي وڃڻ جو قصو، جيتوڻيڪ هڪ وهيل ايڏي وڏي آهي جو ائين ڪري سگهي ٿي، گهٽي پاڳي عجيب لڳي ٿو پر اها هڪ معجزي جي خيال کي ويجهو پهچي وڃي ها، جيڪڏهن يونس، وهيل کي ڳهي وڃي ها! ان ۾ هي معاملو پنهنجو پاڻکي، ان نموني طئي ڪندو جيئن اڳ ۾ بيان ڪيو ويو آهي، جيڪو معجزن جي سمورن مثالن مٿان لاڳو ٿي سگهي ٿو، يعني تہ ڇا اهو وڌيڪ ممڪن آهي تہ هڪ ماڻهوءَ وهيل کي ڳهي ڇڏيو هجي يا هن ڪوڙ ڳالهايو هجي؟ پر فرض ڪجي تہ يونس واقعي ۾ وهيل کي ڳهي ڇڏيو هجي ها ۽ پنهنجي پيٽ ۾ اندر ان وهيل سان ننوهہ هليو ويو هجي ها ۽ ماڻهن کي ان تي اعتبار ڪرائڻ خاطر تہ اها ڳالهہ سچي آهي، هنن جي نظرن جي سامهون، پنهنجي پيٽ مان وهيل جي مڪمل ڊيگهہ ۽ جسامت جيڏي شيءِ ٻاهر ڪڍي ڏيکاري ها تہ پوءِ ڇا هو هن کي هڪ پيغمبر بدران هڪ شيطان طور نہ مڃن ها!؟ يا جيڪڏهن وهيل يونس کي ننوهہ ڪٽي وٺي هجي ها ۽ هن کي ساڳئي عوامي انداز ۾ پيٽ مان ٻاهر ڪڍي ڏيکاري ها تہ ڇا ماڻهو وهيل کي شيطان ۽ يونس کي هن جو هڪ ٻچڙو نہ سمجهن ها؟!

انهن سمورين شين مان، جن کي معجزا سڏيو وڃي ٿو، سڀ کان وڏيڪ غير معمولي واقعو اهو آهي، جنهن جو انجيل ۾ ذڪر ڪيو ويو آهي. شيطان جو يسوع مسيح کي اڏائي وڃڻ، هن کي هڪ اوچي ٻهاڙيءَ جي چوٽيءَ تي ڪٽي وڃڻ، مندر جي اوچي ۾ اوچي مناري جي چوٽيءَ تي ڪـٽي وڃڻ ۽ هن کي دنيـا جون سموريون بادشاهتون ڏيکارڻ ۽ آڇڻ جو وعدو ڪرڻ؛ پوءِ اهو ڪيئن ٿيو جو هو آمريڪا نہ ڳولي سگهيو؟ يا ڇا هن جي دونهين جي ڪارنهن جهڙي اوچائيءَ کي رڳو بادشاهتن سان ئي دلچسپي آهي؟ مونکي يسوع مسيح جي نيڪ ڪردار لاءِ اينتري گهٽي عزت آهي، جو مان اهو مڃڻ لاءِ تيار نہ آهيان تہ ان معجزي جي ڪٿا هن پاڻ ٻڌائي هئي، نہ ئي ان ڳالهہ جو جواب ڏيڻ آسان آهي تہ ڪهڙي مقصد سان ان کي هٿ سان گهڙيو ويو آهي. جيـڪڏهن ان کي مـعجزن جي پارڪن مٿان ائين مسلط نہ ڪرڻو هجي ها، جيئن ڪڏهن ڪڏهن راتي اين جي سڪن جي پارڪن، تبرڪن ۽ قديم نوادرات جي گڏ ڪندڙن مٿان آزمايو ويندو آهي يا معجزن جي اعتقاد کي، معجزن کي شهہ ڏئي وڃڻ ذريعي، مضحڪ خيز نہ بڻائڻو هجي ها، جيئن ڊان ڪنڪزٽ، بهادريءَ کي شهہ ڏئي ويو. يا معجزن جي اعتقاد کي تڪليف رسائڻي نہ هجي ها، ان کي ان سوال سان مشڪوڪ بڻائيندي تہ ڪهڙي طاقت وسيلي، آيا خدا جي يا شيطان جي، اها شيءِ جنهن کي معجزو سڏجي ٿو، عمل ۾ آندي وئي؟ بهرحال هن معجزي کي مڃڻ لاءِ شيطان ۾ هڪ تمام وڏي ايمان رکڻ جي ضرورت آهي. هر نقطہ نظر ۾، جنهن ۾ انهن شين کي رکي سگهجي ٿو ۽ ويچاري سگهجي ٿو، جن کي معجزا ڪونيو وڃي ٿو، انهن جي حقيقت غير امڪاني ۽ انهن جو وجود غير ضروري آهي. اهي، جيئن اڳ ڏنو ويو آهي، ڪنهن بہ ڪارائتي مقصد جو جواب نہ ڏئي سگهندا. پوءِ ڇاهي جيڪڏهن اهي سچا بہ هجن، ڇو تہ اصول جي پيٽ ۾، جيڪو ڏسڻ ۾ ڪنهن بہ معجزي ڪانسواءِ نيڪ هوندو آهي، هڪ معجزي تي ايمان رکڻ وڏيڪ ڏکيو هوندو آهي. نيڪ اصول پنهنجي لاءِ عالمگير انداز ۾ ڳالهائيندو آهي؛ معجزو فقط هڪ گهڙيءَ جي شيءِ ٿيندو آهي ۽ رڳو چند ماڻهن طرفان ڏنو ويل هوندو آهي، ان کانپوءِ اهو هڪ معجزي کي انسان جي احوال کي مڃڻ لاءِ خدا کان انسان ڏانهن ايمان جي منتقلي گهرندو آهي. تنهنڪري مذهب جي ڪنهن بہ نظام جي شاهديءَ طور معجزن جي بيانن کي قبول ڪرڻ بدران، انهن کي ان مذهبي نظام جي ڄُڙنو هجڻ جون علامتون ڪري ليکڻ گهرجي. سچ جي مڪمل ۽ سڌي سنئين ڪردار لاءِ اهو ضروري آهي تہ اهو بيساکيءَ کي رد ڪري ۽ افساني جي ڪردار سان اها ڳالهہ نهڪندڙ ٿئي ٿي تہ اهو، اها مدد حاصل ڪري، جيڪا سچ رد ڪندو آهي. غيب ۽ معجزي لاءِ اينترو ڪجهہ ڪافي آهي.

جيئن غيب ۽ معجزي، ماضي ۽ حال جي چارج سنڀالي، اڳڪٿيءَ وري مستقبل جي چارج سنڀالي ۽ عقيدي جي سختين کي سنئون ڪيو. اهو ڄاڻڻ ڪافي نہ هو تہ ڇا ٿي چڪو هو پر اهو تہ ڇا ڪيو ويندو. فرض ڪيل نبي، ايندڙ

وقتن جو فرض ڪيل مؤرخ هو ۽ هن جيڪڏهن هزار سالن جي هڪ ڊگهي ڪمان سان، هزار ميلن جي اندر ڪنهن نشاني کي چٽيو، نہ هن ڪانپوءِ جي پيڙهيءَ جي چالاڪيءَ ان کي تمام ويجهڙي ڪان نشانو چٽڻ قرار ڏئي ڇڏيندي ۽ جيڪڏهن هو سنئون سڌو غلط ٿئي ها تہ پوءِ رڳو اهو فرض ڪرڻو هو تہ خدا پاڻ پڇتايو ۽ پنهنجو ارادو تبديل ڪري ڇڏيو، جيئن يونس ۽ ننوهہ جي معاملي ۾ ٿيو. هي جڙتو نظامَ، انسان کي ڪهڙو نہ احمق بڻائي ڇڏن ٿا ؟!

هن ڪتاب جي هڪ شروعاتي حصي ۾ اهو ڏيکاريو ويو آهي تہ لفظن نبي ۽ نبوت جون اصلي معنائون تبديل ڪيون ويون آهن ۽ اهو تہ هڪ نبيءَ جي معنيٰ ۾ جيڪو لفظ اڄڪلهہ استعمال ڪيو پيو وڃي، اهو جديد ايجاد جي هڪ مخلوق آهي ۽ اهو لفظن جي معنيٰ ۾ هن تبديليءَ جي ڪري آهي جو يهودي شاعرن جي خيالي اڏامن، تشبيهن، محاورن ۽ اظهارن، جيڪي هاڻي مبهم بڻايا ويا آهن، اسانجي انهن مقامي حالتن سان واقفيت نہ هجڻ ڪري، جن تي اهي ان وقت ۾ لاڳو ٿين پيا، جڏهن انهن کي استعمال ڪيو ويو هو، کي نبوت سمجهي، اٿاري بيهاريو ويو آهي ۽ سيڪريٽرين، تفسير نگارن ۽ تبصري نگارن جي ارادي ۽ عجيب و غريب خوشفهمين تي بڌل وضاحتن مطابق ٽوڙيو مروڙيو ويو آهي. هر اها شيءِ جيڪا ناقابل فهم هئي، پيغمبراڻي هئي ۽ هر غير اهم شيءِ پڻ! هڪ ڏُکو بہ اڳڪٿي ڪرڻ لاءِ ۽ ان جي هڪ قسم لاءِ ٿانون صاف ڪرڻ جي پوچيءَ طور ڪتب اچي سگهي پيو.

جيڪڏهن هڪ نبيءَ کي اسان هڪ اهڙو ماڻهو فرض ڪريون ٿا، جنهن کي خدا ڪو اهڙو واقعو ٻڌايو آهي، جيڪو مستقبل ۾ ٿيڻ وارو هوندو آهي، تہ اهڙي صورتحال ۾ يا تہ اهڙا ماڻهو موجود هئا يا موجود نہ هئا. جيڪڏهن اهي هئا تہ اهو اعتماد سان مڃي سگهجي ٿو تہ اهڙي طرح ڏسيل واقعو، اهڙي ٻوليءَ ۾ ٻڌايو ويو هوندو، جو انڪي سمجهي سگهجي ۽ انڪي ڊلي ۽ غير واضح انداز ۾ نہ ڏسيو ويو هوندو، جو جن بہ انڪي ٻڌو هو، انهن جي سمجهہ کان ٻاهر هو ۽ اهو ايترو مبهم هو جو لڳ ڀڳ ڪهڙي بہ حالت سان نهڪي اچي، جيڪا بعد ۾ نمودار ٿي سگهي پئي. خدا کي اهو فرض ڪندي تہ هو انسانذات سان ههڙي مسخريءَ واري انداز ۾ ورتاءُ ڪندو، هن کي تمام گهٽي بي ادبيءَ سان سمجهڻ آهي، پر پوءِ بہ ڪتاب بائيبل ۾ موجود اهي سڀ شيون، جن کي اڳڪٿيون سڏيو وڃي ٿو، ان وضاحت جي سري هيٺ اچن ٿيون.

پر اهو جيئن معجزي سان آهي، تيئن اڳڪٿي ڪرڻ سان بہ آهي. اها ان مقصد جو جواب نہ ٿي ڏئي سگهي، پوءِ چاهي جيڪڏهن اها حقيقي بہ چو نہ هجي. اهي ماڻهو جن کي پيشن گوئي ٻڌائي ويندي، اهو نہ ٻڌائي سگهندا تہ آيا پيشن گوئي ڪندڙ ماڻهوءَ سچ ڳالهايو يا ڪوڙ: يا اهو هن مٿان الهام ٿي لٿو يا هن ان کي غور و فڪر ڪري سمجهيو: ۽ جيڪڏهن اها شيءِ جنهن جي هن پيشن گوئي ڪئي يا ان جي پيشن گوئي ڪرڻ جو مڪر ڪيو، يا ان جهڙي ڪا شيءِ،

شين جي انبار منجهان، جيڪي روزانو ٿي رهيون آهن، ضرور ٿيڻ گهرجي، ڪوبہ وري اهو نہ ٿو ٻڌائي سگهي تہ آيا هي اهو اڳواٽ ڄاتو ٿي يا ان لاءِ ڏکو هنيو هو يا آيا اها اتفاقي هئي!

تنهنڪري هڪ پيشن گوئي ڪندڙ ماڻهو، هڪ فضول ۽ غير ضروري ڪردار آهي ۽ هن معاملي ۾ سلامتيءَ وارو پاسو پنهنجي مٿان ڪنهن بہ شيءِ جي ٿاقجڻ کان، اهڙن رشتن کي ڪوبہ داد نہ ڏيڻ ذريعي، پاڻ ۾ بچائڻ کي آهي. مجموعي طور غيب، معجزو ۽ پيشن گوئي واڌاريون شيون آهن، جيڪي هڪ جڙتو مذهب سان واسطو رکن ٿيون، نہ ڪ هڪ سچي مذهب سان. اهي اهي وسيلا آهن، جن جي معرفت، دنيا لاءِ ڪئين "او هتي!" ، "او هُتي!" ڦهلايا ويا آهن ۽ مذهب کي هڪ "ڪاروبار" ۾ تبديل ڪيو ويو آهي. هڪ ٺوڳيءَ جي ڪاميابي، ٻئي ٺوڳيءَ کي همت افزائي ڏني ۽ هڪ مقدس ڏوڪي کي جاري رکڻ ذريعي، سٺو ڪم ڪرڻ تي ڪين ملندڙ خاموش ڪندڙ توپن جي سلامي، هنن کي ڪنهن بہ پشيمانيءَ کان بچائي رکيو آهي.

هن موضوع کي، جيئن مون پهرين ارادو ڪيو هو، ان جي پيٽ ۾ هاٿي تمام گهٽي ڏيگهہ تائين ڇڪي وڃڻ ڪانپوءِ، مان انکي سڄي تفصيل مان هڪ تت ڪيندي، هڪ پڄاڻيءَ تي پهچائيندس. پهرين ڳالهہ: خدا جي ڪلام جو ڇپائيءَ ۾، لکت ۾ يا ڳالهہ ٻولهہ ۾ وجود رکڻ جو خيال يا ان ۾ ايمان، پنهنجو پاڻ ۾ متضاد آهي، انهن سببن ڪري، جن جو اڳواٽ ذڪر ڪيو ويو آهي. اهي سبب، ڪئين ٻين سببن منجهان، هي آهن: هڪ عالمگير ٻوليءَ جي اڻ هوند، ٻوليءَ جي بدلجي سگهڻ جي اهليت، غلطيون، جن جو ترجما شڪار ٿين ٿا، اهڙي خدا جي ڪلام کي مڪمل نموني دٻائي ڇڏڻ جو امڪان، انکي بدلائي ڇڏڻ جو امڪان يا ان سڄي کي هٿ سان گهڙڻ ۽ دنيا مٿان مسلط ڪري ڇڏڻ جو امڪان.

ٻيو تہ تخليق جيڪا اسان ڏسون ٿا، حقيقي ۽ هميشه کان وجود رکندڙ خدا جو ڪلام آهي، جنهن ۾ اسانکي ڪوبہ ڏوکو نہ ٿو ڏئي سگهي. اهو هن جي طاقت جو اعلان ڪري ٿو؛ هن جي ڏاهپ جو اظهار ڪري ٿو، هن جي ڀلائي ۽ سخاوت کي عيان ڪري ٿو.

ٽيون تہ: انسان جو نيڪ فرض، خدا جي نيڪ ڀلائيءَ ۽ سخاوت کي، جيڪا تخليق ۾ هن جي سمورين خلقيل شين ڏانهن ظاهر ٿيل آهي، نقل ڪرڻ ۾ آهي. جيئن اسان سمورن انسانن ڏانهن خدا جي ڀلائي روزانو ڏسون ٿا، اهو هڪ مثال آهي، جيڪو سمورن انسانن کان اها گهر ڪري ٿو، تہ هو بہ هڪٻئي ڏانهن ساڳيو رويو اختيار ڪن. ۽ نتيجي ۾ انسان ۽ انسان وچ ۾ سزا ۽ انتقام جي هر شيءِ ۽ جانورن سان ظلم ڪرڻ جي هر شيءِ ان نيڪ فرض جي ڀڃڪڙي آهي. مان مستقبل جي وجود جي انداز بابت پاڻکي تڪليف نہ ڏيندس. مان پاڻکي ان ڳالهہ تي ايمان رکندي، ايستائين جو هڪ مثبت عقيدو رکندي، مطمئن

ڪيان ٿو تہ اها طاقت جنهن مونکي هي وجود بخشيو آهي، ان قابل آهي، تہ انکي کهڙي بہ صورت ۽ انداز ۾، جنهن ۾ اها چاهي، جسم سان يا جسم کان بغير، جاري رکي سگهي ٿي. ۽ ان جي پيٽ ۾ مونکي کو وجود رهي چڪو هجي ها، مونکي اهو وڌيڪ ممڪن لڳي ٿو تہ مان هاڻي کانپوءِ بہ وجود جاري رکان، جيئن ان وجود جي شروع ٿيڻ کان اڳ مونکي اهو هاڻي آهي. اهو يقيني آهي تہ هن ڌرتيءَ جون سموريون قومون ۽ سمورا مذهب هڪ نقطي تي متفق آهن. سڀ هڪ خدا ۾ ايمان رکن ٿا. اهي شيون جن ۾ اهي متفق نہ ٿا ٿين، اهي ان عقيدي سان چنبڙيل فالتو واڌاريون شيون آهن ۽ تنهنڪري جيڪڏهن ڪڏهن کو عالمگير مذهب ظاهر ٿيندو تہ اهو ڪنهن نئين شيءِ ۾ ايمان رکڻ ۾ نہ هوندو پر انهن فالتو شين کان جند ڇڏائڻ ۾ هوندو ۽ انسان جيئن شروع ۾ ايمان رکيو ٿي، ائين ايمان رکڻ ۾ هوندو. آدم، جيڪڏهن ڪڏهن کو اهڙو ماڻهو هيو، هڪ خدا پرست ڪري تخليق ڪيو ويو هو پر ان وچ ۾ هر ماڻهوءَ کي ڇڏيو تہ هو، جيئن هن کي ائين ڪرڻ جو حق حاصل آهي، جنهن مذهب ۽ عبادت کي ترجيح ڏئي، اهو اختيار ڪري.

# بائيبل (پراڻو عهدنامو)

اڪثر ڪري اهو چيو ويندو آهي ته بائيبل مان ڪابه شيءِ ثابت ڪري سگهجي ٿي؛ پر ان ڪان اڳ جو ڪنهن به شيءِ کي بائيبل مان ثابت ٿيل مڃي سگهجي، خود بائيبل کي ثابت ڪيو وڃڻ گهرجي ته اهو سچو آهي، ڇو ته جيڪڏهن اهو سچو ناهي يا ان جو سچ مشڪوڪ آهي، ته پوءِ بائيبل کي ڪابه صداقت نه ٿي رهي ۽ انکي ڪنهن به شيءِ جي ثبوت طور تسليم نه ٿو ڪري سگهجي. اها بائيبل جي سمورن عيسائي تبصري نگارن ۽ سمورن عيسائي پادرين ۽ تبليغين جي روايت رهي آهي ته هو انکي دنيا مٿان سچ جو هڪ ڳٽڪو ڪري ۽ خدا جو ڪلام ڪري ٿاڻن. انهن هڪٻئي سان اختلاف ڪيو آهي ۽ پاڻ ۾ وڙهيا آهن ۽ بائيبل ۾ موجود خاص حصن ۽ ٽڪرن جي فرض ڪيل معنيٰ تي هڪٻئي کي لعنتون به ڏنيون آهن. هڪڙي چئي ڇڏيو آهي ۽ زور ڀريو آهي ته ڦلاڻي ٽڪري جي معنيٰ ڦلاڻي آهي؛ ٻئي چيو آهي ته ان جي معنيٰ سڌي سنئين ان جي ابتڙ آهي ۽ ٽئين جو چوڻ آهي ته ان جي معنيٰ نه ٻهرين آهي ۽ نه ٻي، پر ٻنهي کان مختلف آهي ۽ انکي هنن بائيبل کي سمجهي ڇڏڻ ڪوٺيو آهي. ائين ٿيو آهي ته هن ڪتاب جي ٻهرئين حصي جا اهي سمورا جواب جيڪي مون ڏسي ڇڏيا آهن، سڀ جو سڀ پادرين طرفان لکيا ويا آهن ۽ هي منفي ماڻهو، پنهنجن ٻونيئرن جيان اهو بحث ڪن ٿا ۽ جهيڙو ڪن ٿا ۽ بائيبل کي سمجهي ڇڏڻ جو مڪر ڪن ٿا؛ انهن مان هر هڪ ان کي مختلف نموني سمجهي ٿو پر هر هڪ ان کي تمام بهتر نموني سمجهي ٿو ۽ هو پاڻ ۾ ڪنهن به ڳالهه تي متفق نه ٿيا آهن، سواءِ پڙهندڙن کي اهو ٻڌائڻ جي ته ٿامس پين بائيبل کي نه ٿو سمجهي.

هاڻي هنن جو وقت ضايع ڪرڻ ۽ بائيبل مان ورتل نظرياتي نقطن بابت چڙ ڏياريندڙ اختلافن ۾ هنن کي گرم ڪري ڇڏڻ بدران، هنن ماڻهن کي اهو ڄاڻڻ گهرجي ته جيڪڏهن هو نه ٿا ڄاڻن ته هنن کي اهو آگاهه ڪرڻ هڪ مهذب عمل ٿيندو ته ٻهرين ڳالهه جيڪا سمجهڻ گهرجي، اها اها آهي ته آيا بائيبل کي "خدا جو ڪلام" ڪري مڃڻ لاءِ مناسب تصديق آهي يا آيا اها موجود نه آهي؟ ان ڪتاب ۾ اهڙا معاملا آهن، جن لاءِ چيو وڃي ٿو ته خدا جي ٽڪڙي حڪم (Express Command) ذريعي ڪيا ويا، جيڪي انسانذات لاءِ ۽ نيڪ انصاف جي هر خيال لاءِ، جيڪو اسان ۾ آهي، ايترو ته صدمو رسائيندڙ آهن، جيترو فرانس ۾ عام ماڻهن لاءِ رابسپيري ڪئريئر جوزف لي بان جا ڏوهه آهن، ايست انڊيا ۾ انگريز حڪومت جا ڏوهه آهن يا جديد زماني جي ڪنهن به قاتل جا ڏوهه آهن.

جڏهن اسان موسيٰ يشوع وغيره ڏانهن منسوب ٿيل ڪتابن ۾ اهو پڙهون ٿا ته اهي (بني اسرائيل)، ماڻهن جي سڄين قومن مٿان چوريءَ سان ڪڙڪيا، جن، جيئن تاريخ پاڻ اهو ڏيکاري ٿي، هنن سان ڪابه اڳرائي نه ڪئي هئي؛ ته هنن انهن سمورين قومن کي تلوار جي نوڪ تي چاڙهيو، ته هنن نه ڪنهن پوڙهي ۽ نه ڪنهن ٻار کي بخشيو؛ ته هنن مردن، عورتن ۽ ٻارن کي صفا تباهه و برباد ڪري ڇڏيو؛ ته هنن ڪوبه روح زنده نه ڇڏيو. اهڙي قسم جا اظهار انهن ڪتابن ۾ بار بار دهرايا ويل آهن ۽ اهي به ڀهڪندڙ شوخيءَ سان؛ ڇا اسانکي پڪ آهي ته اهي شيون حقيقت آهن؟ ڇا اسانکي يقين آهي ته انسان جي خالق انهن شين ٿيڻ جي پاڻ اجازت ڏني؟ ڇا اسانکي پڪ آهي ته اهي ڪتاب جيڪي اسانکي اهو ٻڌائن ٿا، خدا جي اختيار سان لکيا ويل آهن؟

ڪنهن به قصي جو قديم هجڻ، ان جي سچي هجڻ جو ثبوت نه هوندو آهي، بلڪه ان جي ابتڙ اهو ان قصي جي هٿ ٺوڪي هجڻ جي علامت هوندو آهي، ڇو ته ڪابه تاريخ جيترو پراڻي هجڻ جو ناٽڪ ڪندي آهي، اوترو گهٽو ان جي مشابهت هڪ ڪوڙي قصي سان هوندي آهي. هر قوم جو اصل نسل جُڙتو روايت ۾ پُوريل آهي ۽ يهودين جي بڻ بٺياد تي به اوترو ئي شڪ ڪري سگهجي ٿو، جيترو ڪنهن ٻي قوم جي بڻ بٺياد تي. انهن ڪمن جي سرزد ٿيڻ جو خدا مٿان الزام مڙهڻ، جيڪي پنهنجي نوعيت ۾ ۽ نيڪ انصاف جي هر قانون جي لحاظ کان، ڏوهه آهن، جيئن سمورا قتل هوندا آهن ۽ وڌيڪ خصوصاً معصوم ۽ اُبهم ٻارن جو قتلام، اهو هڪ گنڀير ڳڻتيءَ جو معاملو آهي. بائيبل اسانکي ٻڌائي ٿو ته اهي قتل عام، خدا جي تڪڙي حڪم تحت سرزد ٿيا هئا. تنهنڪري بائيبل کي سچو مڃڻ لاءِ اسانکي خدا جي نيڪ انصاف ۾ پنهنجي سموري ايمان کي لازمي طور نه مڃڻو پوندو؛ ڇو ته روئيندڙ يا مُرڪندڙ معصوم ٻارن جو ڪهڙو قصور ٿي سگهي پيو؟ ۽ بائيبل کي ڪنهن به دهشت کان بغير پڙهڻ لاءِ، اسانکي هر ان شيءِ تان هٿ ڌوئڻا پوندا، جيڪا انسان جي دل ۾ نازڪ، همدردانه ۽ شفيق آهي.

پنهنجي لاءِ ڳالهائيندي، جيڪڏهن مونکي ڪو ٻيو ثبوت نه هجي ها ته بائيبل جُڙتو آهي، سواءِ ان قربانيءَ جي، جيڪا مونکي اهو مڃڻ لاءِ ته اهو سچ آهي، لازمي طور ڏيڻي پوندي، ته پوءِ منهنجي پسند معلوم ڪرڻ لاءِ اها واحد ڳالهه ئي ڪافي ٿيندي پر بائيبل جي خلاف سموري عام رواجي ثبوت کان علاوه، مان هن ڪتاب جي ايندڙ حصن ۾ ٻيو به اهڙو ثبوت پيش ڪندس، جنهنکي ڪوبه پادري رد نه ڪري سگهندو ۽ ان ثبوت مان ڏيکاريندس ته بائيبل خدا جي ڪلام طور داد ڏيڻ جي لائق نه آهي. پر انکان اڳ جو مان بائيبل جي اهڙي ڇڪاس ڪرڻ لاءِ اڳتي وڌان، مان اهو ڏيکاريندس ته بائيبل ٻين سمورين قديم لکڻين کان، ان جي صداقت کي ثابت ڪرڻ لاءِ گهربل ثبوت جي نوعيت جي اعتبار کان مختلف آهي ۽ ائين ڏيکارڻ تمام گهڻو مناسب آهي، ڇو ته

بائيبل جا وڪيل هن ڪتاب جي پهرئين حصي جي پيهنجن جوابن ۾ ائين چوڻ جو نيڪو ڪٿن ٿا ۽ ان تي ڪجهه زور به ڀرن ٿا ته بائيبل جي صداقت اهڙي نموني ئي مجيل آهي، جيئن ٻئي ڪنهن به قديم ڪتاب جي: جڻ ته اسانجو هڪ کي مجڻ، ٻئي کي مجڻ لاءِ قانون بڻجي سگهي ٿو.

مان بهرحال هڪ قديم ڪتاب ڄاڻان ٿو، جيڪو عالمگير راضپي ايمان کي مستند انداز ۾ چئلينج ڪري ٿو ۽ اهو آهي ”يوڪليڊس جا جاميٽريءَ جا جزا“ *

۽ ان جو سبب هي آهي ته اهو پنهنجو پاڻ ظاهر ٿيل نماءَ جو هڪ اهڙو ڪتاب آهي، جيڪو پنهنجي مصنف کان مڪمل طور تي آزاد آهي ۽ وقت، هنڌ ۽ حالتن سان واسطو رکندڙ ڪنهن به شيءِ کان آزاد آهي. جيڪڏهن اهي ڪنهن ٻئي ماڻهوءَ طرفان لکيا ويا هجن ها يا اهو هڪ بي نام ڪتاب هجي ها يا ان جو مصنف ڪڏهن به معلوم ٿيل نه هجي ها، پوءِ به ان ڪتاب ۾ موجود معاملن کي اها ساڳي تصديق هجي ها جيڪا کين هاڻي آهي، چو ته ساڳيو يقين ته مصنف ڪير هو، ان ڪتاب ۾ موجود معاملن تي اسانجي ايمان جو ڪو حصو نه ٿو ناهي. پر موسيٰ ڏانهن، يشوع ڏانهن، سيميوئل وغيره ڏانهن منسوب ڪيل ڪتابن جي معاملي ۾ اهو بلڪل ابتڙ آهي. اهي ڪتاب شاهديءَ (Testimony) جا ڪتاب آهن ۽ اهي فطري طور ناقابلِ يقين شين جي شاهدي ڏين ٿا ۽ تنهنڪري انهن جي مستند هجڻ بابت اسانجو سچو ايمان، سڀ کان پهرين ان يقين تي ٻيڻل آهي ته اهي ڪتاب، موسيٰ، يشوع ۽ سيميوئل طرفان لکيا ويا هئا ۽ ٻيو ان مانَ تي ٻيڻل آهي، جيڪو اسان هنن جي شاهديءَ کي ڏيون ٿا.

اسان پهرين ڳالهه تي ايمان رکي سگهون ٿا يعني مصنفن جي حقيقي هجڻ تي، پر سندن شاهديءَ تي نه؛ بلڪل ساڳئي انداز ۾ جيئن اسان اهو مڃون ته ڪنهن هڪ خاص ماڻهوءَ، هڪ معاملي ۾ شاهدي ڏني پر هن جيڪا شاهدي ڏني، ان کي نه مڃون. پر جيڪڏهن اهو معلوم ٿئي ته موسيٰ، يشوع ۽ سيميوئل ڏانهن منسوب ڪيل ڪتاب، موسيٰ، يشوع ۽ سيميوئل طرفان نه لکيا ويا آهن، ته پوءِ انهن ڪتابن جي اختياريءَ ۽ تصديق جو هر حصو، هڪدم ختم ٿي وڃي ٿو، چو ته جعلي يا ايجاد ڪيل شاهديءَ جهڙي ڪا به شيءِ نه ٿي ٿي سگهي، نه ئي ڪا گمنام شاهدي ٿي سگهي ٿي، خاص طور انهن شين جي، جيڪي فطري طور ناقابلِ يقين هجن، جيئن مثال طور خدا سان منهان منهن ڳالهائڻ، يا سج ۽ چنڊ جو هڪ انسان جي حڪم تي هڪ هنڌ جمي بيهي رهڻ!

ٻين قديم ڪتابن جو گهڻي ۾ گهڻو حصو، ڏاهپ جي ڪتابن جو آهي؛ انهن منجهان اهي ڪتاب آهن جيڪي هومر، افلاطون، ارسطو، ديموسٿينس،

---

* يوڪليڊ زماني تاريخ مطابق عيسيٰ کان ٽي سؤ سال اڳ زنده هو ۽ ارشميدس کان هڪ سؤ سال اڳ. هو اليگزينڊريا شهر جو رهواسي هو.

سسيرو وغيره ڏانهن منسوب ٿيل آهن. انهن ڪتابن مان ڪنهن به ڪتاب کي داد ڏيڻ ۾، وري به هتي مصنف، هڪ لازمي شيءِ ناهي، ڇو ته جيڪڏهن اهي گمنام هجن ها ته به بحيثيت عقل و دانش جي ڪتابن جي، انهن کي اهو ساڳيو مانُ هجي ها، جيڪو ڪين هاڻي آهي. ڪوبه ماڻهو ٽروجن ڪهاڻيءَ کي، جهڙي نموني هومر اها ٻڌائي آهي، سچو نه ٿو سمجهي؛ ڇو ته اهو رڳو شاعر هوندو آهي، جنهن کي ساراهيو ويندو آهي، شاعر جو مان مرتبو رهندو، جيتوڻيڪ ڪهاڻي ڪٿي ڪوڙي ئي هجي پر جيڪڏهن اسان بائيبل جي مصنفن (مثال طور موسيٰ) طرفان ٻڌايل معاملن تي ايمان نه رکون، جيئن اسان هومر طرفان ٻڌايل ڳالهين تي ايمان نه ٿا رکون، ته پوءِ اسان جي اڳو موسيٰ جي ڪابه عزت نه ٿي رهي، سواءِ هڪ ڀهروپئي جي!

جيستائين قديم تاريخ نويسن، هيرودوٽس ڪانوني ٽيسيٽيس تائين جو تعلق آهي ته اسان انهن کي داد تيستائين ڏيون ٿا، جيستائين اهي ممڪن ۽ قابلِ يقين شيون ڏسن ٿا ۽ ان کان مٿي نه! ڇو ته جيڪڏهن اسان ڪين وڏيڪ داد ڏيون ته پوءِ اسانکي لازمي طور اهي به معجزا به مڃڻا پوندا جيڪي ٽيسيٽس ٻڌائي ٿو ته ويسپيسن طرفان ڪيا ويا هئا، جيڪي هئا، هڪ منڊي ماڻهوءَ ۽ هڪ انڌي ماڻهوءَ جو علاج ڪري ڪين ٺيڪ ڪرڻ جا معجزا؛ بلڪل ساڳئي انداز ۾ جهڙي نموني يسوع مسيح جي باري ۾ هن جا تاريخ نويس ڳالهيون ٻڌائن ٿا. اسانکي لازمي طور اهو معجزو به مڃڻو پوندو، جنهن جو جوزيفيس ذڪر ڪيو آهي، جيڪو هو، سڪندرِ اعظم ۽ هن جي فوجن کي گذارڻ لاءِ، پمفيليا جي سمنڊ جو (هڪ خشڪ) رستي وانگر کُلي پوڻ، جهڙي نموني بائيبل جي ڪتاب خروج (Exodus) ۾ ڳاڙهي سمنڊ جو ذڪر ڪيل آهي. هي معجزا به اهڙا ئي مستند سمجهيا وڃن ٿا، جهڙا بائيبل جا معجزا! پر پوءِ به اسان انهن کي نه ٿا مڃون. نتيجتاً ثبوت جو اهو مقدار، جيڪو قدرتي طور ناقابلِ يقين شين تي اسانجي ايمان کي بحال ڪرڻ لاءِ ضروري آهي، پوءِ اهي بائيبل ۾ هجن يا ڪنهن ٻئي هنڌ، اهو تمام گهڻو ٿئي ٿو، بنسبت ان مقدار جي، جيڪو قدرتي ۽ ممڪن شين مٿان اسانجو ايمان گهري ٿو. ۽ تنهنڪري بائيبل جي وڪيلن کي بائيبل مٿان اسانجي ايمان تي ڪابه دعويٰ نه آهي، ڇاڪاڻ ته اسان ٻين قديم لکڻين ۾ بيان ٿيل شين تي ايمان رکون ٿا، پر اسان انهن لکڻين ۾ بيان ڪيل شين تي ان کان مٿي ايمان نه ٿا رکون ته اهي ممڪن ۽ قابلِ يقين آهن، يا ڇاڪاڻ ته اهي ظاهر ظهور آهن، جيئن يُوڪليڊ؛ يا اسان انهن کي ان ڪري ساراهيون ٿا ته اهي هومر جيان پنهنجو پاڻ ظاهر آهن يا انهن کي تسليم ڪريون ٿا ڇو ته اهي افلاطون جيان گنڀير آهن يا ارسطو وانگر سمجهُو آهن.

هنن شين کي منڊ ۾ سمجهائي ڇڏڻ ڪانپوءِ، هاڻي مان بائيبل جي صداقت جو معائنو ڪرڻ لاءِ اڳتي وڌان ٿو ۽ مان ان جي شروعات، موسيٰ جي پنجن ڪتابن (يعني توريت) وٺان ڪريان ٿو: ڪتابِ پيدائش (Genesis)، ڪتابِ

خروج (Exodus)، لاوي سرشتو (Leviticus)، ڳاڻيٽي جو ڪتاب (Numbers) ۽ ڪتاب استثنا يا شريعت جو دور (Deuteronomy).

منهنجو ارادو اهو ڏيکارڻ آهي ته اهي ڪتاب جُڙتو آهن ۽ اهو ته موسيٰ انهن ڪتابن جو مصنف نه آهي ۽ ان ڪان به اڳتي اهو ته اهي موسيٰ جي زماني ۾ نه لکيا ويا آهن ۽ نه ئي هن ڪان ڪئين سؤ سال بعد تائين ۽ اهو ته اهي موسيٰ جي زندگيءَ جي تاريخ تي هڪ ڪوشش ڪانسواءِ ٻيو ڪجهه به ناهن ۽ انهن زمانن جي، جنهن ۾ چيو وڃي ٿو ته هو زنده هو ۽ انهن زمانن جي پڻ، جيڪي هن ڪان اڳ گذريا هئا. اهي موسيٰ جي موت کان ڪئين سؤ سال پوءِ، ڪن بي حد جاهل ۽ ليکڪ هجڻ جو مڪر ڪندڙ بي وقوفن طرفان لکيا ويا آهن. جيئن ماڻهو هاڻي انهن شين جي تاريخ لکندا آهن، جيڪي ٿي چڪيون هونديون آهن يا فرض ڪيون ويندبون آهن ته ڪئين سؤ سال يا ڪئين هزار سال اڳ ٿي چڪيون هونديون آهن. هن معاملي ۾ مان جيڪو ثبوت پيش ڪندس، اهو خود انهن ڪتابن منجهان آهي ۽ مان پاڻکي رڳو ان ثبوت تائين ئي محدود رکندس. جيڪڏهن مان ثبوتن لاءِ قديم مصنفن ڏانهن رجوع ڪيان ها، جن کي بائيبل جا وڪيل، ڪافر- مصنف سڏن ٿا، ته هو ان اختياريءَ تي اعتراض ڪن ها، جيئن مان هنن جيءَ تي ڪيان ٿو. تنهنڪري مان هنن سان، سندن پنهنجي سرزمين تي ملندس ۽ سندن مخالفت انهن جي پنهنجي اوزار- بائيبل سان ڪندس.

پهرين ڳالهه اها ته اهڙو ڪوبه مثبت ثبوت موجود ڪونهي ته انهن ڪتابن جو ليکڪ موسيٰ هو ۽ اهو ته هو هڪ ليکڪ هو، مڪمل طور تي هڪ بي بنياد خيال آهي، جيڪو ڪوبه ماڻهو نه ٿو ڄاڻي، ته اهو ڪيئن ٻاهر ڦهليو. جنهن طرز ۽ انداز ۾ اهي ڪتاب لکيا ويا آهن، اهي اهو مڃڻ يا اجا به اهو فرض ڪرڻ جي گنجائش نه ٿا رکن ته اهي موسيٰ طرفان لکيا ويا آهن، چو ته اها طرز ۽ انداز صريحاً هڪ ٻئي ماڻهوءَ جا آهن، جيڪو موسيٰ جي باري ۾ ڳالهائي رهيو آهي.

خروج، لاوي سرشتو ۽ ڳاڻيٽي جا ڪتاب (چو ته ڪتاب پيدائش ۾ موجود هر شيءِ، موسيٰ جي زماني کان اڳ جي آهي ۽ ان ۾ هن ڏانهن ڪو ذري جو به اشارو ٿيل نه آهي)، اهي سڀ جا سڀ، مان چوان ٿو، ضمير غائب ۾ لکيل آهن. اهو هميشه هيئن آهي، "خدا، موسيٰ کي چيو" يا "موسيٰ، خدا کي چيو" يا "موسيٰ، ماڻهن کي چيو" ۽ هي طرز ۽ انداز آهي، جيڪو تاريخ نويس انهن ماڻهن بابت ڳالهائڻ ۾ استعمال ڪندا آهن، جن جون زندگيون ۽ ڪارناما اهي لکندا آهن. اهو چئي سگهجي ٿو ته هڪ ماڻهو، پنهنجي لاءِ ضمير غائب ۾ ڳالهائي سگهي ٿو ۽ تنهنڪري اهو فرض ڪري سگهجي ٿو ته موسيٰ به ائين ڪيو. پر مفروضو ڪنهن به شيءِ کي ثابت نه ٿو ڪري سگهي ۽ جيڪڏهن ان عقيدي جي وڪيلن کي، جيڪي چون ٿا ته اهي ڪتاب موسيٰ پاڻ لکيا، مفروضي کي اڳيان آڻڻ جي بدران ٻي ڪا بهتر شيءِ نه آهي ته پوءِ هو ائين خاموش به رهي سگهن ٿا. پر اهو گرامري حق ڏيندي ته موسيٰ متان پنهنجي لاءِ ضمير غائب ۾

ڳالهايو هجي، ڇو ته ڪوبه ماڻهو پنهنجي لاءِ ان انداز ۾ ڳالهائي سگهي ٿو، ان کي هڪ حقيقت طور تسليم نه ٿو ڪري سگهجي، ته انهن ڪتابن ۾ جيڪو ڳالهائي ٿو، اهو موسيٰ آهي، سواءِ موسيٰ کي سچي پچي ڪل جهڙو ۽ بيهودو بڻائي ڇڏڻ جي، مثال طور ڳاڻيٽي جي ڪتاب جي باب ٻارهين، بيت ۳ ۾ لکيل آهي:

"هاڻي موسيٰ، ٻين سمورن انسانن کان، جيڪي ڌرتيءَ جي سيني تي موجود هئا، تمام گهڻو هيٺو (حليم) هو."

جيڪڏهن موسيٰ هي سيڪجهه يعني سمورن انسانن مان وڌ ۾ وڌ هيٺو هجڻ پنهنجي لاءِ چيو به هجي پر حقيقت ۾، هو وڌ ۾وڌ فضول ۽ شوباز ماڻهن مان هڪ سرڪش ماڻهو هو ۽ انهن ڪتابن جا وڪيل هاڻي جيڪو چاهن، اهو پاسو ڪٺي سگهن ٿا، ڇو ته ٻئي پاسا هنن جي خلاف آهن. جيڪڏهن موسيٰ ليکڪ نه هو، ته انهن ڪتابن ۾ ڪابه صداقت نه آهي ۽ جيڪڏهن هو انهن جو ليکڪ هو، ته پوءِ ليکڪ ڪنهن به اعتبار ڪانسواءِ آهي، ڇو ته بزدليءَ تي فخر ڪرڻ، بزدليءَ جي ابتڙ آهي ۽ جذبي ۾ هڪ ڪوڙ آهي.

ڪتاب شريعت جو دور ۾ لکت جو انداز ۽ طرز، اها ڳالهه مٿي ذڪر ڪيل ڪتابن کان وڌيڪ صاف نموني ڇٽي ڪن ٿا ته موسيٰ انهن ڪتابن جو ليکڪ نه هو. هتي جيڪو انداز استعمال ڪيو ويو آهي، اهو ڊرامائي (ناٽڪي) آهي. ڪتاب جو ليکڪ، هڪ مختصر تعارفي بحث سان موضوع کي کولي ٿو ۽ پوءِ موسيٰ کي ڳالهائڻ جي عمل ۾، متعارف ڪرائي ٿو ۽ جڏهن هو موسيٰ کان پنهنجي تقرير ختم ڪرائي ڇڏي ٿو، هو (يعني ليکڪ) وري پنهنجو حصو پيهر شروع ڪري ٿو ۽ تيستائين ڳالهائيندو رهي ٿو، جيستائين هو موسيٰ کي وري سامهون وٺي اچي ٿو ۽ آخر ۾ ان ڏيک کي، موسيٰ جي موت، تدفين ۽ ڪردار جي احوال سان بند ڪري ٿو. مقررن جي هيءَ مٽا سٽا، هن ڪتاب ۾ چار دفعا ٿئي ٿي. پهرئين باب جي پهرئين بيت کان پنجين بيت جي پڄاڻيءَ تائين، اهو ڪتاب جو ليکڪ آهي، جيڪو ڳالهائي ٿو: پوءِ هو موسيٰ کي، سندس تقرير ڪرڻ جي عمل ۾، متعارف ڪرائي ٿو ۽ اهو عمل جاري رهي ٿو، چوٿين باب جي چاليهين بيت تائين: هتي ليکڪ، موسيٰ کي ڇڏي ڏي ٿو ۽ پاڻ ڳالهائي ٿو ته تاريخي طور ان جي نتيجي ۾ ڇا ٿيو هو جيڪو، موسيٰ جڏهن جيئرو هو، ته چيو وڃي ٿو ته هن چيو هو ۽ جنهن جي، ليکڪ، ڊرامائي طور مشق ڪري ڇڏي آهي. پنجين باب جي پهرئين بيت ۾ ليکڪ وري موضوع کي کولي ٿو، جيتوڻيڪ اهو رڳو ائين چئي ڇڏڻ ذريعي آهي ته موسيٰ، اسرائيل جي ماڻهن کي گڏ ٿيڻ لاءِ سڏيو. ليکڪ پوءِ موسيٰ کي اڳ جيان متعارف ڪرائي ٿو ۽ هن کي ڳالهائڻ جي عمل ۾ جاري رکي ٿو: چوويهين باب جي پڄاڻيءَ تائين. هو ستاويهين باب جي شروع ۾ به ساڳي ڳالهه ڪري ٿو ۽ موسيٰ کي ڳالهائيندي رهڻ جي عمل ۾ اٺاويهين باب جي آخر تائين جاري رکي ٿو. اوڻٽيهين باب ۾ ليکڪ سڄي

پھرئين بيت ۽ ٻئي بيت جي پھرئين سٽ ۾ وري پاڻ ڳالهائي ٿو، جتي هو موسيٰ کي آخري پيرو متعارف ڪرائي ٿو ۽ ائين ڳالهائڻ جي عمل ۾ هن کي ٽيٽيھين باب جي آخر تائين جاري رکي ٿو.

ليکڪ هاڻي موسيٰ طرفان ڳالهائڻ جي مشق کي ختم ڪري ڇڏڻ ڪانپوءِ، پاڻ اڳيان اچي ٿو ۽ سڄي آخري باب ۾ پاڻ ڳالهائي ٿو. هو پڙهندڙ کي اهو ٻڌائڻ ذريعي شروعات ڪري ٿو ته موسيٰ پسگه جبل جي چوٽيءَ تي چڙهي ويو ۽ هن اتان اها زمين ڏٺي، جيڪا (ليکڪ چئي ٿو) ابراهيم، اسحاق ۽ يعقوب کي وعدي ڪئي وئي هئي؛ ته هو موسيٰ مواب جي زمين ۾ مري ويو پر اڄ ڏينهن تائين ڪنهن به ماڻهوءَ کي هن جي قبر جي خبر نه آهي يعني ته ان وقت تائين، جنهن ۾ ليکڪ زنده هو، جنهن شريعت جو دور ڪتاب لکيو.

ڪتاب جو ليکڪ پوءِ اسانکي ٻڌائي ٿو ته موسيٰ هڪ سؤ ڏهن سالن جو هو، جڏهن هو فوت ٿي ويو؛ ته هن جي نظر جهڪي نه ٿي هئي، نه ئي هن جي قدرتي طاقت ختم ٿيل هئي ۽ هو اهو چئي ڪتاب جي پڄاڻي ڪري ٿو ته اسرائيل ۾ موسيٰ جهڙو ٻيو ڪو به پيغمبر پيدا نه ٿيو، جنهن سان هي گمنام ليکڪ چئي ٿو، خدا روبرو ملاقات ڪئي.

اهڙي طرح جيستائين گرامري ثبوت لاڳو ٿي سگهي ٿو، اهو ڏيکاري ڇڏڻ ڪانپوءِ ته انهن ڪتابن جو ليکڪ موسيٰ نه آهي، مان ڪتاب شريعت جو دور جي ليکڪ جي نقصن تي چند مشاهدا پيش ڪرڻ ڪانپوءِ، انهن ڪتابن ۾ موجود تاريخي ۽ زمانوي (Chronological) ثبوت منجهان اهو ڏيکارڻ لاءِ اڳتي وڌندس ته موسيٰ، انهن ڪتابن جو ليکڪ نه هو، ڇو ته هو انهن جو ليکڪ ٿي ئي نه پيو سگهي ۽ نتيجتاً اهو مڃڻ ۾ ڪا به صداقت نه آهي ته انهن ڪتابن ۾ ٻڌايل مردن، عورتن ۽ ٻارن جو غير انساني ۽ دهشتناڪ قتلِ عام، جيئن اهي ڪتاب چون ٿا، خدا جي حڪم تي ڪيو ويو هو. هر سچي خدا پرست مٿان اهو فرض عائد ٿئي ٿو ته هو خدا جي نيڪ انصاف کي بائيبل جي بُهتانن مان بي گناهه ثابت ڪري.

ڪتاب شريعت جي دور جو ليکڪ، جو ڪوئي به اهو آهي، ڇو ته اهو هڪ بي نام ڪتاب آهي، ڳجهو آهي ۽ موسيٰ جو جيڪو هن احوال ڏنو آهي، ان ۾ پڻ هو پنهنجو پاڻ سان تضاد ۾ آهي. اهو ٻڌائي ڇڏڻ ڪانپوءِ ته موسيٰ پسگه جبل جي چوٽيءَ تي چڙهي ويو (۽ ڪنهن به بيان مان اهو ظاهر نه ٿو ٿئي ته هو ڪڏهن اتان وري لهي به آيو!)، هو اسانکي ٻڌائي ٿو ته موسيٰ اتي، مواب جي سرزمين ۾ گذاري ويو ۽ اهو ته هن موسيٰ کي، مواب جي سرزمين ۾ هڪ ماٿريءَ ۾ دفن ڪري ڇڏيو. پر جيئن ته ضمير "هُن" جي اڳيان ڪجهه به نه آهي، ان ڪري اهو معلوم ناهي ته هو ڪير هو، جنهن موسيٰ کي دفنايو. جيڪڏهن ليکڪ جو مطلب آهي، هُن (خدا) موسيٰ کي دفنايو، ته اها هن کي ڪيئن خبر پئي؟ يا اسان پڙهندڙ هن کي ائين ڇو مڃون، ڇو ته اسانکي اها خبر ڪانهي ته

اهو ليکک ڪير هو، جيڪو اسانکي ائين ٻڌائي ٿو، ڇاڪاڻ ته اهو يقيني طور موسيٰ نه ٿو ٿي سگهي، جيڪو خود پنهنجي لاءِ اهو ٻڌائيندو هجي ته هو ڪٿي دفن ڪيو ويو آهي؟

ڪتاب جو ليکک اسانکي اهو به ٻڌائي ٿو ته اڄ ڏينهن تائين ڪوبه ماڻهو اهو نه ٿو ڄاڻي ته موسيٰ جي قبر ڪٿي آهي، جنهن جي معنيٰ آهي ته ان وقت تائين، جنهن ۾ هي ليکک جيئرو هو؛ ته پوءِ هن کي اها خبر ڪيئن پئي ته موسيٰ، مئاب جي سرزمين ۾ هڪ ماٿريءَ ۾ دفن ڪيو ويو آهي؟ ڇاڪاڻ ته ڪتاب جو ليکک، موسيٰ جي زماني کان تمام گهڻو پوءِ جي زماني ۾ رهندو هو، جيئن هن جي ان فقري- اڄ ڏينهن تائين، استعمال ڪرڻ مان ظاهر آهي، جنهن جو مطلب آهي، موسيٰ جي موت کان ڪجھ عرصو پوءِ؛ ته پوءِ هو موسيٰ جي تدفين وقت يقيني طور موجود نه هو ۽ جڏهن ته ٻئي پاسي، اهو ناممڪن آهي ته موسيٰ خود اهو چئي سگهي ته اڄ ڏينهن تائين ڪوبه ماڻهو نه ٿو ڄاڻي ته (منهنجي) قبر ڪٿي آهي. ههڙي صورتحال ۾ موسيٰ کي مقرر بڻائڻ، هڪ ٻار جي راند ۾ بهتري ٿيندي، جيڪو پاڻکي لڪائي ٿو ۽ پاڻ ئي رڙيون ڪري ٿو: "ڪوبه مونکي ڳولي نه سگهندو، ڪوبه موسيٰ کي ڳولي نه سگهندو!"

هن ليکک انهن تقريرن مان، جيڪي هن موسيٰ جي وات ۾، ڳالهائڻ لاءِ وجهي ڇڏيون آهن، ڪٿي به اسانکي اهو نه ٻڌايو آهي ته هو ڪيئن آيو، ۽ تنهنڪري اسانکي اهو نتيجو ڪڍڻ جو حق حاصل آهي ته يا ته اهي تقريرون هن پاڻ گهڙيون يا انهن کي زباني روايت مان لکيو. هنن ٻنهي امڪانن مان ڪو هڪ صحيح ٿي سگهي ٿو، ڇو ته هن پنجين باب ۾ احڪامن جي هڪ فهرست ڏني آهي، جنهن ۾ چوٿون احڪام، ڪتاب خروج جي ويهين باب ۾ موجود چوٿين احڪام کان مختلف آهي. خروج ڪتاب جي چوٿين احڪام ۾ ستون ڏينهن مقرر ڪرڻ جو سبب اهو ڄاڻايل آهي (جيئن احڪام چئي ٿو): "خدا آسمان ۽ زمين ڇهن ڏينهن ۾ ناهيا ۽ ستين ڏينهن آرام ڪيو." پر ڪتاب شريعت جي دور جي چوٿين احڪام ۾، ستين ڏينهن مقرر ڪرڻ جو سبب اهو ڏنل آهي ته اهو، اهو ڏينهن آهي، جنهن تي بني اسرائيل وارا مصر کان ٻاهر نڪري آيا ۽ تنهنڪري اهو احڪام چئي ٿو، "خدا، توهانجو رب، توهانکي ستون ڏينهن رکڻ جو حڪم ٿو ڪري." هي تخليق جو ڪوبه ذڪر نه ٿو ڪري ۽ نه ئي مصر کان ٻاهر نڪري اچڻ جو.

هن ڪتاب ۾، موسيٰ جي قانونن طور، ڪيترائي اهڙيون شيون به ڏنل آهن، جيڪي ڪنهن به ٻئي ڪتاب ۾ ڳولي نه ٿيون سگهجن. انهن منجهان اهو غير انساني ۽ ظالماڻو قانون (باب ٢١، بيت ١٨ کان ٢١) به آهي، جيڪو والدين (پيءُ ۽ ماءُ) کي اهو اختيار ڏئي ٿو ته هو پنهنجن ٻارن کي تمام گهڻو ضدي هجڻ لاءِ، سنگسار ڪري ماري ڇڏڻ واسطي وٺي اچي سگهن ٿا. پر پادري هميشه هن ڪتاب جي تبليغ ڪرڻ جا شوقين رهيا آهن، ڇو ته اهو پادرين لاءِ

عشر (ڏهين حصي) جي تبليغ ڪري ٿو ۽ اهو هن ڪتاب مان ئي آهي، (باب ۲۵، بيت ۴) جو هنن اهو فقرو ڪنيو آهي ۽ انکي عشر مثان لاڳو ڪيو آهي:
"توهان ڏاند جو ٻوٿ بند نہ ڪريو، جڏهن اهو اَن ڳاهي." ۽ جيئن اهو مشاهدي ڪان بچي نہ سگهي، هنن انکي باب جي مُنڍ ۾ مضمونن جي فهرست ۾ نوٽ ڪيو آهي، جيتوڻيڪ اهو ٻن سٽن ڪان بہ گهٽ جو هڪ واحد بيت آهي.
او پادريو! او پادريو! رڳو عشر جي خاطر توهان ڏاند سان پيتجڻ لاءِ بہ تيار آهيو!

جيتوڻيڪ اسان لاءِ سچائپ جي لحاظ ڪان اهو ڄاڻڻ ناممڪن آهي تہ ڪتاب شريعت جو دور جو ليکڪ ڪير هو پر هن کي پيشہ ورانہ لحاظ ڪان ڳولڻ ڏکيو ناهي: هو ڪو يهودي پادري هو، جيڪو، جيئن مان هن ڪتاب ۾ اڳتي هلي ڏيکاريندس، موسيٰ جي وقت ڪان، گهٽ ۾ گهٽ ساڍا ٽي سؤ سال پوءِ زنده هو.
هاڻي مان تاريخي ۽ زمانوي ثبوت تي ڳالهائيندس. زمانيت (Chronology) جيڪا مان استعمال ڪندس، اها بائيبل واري زمانيت هوندي، ڇو تہ مان ڪنهن بہ شيءِ جي ثابتيءَ لاءِ بائيبل ڪان ٻاهر وڃڻ نہ ٿو چاهيان پر خود بائيبل ڪان ئي اهو تاريخي طور ۽ زمانوي طور ثابت ڪرائيندس تہ موسيٰ انهن ڪتابن جو ليکڪ نہ هو، جيڪي هن ڏانهن منسوب ڪيا وڃن ٿا. تنهنڪري اهو مناسب آهي تہ مان پڙهندڙ کي آگاهہ ڪيان (تي سگهي ٿو هن کي اهو ڄاڻڻ جو موقعو نہ مليو هجي) تہ وڏن بائيبلن ۾ ۽ ڪن ننڍين بائيبلن ۾ پڻ، هر صفحي جي حاشيءَ ۾ زمانن جو هڪ سلسلو ڇپيل هوندو آهي، اهو ڏيکارڻ جي مقصد خاطر تہ هر صفحي ۾ بيان ڪيل تاريخي معاملا، يسوع مسيح ڪان ڪيترو وقت اڳ ٿيا يا فرض ڪيا ويا تہ ٿي چڪا هئا ۽ نتيجتاً هڪ تاريخي حالت ۽ ٻي تاريخي حالت جي وچ ۾ وقت جي وٿي ڪيتري آهي.
مان پيدائش جي ڪتاب ڪان شروع ڪريان ٿو. ان ڪتاب جي چوڏهين باب ۾ ليکڪ، لوط جي، چئن بادشاهن جي پنجن بادشاهن سان هڪ جنگ ۾ قيدي ٿي وڃڻ ۽ کڄي وڃڻ جو احوال ڏئي ٿو ۽ جڏهن اهو احوال ابرام کي پهچي ٿو، تڏهن هو پنهنجن سمورن گهر ياتين کي هٿياربند ڪري ٿو ۽ لوط کي دشمنن جي چنبي مان آزاد ڪرائڻ لاءِ نڪري پوي ٿو ۽ اهو تہ هو انهن جو پيڇو دان (Dan) تائين ڪري ٿو (بيت ۱۴)

اهو ڏيکارڻ لاءِ تہ ڪهڙي انداز ۾ هي فقرو- "انهن جو پيڇو دان تائين ڪري ٿو" ، موجوده مسئلي تي لاڳو ٿئي ٿو، مان ٻن حالتن جو حوالو ڏيندس- هڪ آمريڪا ۽ ٻي فرانس ۾. آمريڪا ۾، جنهن شهر کي هاڻي نيويارڪ ڪونيو وڃي ٿو، اهو اصل ۾ "نيو ايمسٽرڊم" هو ۽ فرانس جو شهر جنهن کي هاڻي "هيوري- مرات" (Havre- Marat) سڏيو وڃي ٿو، اڳ ۾ هيوري- ڊي- گريس ڪوٺيو ويندو هو. نيو ايمسٽرڊم سال ۱٦٦۴ ۾ نيويارڪ ۾ تبديل ڪيو ويو: هيوري- ڊي- گريس، هيوري- مرات ۾ ۱۷۹۳ ۾. تنهنڪري جيڪڏهن ڪا اهڙي

لکت هٿ اچي، پوءِ چاهي اها ڪنهن تاريخ کان بغير ٿي چو نه هجي، جنهن ۾
نيويارڪ جو نالو جاٿايل هجي، ته پوءِ اهو هڪ پڪو ثبوت هوندو ته
اهڙي لکت، نيو ايمسٽرڊم جي نيويارڪ ٿي وڃڻ کان اڳ نه پئي لکي وڃي
سگهجي ۽ اها ضرور ان تبديليءَ کانپوءِ لکي ويل آهي ۽ نتيجتاً سال ١٦٦۴
کانپوءِ يا گهٽ ۾ گهٽ ان سال جي دوران. ساڳي طرح هيوري- مرات جي نالي
سان ڪابه تاريخ کانسواءِ لکت، پڪو ثبوت هوندي ته اهڙي لکت ضرور هيوري-
ڊي- گريس جي هيوري- مرات ٿي وڃڻ کانپوءِ لکي وئي هوندي ۽ نتيجتاً ١٧٩٣
کانپوءِ يا گهٽ ۾ گهٽ ان سال دوران، هاڻي مان انهن مثالن جي اطلاق ڏانهن
اچان ٿو ۽ اهو ڏيکاريندس ته موسيٰ جي مرڻ کان ڪئين سال پوءِ تائين "دان"
نالي ڪابه جڳهه ڪانه هئي ۽ نتيجتاً موسيٰ، پئدائش جي ڪتاب جو ليکڪ نه ٿو
ٿي سگهي، جنهن ۾ دان تائين پيچي ڪرڻ جو احوال ڏنل آهي.

بائيبل ۾ جنهن جڳهه کي "دان" ڪوٺيو ويو آهي، اصل ۾ اهو جينٽيلس (غير اهلِ ڪتاب ماڻهن) جو هڪ شهر هو، جنهن کي لَئس (Laish) سڏيو ويندو هو ۽ جڏهن دان جي قبيلي، ان شهر تي قبضو ڪيو، هنن ان جو نالو، دان جي ياد ۾، جيڪو ان قبيلي جو سردار هو ۽ ابراهيم جو پڙپوٽو هو، تبديل ڪري "دان" رکي ڇڏيو. هن ڳالهه کي ثابت ڪرڻ لاءِ لازمي آهي ته پئدائش جي ڪتاب بدران قاضين جي ڪتاب جي ١٨ باب مان حوالو ڏجي. اتي اهو چيل آهي (بيت ٢٧) ته "اهي (دان قبيلي جا ماڻهو) لئس مٿان ڪاهه ڪري آيا: اهي اهڙن ماڻهن مٿان وارد ٿيا، جيڪي خاموش ۽ محفوظ هئا ۽ هنن انهن کي تلوار جي ڌار سان ماريو (بائيبل قتل و غارتگريءَ سان ڀريل آهي) ۽ شهر کي باهه ڏئي ساڙي ڇڏيائون ۽ هڪ شهر تعمير ڪيائون (بيت ٢٨) ۽ ان ۾ رهيا ۽ هنن ان کي "دان شهر" جي نالي سان سڏيو، سندن پيءُ دان جي نالي پٺيان، ان شهر جو پهريون نالو ليس هو."

دان قبيلي جي ماڻهن جو ليس شهر تي قبضي ڪرڻ ۽ انکي دان ۾ تبديل ڪري ڇڏڻ جو احوال، قاضين جي ڪتاب ۾ سئمسن جي موت کانپوءِ رکيل آهي. سئمسن جو موت، چيو وڃي ٿو ته يسوع مسيح کان ١١٢٠ سال اڳ ٿيو هو ۽ موسيٰ جو موت، يسوع مسيح کان ١۴٥١ سال اڳ ۽ تنهنڪري تاريخي حساب سان اها جڳهه، موسيٰ جي موت کان ٣٣١ سال پوءِ تائين "دان" نه سڏي ويندي هئي. قاضين جي ڪتاب ۾ تاريخي ۽ زمانوي ترتيب ۾ نمايان مونجهارو موجود آهي. آخري پنج باب- ١٧، ١٨، ١٩، ٢٠، ٢١، جيئن اهي ڪتاب ۾ بيٺا آهن، پاڻ کان پهرين ايندڙ بابن کان زمانوي طور اڳ ۾ وکيا ويل آهن: اهي ١٦ باب کان ٢٨ سال اڳ، ١٥ باب کان ٢٦٦ سال اڳ، ١٣ باب کان ٢۴٢ سال اڳ، ٩ باب کان ١٩٥ سال اڳ، ۴ باب کان ٩٠ سال اڳ ۽ پهرئين باب کان ١٥ سال اڳ، رکيا ويا آهن. هيءَ ڳالهه بائيبل جي غير يقيني ۽ افسانوي حالت کي ڏيکاري ٿي.

زمانوي ترتيب جي لحاظ کان، ليس شهر تي قبضي ڪرڻ ۽ ان کي دان جو نالو ڏئي ڇڏڻ جي ڪارروائي، يشوع- جيڪو موسيٰ جو جانشين هو، جي موت کان ٢٠ سال پوءِ ڪئي وئي ۽ تاريخي لحاظ کان، جيئن اهو ڪتاب ۾ بيٺل آهي، اهو يشوع جي موت کان ٣٠٦ سال پوءِ، موسيٰ جي موت کان ٣٣١ سال پوءِ ٿيو آهي پر هي پئي ڳالهيون، موسيٰ کي پئدائش جي ڪتاب جو ليکڪ هجڻ کان ٻاهر ڪن ٿيون. ڇاڪاڻ ته ٻنهي بيانن مطابق، دان نالي اهڙي ڪا به جڳهه موسيٰ جي زماني ۾ موجود نه هئي ۽ تنهنڪري پئدائش جي ڪتاب جو ليکڪ ضرور ڪو اهڙو ماڻهو هو، جيڪو ليس شهر جي دان نالي رکجي وڃڻ کانپوءِ زنده هو ۽ اهو ماڻهو ڪير هو، ڪوبه نه ٿو ڄاڻي ۽ نتيجتاً پئدائش جو ڪتاب بي نامر آهي ۽ ڪنهن به صداقت کانسواءِ آهي.

هاڻي مان تاريخي ۽ زمانوي ثبوت جو هڪ ٻيو نقطو بيان ڪرڻ لاءِ ۽ ان مان، جيئن اڳئين معاملي ۾ هو، اهو ڏيکارڻ لاءِ ته موسيٰ پئدائش جي ڪتاب جو ليکڪ نه آهي، اڳتي وڌان ٿو.

ان ڪتاب جي ٣٦ باب ۾ عيسو (Esau) جي پٽن ۽ انهن جي اولاد جو هڪ خانداني شجرو ڏنو ويو آهي، جن کي ادمي سڏيو ويو آهي ۽ ادومر (Edom) جي بادشاهن جي به فهرست، سندن نالن سان ڏني وئي آهي ۽ انهن بادشاهن جو ڳاٽيتو ڪندي، اهو چيو ويو آهي (بيت ٣١): ”۽ هي اهي بادشاهه آهن، جن بني اسرائيل مٿان ڪنهن به پنهنجي بادشاهه جي حڪمراني ڪرڻ کان اڳ، ادومر جي سرزمين تي حڪمراني ڪئي.“ هاڻي جيڪڏهن ڪا اهڙي بنا تاريخ جي لکٿي هٿ اچي وڃي، جنهن ۾ ليکڪ ڪن به ماضيءَ جي واقعن جي باري ۾ ڳالهائيندي، هيئن چوي ته اهي شيون تي گذريون، جڏهن آمريڪا ۾ ڪا به ڪانگريس موجود نه هئي يا فرانس ۾ ڪا به ڪنوينشن موجود نه هئي، ته پوءِ اهو هڪ ثبوت هوندو ته اهڙي لکت آمريڪا ۾ ڪانگريس جي هجڻ يا فرانس ۾ هڪ ڪنوينشن جي هجڻ، جهڙي به صورتحال هجي، کان اڳ نه پئي لکي وڃي سگهجي ۽ رڳو انهن جي هجڻ کانپوءِ ئي لکي وڃي پئي سگهجي ۽ نتيجتاً اهو ته اها ڪنهن به اهڙي شخص طرفان نه پئي لکي وڃي سگهجي، جيڪو آمريڪا ۾ ڪانگريس جي پئدا ٿيڻ يا فرانس ۾ ڪنوينشن جي پئدا ٿيڻ کان اڳ مري ويو هجي. ڪا به شيءِ نه تاريخ ۾ ۽ نه گفتگوءَ ۾ ايڏي بار بار آيل آهي، بنسبت هڪ تاريخ (Date) جي خاني ۾ هڪ حقيقت جو حوالو ڏيڻ جي. ائين ڪرڻ وڌ ۾ وڌ فطري آهي؛ پهريون ان ڪري ته حافظي ۾ هڪ حقيقت، هڪ تاريخ کان وڌيڪ بهتر نموني پاڻکي جمائي سگهندي آهي ۽ ٻيو ته اها هڪدمر به خيال اپاريندي آهي ۽ حالتن ذريعي ڳالهائڻ جو هي انداز، اهو مثبت نموني ثابت ڪري ٿو ته جنهن حقيقت ڏانهن اشارو ڪيو ويو آهي، اهو ماضي آهي. جڏهن ته انکي ائين اظهاريو ويو هو. جڏهن هڪ ماڻهو ڪنهن مسئلي تي ڳالهائيندي هيئن چئي ٿو ته اهو منهنجي شاديءَ کان اڳ ٿيو يا مونکي پٽ ڄمڻ کان اڳ ٿيو يا منهنجي

آمريڪا وجڻ ڪان اڳ ٿيو يا منهنجي فرانس وجڻ ڪان اڳ ٿيو، ته ان مان قطعاً اهو سمجهڻ گهرجي ۽ ائين سمجهيو وڃڻ جو ارادو ٿيل آهي ته هو شادي شده آهي، ته هن ڪي هڪ پٽ آهي، ته هو آمريڪا يا فرانس به وڃي چڪو آهي. ٻولي، هن قسم جي اظهار ڪي ٻئي ڪنهن انداز ۾ استعمال ٿيڻ جي اجازت نه ٿي ڏئي ۽ جڏهن به اهڙي قسم جو اظهار، ڪٿي به ليجي ته انکي رڳو ان معنيٰ ۾ ئي سمجهي سگهجي ٿو، جنهن ۾ رڳو اهو استعمال ٿي سگهي ٿو.

تنهنڪري جنهن فقري جو مون حوالو ڏنو آهي، "ته هي آهن اهي بادشاهه، جن ادوم مٿان حڪمراني ڪئي، بني اسرائيل مٿان ٻئي ڪنهن بادشاهه جي حڪمراني ڪرڻ ڪان اڳ." اهو رڳو بني اسرائيل مٿان حڪمراني ڪرڻ جي شروعات ڪندڙ پهرئين بادشاهه ڪانپوءِ ئي لکيو وڃي سگهيو هوندو ۽ نتيجتاً پيدائش جو ڪتاب موسيٰ طرفان لکيو ويو هجڻ ڪي ته ڇڏيو، گهٽ ۾ گهٽ سائول (Saul) جي وقت تائين نه پيو لکي وڃي سگهجي. هيءَ ان فقري جي هڪ مثبت معنيٰ آهي پر ان اظهار ته ڪنهن به بادشاهه، جو مطلب آهي، هڪ ڪان وڌيڪ بادشاهه. گهٽ ۾ گهٽ به ۽ اهو انکي دائود جي زماني ۾ ڪٽي ويندو ۽ جيڪڏهن انکي عمومي معنيٰ ۾ ورتو ته اهو پاڻکي يهودي بادشاهت جي سمورن دورن تائين ڪٽي وڃي ٿو. ڪاش! جيڪڏهن هي بيت اسانکي انجيل جي ڪنهن به اهڙي حصي ۾ ملي ها، جيڪو اها پيشن گوئي ڪري ها ته اهو اسرائيل ۾ بادشاهن جي حڪمراني شروع ٿيڻ ڪان پوءِ لکيو ويو هو ته پوءِ ان جي اطلاق ڪي ڏسي نه چئڻ ناممڪن ٿي پوي ها! ته پوءِ ائين ٿئي ٿو ته اهائي حالت آهي.

تواريخ جا به ڪتاب، جيڪي اسرائيل جي سمورن بادشاهن جي هڪ تاريخ ڏين ٿا، مبينه طور تي، توڙي حقيقت ۾، يهودي بادشاهت شروع ٿيڻ ڪانپوءِ لکيا ويل آهن ۽ هي بيت، جنهن جو مون حوالو ڏنو آهي ۽ پيدائش جي ڪتاب جي ٣٦ باب جا ٻيا سمورا بچيل بيت لفظ به لفظ، تواريخ جي ڪتاب جي پهرئين باب ۾ موجود آهن، جتي اهي ۴٣ باب ڪان شروع ٿين ٿا.

اهو نهڪندڙ هو، جيڪڏهن تواريخ جي ڪتاب جو ليکڪ چئي سگهي ها، جيئن هن چئي ڇڏيو آهي، تواريخ جي پهرئين ڪتاب جي پهرئين باب جي ۴٣ بيت ۾: "بني اسرائيل مٿان ٻئي ڪنهن به بادشاهه جي حڪمراني ڪرڻ ڪان اڳ، هي ئي اهي بادشاهه آهن، جن ادوم تي حڪمراني ڪئي." چاڪاڻ ته ليکڪ انهن بادشاهن جي فهرست ڏيڻ وارو هو ۽ هن اها ڏئي به ڇڏي آهي، جن اسرائيل مٿان حڪمراني ڪئي هئي، پر جيئن ته اهو ناممڪن آهي ته ان زماني ڪان اڳ ساڳيو فقرو استعمال ڪري سگهجي ها، اهو ايترو يقيني آهي، جيترو ڪنهن به شيءِ ڪي تاريخي ٻوليءَ مان ثابت ڪري سگهجي ته پيدائش جي ڪتاب جو هي ٽڪرو، تواريخ جي ڪتاب مان ڪنيو ويو آهي ۽ اهو ته پيدائش جو ڪتاب، تواريخ جي ڪتاب جيڏو پراڻو ناهي ۽ هومر ڪي، جيئن تاريخي زمانيت جون فهرستون ٻڌائن ٿيون، دائود يا سليمان جو همعصر مڃيندي ۽ ايساپ ڪي يهودي

بادشاهت جي آخر ذاري زنده هجڻ کي مجيندي، اهو شايد هومر جي ڪتاب يا ايساپ جي افسانن جيڏو به پراڻو ناهي.

ڪتاب پيدائش منجهان اهو عقيدو ٻاهر ڪڍي ڇڏيو ته موسيٰ ان جو ليکڪ هو، جنهن تي رڳو اهو عجيب ايمان بيٺل آهي ته اهو خدا جو ڪلام آهي، ته پوءِ پيدائش جي ان ڪتاب جو ڪجهه به باقي نه ٿو بچي، سواءِ هڪ ڪهاڻين، افسانن ۽ روايتي يا ايجاد ڪيل بيهودگين يا نسورن ڪوڙن جي هڪ بي نام ڪتاب جي! حوا ۽ نانگ جي ڪهاڻي ۽ حضرت نوح ۽ سندس ڪمان جي ڪهاڻي، عربي افسانن جي سطح تائين ڪري پون ٿيون ۽ سو به دلچسپ هجڻ جي مزي کانسواءِ ۽ انهن ماڻهن جو احوال، جيڪي اٺ سو يا نو سو سال جيئرا رهندا هئا، ايترو افسانوي لڳي ٿو، جيترو ڏند ڪٿا جي ديون جي لافانيت!

ان کان علاوه موسيٰ جو ڪردار، جيئن اهو بائيبل ۾ بيان ڪيل آهي، ايترو ته گهڻو دهشت وارو آهي، جيترو ڪو انکي تصور ڪري سگهي ٿو. جيڪڏهن اهي تفصيل سچا آهن، ته پوءِ هو هڪ اهڙو اُياڳو انسان هو، جنهن مذهب جي بنياد تي يا ان جي آڙ ۾ جنگيون شروع ڪيون ۽ وڙهيون ۽ ان نقاب ۾ يا ناداني ۾ اهي پاپ ڪيا، جن جو مثال ڪنهن به قوم جي تاريخ ۾ نه ٿو ملي سگهي؛ جن مان مان رڳو هڪ مثال پيش ڪندس. جڏهن يهودي فوج پنهنجي ڦرمار ۽ قتل و غارتگري جي حملن مان ڪنهن هڪ تان واپس ٿي، ته ان جو احوال ڪجهه هيئنئين ريت ڏنو وڃي ٿو: ڳاڻاٽي جو ڪتاب، باب ٣١، بيت ١٣:

"۽ موسيٰ ۽ پادري اليعزر ۽ اجتماع جا سمورا سردار منزل گاهه کان ٻاهر هنن سان ملڻ لاءِ اڳتي ويا ۽ موسيٰ، لشڪرن جي عملدارن مٿان، سون هزارن کان مٿي سپهه سالارن مٿان (جيڪي جنگ کان واپس آيا هئا) غضب جو ڪاوڙجي پيو ۽ انهن کي چيائين: "ڇا توهان سمورين عورتن کي جيئرو ڇڏيو آهي؟ ڏسو، انهن ئي بلعام جي چوڻ تي، فغور واري ڳالهه ۾ خداوند جي برخلاف، بني اسرائيل کي گنهگار ڪيو، جنهنڪري خداوند جي جماعت ۾ طاعون بيماري ڦهلي. تنهنڪري هاڻي ٻارن مان هر نَر کي قتل ڪيو ۽ هر ان عورت کي قتل ڪيو، جنهن ڪنهن مرد سان همبستري ڪئي آهي. پر اهي سڀ عورتون توهان پنهنجي لاءِ زنده رکو، جن ڪنهن مرد سان همبستري نه ڪئي آهي." جيڪڏهن هي احوال سچو آهي ته هن دنيا جي ڪهڙي به زماني ۾ جن به قابل نفرت ظالمن، انسان جي نالي جي بيعزتي ڪئي آهي، انهن مان موسيٰ کان وڌيڪ ظالم ڳولڻ ناممڪن آهي.

هتي ڇوڪرن کي ذبح ڪرڻ، مائرن کي قتل ڪرڻ ۽ ڌيئرن جي عزت لٽڻ جو حڪم آهي. ڪا به ماءُ، پاڻ کي انهن مائرن جي حالت ۾ رکي ڏسي- هڪ ٻار قتل ڪيو ويل، ٻيو تشدد لاءِ تيار ۽ پاڻ هڪ ڦاهي ڏيندڙ جي هٿن ۾؛ ڪا به ڌيءَ انهن ڌيئرن جي حالت ۾ پاڻ کي رکي ڏسي، جن جو مقدر، سندن ماءُ ۽ پيءُ جي قاتلن جو شڪار ٿي وڃڻ هو ۽ پوءِ انهن جا احساس ڇا هوندا؟ اهو فضول آهي ته

اسان فطرت جي مٿان ڪجهه ٿاڦڻ جي ڪوشش ڪريون، جو تہ فطرت پنهنجو رستو پاڻ هٿ ڪندي؛ ۽ اهو مذهب جيڪو فطرت جي سمورن سماجي ٻنڌڻن کي اذيت ڏئي ٿو، هڪ ڪوڙو مذهب ٿئي ٿو. هن نفرت انگيز حڪم ڪانپوءِ مالِ غنيمت ۽ انڪي ورهائڻ جي طريقي جو احوال اچي ٿو ۽ هتي ئي اهو آهي تہ پادراتي منافقت جو ڪفر پٽو، ڏوهن جي فهرست ۾ اضافو ڪري ٿو، بيت ٣٧:

"۽ انهن رڍن مان خدا جو ڏن هو ڇهہ سو پنجهتر ۽ ڳئون هيون ٣٦ هزار، جن مان خدا جو ڏن هو ٧٢ ۽ گڏهہ هئا ٣٠ هزار ۵ سؤ، جن مان خدا جو ڏن هو ٦١ ۽ ماڻهو هئا ١٦ هزار، جن مان خدا جو ڏن هو ٣٢."

مختصر اهو تہ هن باب ۾ بائيبل جي ٻين ڪيترن ئي حصن ۾ موجود معاملا، انسانيت لاءِ ايترا تہ ڀيانڪ آهن جو انهن کي پڙهڻ محال آهي يا شائستگيءَ لاءِ ايترا دهشت وارا آهن جو انهن کي ٻڌڻ محال آهي، جو تہ هن باب جي ٣٥ بيت مان اهو ظاهر ٿئي ٿو تہ موسيٰ جي حڪم سان جن عورتن (ڪنوارين ڇوڪرين) سان زنا ڪئي وئي، تن جو تعداد ٣٢ هزار هو.

عام طور تي ماڻهو نہ ٿا ڄاڻن تہ خدا جي هن ڊونگي ڪم- بائيبل ۾ ڪيتري نہ بدڪاري موجود آهي. وهم پرستيءَ جي عادتن ۾ پليل هي ماڻهو، اها ڳالهہ طئي شده سمجهن ٿا تہ بائيبل سچو آهي ۽ اهو تہ اهو پلو آهي؛ هو ان ۾ شڪ ڪرڻ جي پاڻکي اجازت نہ ٿا ڏين ۽ خدا جي فيض بابت هو جيڪي خيال جوڙين ٿا، انهن کي هو ان ڪتاب تائين کڻي وڃن ٿا، جنهن کي ائين مڃڻ لاءِ هنن کي سيکاريو ويو آهي تہ اهو خدا جي اختياريءَ سان لکيو ويل آهي. او خدايا! اهو بلڪل هڪ ٻي شيءِ آهي؛ اهو ڪوڙن، بدڪارين ۽ ڪفر جو ڪتاب آهي، جو تہ ان کان وڌيڪ ٻيو ڪهڙو ڪفر ٿي سگهي ٿو، جو انسان جي بدڪاريءَ کي، خدا جي حڪمن ڏانهن منسوب ڪجي؟!

پر مان پنهنجي موضوع تي واپس اچان ٿو، جيڪو اهو ڏيکارڻ آهي تہ موسيٰ انهن ڪتابن جو ليکڪ ناهي، جيڪي هن ڏانهن منسوب ڪيا وڃن ٿا ۽ اهو تہ بائيبل هڪ ڪوڙو ڪتاب آهي. ٻئي ڪنهن بہ واڌاري ثبوت ڪانسواءِ بہ مثال جيڪي مون اڳ ڏئي ڇڏيا آهن، سي ئي ڪافي ٿيندا، ڪنهن بہ ڪتاب جي مستند هجڻ جي دعويٰ کي رد ڪرڻ لاءِ، جيڪو انهن معاملن کان، جن جي باري ۾ اهو ڳالهائي ٿو يا جن جو اهو حقيقتن طور حوالو ڏئي ٿو، چار يا پنج سو سال پراڻي هجڻ جو ڊونگ ڪري ٿو، جو تہ دان تائين انهن جو پيڇو ڪرڻ جي حالت ۾ ۽ بادشاهہ جن بني اسرائيل مٿان حڪمراني ڪئي، جي حالت ۾، پيشن گوئي ڪرڻ جي خسيس بهاني جي بہ وڪالت نہ ٿي ڪري سگهجي. هي فقرا سادي زمان ماضيءَ ۾ آهن ۽ ائين چوڻ سڌو سنئون ٻاڳليٽو چنبو تہ هڪ ماڻهو زمان ماضيءَ ۾ بہ پيشن گوئي ڪري سگهي ٿو.

پر انهن ڪتابن ۾ پکڙيل ٻيا بہ ڪيترائي ٽڪرا آهن، جيڪي ثبوت جي ساڳئي نقطي تي گڏ ٿين ٿا. ڪتاب خروج (موسيٰ ڏانهن منسوب ڪيل هڪ ٻيو

ڪتاب) ۾ اهو چيو ويو آهي (باب ١٦، بيت ٣٥):

"۽ بني اسرائيل من (Manna) پئي کاڌو، جيسين ڪ اهي ڪنهن آباد ملڪ ۾ آيا؛ يعني جيسين هو ڪنعان ملڪ جي سرحدن ۾ آيا." آيا بني اسرائيل من کاڌو يا نه يا من ڇا هو يا اهو فنگس (ٻوٽي) جي هڪ قسم کان وڌيڪ ٻي ڪا شيءِ هو يا هڪ ننڍڙي ڪُنيي هئي يا ٻي ڪا، ان ملڪ ۾ عام سبزيءَ واري شيءِ هئي، ان سان منهنجي دليل جو ڪو تعلق ناهي؛ اهو سڀ جيڪو مان ڏيکارڻ ٿو چاهيان، اهو اهو آهي ته اهو موسيٰ نه ٿو ٿي سگهي، جيڪو اهو احوال لکي سگهي، ڇاڪاڻ ته اهو احوال پاڻکي موسيٰ جي زندگي ۽ زماني کان ڪافي اڳتي تائين ڦهلائي ڇڏي ٿو. بائيبل مطابق (پر اهو ڪوڙن ۽ تضادن جو هڪ اهڙو ڪتاب آهي، جو اها خبر نه ٿي پوي ته ان جي ڪهڙي حصي کي مڃجي يا آيا ڪنهن به حصي کي مڃجي به يا نه!) موسيٰ، بيابان ۾ مري ويو ۽ ڪڏهن به ڪنعان ملڪ جي حدن تائين نه آيو ۽ نتيجتاً اهو هو نه ٿو ٿي سگهي، جنهن چيو هجي ته بني اسرائيل ڇا کيو يا هنن ڇا کاڌو، جڏهن هو اُتي آيا.

مَن کائڻ جو هي احوال، جيڪو هو اسانکي ٻڌائن ٿا ته موسيٰ طرفان لکيو ويل آهي، يشوع- موسيٰ جي جانشين جي زماني تائين پاڻکي ڦهلائي ٿو، جيئن اهو يشوع جي ڪتاب ۾ ڏنل احوال مان ظاهر ٿئي ٿو: "بني اسرائيل، يردن ندي ٽپي وڃڻ کانپوءِ ۽ ڪنعان زمين جي سرحدن تائين پهتا. يشوع، باب ٥، بيت ١٢:

"۽ هنن جي، انهيءَ ملڪ جي پراڻي اناج کائي چڪي هجڻ کانپوءِ ٻئي ڏينهن صبح جو من بند ٿي وئي ۽ بني اسرائيل مان ڪنهن وٽ به ڪا مَن ڪانه هئي پر انهيءَ سال هنن ڪنعان ملڪ جا ميوا پئي کاڌا."

پر هن کان وڌيڪ نمايان مثال، ڪتاب شريعت جو دور ۾ ملي ٿو، جيڪو جنيٰ اهو ڏيکاري ٿو ته موسيٰ، ان ڪتاب جو ليکڪ نه ٿو ٿي سگهي، اتي اهو اهي افسانوي تصور پڻ ڏيکاري ٿو، جيڪي ان زماني ۾ ديون جي باري ۾ عام هئا. ان ڪتاب جي ٽئين باب ۾، انهن فتحن مان، جيڪي چيون وبون ته موسيٰ حاصل ڪيون هيون، هڪ احوال عوج، بسن جي بادشاهه کي فتح ڪرڻ جو آهي، بيت ١١:

"رڳو عوج بسن جو بادشاهه، ديوَن جي باقيات مان بچي ويو. ڏسو! هن جو پلنگ، لوهه جو پلنگ هو، اهو ڇا بني عمون جي شهر ربه ۾ نه آهي؟ ان جي ڊيگهه ماڻهوءَ جي هٿن جيڏا نوَ هٿ (ڪيوبٽ) ۽ ويڪر چار هٿ هئي."

هڪ ڪيوبٽ برابر آهي، هڪ فوٽ ٩ سجا ٨٨٨ ڀاڱي ١٠٠٠ انچ جي، تنهنڪري ان بستري جي ڊيگهه هئي ١٦ فٽ ۴ انچ ۽ ويڪر ٧ فوٽ ۴ انچ. ان ديو جي بستري لاءِ بس ايترو ڪافي آهي.

هاڻي تاريخي حصي لاءِ، جيڪو، جيتوڻيڪ ثبوت ايترو سڌو سنئون ۽ مثبت ناهي، جيئن اڳين معاملن ۾ هو، بهرحال پوءِ به تمام گهڻو انوماني ۽

تائيدي ثبوت آهي ۽ مخالف ڌر جي بهترين ثبوت کان بهتر آهي.

ليڪ، هن ديوَ جي وجود کي ثابت ڪرڻ رستي، هن جي بستري جو حوالو هڪ قديم نشانيءَ طور ڏئي ٿو ۽ چئي ٿو، ڇا اهو بني عمون جي ربه (يا رباھ) ۾ نه آهي؟ جنهن جي معنيٰ آهي ته اهو اتي آهي، ڇو ته هڪ شيءِ جيٰ پڪ ڪرڻ جو، اهو بائيبل جو عام طريقو آهي. پر اهو موسيٰ نه پيو ٿي سگهي، جنهن اهو چيو هجي، ڇاڪاڻ ته موسيٰ، ربه جي باري ۾ ۽ نه ان جي باري ۾ ته ان ۾ ڇا هو، ڪجهه به نه ٿي ڄاڻي سگهيو. ربه اهو شهر نه هو، جيڪو ان ديوَ بادشاھ جو هو، نه ئي اهو انهن شهرن مان هڪ هو، جيڪي موسيٰ فتح ڪيا هئا. تنهنڪري اها ڄاڻ ته اهو بسترو، ربه ۾ هو ۽ ان جي ڊيگهه ويڪر جي تفصيلن جي ڄاڻ، ان زماني کان پڇڻ گهرجي، جڏهن ربه کي فتح ڪيو ويو هو ۽ اهو موسيٰ جي موت کان چار سو سالن کانپوءِ تائين نه ٿيو هو، جنهن لاءِ ڏسو ڪتاب زبور ٢ (Psalms) باب ١٢، بيت ٢٦:

"۽ يوآب (دائود جو جنرل) بني عمون جي ربه خلاف وڙهيو ۽ ان شاهي شهر کي قبضي ۾ ڪيو."

جيئن ته مون اهو ذمو نه کنيو آهي ته وقت، جڳهه ۽ حالتن ۾ موجود انهن سمورن تضادن جي نشاندهي ڪريان، جن سان موسيٰ ڏانهن منسوب ڪيل ڪتاب پريا پيا آهن ۽ جيڪي اهو ڏيک ثابت ڪن ٿا ته اهي ڪتاب، نه موسيٰ طرفان لکجي پيا سگهجن ۽ نه ئي ڪو هن جي زماني ۾ لکيل آهن؛ ان ڪري هاڻي مان يشوع (Joshua) جي ڪتاب ڏانهن اچان ٿو ۽ اهو ڏيکاريندس ته يشوع ان ڪتاب جو ليڪ نه آهي ۽ اهو ته اهو بي نام آهي ۽ ڪنهن به اختياريءَ کانسواءِ آهي. ان لاءِ مان جيڪو ثبوت پيش ڪندس اهو خود ان ڪتاب ۾ اندر ئي موجود آهي؛ مان بائيبل جي فرض ڪيل معتبريت خلاف ثبوت لاءِ، بائيبل کان ٻاهر نه ويندس. ڪوڙي شاهدي هميشه پنهنجي ئي خلاف سني هوندي آهي.

ڪتاب يشوع جي پهرئين باب مطابق، يشوع، موسيٰ جو ويجهي ۾ ويجهو جانشين هو؛ ان کان علاوه هو هڪ فوجي ماڻهو هو، جيڪو موسيٰ نه هو ۽ ٢٥ سالن تائين اسرائيل جي ماڻهن جو سردار رهيو يعني ان وقت کان، جڏهن موسيٰ گذاري ويو، جيڪو بائيبل جي زمانيت مطابق ١٤٥١ سال قبل مسيح هو، ١٤٢٦ سال قبل مسيح تائين، جڏهن ساڳي زمانيت مطابق، يشوع مري ويو. تنهنڪري جيڪڏهن اسان ان ڪتاب ۾، جنهن لاءِ چيو وڃي ٿو ته يشوع طرفان لکيو ويل آهي، يشوع جي موت کانپوءِ ٿيل حقيقتن ڏانهن ڪيل حوالا لهي وڃون، ته پوءِ اهو ان ڳالهه جو ثبوت هوندو ته يشوع، ان جو ليڪ نه ٿو ٿي سگهي ۽ اهو پڻ ته ان ۾ محفوظ ٿيل سڀ کان پوئين حقيقت جي زماني کانپوءِ تائين اهو ڪتاب نه پيو لکي وڃي سگهجي. جيستائين ڪتاب جي ڪردار جو تعلق آهي، اهو خوفناڪ آهي، اهو قتل ۽ زنا جي هڪ فوجي تاريخ آهي، جيڪي ابترا وحشي ۽ بي رحم آهن جيترا ان کان اڳئين جانشين- موسيٰ، جا ظلم ۽ منافقت ۾

رڪارڊ ٿيل آهن، ۽ ڪفر ڪرڻ، جيئن هن ڪان اڳين ڪتابن ۾ هو، هنن ڪارنامن کي "خدا جي حڪمن" ڏانهن منسوب ڪرڻ ۾ آهي.

پهرين ڳالهه اها ته يشوع جو ڪتاب، جيئن ان کان پهرين ڪتابن جي حالت ۾ هو، ضمير غائب ۾ لکيل آهي: اهو يشوع جو تاريخ نويس آهي، جيڪو ڳالهائي ٿو ڇو ته اهو بيهوده ۽ لباڙ لڳي ها. جيڪڏهن يشوع پنهنجي لاءِ ڪجهه چوي، جيئن هن جي لاءِ ڇهين باب جي آخري بيت ۾ چيو ويو آهي،

"هن جي شهرت سڄي ملڪ ۾ وچيل هئي."

مان هاڻي وڌيڪ تيزيءَ سان ثبوت ڏانهن اچان ٿو، ٢۴ باب جي بيت ٣١ ۾ هيئن چيو ويو آهي،

"۽ اسرائيل، خدا جي خدمت ڪئي، يشوع جي سمورن ڏينهن ۾ ۽ انهن بزرگن جي سمورن ڏينهن ۾، جيڪي يشوع کانپوءِ جيئرا رهيا."

هاڻي عام سمجهه جي ناليءِ ۾، ڇا اهو يشوع تي سگهي ٿو، جيڪو اهو ٻڌائي ٿو ته هن جي مري وڃڻ کانپوءِ ماڻهو ڇا ڪري ڇڪا هئا؟ هي احوال لازمي طور ڪنهن تاريخ نويس طرفان لکيو ويو هوندو جيڪو يشوع کانپوءِ زنده هو پر انهن بزرگن کانپوءِ به زنده هو، جيڪي يشوع کانپوءِ جيئرا هئا.

يشوع جي ڪتاب ۾ وقت جي حوالي سان هڪ عمومي معنيٰ وارا ڪيترائي ٽڪرا جابجا ڦهليل آهن، جيڪي ان وقت کي، جنهن ۾ اهو ڪتاب لکيو ويو هو، ڪنهن به مخصوص وقت جي نشاندهي نه ڪندي، يشوع جي زماني کان پري فاصلي تائين ڪٽي وڃن ٿا، جهڙي نموني متئين ذڪر ڪيل ٽڪري ۾ ڪيو ويو آهي. ان ٽڪري ۾، يشوع جي موت ۽ بزرگن جي موت جي وچ ۾ جيڪا وقت جي وٿي هئي، وضاحت جي لحاظ کان ۽ قطعي طور ٻاهر رکي وئي آهي ۽ شاهدي ان ڳالهه کي هٿي ڏئي ٿي ته آخري بزرگ جي موت کانپوءِ تائين، اهو ڪتاب نه پيو لکي وڃي سگهجي، پر جيتوڻيڪ اهي ٽڪرا جن ڏانهن مان اشارو ڪيان ٿو ۽ جن جو مان هاڻي حوالو ڏيڻ وارو آهيان، اهي ڪنهن مخصوص وقت کي، ٻاهر رکڻ جي عمل ذريعي به، مقرر نه ٿا ڪن: اهي يشوع جي موت ۽ بزرگن جي موت جي وچ ۾ موجود وقت جي وٿيءَ کان وڌيڪ هڪ وقت تي زور ڏين ٿا، جيڪو يشوع جي ڏهاڙن کان تمام گهڻو پري هو.

باب ڏهين، بيت ١۴ ۾، اهڙو هڪ ٽڪرو آهي، جتي اهو احوال ڏئي ڇڏڻ کانپوءِ ته يشوع جي حڪم تي جبعون جبل مٿان سج خاموش ٿي بيهي رهيو ۽ اَيالون جي واديءَ ۾ چنڊ خاموش ٿي بيهي رهيو (هڪ اهڙي ڪهاڻي جيڪا رڳو ٻارن کي لطف اندوز ڪرڻ لاءِ موزون آهي)، هيئن چيو وڃي ٿو، "۽ ان ڏينهن جهڙو، ان کان اڳ ۽ ان کانپوءِ، ڪو ڏينهن نه هو، جڏهن خدا، هڪ انسان جو آواز ڪَنُ ڏئي ٻڌو."

جبعون پهاڙ مٿان سج جي خاموش ٿي بيهي رهڻ ۽ اَيالون جي واديءَ ۾ چنڊ جي خاموش ٿي بيهي رهڻ جي هيءَ ڪهاڻي، انهن افسانن منجهان هڪ

آهي، جيڪي پنهنجي چوري پاڻ پڪڙيندا آهن. ههڙي صورتحال، سڄي دنيا کي معلوم ٿيل هجڻ کانسواءِ وقوع پذير نہ ٿي ٿي سگهي. ڌرتيءَ جو هڪ اڌ اڇرج ۾ پئجي وڃڻ گهرجي ها تہ سج چو نہ اڀريو ۽ پيو اڌ ان لاءِ تہ اهو ڇو نہ غروب ٿيو آهي ۽ ان جي روايت عالمگير هجي ها؛ جڏهن تہ هن دنيا ۾ اهڙي ڪابہ قوم ڪانهي، جنهن کي ان جي باري ۾ ڪجهہ بہ معلوم هجي. پر پوءِ آخر چنڊ چو لازماً هڪ هنڌ خاموش ٿي بيهي رهي؟ ڏينهن جي وقت ۾ چنڊ جي روشنيءَ لاءِ ڪهڙو موقعو ٿي سگهي پيو ۽ اهو بہ تڏهن جڏهن سج چمڪي پيو؟ بحيثيت هڪ شاعراڻہ تصوير جي، اهو سڀ ڪافي آهي؛ اهو دبوراهہ ۽ بَرڪ جي هن گيت وانگر لڳي ٿو: ”ستارا، پنهنجن رستن ۾ سيسرا سان وڙهيا.“ پر اهو هڪ ماڻهوءَ آڏو هڪ نبيءَ جي ان تمثيلي دعويٰ جي پيَت ۾ حقير آهي، جيڪو هن وٽ سندس نبوت جي دعويٰ تي بحث ڪرڻ لاءِ آيو تہ هن ڪيس چيو، ”تون مون وٽ جيڪڏهن پنهنجي سڄي هٿ ۾ سج ۽ ڪبي هٿ ۾ چنڊ ڪٽي اچين تہ بہ اهو مونکي منهنجي رستي تان نہ هٽائي سگهندو.“

ان نبيءَ کان گوءِ کٽي وڃڻ لاءِ يشوع کي کپندو هو تہ سج ۽ چنڊ، پنهنجن کيسن ۾ رکي ڇڏي ها ۽ انهن کي پاڻ سان گڏ کٽي هلي ها، جيئن گاءِ فاڪس، پنهنجي اونداهي بتي کٽي هليو ٿي ۽ انهن کي چمڪڻ لاءِ ٻاهر ڪڍي ڏيکاري ها، جيئن متان کيس انهن جي ضرورت پوي ها! هڪ عمدي شيءِ ۽ هڪ کل جهڙي شيءِ اڪثر ڪري هڪبئي سان اينترو تہ ويجهڙائيءَ سان ڳنڍيل هونديون آهن، جو انهن جي الڳ الڳ درجہ بندي ڪرڻ ڏاڍو ڏکيو هوندو آهي؛ عمده کان هڪ قدم مٿي انکي کل جهڙو بڻائي ڇڏيندو آهي ۽ هڪ قدم، کل جهڙي شيءِ کان مٿي، انکي عمده بڻائي ڇڏيندو آهي. بهرحال شاعراڻي وهم مان اخذ ڪيل هي احوال، يشوع جي جهالت ڏيکاري ٿو ڇو تہ هن کي ساڳئي وقت ڌرتيءَ کي بہ خاموش ٿي بيهي رهڻ جو حڪم ڏيڻ کپندو هو!

ان ڪانپوءِ- يعني هن ڏينهن ڪانپوءِ- هن فقري ذريعي جنهن وقت تي زور ڀريو وڃي ٿو، انکي ان سموري وقت سان مشابهت ۾ بيهارجي، جيڪو انکان اڳ گذري چڪو، تہ انجو لازمي طور مطلب، ان فقري کي ڪابہ اظهاري اهميت ڏيڻ خاطر، هڪ تمام ڊگهو وقت نڪرندو. مثال طور اهو کل جهڙو لڳي ها، جيڪڏهن ائين چيو ويو هجي ها تہ ٻئي ڏينهن يا ٻئي هفتي يا ٻئي مهيني يا ٻئي سال. تنهنڪري ان فقري کي معنيٰ ڏيڻ خاطر، ان عجب جي پيٽ ۾، جيڪو اهو ٻڌائي ٿو ۽ جنهن اڳئين وقت ڏانهن اهو اشارو ڪري ٿو، ان جي لازمي طور معنيٰ سالن جون صديون هجڻ گهرجي؛ بهرحال هڪ صديءَ کان گهٽ تمام خسيس وقت ٿيندو ۽ ٻن کان گهٽ، مشڪل سان قبول ٿيڻ لائق هوندو. ائين باب ۾ هڪ پرانهون پر عمومي وقت پڻ اظهاريو ويو آهي، جتي عئي (Ai) شهر تي قبضو ڪري ڇڏڻ جو احوال ڏيڻ کانپوءِ، هيئن چيو ويو آهي، بيت ٢٨،

”۽ يشوع عئي شهر کي ساڙي ڇڏيو ۽ انکي هميشه لاءِ (مٿيءَ جو) هڪ

ڍير بڻائي ڇڏيو، جيڪو اڄ ڏينهن تائين بہ هڪ ويراني آهي."

۽ وري بيت ٢٩ ۾، جتي عئي جي بادشاهہ متعلق ڳالهائيندي، جنهن کي يشوع ڦاهي ڏئي ڇڏي هئي ۽ شهر جي دروازي وٽ پوري ڇڏيو هو، هيئن چيو ويو آهي، "۽ هن اتي پٿرن جو هڪ وڏو کوڙ ڪٺو ڪري ڇڏيو، جيڪو اڄ ڏينهن تائين اتي آهي." يعني ان ڏينهن تائين يا وقت تائين، جنهن ۾ يشوع جي ڪتاب جو ليکڪ جيئرو هو. ۽ وري ڏهين باب ۾ (بيت ٢٧)، جتي انهن پنجن بادشاهن متعلق ڳالهائڻ ڪانپوءِ، جن کي يشوع پنجن وڻن تي ڦاسي ڏئي ڇڏي هئي ۽ پوءِ هڪ غار ۾ اڇلائي ڇڏيو هو، اهو چيـو ويو آهي، "۽ هن غار جي منهن تي وڏا پٿر رکي ڇڏيا، جيڪي اڄ ڏينهن تائين اتي موجود آهن."

يشوع جي ڪيترين ئي جنگي چڙهاين ۽ انهن قبيلن ۽ جڳهن جو ڳاڻيٽو ڪندي، جن کي هن فتح ڪيو ۽ جن مٿان هن چڙهائي ڪئي، هيئن چيو ويو آهي (باب ١٥، بيت ٦٣):

"جيبسائين يَبُوسين (Jebosites)- يروشلم جي باشندن جو تعلق آهي، بني يهوديہ (Jodah) انهن کي ٻاهر تڙي نہ سگهيا، پر اهي يبوسي، بني يهوديہ سان گڏ، يروشلم ۾ اڄ ڏينهن تائين گڏ رهن ٿا."

هن فقري تي سوال اهو آهي تہ ڪهڙي وقت تي، يَبُوسي ۽ بني يهوديہ، يروشلم ۾ گڏ رهندا هئا؟ جيئن تہ هي مسئلو، قاضين جي ڪتاب جي پهرئين باب ۾ پيهر اچي ٿو، ان ڪري مان پنهنجا مشاهدا محفوظ رکان ٿو، جيستائين مان ڪتاب جي ان حصي تائين پهچان.

اهڙي طرح خود يشوع جي ڪتاب مان، ڪنهن بہ قسم جي ٻاهرئين مددي ثبوت کانسواءِ، اهو ڏيکاري ڇڏڻ کانپوءِ تہ يشوع ان ڪتاب جو ليکڪ نہ آهي ۽ اهو تہ اهو بي نام آهي ۽ نتيجتاً ڪنهن بہ اختياريءَ کانسواءِ آهي، مان قاضين جي ڪتاب، جيئن مان اڳ ۾ انجو ذڪر ڪري چڪو آهيان، ڏانهن اچان ٿو.

قاضين جو ڪتاب (Book of Judges)، پنهنجي منهن بي نام آهي ۽ تنهنڪري انکي "خدا جو ڪلام" سڏڻ جي ان بهاني جي بہ کوٽ آهي. هڪ نالي ماتر دستاويز جي طور تي بہ ان ۾ گهٽو ڪجهہ ڪونهي؛ اهو مڪمل طور تي بنا پيءُ آهي. هيءُ ڪتاب ان ساڳئي فقري سان شروع ٿئي ٿو، جنهن سان يشوع جو ڪتاب شروع ٿئي ٿو، باب پهريون، بيت پهريون: هاڻي موسيٰ جي موت کانپوءِ وغيره ۽ هي قاضين جو ڪتاب شروع ٿئي ٿو: "هاڻي يشوع جي موت کانپوءِ وغيره." اهو ۽ ٻنهي ڪتابن جي طرز لکت ۾ هڪجهڙائي، اهو ظاهر ڪن ٿا تہ اهي ٻئي ساڳئي ليکڪ جا لکيل ڪتاب آهن پر هو ڪير آهي، ان جي بلڪل بہ خبر ڪانهي. اهو ڪتاب جيڪو واحد نقطو ثابت ڪري ٿو، سو اهو آهي تہ ڪتاب جو ليکڪ، يشوع جي موت کانپوءِ بہ ڪجھ عرصي تائين جيئرو هو. ڇو تہ جيتوڻيڪ اهو شروع ائين ٿئي ٿو، ڄڻ تہ اهو هن جي موت کان فوراً پوءِ آيو، پر ان جو ٻيو باب، سڄي ڪتاب جو خلاصو يا تت آهي، جيڪو بائيبل جي

زمانيت مطابق، پنهنجي تاريخ کي ٣٠٦ سالن جي عرصي تائين ڦهلائي ڇڏي ٿو يعني يشوع جي ١٤٢٦ سال قبل مسيح تائين ۽ ان کان رڳو ٢٥ سال اڳ، جڏهن سائول، پنهنجي پيءُ جا گڏهه ڳولڻ نڪتو ۽ ڪيس بادشاهه بڻايو ويو پر اهو مڃڻ لاءِ سنو سبب آهي ته اهو گهٽ ۾ گهٽ دائود جي زماني تائين نه لکيو ويو هو ۽ اهو ته يشوع جو ڪتاب به ساڳئي زماني کان اڳ نه لکيو ويو هو.

قاضين جي ڪتاب جي پهرئين باب ۾، يشوع جي موت جو اعلان ڪرڻ کانپوءِ، ليکڪ اهو ٻڌائڻ لاءِ اڳتي وڌي ٿو ته بني يهوديه ۽ ڪنعان جي زمين جي اصلي رهاڪن جي وچ ۾ ڇا ٿيو. ان بيان ۾ ليکڪ، ستين بيت ۾ اوچتو ئي اوچتو يروشلم جو ذڪر ڪري ڇڏڻ کانپوءِ، ائين بيت ۾ انڪان فوراً پوءِ وضاحت ڏيڻ جي خيال سان، هيئن چئي ٿو،

”هاڻي بني يهوديه يروشلم جي خلاف وڙهي چڪا هئا ۽ انکي قبضي ۾ ڪري ورتو هو.“ نتيجتاً هي ڪتاب يروشلم تي قبضي تي چڪي هجڻ کان اڳ نه پيو لکي وجي سگهجي. پڙهندڙ اهو حوالو ذهن ۾ آڻيندو، جيڪو مون يشوع جي ڪتاب جي ١٥ باب، بيت ٦٣ مان تورو اڳ ڏنو هو، جتي اهو چيو ويو آهي ته ”يبوسي، بني يهوديه سان گڏ يروشلم ۾ اڄ ڏينهن تائين رهن ٿا.“ معنيٰ ته ان وقت تائين جڏهن يشوع جو ڪتاب لکيو ويو هو.

اهو ثابت ڪرڻ لاءِ ته ڪتاب، جن تي هيستائين مون تبصرو پئي ڪيو آهي، انهن ماڻهن طرفان ڪونه لکيا ويا آهن، جن ڏانهن اهي منسوب ڪيل آهن، نه ئي انهن ماڻهن جي مرڻ کان ڪئين سال پوءِ تائين، جيڪڏهن اهڙا ڪي ماڻهو مون اڳوات جيڪو ثبوت پيش ڪري ڇڏيو آهي، اهو اڳ38ڪڏهن جيترا به هيا. ئي اينترو گهٽو آهي، جو مان هن فقري کي ان کان گهٽ وزن ڏيڻ جي اجازت ڏئي سگهان ٿو، جيتري جو اهو هونئن لائق آهي. ڇاڪاڻ ته معاملو هيئن آهي، ته جيستائين بائيبل تي بطور هڪ تاريخ جي، اعتبار ڪري سگهجي ٿو، يروشلم جو شهر، دائود جي وقت تائين فتح نه ڪيو ويو هو ۽ نتيجتاً اهو ته يشوع ۽ قاضين جا ڪتاب، دائود جي حڪمراني شروع ٿيڻ کانپوءِ تائين نه لکيا ويا هئا، جيڪا يشوع جي موت کان ٣٧٠ سال پوءِ ٿي. ان شهر جو نالو، جنهن کي بعد ۾ يروشلم ڪوٺيو ويو، اصل ۾ يَبُوس (Jebus) يا يبوسي (Jebusi) هو ۽ اهو يبوسين جي گاديءَ جو هنڌ هو. ان شهر مٿان دائود جي قبضي ڪرڻ جو احوال، سيموئل جي ٻئي ڪتاب جي باب ٥، بيت ۴ وغيره ۽ پڻ تاريخ جي پهرئين ڪتاب (Chronicle 1) جي باب ١۴، بيت ۴ وغيره ۾ ڏنو ويو آهي. بائيبل جي ڪنهن به حصي ۾ اهو ڄاڻايل نه آهي ته اهو ڪڏهن اڳ ۾ فتح ڪيو ويو هو ۽ نه ڪو اهڙو احوال آهي، جيڪو ان خيال جي پنيرائي ڪندو هجي. ڪتاب سيميوئل ۾ يا ڪتاب تواريخ ۾ اهو نه چيو ويو آهي ته هُنن مردن، عورتن ۽ ٻارن کي بي دردئ سان قتل ڪيو، ته هنن ڪوبه روح جيئرو نه ڇڏيو، جيئن هنن جي ٻين فتحن جي باري ۾ چيو ويو آهي، ۽ جيڪا خاموشي هتي اختيار ڪئي وئي آهي،

اها ظاهر ٿي ڪري ته ان شـهـر ڪي شـرطن هيٺ فـتـح ڪيـو ويو هو ۽ اهو ته يبوسي، ان شهر جي اصلي رهاڪن، شهر فتح ٿي وڃڻ ڪانپوءِ به اتي رهڻ جاري رکيو. تنهنڪري ڪتاب يشوع ۾ ڏنل تفصيل ته يبوسي، بني يهوديه سان گڏ اڄ ڏينهن تائين يروشلم ۾ رهن ٿا، بني ڪنهن به زماني سان نه ٿـو ٺهڪي اچي سواءِ دائود طرفان ان شهر تي قبضي ڪرڻ ڪانپوءِ جي زماني تي!

هاڻي اهو ڏيکاري ڇڏڻ ڪـانپـوءِ ته بائيـبل جو هر ڪتـاب- پيدائش جي ڪتاب ڪانوني قاضين جي ڪتاب تائين، ڪنهن به صداقت ڪانسواءِ آهي، مان روٿ (Ruth) جي ڪتاب ڏانهن اچان ٿو، جيڪو هڪ رولو ڀهراڙيءَ جي ڇوڪريءَ جي باري ۾، هڪ بيـڪـار، منجهـائيـندڙ ڪهـاڻي آهي، بيـوقـوفيءَ سان ٻڌايل، ڪوني به نه ٿو ڄاڻي ته ڪنهن طرفان، جيڪا پنهنجي سوٽ- بوعز جي بستري ۾ بيعـقليءَ سان گهڙي وڃي ٿي. اهو هڪ خوبصورت مواد آهي، جيڪو بي شڪ "خدا جو ڪلام" ڪري ڪوٺيو وڃڻ گهرجي! اهو بهرحال توريت جي بهتريـن ڪتابـن مان هڪ آهي، ڇو ته اهو قتل ۽ زنا کان پاڪ آهي.

هاڻي مان سيميوئل جي ٻن ڪتابـن ڏانهن اچان ٿـو ۽ اهو ڏيکاربـندس ته اهي ڪتاب سيـميـوئل طرفـان نه لکيـا ويا آهن: نه ئي سيـمـيـوئل جي موت کان تمام گهڻو پوءِ جي وقت تائيـن ۽ اهو ته اهي، ٻيـن سمورن اڳلن ڪتابـن جيان بي نام ڪتاب آهن ۽ ڪنهن به اعتبار ڪانسواءِ آهن.

اهو اطمينان ڪرڻ لاءِ ته اهي ڪتاب، سيـميوئل جي زماني کان گهڻو پوءِ لکيا ويا آهن ۽ نتيجتاً هُن طرفان نه، رڳو اهو احوال پڙهڻ ضروري آهي، جيڪو ليکڪ سائول (Saul) جو ڏني ٿـو ته هو پنهنجي پيءُ جي گڏهن کي هٿ ڪرڻ لاءِ نڪري ٿو ۽ سيـمـيـوئل سان گفتگو ڪري ٿو، جنهن وٽ گم ٿيل گڏهن جو پتو معلوم ڪرڻ لاءِ وڃي ٿو، جيئن اڄڪلهه بيوقوف ماڻهو گم ٿيل شيـن جو پتو پڇڻ لاءِ ڪنهن نجوميءَ وٽ وينـدا آهن. سـائول، سـيـمـيـوئل ۽ گـڏهن جي هيءَ ڪهاڻي ٻڌائيندي، ليکڪ انکي هڪ اهڙي شيءِ جي طور تي نه ٿو ٻڌائي، جيڪا بس ان وقت تي ٻئي هئي پر هڪ اهڙي ڪهـاڻيءَ طور جيـڪـا اُن زمـاني جيـتـري قديم هئي، جنهن ۾ ليکڪ زنده هو، ڇو ته هو انکي ان ٻوليءَ يا فـقرن ۾ ٻڌائي ٿو جيڪي ان زماني ۾ استعـمـال ڪيا وينـدا هئا، جڏهن سيـمـيـوئل زنده هو، جيڪا ڳالهه ليکڪ کي ان تي مجبور ڪري ٿي ته هو ان ڪهاڻيءَ جي، انهن فقرن يا ٻوليءَ ۾ وضاحت پيش ڪري، جيـڪي ان وقت ۾ استـعـمـال ڪيا وينـدا هئا، جڏهن ليکڪ جيئرو هو.

انهن ڪتـابـن مـان پهرئيـن ۾ (باب ٩). سيـمـيـوئل جو جيـڪـو احـوال ڏنو ويـو آهـي، ان ۾ هـن کـي غيـب دان (Seer) سـڏيو ويو آهي ۽ هن نالي سـان ئي سائول، هن جي پڇا ڪري ٿو، بيت ١١:

"۽ جيئـن اهي (سـائول ۽ هن جو نوڪر) مـٿي جبل تي شـهـر ڏانهن ويا، هنن نوجوان ڇوڪريون ڏٺيـون، جيـڪي پاڻي ڀرڻ لاءِ وڃي رهيـون هيـون ۽ هنن،

انهن کان پڇيو، ”ڇا غيب دان هتي آهي؟“ سائول، پوءِ انهن ڇوڪرين جي ڏس مطابق ويو ۽ سيميوئل سان ڪيس سڃاڻ ڪانسواءِ مليو ۽ هن کي چيو (بيت ١٨):

”مونکي ٻڌاءِ، مان توکي منٿ ٿو ڪريان تہ غيبدان جو گهر ڪٿي آهي؟ ۽ سيميوئل، سائول کي جواب ڏنو ۽ چيو، ”مان ئي غيبدان آهيان.“

جيئن تہ ڪتاب سيميوئل جو ليکڪ هي سوال ۽ جواب ان ٻوليءَ يا ڳالهائڻ جي ان انداز ۾ ٻڌائي ٿو، جيڪي ان زماني ۾ استعمال ٿيندا هئا، جنهن ۾ اهي ڇيا وڃن ٿا تہ ڳالهايا ويا هئا ۽ جيئن تہ ڳالهائڻ جو اهو انداز استعمال ۾ نہ هو، جڏهن ليکڪ اهو لکيو، ان ڪري هن اهو ضروري سمجهيو تہ انهن فقرن جي وضاحت ڪري، جن ۾ اهي سوال ۽ جواب ڳالهايا ويل آهن تہ جيئن ان ڪهاڻيءَ کي سمجهي سگهجي ۽ هو اهو ٻئي زمان ۾ ڪري ٿو، جتي هو چئي ٿو، ”اڳئين وقت (Before- time) ۾ اسرائيل ۾، جڏهن ڪو ماڻهو خدا جي باري ۾ پڇا ڪرڻ ويو ٿي، تہ هن هيئڙي طرح ڳالهايو: اچ، اسانکي اولياءَ ڏانهن هلڻ ڪپي، ڇو تہ جنهن کي هاڻي ”پيغمبر“ ڪونجي ٿو، اڳئين- وقت ۾ هڪ ”اولياءَ“ ڪونيو ويندو هو.“

هيءَ ڳالهہ ثابت ڪري ٿي، جيئن مون اڳ بہ چئي ڇڏيو آهي تہ سائول، سيميوئل ۽ گڏهن جي هيءَ ڪهاڻي، ان زماني جي هڪ قديم ڪهاڻي هئي، جڏهن سيميوئل جو ڪتاب لکيو ويو هو ۽ نتيجتاً اهو تہ سيميوئل اهو ڪتاب نہ لکيو هو ۽ اهو تہ اهو ڪتاب ڪنهن بہ صداقت ڪانسواءِ آهي. پر جيڪڏهن اسان انهن ڪتابن ۾ اڃا گهڻو اندر وڃون تہ اسانکي ان ڳالهہ جو اڃا وڌيڪ مثبت ثبوت ملي ٿو تہ سيميوئل، انهن ڪتابن جو ليکڪ نہ آهي ڇو تہ اهي اهڙيون شيون ٻڌائن ٿا، جيڪي سيميوئل جي موت کان ڪيترائي سال پوءِ تائين وقوع پذير نہ ٿيون هيون. سيميوئل، سائول کان اڳ مري ويو، ڇو تہ سيميوئل جو پهريون ڪتاب، باب ٢٨ ۾ اهو ٻڌائي ٿو تہ سائول ۽ عين دور جي پوپڻ سيميوئل کي، هن جي مري وڃڻ کانپوءِ، تصور ۾ آندو، پر پوءِ بہ انهن ڪتابن ۾ موجود مسئلن جي تاريخ، پاڻکي سائول جي زندگيءَ جي بقيہ حصي تائين ۽ دائود جي زندگيءَ جي آخري حصي تائين دگهيري ٿي، جيڪو سائول جو جانشين ٿيو. سيميوئل جي موت ۽ تدفين جو احوال (هڪ اهڙي شيءِ جيڪا سيميوئل خود نہ پيو لکي سگهي) سيميوئل جي پهرئين ڪتاب جي ٢٥ باب ۾ ڏنل آهي ۽ هن باب کي جيڪا زمانيت ڏني وئي آهي، اها انکي ١٠٦٠ سال قبل مسيح پراڻو ٻڌائي ٿي؛ پر پوءِ بہ هن پهرئين ڪتاب جي تاريخ کي ١٠٥٦ سال قبل مسيح تائين آندو ويو آهي يعني سائول جي موت تائين، جيڪو سيميوئل جي موت کان چار سال پوءِ تائين نہ ٿيو هو.

سيميوئل جو ٻيو ڪتاب، اهڙين شين جي احوال سان شروع ٿئي ٿو، جيڪي سيميوئل جي مري وڃڻ کان چئن سالن تائين وقوع پذير نہ ٿيون هيون، ڇو تہ اهو دائود جي حڪمرانيءَ سان شروع ٿئي ٿو، جيڪو سائول جو جانشين

هو ۽ اهو دائود جي حڪمرانيءَ جي آخر تائين وجي ٿو، جيڪو سيميوئل جي موت کان ۴۳ سال پوءِ هو. ۽ تنهنڪري اهي ڪتاب خود پاڻ ۾ ان ڳالهه جو هڪ مثبت ثبوت آهن تہ اهي سيميوئل طرفان نہ لکيا ويا هئا.

مون هاڻي بائيبل جي پهرئين حصي جي سمورن ڪتابن جو بغور مطالعو پيش ڪري ڇڏيو آهي، جن مٿان انهن ماڻهن جا نالا ليڪڪن طور چنبڙايا ويا آهن، ۽ جن کي چرچ، جيڪو پاڻکي عيسائي چرچ جو نالو ڏئي ٿو، دنيا مٿان، موسيٰ جي لکڻين، يشوع جي لکڻين ۽ سيميوئل جي لکڻين طور، مسلط ڪري ڇڏيو آهي ۽ مون ان تسلط جو ڪوڙيڻو پڪڙي ورتو آهي ۽ ثابت ڪري ڇڏيو آهي. ۽ هاڻي توهان هر قسم جي پادرين کي، جن هن ڪتاب جي پهرئين حصي جي خلاف تبليغيو ۽ لکي ڇڏيو آهي، ڇا چوڻو آهي؟ توهانجي خلاف ثبوت جي هيڏي ساري مواد هجڻ جي باوجود، جيڪو توهانکي توهانجي منهن ۾ تڪيندو رهي ٿو، ڇا پوءِ بہ توهان پادرين کي، پنهنجن منبرن ڏانهن پيش قدمي ڪرڻ ۽ اهي ڪتاب، پنهنجن اجتماعن مٿان، اُتساهيل قلمڪارن طرفان لکيل ڪتابن طور ۽ خدا جي ڪلام طور، مسلط ڪرڻ جي عمل کي جاري رکڻ جو يقين آهي؟ جڏهن تہ اها ڳالهہ ايتري چٽي آهي، جيترو ڪوبہ ڏيک، سچ کي ظاهر ڪري سگهي ٿو تہ اهي ماڻهو جيڪي توهان چئو ٿا تہ انهن ڪتابن جا ليڪڪ آهن، سي انهن جا ليڪڪ نہ آهن ۽ اهو تہ توهان بہ نہ ٿا ڄاڻو تہ اهي ليڪڪ ڪير آهن؟ توهان ان ڪافرانہ ڏوڪي کي جاري رکڻ خاطر هاڻي مڪر جو ڪهڙو سايو پيش ڪندؤ؟ خدا پرستيءَ جي خالص ۽ نيڪ مذهب خلاف ۽ ڪوڙ، بت پرستيءَ ۽ ڍونگ ڪندڙ الهام جي توهانجي پنهنجي نظام جي حق ۾ توهان وٽ، پيش ڪرڻ لاءِ اجا باقي ڇا آهي؟ اي ڪاش، جيڪڏهن اهي ظالم ۽ قاتلانہ حڪم، جن سان بائيبل پريو پيو آهي ۽ انهن حڪمن جي پاداش ۾ مردن، عورتن ۽ ٻارن جون بيشمار اذيتناڪ ڦاسيون، توهانجي ڪنهن دوست ڏانهن منسوب ڪيا ويا هجن ها، جنهن جي ياد توهانکي ڏاڍي عــــزيز هجي ها، تہ پوءِ توهان ان الزام جي ڪوڙپڻي جي پڪڙجي پوڻ تي اطمينان سان بهڪي پئو ها ۽ هن جي نقصان پهتل شهرت جو بچاءُ ڪرڻ ۾ سرهائي محسوس ڪيو ها! اهو ان ڪري آهي جو توهان وهم پرستيءَ جي ظلميت ۾ غرق ٿي ويل آهيو ۽ پنهنجي خالق جي عزت ۾ ڪابہ دلچسپي نہ ٿا محسوس ڪريو؛ تہ توهان بائيبل جي خوفناڪ ڪهاڻين کي بي حس لاپرواهيءَ سان ٻڌو ٿا.

اهو ثابت ڪرڻ لاءِ تہ بائيبل ڪنهن بہ اختياريءَ کانسواءِ آهي، مون جيڪو ثبوت پيش ڪري ڇڏيو آهي ۽ هن ڪتاب ۾ اجا پيش ڪندس، جتي اهو، هڪ پادريءَ جي ضديت کي زخمي ڪندو، اتي اهو لکين ڪروڙين ماڻهن جي ذهن کي آزاد ڪندو ۽ سڪون پهچائيندو. اهو انهن کي خدا جي انهن سمورين سخت سوچن کان آزاد ڪندو، جيڪي پادرشاهي ۽ بائيبل، هنن جي ذهنن ۾ ڦوڪي ڇڏيون آهن ۽ جيڪي خدا جي نيڪ انصاف ۽ سخاوت جي سمورن خيالن جي

دائمي مخالفت ۾ بيٺيون آهن.

مان هاڻي بادشاهن (Kings) جي ٻن ڪتابن ۽ تواريخ (Chronicle) جي ٻن ڪتابن ڏانهن اچان ٿو. اهي ڪتاب سراسر تاريخي آهن ۽ يهودي بادشاهن جي زندگيءَ ۽ عملن تائين مڪمل طور محدود آهن، جيڪي بحيثيت مجموعي بدمعاشن جو هڪ ٽولو هئا: پر هي اهڙا معاملا آهن، جن سان اسانجو ان ڪان وڌيڪ واسطو ناهي، جيترو اسانجو رومن بادشاهن سان يا هومر جي ٽروجن جنگ جي احوال سان آهي. ان ڪان علاوه، جيئن ته اهي ڪتاب بي نام آهن ۽ اسانکي انهن جي ليکڪن يا سندن ڪردار جي باري ۾ ڪا به ڄاڻ ڪانهي، ان ڪري اسان لاءِ اهو ڄاڻڻ ناممڪن آهي ته انهن ڪتابن ۾ ڏسيل معاملن کي اسان ڪيتري حد تائين سچو سمجهون. ٻين سمورين قديم تاريخن جيان، اهي به افساني ۽ حقيقت جو ۽ ممڪن شين ۽ ناممڪن شين جو هڪ مرڪب لڳن ٿا پر جن کي وقت ۽ مڪان جي وٿيءَ ۽ دنيا ۾ حالتن جي تبديليءَ، متروڪ ۽ غير دلچسپ بڻائي ڇڏيو آهي.

مان انهن ڪتابن جو مڪمل استعمال، هن مڪر ڪيل خدا جي ڪلام ۾ موجود مونجهاري، تضاد ۽ ظلم کي ڏيکارڻ لاءِ، انهن کي هڪٻئي سان ۽ بائيبل جي ٻين حصن سان ڀيٽڻ ۾ ڪندس.

بادشاهن جو پهريون ڪتاب، سليمان (Solomon) جي دور سان شروع ٿئي ٿو، جيڪو بائيبل جي زمانيت مطابق ١٠١٥ سال قبل مسيح هو ۽ ٻيو ڪتاب ٥٨٨ سال قبل مسيح ۾ ختم ٿئي ٿو. صدقياه جي دور ڪان ٿورو پوءِ تائين، جنهن کي نبوڪد نظر يروشلم تي قبضي ڪرڻ ۽ يهودين کي پيهر فتح ڪرڻ ڪانپوءِ بابل ڏانهن قيدي بڻائي ڪٺي ويو. اهي ٻئي ڪتاب ٤٢٧ سالن جي عرصي تائين ڦهليل آهن.

تواريخ جا ٻئي ڪتاب، ساڳين زمانن جي هڪ تاريخ آهن ۽ بحيثيت مجموعي، هڪ ٻئي ليکڪ طرفان ساڳين ماڻهن جي تاريخ آهن، ڇو ته ائين فرض ڪرڻ ته ساڳئي ليکڪ تاريخ به دفعا لکي ڇڏي آهي، بيهوده لڳندو. تواريخ جو پهريون ڪتاب (آدم ڪان سائول تائين حسب نسب ڏئي ڇڏڻ ڪانپوءِ، جيڪو پهريان نوَ باب والاري ٿو) دائود جي دور حڪومت سان شروع ٿئي ٿو ۽ آخري ڪتاب، جيئن بادشاهن جي آخري ڪتاب ۾ آهي، صدقياه جي دور حڪومت ڪان ٿورو پوءِ، اٽڪل ٥٨٨ سال قبل مسيح. آخري باب جا آخري به بيت، تاريخ کي ٥٢ سال اڳتي کڻي وڃن ٿا يعني ٥٣٦ سال قبل مسيح تائين. پر هي بيت ان ڪتاب سان واسطو نه ٿا رکن، جيئن مان اڳتي هلي ڏيکاريندس، جڏهن مان عذرا جي ڪتاب تي ڳالهائڻ لاءِ پهچندس.

بادشاهن جي ٻن ڪتابن ۾، سائول، دائود ۽ سليمان جي تاريخ ڪانسواءِ، جن سڄي اسرائيل مٿان حڪمراني ڪئي، سترهن بادشاهن ۽ هڪ راڻيءَ جي زندگين جا خاڪا- جيڪي يهوداه جا بالقب بادشاه هئا ۽ اوڻويهن بادشاهن

جي زندگين جا خاڪا- جيڪي اسرائيل جا بالقب بادشاهه هئا، شامل آهن، چو ته يهودي قوم، سليمان جي موت کان فوراً پوءِ، ٻن حصن ۾ ورهائجي وئي، جن پنهنجي لاءِ الڳ الڳ بادشاهن جي چونڊ ڪئي ۽ جن هڪٻئي جي خلاف سخت نفرت واريون جنگيون شروع ڪيون. اهي ٻئي ڪتاب، قتلن، غدارين ۽ جنگين جي هڪ تاريخ کان ٿورڙو وڌيڪ به ڪجهه آهن. اهو ظلم جنهن جو يهودي، ڪنعانين مٿان ڪرڻ جو پاڪي عادي بڻائي چڪا هئا، جن جي ملڪ تي هنن، خدا طرفان هڪ ڊونگ ڪيل تحفي جي نعري هيٺ، وڏي وحشت سان چڙهائي ڪئي هئي، بعد ۾ اهو هنن هڪٻئي مٿان به ان بربريت سان آزمايو. مشڪل سان انهن بادشاهن مان اڌ، فطري موت مئا ۽ ڪن حالتن ۾ ته سڄي جا سڄا خاندان، جانشين بڻجڻ وارو اقتدار حاصل ڪرڻ لاءِ، تباهه و برباد ڪيا ويا؛ جن سان به ڪجهه سالن کانپوءِ ۽ ڪڏهن ته ڪجهه مهينن يا ان کان به گهٽ وقت کانپوءِ، ساڳيو حشر نشر ٿيو.

بادشاهن جي ٻئي ڪتاب جي ١٠ باب ۾ ٻارڙن جي ڪوپڙين سان ڀريل ٻن ٽوڪرين جو احوال ڏنو ويو آهي، جن جو تعداد ٧٠ هو، جيڪي شهر جي مُک دروازي تي رکيون ويون هيون. اهي اخي اب جا ٻار هئا ۽ ياهو جي حڪمن تي قتل ڪيا ويا هئا، جنهن کي اليشع خدا جي ڊونگي ماڻهوءَ اهو خوني ڪارنامو ڪرڻ ۽ پاڻکان اڳلي بادشاهه کي قتل ڪرڻ جي مقصد خاطر اسرائيل مٿان بادشاهه بڻجڻ جي ٻپتسما ڏني هئي ۽ مناهم- اسرائيل جي بادشاه مان هڪ بادشاهه جي دور حڪومت جي احوال ۾، جنهن رڳو هڪ مهينو بادشاهت ڪندڙ شالم کي قتلَ ڪري ڇڏيو هو، اهو چيو ويو آهي (ڪتاب بادشاهه ٢، باب ١٥، بيت ١٦):

ته "مناهم، تفسحه شهر کي شڪست فاش ڏني، ڇاڪاڻ جو هنن اهو شهر هن لاءِ نه کوليو ۽ ان شهر ۾ جيڪي به عورتون پيٽ سان هيون، تن جو پيٽ ڦاڙيو."

ڇا اسان پاڪي اهو فرض ڪرڻ جي اجازت ڏئي سگهون ٿا ته خدا، ماڻهن جي ڪنهن به قوم کي، هن جي "منتخب قوم" جي نالي سان چونڊي، اسان انهن ماڻهن کي لازمي طور ائين سمجهون ته اهي ٻي سموري دنيا آڏو نج پارسائيءَ ۽ انسانيت جو مثال هئا ۽ نه ڪ رهزنن ۽ ڪنڌ- ڪپيندڙن جي هڪ قوم، جيئن قديم يهودي هئا. هڪ اهڙي قوم جيڪا موسىٰ، هارون، يشوع، سيميوئل ۽ دائود جهڙن راڪاسن ۽ ڀهروپين طرفان بگاڙي وئي ۽ انهن جو نقل ڪندي، وحشت ۽ بربريت ۾ هن ڌرتيءَ جي سيني تي ٻين سمورين قومن کان پاڪي وڌيڪ نمايان بڻائي ڇڏيو. جيڪڏهن اسان پنهنجيون اکيون زور سان بند نه ڪري ڇڏيون ۽ پنهنجيون دليون مضبوط نه ڪري ڇڏيون، ته پوءِ اهو نه ڏسڻ ناممڪن آهي، ان سموري تمام گهٽي مضبوط بڻيل وهم پرستيءَ جي باوجود، جيڪا ذهن مٿان مسلط ڪيل آهي، ته خدا جي "چونديل قوم" جو خوشامدڙيو لقب، ٻيو ڪجهه ناهي، سواءِ هڪ ڪوڙ جي، جنهن کي پادرين ۽ يهودين جي رهبرن، خود پنهنجن ڪردارن جي گهٽياپڻي کي لڪائڻ لاءِ، ايجاد ڪيو هو ۽

جنهن کي مجڻ لاءِ عيسائي پادرين، جيڪي ڪڏهن اوترائي بدعنوان ۽ اڪثر ڪري اوترائي ظالم آهن، تبليغ ڪئي آهي.

تواريخ جا ٻه ڪتاب، ساڳين ڏوهن جو هڪ ورجاءُ آهن، پر ليکڪ طرفان تاريخ کي ڪن بادشاهن جي حڪومتي دور کي ٻاهر رکندي ڪيترين ئي جڳهن تي ٽوڙيو ويو آهي.

ان ڪتاب ۾ ۽ بادشاهن جي ڪتاب ۾ پڻ، يهوديہ جي بادشاهن جي، اسرائيل جي بادشاهن ۾ ۽ اسرائيل جي بادشاهن جي يهوديہ جي بادشاهن ۾ اهڙي تہ تڪڙي تڪڙي متاستا موجود آهي، جو اهو احوال پڙهڻ ۾ ڏاڍو غير واضح ٿي پوي ٿو. ساڳئي ڪتاب ۾ ڪڏهن تاريخ پنهنجو پاڻکي رد ڪري ٿي، مثال طور: بادشاهن جي ٻئي ڪتاب جي پهرئين باب جي بيت ١٧ ۾ اسانکي ٻڌايو ويو آهي، پر ٿوري مبهم انداز ۾ تہ آهيزياهہ- اسرائيل جي بادشاهہ جي موت ڪانپوءِ بيهورام يا يورام (جيڪو اخراب جي گهراڻي جو هو)، هن جي بدران حڪمراني ڪئي، بيهورام يا يورام- بيهوسفط، يهوديہ جي بادشاهہ جي پٽ، جي ٻئي سال ۾- ۽ ساڳئي ڪتاب جي اٺين باب جي بيت ١٦ ۾ اهو چيو ويو آهي، "۽ يورام- اخراب جي پٽ، اسرائيل جي بادشاهہ جي پنجين سال ۾، بيهوشڦت جيڪو تڏهن، يهوديہ جو بادشاهہ هو، بيهورام، بيهوسفط جو پٽ، يهوديہ جي بادشاهہ، حڪمراني ڪرڻ شروع ڪئي." يعني تہ هڪ باب چئي ٿو، يهوديہ جي يورام، اسرائيل جي يورام جي ٻئي سال ۾ حڪمراني ڪرڻ شروع ڪئي ۽ ٻيو باب چئي ٿو، تہ اسرائيل جي يورام، يهوديہ جي يورام جي پنجين سال ۾ حڪمراني ڪرڻ شروع ڪئي.

هڪ تاريخ ۾ ڏسيل ٻي حد غير معمولي معاملن منجهان ڪيترا، جن لاءِ چيو وڃي ٿو تہ سندن ڦلاڻن يا ڦلاڻن بادشاهن جي دورِ حڪومت ۾ ٿي گذريا، ٻي تاريخ ۾ نہ ٿا ملن، جڏهن ان ساڳئي بادشاهہ جي دورِ حڪومت جو ذڪر ڪيو وڃي ٿو. مثال طور سليمان جي موت ڪانپوءِ ٻهريان ٻہ هڪٻئي جا دشمن بادشاهہ ريهو ۽ يربعام هئا ۽ بادشاهن جي پهرئين ڪتاب جي ٻارهين ۽ تيرهين باب ۾ يربعام جو احوال ڏنو ويو آهي، جيڪو قربانگاهہ جي پاسي ۾ لوبان ساڙي رهيو آهي ۽ اهو تہ هڪ ماڻهو، جنهن کي اتي "خدا جو ماڻهو" ڪوٺيو وڃي ٿو، قربانگاهہ خلاف رڙيون ڪري ٿو. باب تيرهون، بيت ٢:

"او قربان گاهہ! او قربان گاهہ! خداوند هيئن ٿو فرمائي: ڏس! دائود جي گهراڻي ۾ يوسياهہ نالي هڪ ٻار ڄمندو ۽ اهو توتي عظيم جڳهن جا پادري قربان ڪندو، جي توتي لوبان ساڙيندا ۽ اهي ماڻهن جا هڏا تو مٿان ساڙيندا."

بيت ۴:

"۽ پوءِ هيئن ٿيو تہ جڏهن بادشاهہ يربعام، خدا جي ماڻهوءَ جي چوئي ٻڌي، جنهن بيت ايل ۾ قربانگاهہ خلاف رڙيون ڪيون هيون، تہ هن قربانگاهہ مان پنهنجو هٿ ڊگهيري چيو، "وٺو، هن کي پڪڙيو، ۽ سندس هٿ، جيڪو هن، هن

ڏانهن ڍڳهيربو هو اهڙو سُڪي ويو جو هو وري ان هٿ کي پاڻ ڏي ڇڪي نہ سگهيو."

ماڻهو سوچيندو تہ اهڙو هڪ غير معمولي واقعو، جيئن هي (جنهن جو هڪ فيصلي طور ذڪر ڪيو ٿو وڃي)، جيڪو ٻن ڏڙن مان هڪ جي سردار سان پيش اچي رهيو آهي ۽ اسرائيلين جي ٻن قومن ۾ ورهائجي وڃڻ جي پهرين گهڙيءَ تي ٿي رهيو آهي، جيڪڏهن سچو هجي ها تہ ٻنهي تاريخن ۾ محفوظ ڪيو ويل هجي ها! بعد جي زمانن ۾ ماڻهن ان سڀ کي مڃيو آهي، جيڪو بہ رسولن هنن کي چئي ڇڏيو آهي، پر لڳي ٿو تہ انهن رسولن يا تاريخدانن هڪٻئي کي نہ ٿي مڃيو- اهي هڪٻئي کي شايد خوب سڃاڻن پيا.

بادشاهن جي ڪتابن ۾ ايلياه جي باري ۾ بہ هڪ طويل احوال ڏنو ويو آهي. اهو ڪيترن ئي بابن مان گذري ٿو ۽ اهو ٻڌائيندي ختم ٿئي ٿو تہ (بادشاهن جو ٻيو ڪتاب، باب ٢، بيت ١١):

"۽ پوءِ هيئن ٿيو تہ جيئن اهي (ايلياه ۽ اليشع) ڳالهائيندا هلندا پئي ويا، تہ ڏسو، اتي باهہ جي هڪ گاڏي ۽ باهہ جا گهوڙا نمودار ٿي پيا، جن هنن ٻنهي کي هڪٻئي کان ڌار ڪري ڇڏيو ۽ ايلياه هڪ واچوڙي ۾ مٿي آسمان ڏانهن چڙهي ويو."

هَلُ پيشان! هي تواريخ جي ڪتاب جو ليکڪ، جيڪو ايترو معجزائي آهي، جيتري هيءَ ڪهاڻي، مٿين ڪهاڻيءَ جو ذڪر نہ ٿو ڪري، جيتوڻيڪ هو ايلياه جو، نالي سان ذڪر ڪري ٿو: نہ ئي هو بادشاهن جي ساڳئي ڪتاب جي ٻئي باب ۾ ٻڌايل ان ڪهاڻيءَ جو ذڪر ڪري ٿو، جنهن ۾ ٻارن جو هڪ ٽولو، اليشع کي "نوڙهو مٿو"، "نوڙهو مٿو" ڪري ڪوني ٿو: تڏهن هي "خدا جو ماڻهو" (بيت ٢۴): "پوئتي مڙيو ۽ هنن کي نهاريائين ۽ خدا جي نالي ۾ هنن کي پٽيائين." ۽ "اتي پوءِ جهنگل مان بہ رڇڻيون نڪري آيون، جن هنن مان ۴٢ ٻارن کي چيري ڦاڙي ڇڏيو."

ليکڪ ان ڪهاڻيءَ مٿان بہ خاموشيءَ سان گذري وڃي ٿو، جيڪا بادشاهن جي ٻئي ڪتاب جي باب ١٣ ۾ ٻڌايل آهي تہ جڏهن هو هڪ ماڻهوءَ کي ان قبر ۾ دفنائي رهيا هئا، جنهن ۾ اليشع کي پوريو ويو هو، تڏهن ائين ٿيو جو جيئن هو مئل ماڻهوءَ کي هيٺ لَحد ۾ لاهي رهيا هئا (بيت ٢١)، ان اليشع جي هڏن کي ڇهي ورتو ۽ هو (مئل ماڻهو) ٻيهر جيئرو ٿي پيو ۽ پنهنجن پيرن تي اُٿي بيٺو." ڪهاڻي اسانکي اهو نہ ٿي ٻڌائي تہ آيا هنن ان ماڻهوءَ کي پوءِ بہ پوري ڇڏيو، باوجود ان جي تہ هو ٻيهر زنده ٿي پيو هو ۽ پنهنجن پيرن تي اٿي بيٺو هو يا هن کي وري ٻاهر ڪڍي ورتو هئائون. هنن سمورين ڪهاڻين تي، تواريخ جي ڪتابن جو ليکڪ اوترو ئي خاموش آهي، جيترو اڄ جي دور جو ڪوبہ ليکڪ، جيڪو ساڳئي قسم جي ڪهاڻين بابت پاڻ سان ڪوڙ ڳالهائڻ يا گهٽ ۾ گهٽ ڪوڙن قصن ناهڻ جي الزام مڙهجڻ جو انتخاب ڪندي، خاموش رهندو.

پر بهرحال هي ٻئي تاريخدان، پنهنجي طرفان ٻڌايل قصن جي لحاظ کان،

هڪٻئي سان ڪيترو نہ اختلاف رکندا هجن، پر اهي انهن انسانن جهڙن نبين جي حوالي سان، جن جون لکتيون بائيبل جو آخري حصو پرن ٿيون، ساڳئي نموني خاموش آهن.

يسيعياه (Isaiah) جيڪو حزقياه جي زماني ۾ زنده هو، بادشاهن جي ڪتاب ۾ ۽ وري تواريخ جي ڪتابن ۾ چاڙهيو ويو آهي، جڏهن هي تاريخدان، ان دور حڪومت جي باري ۾ ڳالهائي رهيا آهن. پر هڪ يا وڌ ۾ وڌ ٻن هنڌن ڪانسواءِ ۽ اهو بہ تمام هلڪي انداز ۾، باقي ٻين مان ڪنهن جي بہ باري ۾ ايترو گهٽو نہ ڳالهايو ويو آهي، ويندي سندن وجود ڏانهن بہ ڪو اشارو نہ ڪيو ويو آهي. جيتوڻيڪ بائيبل جي زمانيت مطابق، اهي انهن ڏهاڙن ۾ زنده هئا، جڏهن اهي تاريخون لکيون ويون هيون، انهن مان ڪي تہ اجا بہ گهٽو اڳ! جيڪڏهن اهي نبي، جيئن انهن کي سڏيو وڃي ٿو، پنهنجن ڏينهن ۾ اهميت وارا ماڻهو هئا، جيئن بائيبل سهيڙيندڙن، پادرين ۽ تفسير نگارن هنن کي ائين ظاهر پئي ڪيو آهي، تہ پوءِ ان ڳالهہ جو ڪهڙو جواب ڏئي سگهجي ٿو تہ انهن تاريخن منجهان رڳو هڪ هنن لاءِ ڪجهہ چوندي هجي؟

بادشاهن جي ڪتابن ۽ تواريخ جي ڪتابن ۾ تاريخ کي سال ۵۸۸ قبل مسيح تائين اڳتي آندو ويو آهي، جيئن مون اڳ ئي چٽي چڏيو آهي؛ تنهنڪري اهو معائنو ڪرڻ تہ انهن نبين منجهان ڪهڙا ان زماني کان اڳ زنده هئا، موزون ٿيندو.

نبين جي ڪتابن مان هر ڪتاب جي پهرئين باب تي مقرر ڪيل زمانيت/قديميت مطابق، هتي سمورن نبين جي هڪ فهرست پيش ڪجي ٿي، ان زماني سان گڏ جنهن ۾ اهي يسوع مسيح کان اڳ زنده هئا ۽ انهن سالن جي تعداد جي فهرست پڻ پيش ڪجي ٿي، جيڪي سال اهي، بادشاهن جي ڪتابن جي لکجي وڃڻ کان اڳ زنده هئا. هيءَ فهرست يا تہ بائيبل جي تاريخدانن لاءِ ايتري قابلِ عزت نہ آهي يا بائيبل جي نبين لاءِ ايتري قابلِ عزت نہ آهي ۽ مان اهو پادرين ۽ تفسير نگارن مٿان ڇڏيان ٿو، جيڪي ننڍڙين شين ۾ تمام وڏا عالم ٿين ٿا، تہ هو انهن ٻنهي جي وچ ۾ فضيلت جي نقطي جو نبيرو ڪن ۽ ان سبب جو تعين ڪن تہ بادشاهن ۽ تواريخ جي ڪتابن جي ليکڪن، انهن نبين سان جن کي مان هن ڪتاب جي پهرئين حصي ۾ "شاعرن" طور سمجهيو آهي، ايڏي گهٽي عزت-گهٽائيندڙ خاموشيءَ سان ڇو ورتاءُ ڪيو آهي، جيڏيءَ سان هوند اجوڪي زماني جو ڪوبہ تاريخدان پيٽرپندار سان ڪندو.

تواريخ جي ڪتاب تي مونکي هڪ وڌيڪ مشاهدو پيش ڪرڻو آهي، ان ڪانپوءِ مان بائيبل جي ٻن ڪتابن جو جائزو وٺڻ لاءِ اڳتي وڌندس.

پيدائش جي ڪتاب تي پنهنجن مشاهدن ۾، مون ۳۶ باب جي بيت ۳۱ مان هڪ تڪري جو حوالو ڏنو آهي، جيڪو ظاهراً هڪ اهڙي وقت ڏانهن اشارو ڪري ٿو، جيڪو بني اسرائيل مٿان بادشاهن جي حڪمراني شروع ٿيڻ ڪانپوءِ جو وقت آهي ۽ مون اهو ڏيکاري ڇڏيو آهي تہ جيئن تہ اهو بيت لفظ بہ لفظ

## فهرست

| نالو | سال- قبل مسيح | بادشاهن ۽ تواريخ جي ڪتابن کان اڳ ڪيترا سال | مشاهدا |
|---|---|---|---|
| يسعياه | 760 | 172 | چاڻايل |
| يرمياهہ | 629 | 41 | تواريخ جي ڪتاب جي رڳو آخري باب ۾ ڄاڻايل |
| ازيڪيل | 595 | 7 | نہ ڄاڻايل |
| داني ايل | 607 | 19 | نہ ڄاڻايل |
| هوزيا | 785 | 97 | نہ ڄاڻايل |
| يول | 800 | 212 | نہ ڄاڻايل |
| اموس | 787 | 199 | نہ ڄاڻايل |
| عبدياهہ | 787 | 199 | نہ ڄاڻايل |
| يوناهہ | 862 | 274 | فوٽ نوٽ پڙهو |
| ميڪاهہ | 750 | 162 | نہ ڄاڻايل |
| نَهُم | 713 | 125 | نہ ڄاڻايل |
| هَباڪُڪُ | 626 | 38 | نہ ڄاڻايل |
| زفانياهہ | 630 | 42 | نہ ڄاڻايل |
| هگائي | 588 سالن کانپوءِ | | |
| زيچاريہ | | | |
| مَلاڪي | | | |

* ڪتاب بادشاهہ ٻئين جي باب 14 جي بيت 25 ۾ يوناهہ جو نالو ڏنو ويو آهي، بيروبوم طرفان زمين جي هڪ ٽڪري جي بحاليءَ جي سلسلي ۾؛ پر ان کان وڌيڪ هن لاءِ ڪجهہ بہ نہ چيو ويو آهي، نہ ئي يوناهہ جي ڪتاب ڏانهن ڪو اشارو ڪيو ويو آهي، نہ هن جي نينوهہ ڏانهن سفر ۽ نہ هن جي وهيل سان ٽڪرائجڻ جو ذڪر ڪيو ويو آهي.

ساڳيو آهي، جيئن تواريخ جي ڪتاب جي باب پهرئين، بيت ۴۳ ۾ آهي، جنهن اهو تاريخ جي ڏاري سان مطابقت ۾ بيٺو آهي، جڏهن ته پيدائش جي ڪتاب ۾ اهو انهن نه بيٺل آهي؛ سو پيدائش جي ڪتاب جو اهو بيت ۽ ٣٦ باب جو گهڻو حصو، تواريخ جي ڪتاب تان ورتا ويل آهن- ۽ اهو ته ڪتاب پيدائش، جيتوڻيڪ انڪي بائيبل ۾ سڀ کان اول جڳهه تي رکيو ويو آهي ۽ موسيٰ ڏانهن منسوب ڪيو ويو آهي، ڪنهن اڻڄاتل شخص طرفان، تواريخ جي ڪتاب جي لکجي وڃڻ کانپوءِ، ناهيو ويو آهي، جيڪو موسيٰ جي زماني کان گهٽ ۾ گهٽ ٨٦٠ سال بعد ۾ هو.

هن ڳالهه کي هٿي ڏيڻ لاءِ مان جيڪو ثبوت پيش ڪندس، اهو باقاعده آهي ۽ انڪي پنهنجي اندر ٻه مرحلا آهن. پهريون مون اڳ ئي اهو چئي ڇڏيو آهي ته ڪتاب پيدائش جو ٽڪرو وقت جي تعين لاءِ تواريخ جي ڪتاب ڏانهن رجوع ڪري ٿو. ٻيو- تواريخ جو ڪتاب، جنهن ڏانهن هي ٽڪرو پاڻکي رجوع ڪري ٿو، موسيٰ جي زماني کان گهٽ ۾ گهٽ اٺ سؤ سال پوءِ تائين لکجڻ شروع نه ٿيو هو. اهو ثابت ڪرڻ لاءِ اسانکي رڳو تواريخ جي پهرئين ڪتاب جي ٽئين باب جي تيرهين بيت کي ڏسڻو پوندو، جنهن ليڪڪ، دائود جي پونيئرن جو حسب نسب ڏيندي، صدقياه جو ذڪر ڪري ٿو- ۽ اهو صدقياه جي زماني ۾ ٿيو جو نبوڪد نظر (٥٨٨ سال قبل مسيح) يروشلم فتح ڪيو. ۽ نتيجتاً موسيٰ کان ٨٦٠ سال پوءِ- اهي جن بائيبل جي قديمپڻي ۽ خاص طور تي موسيٰ ڏانهن منسوب ڪيل ڪتابن جي قديمپڻي جي، وهم پرستانه انداز ۾ ڊاڙ هڻي ڇڏي آهي، انهن اهو معائني ڪرڻ کانسواءِ ڪري ڇڏيو آهي ۽ سواءِ هڪ ٻالي ڀولي ماڻهوءَ جي ٻئي ماڻهوءَ کي ٻڌائڻ جي تصديق جي، ٻي ڪنهن به تصديق کانسواءِ ڪيو آهي، جو ته جيستائين تاريخي ۽ زمانوي ثبوت لاڳو ٿئي ٿو، بائيبل جو سڀ کان پهريون ڪتاب به هومر جي ڪتاب کان ٽي سو سالن کان وڌيڪ قديم ناهي ۽ تقريباً ساڳي ڄمار جو آهي، جيئن ايساپ جا افسانا. مان هتي هومر جي نيڪيءَ لاءِ وڪالت ڪونه ڪري رهيو آهيان. ان جي ابتڙ مان انڪي ڪوڙي شان جو هڪ ڪتاب سمجهان ٿو، جيڪو پنهنجي اندر عزت جي بداخلاق ۽ لچڻ تصورن اُتساهڻ جو لاڙو رکي ٿو ۽ ايساپ جي حوالي سان، جيتوڻيڪ ان جو اخلاق، عمومي طور تي انصاف وارو آهي، پر ان جو افسانو، اڪثر ڪري ظالم آهي ۽ افسانې جي ظلميت، دل کي، خاص ڪري هڪ ٻار ۾، وڌيڪ زخم رسائي ٿي، بنسبت ان ڀلائيءَ جي، جيڪا نيڪي، انصاف سان ڪري ٿي.

بادشاهن ۽ تواريخ جي ڪتابن کي هاڻي رد ڪري ڇڏڻ کانپوءِ، مان قطار ۾ بيٺل اڳلي ڪتاب- عذرا جي ڪتاب ڏانهن اچان ٿو.

اها بدنظمي، جنهن ۾ هي ڍونگ ڪيل خدا جو ڪلام- بائيبل گڏ ڪيو ويو آهي، ۽ اها غير يقيني ته ان جا ليکڪ ڪير هئا، ڏيکارڻ واسطي، گهڻن ٻين ثبوتن منجهان، رڳو هڪ ثبوت پيش ڪرڻ لاءِ، اسانکي صرف عذرا جي ڪتاب

جي پهرين ٽن بيتن کي ڏسڻو پوندو: ڇو ته انهن آخر ڪهڙي قسم جي ڪٽ سٽ ۽ ردوبدل وسيلي ٿيو آهي جو عذرا جا پهريان ٽي بيت، تواريخ جي ڪتاب جا آخري ٻه بيت هجڻ گهربا هئا يا وري تواريخ جي ڪتاب جا آخري ٻه بيت، عذرا جي ڪتاب جا پهريان ٽي بيت هجڻ گهربا هئا؟

تواريخ جي ڪتاب جا آخري ٻه بيت

بيت ٢٢:

هاڻي فارس جي بادشاهه خورس جي پهرئين سال ۾، انهيءَ لاءِ ته يرمياهه جي واتان ڪيل، خداوند جو ڪلام پورو ٿئي: خداوند فارس جي بادشاهه خورس جي دل اُڀاري، هن پنهنجي سڄي سلطنت ۾ هڪ اعلان ڪرايو ۽ لکيل اشتهار به موڪليائين.

بيت ٢٣:

فارس جي بادشاهه- خورس هيئن چيو: ڌرتيءَ جون سموريون بادشاهتون، خدا- آسمان جي مالڪ، مونکي ڏني ڇڏيون آهن ۽ هن منهنجي مٿان اهو ذمو رکيو آهي ته يروشلم ۾- جيڪو يهوديه ۾ آهي، مان هن جي لاءِ هڪ گهر تعمير ڪريان. توهان منجهان جيڪو به هُن جو ماڻهو آهي، خداوند، هن جو خدا، هن سان گڏ هوندو ۽ اهو ڀلي روانو ٿي وڃي."

عذرا جا پهريان ٽي بيت

بيت ١:

"هاڻي فارس جي بادشاهه- خورس جي پهرئين سال ۾، ته خدا جو ڪلام، يرمياهه جي واتان، پورو ٿي وڃي، خداوند فارس جي بادشاهه، خورس جي روح کي گرمايو ۽ هن پنهنجي سموري سلطنت ۾ منادي ڪرائي ۽ لکيل اشتهار به موڪليائين."

بيت ٢:

"فارس جو بادشاهه- خورس هيئن ٿو فرمائي: ته خداوند، آسمان جي خدا، مونکي هن ڌرتيءَ جون سموريون بادشاهتون ڏئي ڇڏيون آهن ۽ هن منهنجي مٿان اهو ذمو رکي ڇڏيو آهي ته مان هن جي لاءِ يروشلم ۾ هڪ گهر اڏيان، جيڪو يهوديه ۾ آهي."

بيت ٣:

"توهان سڀني منجهان ڪير هن جو ماڻهو آهي؟ هن جو خدا، هن سان گڏ هوندو ۽ هن کي مٿي يروشلم ڏانهن وڃڻ ڏيندو، جيڪو يهوديه ۾ آهي ۽ خداوند- اسرائيل جي خدا جو گهر جوڙي (جو اهوئي خدا آهي) جو يروشلم ۾ آهي."

تواريخ جي ڪتاب جو آخري بيت اوچتو ئي اوچتو ٽٽل آهي ۽ ڪنهن جڳهه جي نشاندهي ڪرڻ کانسواءِ لفظ "مٿي" سان هڪ فقري جي وچ ۾ ختم ٿي وڃي ٿو. هيءُ اوچتو رخنو ۽ ساڳين بيتن جو مختلف ڪتابن ۾ ظاهر ٿيڻ، اها بي ترتيبي ۽ جهالت ڏيکارن ٿا، جيئن مان اڳ ئي چئي چڪو آهيان، جنهن

۾ بائيبل ڪي گڏ ڪيو ويو آهي ۽ اهو پڻ تہ ان جي سهيڙيندڙن ڪي ان لاءِ ڪابہ تصديق نہ هئي تہ هو ڇا ڪري رهيا هئا ۽ نہ ئي اسانکي اهو مڃڻ لاءِ ڪا تصديق آهي تہ هنن ڇا ڪري ڇڏيو آهي.*

اها واحد شيءِ، جنهن کي عذرا جي ڪتاب ۾ يقينيت جو ڪوئي ڏيک آهي، اهو وقت آهي، جنهن ۾ اهو لکيو ويو آهي، جيڪو يهودين جي بابل جي قيدخاني مان واپسيءَ کان فوراً پوءِ، جيڪا اٽڪل ٥٣٦ سال قبل مسيح ٿي،

---

* مون ڏٺو آهي تہ جيئن مون بائيبل ۾ موجود ڪيترن ئي ٽٽل ۽ بي معنيٰ ٽڪرن کي پنهنجي نظر مان ڪڍيو آهي، مون انهن کي ايتري نتيجي وارو نہ ڏٺو آهي جو انهن کي هن ڪتاب جي مضمون ۾ شامل ڪريان، جيئن مثال طور (ڪتاب سيميوئل پهريون، باب ١٣، بيت ١) جتي اهو چيو ويو آهي،

"سائول هڪ سال حڪمراني ڪئي، ۽ جڏهن هن اسرائيل مٿان ٻہ سال حڪمراني ڪري ڇڏي، سائول پنهنجي لاءِ ٽي هزار ماڻهن جي چونڊ ڪئي، وغيره."

بيت جي پهرئين حصي تہ سائول هڪ سال لاءِ بادشاهي ڪئي، ڪي ڪابہ معنيٰ نہ آهي، ڇو تہ اهو اسانکي اهو نہ ٿو ٻڌائي تہ سائول ڇا ڪيو، نہ ئي اهو تہ ان هڪ سال جي پڄاڻيءَ تي ڇا ٿيو. ۽ انڪان علاوه ائين چوڻ محض بيهودگي آهي تہ هن هڪ سال بادشاهي ڪئي، جڏهن تہ بيت جو اڳلو حصو چئي ٿو تہ هن ٻہ سال بادشاهي ڪئي هئي، ڇو تہ جيڪڏهن هن ٻہ سال بادشاهي ڪئي هئي تہ پوءِ هڪ سال بادشاهي ڪرڻ ناممڪن هئي. ٻيو مثال ڪتاب يشوع ۾ آهي، (باب ٥) جتي ليکڪ اسانکي يشوع آڏو نمودار ٿيندڙ هڪ فرشتي جي ڪهاڻي ٻڌائي ٿو. (باب جي منڍ ۾ ڏنل مضمونن جي فهرست ۾ جيئن هن کي سڏ..و ويو آهي) ۽ ڪهاڻي اوچتو ئي اوچتو ڪنهن بہ نتيجي کانسواءِ ختم ٿئي ٿي. ڪهاڻي هيئين ريت آهي: (بيت ١٣)

"۽ هيئن ٿيو تہ جڏهن يشوع يريحو جي پرسان آيو، تڏهن پنهنجيون اکيون مٿي کڻي نهاريائين تہ ڏسي تہ هڪڙو ماڻهو سندس سامهون پنهنجي هٿ ۾ اگهاڙي ترار ڪڍيو بيٺو آهي ۽ يشوع وٽس ويو ۽ چيائينس تہ تون اسانجي لاءِ آهين يا اسانجن دشمنن جي لاءِ؟ ۽ هن چيو تہ نہ پر آءٌ خداوند جي لشڪر جو سردار ٿي آيو آهيان. تڏهن يشوع زمين تي منهن پر ڪري پيو ۽ سجدو ڪري هنکي چوڻ لڳو تہ منهنجو ڌڻي پنهنجي ٻانهي کي ڇا ٿو فرمائي؟ ۽ خداوند جي لشڪر جي سردار يشوع کي چيو تہ پنهنجي پير مان جُتي لاهہ، ڇالاءِ جو جنهن جاءِ تي تون بيٺو آهين سا پاڪ آهي ۽ يشوع ائين ئي ڪيو."

يا تہ هيءَ ڪهاڻي وچ ۾ ئي ٽوڙي وئي آهي يا اها هڪ اهڙي ڪهاڻي آهي، جيڪا يشوع جي خدا طرفان ڊونگي مشن جي مذاق اڏائڻ لاءِ ڪنهن يهودي مزاح نگار طرفان ٻڌائي وئي آهي ۽ بائيبل جي سهيڙيندڙن ان ڪهاڻيءَ جي بناوت کي نہ سمجهندي، انکي هڪ سنجيده ڪهاڻيءَ طور ٻڌائي ڇڏيو آهي. بطور مزاح ۽ مذاق جي هڪ ڪهاڻيءَ جي، ان ۾ گهڻو ڪجهہ آهي، ڇو تہ اها وڏي طمطراق سان هڪ ملائڪ کي، انسان جي شڪل ۾ سندس هٿ ۾ هڪ اگهاڙي ترار سان متعارف ڪرائي ٿي، جنهن جي آڏو يشوع منهن پر ڪري پئي ٿو ۽ ڪيس پوڄي ٿو (جيڪا ڳالهہ سندن پنئي احڪام جي خلاف آهي) ۽ پوءِ بهشت کان آيل تمام اهم سفير، يشوع کي اهو ٻڌائيندي تہ هو پنهنجا جوتا لاهي ڦٽي ڪري، دنگ ڪري ٿو. هو هن کي اهو پڻ ٻڌائي پئي سگهيو تہ هو پنهنجي سٿڻ لاهي ڇڏي. اها ڳالهہ بهرحال يقيني آهي تہ يهودين پنهنجن رهنمائن طرفان ڏسيل هر ڳالهہ کي مان نہ ٿي ڏنو، جيئن اهو ان بي رخي انداز مان ظاهر آهي، جنهن ۾ هو موسيٰ بابت ڳالهائن ٿا، جڏهن هو جبل ۾ هليو ويو هو. هو چوڻ لڳا، "ڇا لاءِ تہ هن شخص موسيٰ بابت اسانکي خبر نہ آهي تہ هن سان ڇا ٿيو." (ڪتاب خروج باب ٣٢ بيت ١)

عذرا (جيڪو يهودي تفسير نگارن مطابق، اهو ساڳيو ماڻهو آهي، جنهن کي ڪتاب ايپوڪرفا ۾ ايسدراس سڏيو ويو آهي) انهن ماڻهن منجهان هڪ هو، جيڪي واپس وريا ۽ جنهن، اهو ممڪن آهي ته ان معاملي جو احوال لکيو آهي. نهيمياه، جنهن جو ڪتاب، عذرا جي ڪتاب کانپوءِ اچي ٿو، واپس وريل ماڻهن مان هڪ ٻيو ماڻهو هو ۽ اهو پڻ ممڪن آهي ته هن ساڳئي معاملي جو احوال، انهن ڪتابن ۾ لکيو، جن تي هن جو نالو رکيل آهي. پر اهي تفصيل اسانجي لاءِ ڪجهه به ناهن، نه ئي ڪنهن ٻئي ماڻهوءَ لاءِ، جيڪڏهن اهي يهوديـن لاءِ، سندن قوم جي تاريخ جي حصي طور نه هجن ۽ انهن ڪتابن ۾ خدا جو ايترو ئي گهٽو ڪارنامو آهي، جيترو فرانس جي ڪنهن به تاريخ ۾، يا رئپنس جي انگلينڊ جي تاريخ ۾ يا ڪنهن به ٻئي ملڪ جي تاريخ ۾ آهي. پر تاريخي رڪارڊ جي معاملن ۾ به هنن ليکڪن مان ڪنهن تي به پاڙي نه ٿو سگهجي.

عذرا جي ٻئي باب ۾، ليکڪ انهن قبيلن ۽ خاندانن جي فهرست ۽ هر خاندان جي ماڻهن جي صحيح تعداد جي لسٽ ڏئي ٿو، جيڪي بابل مان يروشلم واپس موٽيا ۽ هيءَ طرح موٽيل ماڻهن جي هيءَ داخلا لڳي ٿو ته هن ڪتاب جي لکڻ جي مکيه مقصدن منجهان هڪ رهي آهي پر ان ۾ هڪ غلطي آهي، جيڪا ان جاکوڙ جي نيت کي ئي تباهه ڪري ڇڏي ٿي. ليکڪ پنهنجي داخلا، هيٺئين انداز ۾ شروع ڪري ٿو: (باب ٻيو، بيت ٣)

"پروش جا ماڻهو (بني پروش) ٻه هزار هڪ سؤ ٻاهتر." بيت ٤: "بني شفتياه ٽي سؤ ٻاهتر." ۽ ان انداز ۾ هو سمورن خاندانن مان ٿيندو اچي ٿو ۽ بيت ٦٤ ۾ هو انهن سيني جو جوڙ (ٽوٽل) ڪري ٿو ۽ چوي ٿو: سڄو اجتماع گڏي ڪري ٻائيتاليهه هزار ٽي سؤ ويهه هو. پر جيڪو به ماڻهو مختلف تفصيلن کي ڪٺي ڪرڻ جي تڪليف ڪندو، اهو معلوم ڪري ويندو ته انهن جو ٽوٽل آهي اوڻٽيهه هزار اٺ سؤ ارڙهن (٢٩٨١٨)؛ سو ڀُل آهي ١٢٥٤٢ جي! * ته پوءِ بائيبل ۾ ڪنهن به شيءِ لاءِ ڪهڙو يقين ٿي سگهي ٿو

* ڪتاب عذرا جي ٻئي باب ۾ خاندانن جا تفصيل

| بيت | تعداد | بيت | تعداد | بيت | تعداد | بيت | تعداد |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| بيت ٣ | 2172 | بيت ١٤ | 2056 | بيت ٢٥ | 743 | بيت ٣٦ | 973 |
| بيت ٤ | 372 | بيت ١٥ | 454 | بيت ٢٦ | 621 | بيت ٣٧ | 1052 |
| بيت ٥ | 775 | بيت ١٦ | 98 | بيت ٢٧ | 122 | بيت ٣٨ | 1247 |
| بيت ٦ | 2812 | بيت ١٧ | 323 | بيت ٢٨ | 223 | بيت ٣٩ | 1017 |
| بيت ٧ | 1254 | بيت ١٨ | 112 | بيت ٢٩ | 52 | بيت ٤٠ | 74 |
| بيت ٨ | 945 | بيت ١٩ | 223 | بيت ٣٠ | 156 | بيت ٤١ | 128 |
| بيت ٩ | 760 | بيت ٢٠ | 95 | بيت ٣١ | 1254 | بيت ٤٢ | 139 |
| بيت ١٠ | 642 | بيت ٢١ | 123 | بيت ٣٢ | 320 | بيت ٥٨ | 392 |
| بيت ١١ | 623 | بيت ٢٢ | 56 | بيت ٣٣ | 725 | بيت ٦٠ | 652 |
| بيت ١٢ | 1222 | بيت ٢٣ | 128 | بيت ٣٤ | 345 | | |
| بيت ١٣ | 666 | بيت ٢٤ | 42 | بيت ٣٥ | 3630 | ٽوٽل | 29818 |

ساڳئي انداز ۾ نهيمياهہ. مونيل خاندانن جي ۽ هر خاندان جي پاڻين جي تعداد جي هڪ لسٽ ڏئي ٿو. هو هيئن چوندي شروع ڪري ٿو، جيئن عذرا ۾ آهي، باب ٧، بيت ٨:
’بني پروش ٻہ هزار هڪ سؤ ٻاهتر“ ۽ اهڙي طرح هو سمورن خاندانن مان ٿيندو اچي ٿو. هيءَ لسٽ عذرا جي لسٽ کان ڪيترن ئي تفصيلن ۾ مختلف آهي. بيت ٦٦ ۾ نهيمياهہ انهن سڀني جو جوڙ ڪري ٿو ۽ چئي ٿو، جيئن عذرا چيو هو، ”سڄو اجتماع گڏجي ڪري، ٻائيتاليهہ هزار ٽي سؤ ويهہ هو.“ پر هن لسٽ جا تفصيل ٣١٠٨٩ جو ٽوٽل ناهن تا، سو تنهنڪري هتي چُڪ آهي ١١٢٧١ جي!
هي ليکڪ بائيبل ناهيندڙن لاءِ تہ پلي ڪافي سنو ڪم ڪري سگهن ٿا پر اتي اهي ڪنهن بہ ڪم جا ناهن، جنتي سچ ۽ تُزبٽو ضروري آهن.
قطار ۾ ٻيو ڪتاب آهي آستر جو ڪتاب. جيڪڏهن مادام استر، پنهنجو پاڻکي خورس جي ويهاربل معشوقہ طور پيش ڪرڻ ۾ يا راڻي وشتيءَ جي رقيب طور پاڻکي پيش ڪرڻ ۾ ڪا عزت سمجهي ٿي، جنهن نشئي ماڻهن جي محفل ۾ هڪ تماشو بڻجي وڃڻ لاءِ، هڪ نشي ۾ ڌُت ٿيل بادشاهہ وٽ اچڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو هو (چو تہ ان قصي جو احوال چئي ٿو تہ اهي ڪيترن ئي ڏينهن کان شراب پي رهيا هئا ۽ عيش ڪري رهيا هئا) تہ ڇڏيو استر ۽ مرد ڪئي ان معاملي کي ڏسن، اهو اسانجي مٿي جو سور ناهي؛ گهٽ ۾ گهٽ منهنجو تہ ناهي. انکان علاوه هن ڪهاڻيءَ ۾ گهڻو ڪجهہ آهي، جيڪو انکي افسانوي هجڻ جي ڏک ڏئي ٿو ۽ اهو بي نام پڻ آهي. هاڻي مان ايوب جي ڪتاب ڏانهن اچان ٿو.
ايوب جو ڪتاب، ڪردار ۾ انهن سمورن ڪتابن کان مختلف آهي، جن جو هيل تائين اسان ذڪر ڪري آيا آهيون. غداري ۽ قتل، هن ڪتاب جو ڪوبہ حصو نہ ٿا جوڙن؛ اهو هڪ ذهن جي مراقبن سان پربل آهي، جيڪو انساني زندگيءَ جي لاهن چاڙهن کان بي حد متاثر ٿيل آهي ۽ جيڪو چڪرن ذريعي، ان دٻاءَ هيٺ ٻڏندو وڃي ٿو ۽ ان خلاف جدوجهد ڪندو رهي ٿو. اهو مرضيءَ واري تابعداري ۽ بي اختيار ناراضگيءَ وچ ۾، هڪ اعليٰ درجي جو، محنت ڪيل مضمون آهي، جيڪو ڏيکاري ٿو تہ انسان، جيئن هو ڪڏهن هوندو آهي، شانت رهڻ ڏانهن وڌيڪ مائل ٿيل آهي، بنسبت ان ٿيڻ جي، جنهن جي هو قابل آهي. بهرحال ان شخص جي ڪردار ۾، جنهن جي باري ۾ هي ڪتاب آهي، صبر کي تمام ٿورڙو حصو آهي، ان جي ابتڙ، هن جو غم، اڪثر ڪري شوخ آهي، پر پوءِ بہ هو ان تي ضابطي رکڻ جي ڪوشش ڪري ٿو ۽ گڏ ٿيندڙ بيمارين جي وچ ۾ بہ هو، پنهنجي مثال صبر جي سخت ديوتي عائد ڪرڻ لاءِ پراعتماد نظر اچي ٿو.
هن ڪتاب جي پهرئين حصي ۾ مون ايوب جي ڪتاب جي باري ۾ باعزت انداز ۾ ڳالهايو آهي پر ان وقت اهو ڄاڻڻ کانسواءِ تہ ان زماني کانوني هيل تائين مون ڇا سکيو آهي، جيڪو هي آهي تہ ان سموري شهادت مان،

جيڪا ڪني ڪري سگهجي ٿي، اهو ثابت ٿئي ٿو ته ايوب جو ڪتاب، بائيبل سان تعلق نه ٿو رکي.

مون هن موضوع تي، ٻن يهودي تفسير نگارن- ابينيزرا ۽ اسپائنوزا جي راين کي ڏنو آهي: اهي ٻئي چون ٿا ته ايوب جو ڪتاب، پنهنجي اندر هڪ يهودي ڪتاب هجڻ جي، ڪابه اندروني شهادت نه ٿو رکي ۽ اهو ته ان جي گهاڙيٽي جي ذهانت ۽ مضمون جو ناٽڪ، عبراني ناهن: اهو ته انڪي ٻي ٻوليءَ مان عبراني ٻوليءَ ۾ ترجمو ڪيو ويو آهي ۽ اهو ته ڪتاب جو ليکڪ، هڪ غير اهلِ ڪتاب ماڻهو (Gentile) هو: ته شيطان جي نالي هيٺ ظاهر ڪيل ڪردار (جيڪو نالو پهريون ۽ آخري دفعو بائيبل ۾ جاٿايو ويو آهي) عبراني خيال سان نه ٿو ٺهڪي ۽ اهو ته خدا کي سمجهيو وڃي ٿو ته هن انهن ماڻهن جا، جن کي بيت، خدا جا پٽ سڏي ٿو، ٻه اجتماع ناهيا ۽ اها گهرائپ، جيڪا چئي وڃي ٿي ته هن فرض ڪيل شيطان کي، خدا سان هئي، ٻه عبراني نه ٿا لڳن.

اهو ٻه مشاهدو ڪري سگهجي ٿو ته ڪتاب پنهنجو پاڻکي هڪ اهڙي ذهن جي پيداوار ڏيکاري ٿو، جيڪو سائنس ۾ پليل آهي، جيڪي يهودي ان ۾ مشهور هجڻ نه چڏيو، ان کان تمام گهٽو اڻجاڻ هئا. ڪتاب ۾ فطري فلسفي جي شين ڏانهن اشارا گهڙي گهڙي ڪيل ۽ طاقتور آهن ۽ اهي، عبراني ڪتابن طور سڃاتي ويندڙ ڪتابن ۾ موجود ڪنهن به شيءِ کان مختلف نوعيت جا آهن. فلڪياتي نالا- پليڊس، اوريان ۽ آرڪٽرس، يوناني نالا آهن، نه ڪه عبراني نالا ۽ جيئن ته اهو ڪنهن به شيءِ مان، جيڪا بائيبل ۾ لهي سگهجي ٿي، نه ٿو لڳي ته يهودين کي علمِ فلڪيات جي ڪا ڄاڻ هئي يا اهو ته هنن ان جو ابياس ڪيو هو، هنن وٽ انهن نالن جو پنهنجي ٻوليءَ ۾ ترجمو موجود ڪونه هو، تنهنڪري هنن انهن نالن کي، جيئن بيت ۾ لڌو، ائين ئي اختيار ڪري ڇڏيو. اهو ڪنهن شڪ جو معاملو نه آهي ته يهودين، غير اهلِ ڪتاب قومن جي ادبي پيداوارين جو عبراني ٻوليءَ ۾ ترجمو ضرور ڪيو ۽ انکي پنهنجي ٻوليءَ سان ملائي ڇڏيو: پهاڪن جي ڪتاب جو ٣١ باب، ان ڳالهه جو هڪ ثبوت آهي: اتي اهو چيو ويو آهي، بيت ١:

"بادشاهه، سيميوئل جا لفظ، اها اڳڪٿي جيڪا هن کي، سندس ماءُ سيکاري هئي." هي بيت پاڻکان پوءِ ايندڙ پهاڪن آڏو مهاڳ جي طور تي بيٺل آهي ۽ اهي سليمان جا پهاڪا نه آهن پر سيميوئل جا آهن ۽ سيميوئل، نه اسرائيل جي بادشاهن منجهان هو، نه يهوديه جي پر ڪنهن ٻئي ملڪ جو بادشاهه هو ۽ نتيجتاً هڪ غير اهلِ ڪتاب ماڻهو (Gentile) هو. يهودين بهرحال هن جي پهاڪن کي اختيار ڪري ورتو آهي ۽ جيئن ته هو نه ان جو ڪو تفصيل ڏئي ٿا سگهن ته ايوب جي ڪتاب جو ليکڪ ڪير هو ۽ نه اهو ته هنن وٽ اهو ڪتاب

ڪتان آيو ۽ جيئن تہ اهو عبراني لکڻين کان ڪردار ۾ مختلف آهي ۽ پاڻکان اڳ ۽ پاڻکان پوءِ بائيبل جي بئي هر ڪتاب ۽ باب کان مڪمل طور تي ڪٽيل بيٺو آهي، ان ڪري ان ڪتاب کي اصل ۾ هڪ غير اهلِ ڪتاب ماڻهوءَ جي لکيل هجڻ جي سموري واقعاتي شهادت آهي.*

بائيبل ناهيندڙ ۽ وقت جا منتظم- بائيبل جا تاريخدان، لڳي ٿو ان معاملي ۾ تہ ايوب جي ڪتاب کي ڪٿي رکجي ۽ ان مان ڪيئن جند ڇڏائجي، نقصان ۾ ويا آهن، ڇو تہ اهو ڪتاب ڪوبہ هڪ تاريخي واقعو پنهنجي اندر نہ ٿو رکي، نہ ئي ڪنهن واقعي ڏانهن اشارو ڪري ٿو، جيڪو بائيبل ۾ ان جي جڳهہ کي متعين ڪرڻ ۾ مدد ڪري. پر اهو ڪتاب، دنيا کي انهن جي جهالت کان آگاهہ ڪري ڇڏڻ سان، انهن ماڻهن جي مقصد جو جواب نہ ڏئي ها ۽ تنهنڪري هنن انکي ١٥٢٠ سال قبل مسيح جو زمانو مقرر ڪري ڏنو آهي، جيڪو ان وقت دوران آهي، جڏهن اسرائيلي، مصر ۾ هئا ۽ ان لاءِ هنن وٽ بس ايتري گهٽي صداقت آهي، جيتري مونکي اهو چوڻ لاءِ هئڻ گهرجي تہ اهو ان زماني کان هڪ هزار سال اڳ هو. امڪان بهرحال اهو آهي تہ اهو بائيبل جي بئي ڪنهن بہ ڪتاب کان وڌيڪ پراڻو آهي ۽ اهو واحد ڪتاب آهي، جيڪو ڪنهن بہ غصي يا نفرت کانسواءِ پڙهي سگهجي ٿو.

يهودين جي وقت کان اڳ قديم غير اهلِ ڪتاب ماڻهن جي دنيا ڇا هئي، اسان ان باري ۾ ڪجهہ نہ ٿا ڄاڻون. ٻين سمورين قومن جي گلا ڪرڻ ۽ انهن جي ڪردار کي ڪارو ڪرڻ، يهودين جي عادت پئي رهي آهي. اهو يهودي تفصيلن مان ئي آهي جو اسان انهن کي هِيٿن (Heathen) سڏڻ سکيو آهي. پر

---

* اگر جي دعا جي نالي سان سڃاتي ويندڙ دعا، ليموئل جي پهاڪن کان فوراً پهرين ايندڙ، پرولين جي ڪتاب جي ٣٠ باب ۾ آهي ۽ جيڪا پراڻي عهدنامي جي واحد معقول، بهتر تصور ڪيل ۽ بهتر نموني اظهاريل آهي: اها غير اهلِ ڪتاب ماڻهن (Gentiles) کان ورتل دعا جي ڏک ڏئي ٿي. اگر جو نالو هن موقعي کانسواءِ بيو ڪٿي بہ نہ ٿو اچي ۽ هن کي سندس ڏانهن منسوب ڪيل دعا سان گڏ بلڪل ساڳئي انداز ۾ ۽ ساڳين لفظن سان متعارف ڪرايو ويو آهي، جيئن ليموئل ۽ سندس پهاڪن کي ايندڙ باب ۾ متعارف ڪرايو ويو آهي. ٣٠ باب جو پهريون بيت چئي ٿو، "اگر، جاکيہ جي پٽ جا لفظ ويندي نبوت تائين." هتي لفظ "نبوت" ان ساڳي معنيٰ ۾ استعمال ڪيو ويو آهي يعني ڪنهن بہ قسم جي اڳڪٿيءَ کان لاتعلق. اگر جي دعا، ٨ ۽ ٩ بيتن ۾ آهي:

"مون مان بي جا غرور ۽ ڪوڙ ڪڍي ڇڏ. مونکي نہ شاهوڪاري ڏي ۽ نہ مفلسي پر مونکي اهڙو کاڌو کاراءِ جيڪو منهنجي لاءِ سولو هجي تہ جيئن مان پيٽ سان پرجي، تنهنجو منکر نہ بڻجي وڃان ۽ چوان "خدا ڪير ٿيندو آهي؟" يا ائين نہ ٿئي تہ مان غريب هجان ۽ چوري ڪيان ۽ پنهنجي خدا جو نالو بيڪار وٺان."

هن دعا کي اهڙي ڪابہ نشاني ڪانهي، جنهن مان لڳي تہ اها هڪ يهودي دعا آهي ڇو تہ يهودي ڪڏهن بہ دعا نہ گهرندا هئا، سواءِ مصيبت ۾ مبتلا هجڻ وقت ۽ اها بہ فتح، انتقام ۽ دولت کانسواءِ بي ڪنهن بہ شيءِ لاءِ نہ.

جيستائين اسان ان جي ابتڙ جاڻون ٿا، اهي هڪ انصاف پسند ۽ نيڪ قوم هئا ۽ يهودين وانگر ظلم ۽ انتقام جا عادي ٿيل نہ هئا پر سندن عقيدي جي پيشي کان اسان اڻ واقف آهيون. ائين لڳي ٿو تہ نيڪي ۽ بدي- ٻنهي کي مجسمن ۽ چٽرن ذريعي جيئرو جاڳندو بڻائي ڇڏڻ سندن رواج هو، جيئن اهو اڄڪلهہ مجسمہ سازيءَ ذريعي ۽ چٽرڪاريءَ ذريعي ڪيو وڃي ٿو پر ان مان اهو مطلب نہ ٿو نڪري تہ اهي انهن جي ان ڪان ڪا وڌيڪ پوڄا ڪندا هئا. جيتري اسان انهن جي ڪيون ٿا. مان زبور (Psalms) جي ڪتاب ڏانهن اچان ٿو، جنهن جو گهڻو مشاهدو ڪرڻ ضروري ناهي. ان جا ڪي بيت نيڪ آهن ۽ ڪي تمام گهڻو انتقامي آهن ۽ ان جو گهڻو حصو، انهن بيتن جي لکجڻ واري وقت، يهودي قوم جي مقامي حالتن سان لاڳاپيل آهي، جن سان اسانکي ڪجهہ بہ ڪرڻو ناهي. انهن کي دائود جا بيت ڪوٺڻ بهرحال هڪ غلطي يا هڪ ٺڳي آهي. اهي هڪ مجموعو آهن، جيئن اڄڪلهہ جي زماني ۾ مختلف شاعرن جا شعري مجموعا ٿين ٿا، جيڪي مختلف وقتن تي جيئرا هوندا آهن. ڪتاب جو ١٣٧ بيت، دائود جي زماني کان ٤٠٠ سالن کان وڌيڪ عرصي تائين نہ پيو لکي وڃي سگهجي ٿو، ڇاڪاڻ تہ اهو هڪ واقعي- يهودين جي بابل ۾ قيد ٿيڻ جي ياد ۾ لکيو ويو آهي، جيڪو ان زماني تائين (جنهن جو مٿي ذڪر ڪيو ويو آهي) نہ ٿيو هو.

"بابل جي نديون ڪناري اسان ويناسي: هَني، اسان روئي ويناسي، جڏهن اسان صيون کي ياد ڪيو. اسان پنهنجا سُرندا، بيد جي وڻن تي ٽنگي ڇڏيا: ڇو تہ اتي انهن، جيڪي اسانکي قيدي بڻائي ڪٺي ويا هئا، اسانکان هڪ گيت جي گهر ڪئي- چوڻ لڳا: صيون جي گيتن مان هڪ گيت اسانکي ٻڌايو."

جيئن ڪو ماڻهو هڪ آمريڪيءَ کي يا هڪ فرانسيسيءَ کي يا هڪ انگريز کي چئي تہ اسانکي پنهنجو ڪو آمريڪي، فرانسيسي يا انگريزي گيت ڳائي ٻڌاءِ. هي رايو، ان حوالي سان، جنهن زماني ۾ زبور جو ڪتاب لکيو ويو هو، ٻئي ڪنهن ڪم جو ناهي، سواءِ اها عمومي ٺڳي ڏيکارڻ جي (ٻين ڪمن منجهان جيڪي اڳوڻ ڄاڻايا ويا آهن)، جنهن هيٺ بائيبل جي ليکڪن آڏو هيءَ سڄي دنيا پيئي رهي آهي: وقت، جڳهہ ۽ حالت جو ڪوبہ لحاظ نہ رکيو ويو آهي ۽ ماڻهن جا نالا، ڪيترن ڪتابن مٿان رکيا ويا آهن، جيڪي هنن طرفان لکجڻ اينترو ئي ناممڪن هئا، جيترو اها ڳالهہ تہ هڪ ماڻهو، پنهنجي ئي تدفين تي جلوس سان گڏ هلندو.

# پهاڪن جو ڪتاب (مثل)

هي پهاڪا، زبور وانگر هڪ مجموعو آهن ۽ انهن ليکڪن طرفان آهن، جن جو واسطو يهودي قوم سان نه پر ٻين قومن سان آهي، جيئن مون ايوب جي ڪتاب تي پنهنجن مشاهدن ۾ ڏيکاري چڏيو آهي. ان کان علاوه، سليمان ڏانهن منسوب ڪيل پهاڪا، سليمان جي موت کان ٢٥٠ سال پوءِ تائين ڪونه ظاهر ٿيا هئا ڇو ته ٢٥ باب جي پهرئين بيت ۾ اهو چيو ويو آهي، "هي سليمان جا پهاڪا پڻ آهن، جيڪي حزقياهہ- يهوديہ جي بادشاهہ، جي ماڻهن نقل ڪيا هئا." سليمان جي زماني کان حزقياهہ جي زماني تائين ٢٥٠ سالن جو عرصو هو. جڏهن هڪ ماڻهو مشهور ٿي وڃي ٿو ۽ هن جو نالو ملڪان ملڪ پهچي وڃي ٿو، تڏهن هن کي اهڙين شين جو فرضي پيءُ بڻايو وڃي ٿو، جيڪي هن نہ ڪڏهن چيون هونديون آهن ۽ نہ ڪڏهن ڪيون هونديون آهن. ۽ هي پهاڪا ناهڻ، گهڻو امڪان آهي تہ ان زماني جو رواج هو، جيئن ٽوٽڪن جا ڪتاب ناهڻ ۽ انهن کي اهڙن ماڻهن جي تخليق قرار ڏيڻ، جن انهن کي ڪڏهن ڏٺو بہ نہ هوندو آهي، اڄڪلهہ فيشن آهي.

ايڪليسياسٽس/ واعظ جو ڪتاب بہ سليمان ڏانهن منسوب ڪيل آهي ۽ اهو بہ جيڪڏهن سچ سان نہ تہ تمام گهڻي ڏاهپ سان! اهو هڪ اُجڙيل زناڪار، جيئن سليمان هو، جي اڪيلي ويچار طور لکيل آهي، جيڪو پوئتي انهن منظرن ڏانهن نهاريندي، جن مان هو هاڻي وڌيڪ مزو نہ ٿي وٺي سگهيو، رڙ ڪري چئي ٿو، "سڀ ڪجهہ سراپ آهي!" استعاري ۽ جذبي جو گهڻو حصو، گهڻي قدر ترجمي جي ڪري مبهم آهي پر پوءِ بہ اهو ڏيکارڻ لاءِ ڪافي بچي ٿو تہ انهن جو اصلي ٻوليءَ ۾ تمام زوردار نموني اشارو ڪيل هوندو.*

سليمان جو جيڪو ڪردار اسانوٽ منتقل ڪيو ويو آهي، ان مان ظاهر ٿئي ٿو تہ هو هڪ ڇرچائي، خودنما، بدڪار ۽ آخر ۾ هڪ اُداس شخص هو: هن تيزيءَ سان زندگي گهاري ۽ ٥٨ سالن جي عمر ۾، دنيا کان تنگ ٿي وفات ڪئي. ست سؤ زالون ۽ ٽي سؤ سريتون ڪنهن بہ شيءِ کان بريون ناهن ۽ جيتوڻيڪ هي سڀ پاڻ سان هڪ اُوچي عياشيءَ جو ڏيک ڪٽي هلي سگهي ٿو پر اهو ڪنهن هڪ جاءِ تي ٽڪي نہ ٻيهڻ ذريعي، محبت جي سموري خوشيءَ کي شڪست ڏئي ڇڏي ٿو. ورهايل محبت ڪڏهن بہ خوش نہ هوندي آهي. سليمان

---

* "اهي جيڪي دريءَ کان ٻاهر نهاريندا، انڌا ڪيا ويندا." ديد وڃائڻ لاءِ هڪ مبهم تصويري ترجمو آهي.

سان اهائي حالت هئي. جيڪڏهن ڏاهپ جي سمورن مڪرن سان بہ هو اڳوات اهو دريافت نہ ڪري سگهيو تہ پوءِ هو بنا ڪنهن رحم جي، ان پڇتاءَ جي لائق هو، جيڪو هن بعد ۾ پوڳيو.

هن نقطہ نظر ۾، هن جي تبليغ غير ضروري آهي، ڇاڪاڻ تہ نتيجا ڄاڻڻ لاءِ، رڳو معاملي کي ڄاڻڻ ضروري هوندو آهي. ست سؤ زالون ۽ ٽي سؤ سريتون، سڄي ڪتاب جي جاءِ تي بيهي رهن ٿيون: ان ڪانپوءِ اهو چوڻ غير ضروري آهي تہ "سڀڪجهہ سراب آهي ۽ روح جي پريشاني آهي" ڇو تہ انهن ماڻهن جي سات مان خوشي حاصل ڪرڻ ناممڪن آهي، جن کي اسان خوشيءَ کان محروم ڪري ڇڏيون ٿا. پوڙهي عمر ۾ خوش رهڻ لاءِ اهو ضروري آهي تہ اسان پاڻکي اهڙين شين جو عادي بڻايون، جيڪي اسانجي ذهن سان عمر ڀر جو سات ڏين ۽ جيئن اسان ان عمر ۾ بہ اينترو سنو آرام ڪري سگهون. صرف عياشي ڪندڙ ماڻهو ئي ڪراڙپ ۾ رحم جوڳو ٿي ويندو آهي ۽ رڳو ڏندوڙي ماڻهو ان کان ٿورو بهتر هوندو آهي: جڏهن تہ فطري فلسفو، علم رياضي ۽ مشيني سائنس پرسڪون مزي جو هڪ لاڳيتو سرچشمو آهن ۽ پادرين جي ۽ وهم پرستيءَ جي اُداس عقيدي جي باوجود، انهن شين جو اپياس، سچي مذهبيت جو اپياس آهي: اهو انسان کي خدا کي ڄاڻڻ ۽ هن جي تعريف ڪرڻ سيکاري ٿو، ڇو تہ سائنس جا اصول، تخليق ۾ آهن، ڪڏهن بہ تبديل نہ ٿيندڙ آهن ۽ الاهي اصليت جا آهن. اهي ماڻهو جيڪي بئنجيمن فرئنڪلن کي سڃاڻندا هئا، اهو ياد ڪري سگهن ٿا تہ هن جو ذهن هميشہ جوان هوندو هو ۽ هن جو مزاج هميشہ مانيٽو هوندو هو. سائنس جيڪا ڪڏهن بہ پوڙهي نہ ٿي ٿئي، هميشہ هن جي محبوبہ هئي. اسان ڪنهن بہ مقصد ڪانسواءِ، اسپتال ۾ پيل هڪ بيمار جيان ٿي وڃون ٿا، جيڪو رڳو موت جو انتظار ڪري رهيو هوندو آهي.

ڪتاب راڳين جو راڳ جا گيت ڪافي عاشقاڻہ ۽ بيوقوفاڻہ آهن پر گهُنجيل ڪٽرپڻي کين الاهي ڪوني ڇڏيو آهي. بائيبل سهيڙيندڙن هنن گيتن کي واعظن جي ڪتاب ڪانپوءِ رکي ڇڏيو آهي: تاريخدانن انهن کي ١٠١۴ سال قبل مسيح جو وقت مقرر ڪري ڏنو آهي، جنهن وقت تي سليمان ساڳي زمانيت موجب، ١٩ سالن جي عمر جو هو ۽ پنهنجين زالن ۽ سريتن جي حرم سرا ٺاهي رهيو هو. بائيبل ناهيندڙن ۽ تاريخدانن کي، هي معاملو ٿورڙو بهتر نموني نمٽائڻ گهربو هو: هنن کي يا تہ وقت جي باري ۾ ڪجهہ بہ نہ چوڻ کپندو هو يا کين اهڙو وقت چوندڻ کپندو هو، جيڪو انهن گيتن جي فرض ڪيل الاهيت سان گهٽ متضاد هجي ها، ڇاڪاڻ تہ انهن ڏهاڙن ۾ سليمان پنهنجين هڪ هزار زنائن جي هَني مُون ملهائڻ ۾ رڌل هو.

اهو پڻ هنن سان ٺيڪ ٿيو هوندو تہ جيئن هن، اهو ڪتاب راڳن جي راڳ ڪتاب کان تمام گهڻو عرصو پوءِ لکيو (جيڪڏهن هن واعظن جو ڪتاب لکيو هو) ۽ ان ۾ هو عجب ۾ پئجي ٿو چئي، "سڀڪجهہ سراب آهي ۽ روح جي

پريشاني آهي." نہ پوءِ هن اهي واعظ بہ مٿين وضاحت ۾ شامل ڪري ڇڏيا ۽ اهو ممڪن بہ لڳي ٿو ڇو تہ هو چئي ٿو، يا ڪو ٻيو هن لاءِ چئي ٿو: (واعظن جو ڪتاب، باب ٢، بيت ٨)

"مون حاصل ڪري ورتا آهن، پنهنجا مرد- ڳائڻا ۽ عورت- ڳائڻيون (گهڻي قدر اهي گيت ڳائڻ لاءِ) ۽ هر قسم جا موسيقيءَ جا اوزار" ۽ ڏسو (بيت ١١) "سڀڪجهہ سراپ ۽ روح جي پريشاني هو."

سهيڙيندڙن پنهنجو ڪم ڪري ڇڏيو آهي پر اڌورو ڇو تہ جهڙي نموني هنن اسانکي گيت ڏئي ڇڏيا، اسانکي انهن جون ڌنون بہ ضرور ڏين ها تہ جيئن اسان اهي ڳائي سگهون ها. بائيبل جو باقي رهيل حصو اهي ڪتاب پرن ٿا، جن کي "نبين جا ڪتاب" سڏيو وڃي ٿو. اهي تعداد ۾ ١٦ آهن؛ يسعياه کان شروع ٿين ٿا ۽ ملاڪيءَ تي ختم ٿين ٿا، جن جي هڪ فهرست مون تواريخ جي ڪتابن تي پنهنجن مشاهدن ۾ ڏئي ڇڏي آهي. هنن سورهن نبين منجهان، جيڪي سڀ جو سڀ، سواءِ آخري ٽن جي، ان زماني ۾ زنده هئا، جڏهن بادشاهن ۽ تواريخ جا ڪتاب لکيا ويا هئا، رڳو بہ- يسعياه ۽ يرمياه، انهن ڪتابن جي تاريخ ۾ جاتايل آهن. مان انهن ماڻهن جي ڪردار کي، جن کي نبي ڪوٺيو وڃي ٿو، هن ڪتاب جي ٻئي حصي لاءِ ڇڏي ڏيان ٿو.

جيڪو بہ ماڻهو يسعياه ڏانهن منسوب ٿيل ڪتاب کي پڙهڻ جي تڪليف گوارا ڪندو، اهو ان ڪتاب کي، انهن ڇڙواڳ ۽ بي ترتيب مضمونن منجهان هڪ محسوس ڪندو جن کي ڪڏهن پاڻ ۾ ڪنو ڪيو ويو آهي. ان کي نہ ڪو مُنڍ آهي، نہ وچ آهي ۽ نہ ڪا پڄاڻي ۽ سواءِ هڪ مختصر تاريخي حصي جي ۽ پهرين ٻن يا ٽن بابن ۾ موجود تاريخ جي چند خاڪن جي، اها فضول استعمارن سان پريل ڪنهن بہ عمليت ۽ معنيٰ کان وانجهيل، هڪ لاڳيتي ناموافق لفاظيءَ واري بڪواس آهي؛ هڪ اسڪولي ڇوڪرو بہ اهڙي مواد لکڻ تي مشڪل سان معافيءَ جي لائق ٿي سگهندو؛ اهو (گهٽ ۾ گهٽ ترجمي ۾) گهاڙيٽي ۽ ڪوڙي ذائقي جو اهڙو قسم آهي، جنهن کي صحيح نموني "ڇريو نثر" ڪوٺيو ويو آهي.

ان جو تاريخي حصو ٣٦ باب کان شروع ٿئي ٿو ۽ ٣٩ باب جي آخر تائين جاري رهي ٿو. اهو اهي معاملا ٻڌائي ٿو، جيڪي چيا وڃن ٿا تہ حزقياه- يهوديہ جي بادشاهہ جي دور حڪومت ۾ ٿي گذريا هئا، جنهن زماني ۾ يسعياه زنده هو. تاريخ جو هي ٽڪرو اوچتو شروع ٿئي ٿو ۽ اوچتو ختم ٿئي ٿو؛ انکي پاڻ کان اڳ واري باب سان ٿورڙي ۾ ٿورڙو لاڳاپو بہ ناهي؛ نہ ان باب سان جيڪو ان کانپوءِ اچي ٿو ۽ ڪتاب جي نہ ئي ڪنهن ٻئي باب سان. اهو ممڪن آهي تہ يسعياه خود هي ٽڪرو لکيو هجي ڇو تہ هو، انهن حالتن ۾، جن سان ان ٽڪري جو واسطو آهي، هڪ اداڪار هو. پر هن حصي کانسواءِ، ڪتاب ۾ مشڪل سان اهڙا ڪي بہ باب ملندا، جن جو هڪٻئي سان ڪو واسطو هجي.

پهرين بيت جي شروعات تي هڪ جو عنوان آهي "بابل جو بار"، ٻئي جو "مناب جو بار"، ٻئي جو "دمشق جو بار"، ٻئي جو "مصر جو بار"، اجا

ٻئي جو "سمند جي بيابان جو بار" ، ٻئي جو "نظر جي واديءَ جو بار" ، جيئن اهي ماٺهو چوندا آهن "ٻرنڊڙ جبل جي سپاهيءَ جي ڪهاڻي" ، يا "سندربلا جي ڪهاڻي" ، "جنگل ۾ ٻارن جي ڪهاڻي" وغيره وغيره.

مان تواريخ جي ڪتاب جي آخري ٻن بيتن ۽ عذرا جي ڪتاب جي پهرين ٽن بيتن جي مثال ۾ اڳ ۾ ئي اهو ڏيکاري چڪو آهيان ته پراڻي عهدنامي جي سهيڙيندڙن مختلف ليکڪن جون لکڻيون هڪٻئي سان ملائي ۽ گڏائي سڏائي ڇڏيون آهن، جيڪا ڳالهه، جيڪڏهن ٻيو ڪو سبب نه به هجي ها، ڪنهن به ڪتاب جي صداقت کي تباهه ڪرڻ لاءِ اڪيلي سر ئي ڪافي آهي، ڇاڪاڻ ته اهو شاهديءَ کان وڌيڪ آهي ته سهيڙيندڙ، ان ڳالهه کان اڻ واقف هئا ته ڪتابن جا ليکڪ ڪير هئا. ان ڳالهه جو هڪ تمام وڏو ڪليل مثال، يسعياهه ڏانهن منسوب ڪيل ڪتاب ۾ ملي ٿو: ۴۴ باب جو آخري حصو ۽ ۴۵ باب جي شروعات، يسعياهه طرفان لکيل هجڻ ته پري رهيو، اهڙي ماڻهوءَ طرفان لکي وئي پئي سگهيا، جيڪو يسعياهه جي مري وڃڻ کان گهٽ ۾ گهٽ هڪ سؤ پنجاهه سال پوءِ زنده هو.

هي باب خورس جي تعريف آهن، جنهن يهودين کي بابل جي قيدخاني مان آزاد ڪرائي يروشلم ڏانهن واپس وڃڻ جي اجازت ڏني ته جيئن هو يروشلم ۽ عبادتگاهه جي تعمير ڪن؛ جيئن عذرا ڪتاب ۾ بيان ٿيل آهي. ۴۴ باب جو آخري بيت ۽ ۴۵ باب جي شروعات، هينئين لفظن ۾ آهي، "اهو خورس لاءِ چيو ويو- هي منهنجو ڌنار آهي ۽ منهنجي خوشيءَ لاءِ سڀ ڪجهه ڪندو، ويندي يروشلم کي ائين چوندي ته توکي ضرور تعمير ڪيو ويندو ۽ عبادتگاهه کي، ته تنهنجو بنياد ضرور رکيو ويندو." خدا ائين چيو مقدس تيل مهٿيل (مسح ٿيل) خورس کي، جنهن جي سڄي هٿ کي مون پڪڙي رکيو آهي ته جيئن قومن کي هن جي تابع بڻايان ۽ مان بادشاهن جون چيلهيون ڍريون ڪندس. آءٌ هن جي اڳيان در کوليندس ۽ دروازا بند نه ڪيا ويندا: مان تنهنجي اڳيان هلندس- وغيره وغيره."

هڪ اهڙي ڪتاب کي دنيا مٿان يسعياهه جي لکت طور مڙهڻ ۾ چرچ جي ڇا ته همت ۽ پادرائي جهالت آهي، جڏهن ته يسعياهه، سندن پنهنجي تاريخ جي حساب سان، حزقياهه جي موت کان سنت ئي پوءِ مري ويو، جيڪو يسوع مسيح کان ۶۹۸ سال اڳ هو ۽ خورس جو يهودين جي يروشلم ڏانهن واپسيءَ جي حق ۾ فيصلو، ساڳيءَ تاريخ جي حساب سان ۵۳۶ سال قبل مسيح هو يعني ٻنهي جي وچ ۾ ۱۶۲ سالن جي وقت جي وٿي آهي.

مان نه ٿو سمجهان ته ڪو بائيبل جي سهيڙيندڙن هي ڪتاب ناهيا هئا، بلڪ هنن کي ڊلا ڊالا بي نام مضمون، جن هنن جي مقصد کي سڀ کان بهتر نموني پورو ڪيو ٿي، ڪتان ڪٺي، انهن کي انهن مصنفن جي نالن هيٺ پاڻ ۾ گڏ ڪري ڇڏيو هو. هنن ننگيءَ کي همٿائي ڇڏيو آهي، جيڪو جڻ انکي ايجاد ڪرڻ جي برابر آهي، ڇو ته اهو ناممڪن هو پر هنن اها ننگي ڪري ڏيکاري.

جڏهن اسان هي مذهبي صحيفا (Scriptures) ناهيندڙن جي محنتي هنر کي، اسڪولي ٻار جي فصاحت واري هن خيالي تصور ڏانهن موڙيندي ڏسون ٿا، جيڪو هڪ ڪنواري ڇوڪريءَ جي جسم ۾ هڪ روح طرفان پيدا ڪيو ويو هو، تڏهن اسان هنن مٿان ٺڳيءَ جو شڪ ڪرڻ لاءِ حق بجانب آهيون. هر فقري ۾ حالت تي، وهم پرستانہ اذيت جي وحشي هٿ جو نشان لڳل آهي ۽ زبردستيءَ ڪين اهڙيون معنائون پارايون ويون آهن جيڪي هونئن جيڪر هنن لاءِ حاصل ڪري سگهڻ ناممڪن هيون. هر باب جو سرو ۽ هر صفحي جي شروعات، يسوع مسيح ۽ چرچ جي نالي سان وڏائي چڙهائي مشهور ڪيل آهي، تہ جيئن هڪ غير محتاط پڙهندڙ، ڪتاب پڙهڻ جي شروعات ڪرڻ کان اڳ ئي غلطي ڳهي وڃي.

”ڏسو، هڪ ڪنواري پيٽ سان ٿيندي ۽ ڪيس هڪ پٽ ڄمندو.“ ڪتاب يسعياه، باب ۷، بيت ۱۴ جي تشريح ائين ڪئي وئي آهي تہ پٽ جي معنيٰ يسوع مسيح ۽ ڪنواريءَ جي معنيٰ، سندس ماءُ مريم ۽ عيسائيت ۾ ان ڳالهہ جو پڙاڏو هزار سالن کان بہ وڌيڪ عرصي تائين ٿيندو پئي رهيو آهي.

ان خيال جو اهڙو تہ دٻدٻو رهيو آهي جو ان جي نتيجي ۾ مشڪل سان ان جو ڪو هڪ هنڌ بہ رت سان رڱجڻ کان بچي ويل آهي ۽ مٿس بربادي جو نشان نہ لڳل آهي. جيتوڻيڪ هن قسم جي موضوعن جي تنازعي ۾ پوڻ جو، منهنجو ڪوبہ ارادو نہ آهي پر پنهنجو پاڻ کي اهو ڏيکارڻ تائين محدود ڪندي، تہ بائيبل ڪوڙو آهي، ۽ اهڙي طرح اهو بنياد ڪڍي ڇڏڻ ذريعي، جنهن مٿان ڪڙي ڪيل وهم پرستيءَ جي عمارت کي هڪ ڌڪ سان ڊاهي ڊير ڪري سگهجي ٿو، مان بهرحال هن ٽڪري جي غلط اطلاق کي اگهاڙو ڪرڻ لاءِ، هڪ گهڙيءَ لاءِ ترسان ٿو.

آيا يسعياه، آخز- يهوديہ جي بادشاه سان ڪا چالاڪي ڪري رهيو هو، جنهن ڏانهن هي ٽڪرو ڳالهايل آهي، ان سان منهنجو ڪوبہ واسطو نہ آهي. منهنجو مطلب رڳو ان ٽڪري جي غلط اطلاق کي ڏيکارڻ آهي، تہ ان جو اشارو يسوع مسيح ۽ هن جي ماءُ ڏانهن ان کان وڌيڪ ناهي، جيترو ان جو مون ڏانهن ۽ منهنجي ماءُ ڏانهن آهي. ڪهاڻي سولي نموني هيئن آهي:

آرام جي بادشاه ۽ اسرائيل جي بادشاه (مون اڳ ۾ ئي ڄاڻايو آهي تہ يهودي، ٻن قومن ۾ ورهائجي ويا، جن مان هڪ کي يهوديہ ڪوٺيو ويندو هو، جنهن جي گاديءَ جو هنڌ- يروشلم هو ۽ ٻي اسرائيل هئي) گڏجي، آخز، يهوديہ جي بادشاه سان جنگ جوٽي ۽ پنهنجون فوجون يروشلم ڏانهن ڪاهي آيا. آخز ۽ هن جي قوم خبردار ٿي ويا ۽ احوال چئي ٿو، بيت ۲: ”هن جي دل هلي وئي ۽ هن جي ماڻهن جون دليون بہ هلي ويون، جيئن جهنگل جا وڻ، هوا سان هلي ويندا آهن.“ هن صورتحال ۾ يسعياه پنهنجو پاڻ آخز کي مخاطب ٿئي ٿو ۽ خدا جي نالي (سمورن پيغمبرن جي ان مشهور پيشہ ورائي فقري) ۾ هن کي خاطري ڏئي ٿو تہ هي ٻئي بادشاه هن خلاف ڪامياب نہ ٿي سگهندا ۽ آخز کي مطمئن ڪرڻ لاءِ تہ اهو ائين ضرور ٿيندو، کيس ٻڌائي ٿو تہ هو ڪانئس هڪ نشاني پڇي.

احوال چئي ٿو، ته آخر ائين ڪرڻ کان انڪار ڪيو، اهو سبب ڏيندي ته هو ان لاءِ خدا جي آزمائش نه ڪندو: ان تي يسعياهه، جيڪو مقرر آهي، چئي ٿو، بيت ۱۴:
"تنهنڪري خدا پاڻ ئي توکي هڪ نشاني ڏيندو، ڏس! هڪ ڪنواري پيٽ سان ٿيندي ۽ کيس هڪ پٽ ڄمندو." ۽ ١٦ بيت چئي ٿو، "چو ته هڪ ٻار ۾ برائيءَ کان انڪار ڪرڻ ۽ نيڪيءَ جي چوند ڪرڻ جي ڄاڻ پئدا ٿيڻ کان اڳ، اها زمين جنهن کان تون نفرت ڪرين ٿو (يا جنهن کان تون خوفزده آهين يعني اسور ۽ اسرائيل جون بادشاهتون)، پنهي بادشاهن کان خالي ڪرائي ويندي."
هتي ني اها نشاني هئي ۽ ان خاطريءَ يا وعدي جي پورائيءَ لاءِ، جيڪو وقت مخصوص ڪيل هو، سو هو هن ٻار ۾ برائيءَ کي رد ڪرڻ ۽ نيڪيءَ کي چوندڻ جي ڄاڻ پئدا ٿيڻ کان اڳ- پنهنجي طرفان اينتري تائين خاطري ڏئي ڇڏڻ ڪانپوءِ، پنهنجي مٿان هڪ ڪوڙي پيغمبر جي تهمت لڳڻ ۽ ان مان نڪرندڙ نتيجن کان بچڻ خاطر، يسعياهه لاءِ اهو ضروري ٿي پيو ته هو ان نشانيءَ جي نمودار ٿيڻ لاءِ اُپاءَ وٺي.

دنيا جي ڪهڙي به وقت ۾ ٻار واري هڪ ڇوڪري ڳولڻ يا هن کي ائين بڻائڻ، يقيناً ڪا ڏکي شيءِ نه هئي ۽ شايد يسعياهه کي اهڙي ڪنهن ڇوڪريءَ جي اڳوات ئي خبر هئي ڇو ته مان نه ٿو سمجهان ته ان زماني جي پيغمبرن مٿان ان کان وڌيڪ اعتبار ڪري پيو سگهجي، جيترو اڄ جي زماني جي پادرين مٿان. بهرحال اهو جيئن به هجي، ايندڙ باب ۾ هو چئي ٿو، بيت ۲:

"۽ مون پنهنجي لاءِ شاهدي وجهڻ واسطي به سچا شاهد اورياهه- پادري ۽ زڪرياهه بن يبرڪياهه کنيا ۽ مان نبيه ڏي ويس ۽ هوءَ پيٽ سان ٿي ۽ کيس هڪ پٽ ڄائو."

هتي ئي پوءِ هن ٻار ۽ هن ڪنواريءَ جي سڄي ڪهاڻي آهي: بيوقوف ته جيئن اها آهي ئي ۽ اهو هن ڪهاڻيءَ جي ڪليل بگاڙ مٿان ئي آهي جو بعد جي زماني ۾ متي جي ڪتاب ۽ پادرين جي بدفضيلت ۽ نيچ مفاد، هڪ نظريو اڏي ڇڏيو آهي، جنهن کي هو انجيل (Gospel) سڏن ٿا ۽ هن ڪهاڻيءَ کي ان شخص جي نشاندهي ڪرڻ لاءِ لاڳو ڪن ٿا، جنهن کي هو "يسوع مسيح" سڏن ٿا: جنهن لاءِ هو چون ٿا ته هڪ روح طرفان، هڪ مڱيل عورت جي جسم اندر، جنهن بعد ۾ شادي ڪئي، پئدا ٿي پيو، جنهن کي هو "پاڪ روح" (Holy Ghost) ڪوٺن ٿا، ۽ ان عورت کي هو "ڪنواري" ڪوٺن ٿا، هن بيوقوف ڪهاڻيءَ جي ٻڌائجڻ کان ست سؤ سال پوءِ! هڪ اهڙو نظريو، جنهن-کي پنهنجي لاءِ ڳالهائيندي، مان نه مڃڻ ۽ ائين چوڻ ۾ ته اهو اينترو ئي من- گهڙت ۽ ڪوڙو آهي، جيترو خدا سچو آهي، نه ٿو ڪيٻايان.*

* ان باب جي ۱۴ بيت ۾ چيو ويو آهي ته ٻار کي امينوئل سڏيو ويندو پر اهو نالو پنهي ٻارن مان ڪنهن تي به نه رکيو ويو، سواءِ بطور هڪ ڪردار جي، جيڪو اهو نالو ظاهر ڪري ٿو. نبيءَ جي ٻار کي مهرشلال هش باز ۽ مريم جي ٻار کي يسوع مسيح سڏيو ويو.

پر يسعياهه جي نڍي ۽ ڪوڙ کي ڏيکارڻ لاءِ، اسانکي رڳو هن ڪهاڻيءَ جي تسلسل کي ڏسڻو پوندو. جيڪو جيتوڻيڪ يسعياهه جي ڪتاب ۾ خاموشيءَ سان گذاريو ويل آهي، تواريخ جي ٻئي ڪتاب جي ٢٨ باب ۾ ڏسيل آهي ۽ جيڪو هي آهي ته آخز- يهوديه جي بادشاهه خلاف چڙهائيءَ ۾، هنن ٻن بادشاهن جي ناڪام ٿيڻ بدران، جيئن يسعياهه خدا جي نالي ۾ اڳڪٿي ڪرڻ جو مڪر ڪيو هو، اهي ڪامياب ٿي ويا؛ آخز کي شڪست آئي ۽ هن کي تباهه ڪيو ويو ۽ هن جي ويهه هزار ماڻهن جو قتلام ڪيو ويو، يروشلم کي لٽيو ڦريو ويو ۽ ٻه لک عورتن، ڇوڪرين ۽ جوانن کي قيدي بڻايو ويو. هن ڪوڙي نبي ۽ نوڳي- يسعياهه لاءِ ۽ ڪوڙ جي ان ڪتاب لاءِ، جنهن تي سندس نالو رکيل آهي، ايترو ئي ڪافي آهي.

مان هاڻي يرمياهه جي ڪتاب ڏانهن اچان ٿو. هي نبي، جيئن هن کي سڏيو وڃي ٿو، انهن ڏينهن ۾ زنده هو، جڏهن نبوڪد نظر، يروشلم جو گهيرو ڪيو هو، صدقياهه- يهوديه جي آخري بادشاهه جي دور حڪومت ۾ ۽ هن خلاف تمام مضبوط شڪ هو ته هو، نبوڪد نظر جي مفاد ۾ هڪ غدار هو. يرمياهه سان تعلق رکندڙ هر شيءِ هن کي هڪ مبهم ڪردار وارو ماڻهو ڏيکاري ٿي؛ ڪنير ۽ مٽيءَ جي هن جي استعاري ۾، باب ١٨ ۾، هو پنهنجين قياس آراين کي اهڙي ته ماهرانه انداز ۾ بچائي رکي ٿو، جو ان صورتحال ۾ جيڪڏهن واقعو، ان جي ابتڙ ٿي پئي، جنهن جي هن اڳڪٿي ڪئي هوندي آهي، پنهنجي ڀڄڻ لاءِ هميشه هڪ دروازو کليل رکي ٿو. ان باب جي ٧ ۽ ٨ بيت ۾ هو خدا طرفان هي چورائي ٿو،

"جنهن وقت مان ڪنهن قوم جي نسبت ۾ ۽ ڪنهن بادشاهت جي نسبت ۾ انکي پٽي ڇڏڻ، ڀڃي ڊاهي وجهڻ ۽ ناس ڪرڻ متعلق ڳالهائيندس، جيڪڏهن اها قوم، جنهن جي خلاف مان اهو اعلان ڪري چڪو آهيان، پنهنجي گناهه کان پاسو ڪري ڇڏي ته پوءِ مان ان برائيءَ تي پڇتائيندس، جيڪا مان هنن مٿان ڪرڻ جو سوچيو هو." هتي معاملي جي هڪ پاسي خلاف شرط رکيو ويو آهي؛ هاڻي ٻئي پاسي لاءِ، بيت ٩ ۽ ١٠:

"جنهن وقت مان ڪنهن قوم ۽ ڪنهن بادشاهت جي نسبت ۾ انکي اڏڻ ۽ جمائڻ جي متعلق ڳالهائيندس، جيڪڏهن اها منهنجي ڏسندي ڪو گناهه ڪندي ۽ منهنجو حڪم نه مڃيندي؛ ته پوءِ مان ان ڀلائيءَ لاءِ پڇتائيندس، جنهن سان مون چيو هو ته مان هنن کي فائدو پهچائيندس."

هتي ٻئي پاسي لاءِ هڪ شرط رکيو ويو آهي ۽ اڳڪٿي ڪرڻ جي هن منصوبي مطابق، هڪ پيغمبر ڪڏهن به غلط نه ٿو ٿي سگهي، پوءِ ڇاهي خدا ڪيترو به غلطيءَ تي ڇو نه هجي. بيهوده چالبازيءَ جو هي قسم ۽ خدا جي باري ۾ ڳالهائڻ جو هي انداز، جيئن ڪو هڪ ماڻهوءَ متعلق ڳالهائيندو هجي، سواءِ

بائيبل جي بيوقوفيءَ جي، ٻي ڪنهن بہ شيءِ سان ڀيٽ ڪري نٿي سگهجي.

جيستائين ڪتاب جي مستند هجڻ جو تعلق آهي، ان لاءِ رڳو انکي پڙهڻ ضروري آهي، تہ جيئن ان ڳالهہ جو مثبتاً فيصلو ڪجي تہ يرمياهہ ان ڪتاب جو ليکڪ نہ آهي، جيئنوٽيڪ اُن ۾ محفوظ ڪيل ڪجهہ ٽڪرا ٿي سگهي ٿو تہ هن طرفان ڳالهايا ويا هجن. ڪتاب جا تاريخي حصا، جيڪڏهن انهن کي ان ناليءَ سان سڏي سگهجي تہ، تمام گهٽي منجهيل حالت ۾ آهن. ساڳيا واقعا ڪيترائي دفعا دهرايل آهن ۽ اهي بہ مختلف انداز ۾ ۽ ڪڏهن تہ هڪٻئي جي تضاد ۾. هيءَ بدنظمي آخري باب تائين بہ جاري رهي ٿي، جنهن تاريخ جنهن تي ڪتاب جو گهڻو حصو صرف ڪيل آهي، نئين سر شروع ٿئي ٿي ۽ اوچتو ئي اوچتو ختم ٿئي ٿي. مطلب تہ هن ڪتاب کي، ان زماني جي ماڻهن ۽ شين متعلق اڻ لاڳاپيل ٽوٽڪن جي هڪ مرکب هجڻ جو سمورو روپ حاصل آهي، جن کي ان ساڳئي رُکي انداز ۾ ڪٺو ڪيو ويو آهي، جڻ تہ اخبارن جي هڪ ڪوڙ ۾ ملندڙ، اجوڪي زماني جي ماڻهن ۽ شين بابت مختلف ۽ متضاد احوال، ڪنهن بہ تاريخ، ترتيب يا وضاحت کانسواءِ پاڻ ۾ گڏ ڪيا ويا آهن. مان ان قسم جا ٻہ يا ٽي مثال ڏيندس.

٣٧ باب جي تفصيل مان اهو لڳي ٿو تہ نبوڪد نظر جي فوج، جنهن کي "ڪسدين جو لشڪر" ڪوٺيو وڃي ٿو، ڪجهہ وقت لاءِ يروشلم جو گهيرو ڪيو هو ۽ سندن اهو ٻڌڻ تي تہ مصر جي فرعون جي فوج، هنن خلاف پيش قدمي ڪندي پئي اچي، هنن گهيرو هٽائي ڇڏيو ۽ ڪجهہ وقت لاءِ پوئتي هٽي ويا، هن منجهيل تاريخ کي سمجهڻ خاطر، هتي اهو ڄاڻائڻ مناسب ٿيندو تہ نبوڪد نظر، يروشلم جو گهيرو ۽ انکي فتح يهوئياڪم- صدقياهہ جي اڳلي جانشين جي دور حڪومت ۾ ڪيو هو ۽ اهو نبوڪد نظر ئي هو جنهن صدقياهہ کي بادشاهہ يا وائسراءِ بڻايو هو. ۽ هي ٻيو گهيرو، جنهن جو يرمياهہ جو ڪتاب ذڪر ڪري ٿو، نبوڪد نظر خلاف، صدقياهہ جي بغاوت جي نتيجي ۾ هو. هيءَ ڳالهہ ڪنهن حد تائين ان شڪ جو جواب ڏيندي، جيڪو يرمياهہ مٿان هڪ غدار هجڻ ۽ نبوڪد نظر جي مفاد ۾ هجڻ لاءِ ڪيو وڃي ٿو، جنهن کي يرمياهہ ٤٣ باب جي بيت ١٠ ۾ "خدا جو ٻانهو" سڏي ٿو. ان باب جو ١١ بيت چئي ٿو:

"۽ پوءِ ائين ٿيو تہ جڏهن ڪسدين جي فوج، فرعون جي فوج جي ڊپ کان يروشلم مان ٽٽي پئي، تڏهن يرمياهہ پنهنجو پاڻکي ماڻهن جي ميڙ مان الڳ ڪندي، يروشلم کان ٻاهر بنيمين جي سرزمين ڏانهن هليو ويو (جيئن هي تفصيل بيان ڪري ٿو)؛ جڏهن هو بنيمين جي دروازي وٽ هو، اتي فوج جو هڪ سپہ سالار موجود هو، جنهن جو نالو اريجاهہ هو..... ۽ هن يرمياهہ نبيءَ کي پڪڙي ورتو، اهو چوندي، "تون ڪسدين جي فوج سان ملي ويو آهين." تنهن تي يرمياهہ چيو، "اهو ڪوڙ آهي، مان ڪسدين سان نہ ملي ويو آهيان."

يرمياهہ کي ھھڙي طرح روڪڻ ۽ مٿس الزام ھڻڻ ڪانپوءِ، ھن ڪان پڇيا ڳاڇيا ڪئي وئي ۽ غدار ھجڻ جي شڪ ۾ ڪيس جيل اماڻيو ويو، جتي ھو رھيو. حسن ان باب جي آخري بيت ۾ بيان ڪيل آھي. پر اڳلو باب، يرمياھہ جي قيد جو احوال ڏئي ٿو، جنھن ڪي ھن احوال سان ڪوبہ تعلق نہ آھي، پر اھو سندس قيد ڪي ٻي حالت ڏانھن منسوب ڪري ٿو ۽ ان لاءِ اسانکي ٢١ باب ڏانھن واپس وڃڻو پوندو. اتي اھو بيان ڪيل آھي (بيت ١) تہ صدقياھہ، فشحور بن ملڪياھہ ۽ صفنياھہ بن مسعياھہ پادري کي يرمياھہ ڏانھن موڪليو تہ ھن ڪان نبوڪد نظر متعلق پڇا ڪن، جنھن جي فوج تڏھن يروشلم جي سامھون ھئي ۽ يرمياھہ ھنن کي چيو (بيت ٨): ”خدا ھيئن چيو: ڏسو، مان توھان جي آڏو زندگيءَ جو رستو (۽ موت جو رستو) مقرر ڪيو آھي؛ اھو جيڪو ھن شھر ۾ رھندو، تلوار ذريعي، ڏڪر ذريعي ۽ وَبا ذريعي مرندو، پر اھو جيڪو ٻاھر نڪرندو ۽ ڪسديـن آڏو پيش پوندو، جيڪي توھان جو گھيرو ڪيون بيٺا آھن، زنده رھندو ۽ ھن جي زندگي، سندس لاءِ غنيمت ٿيندي.“

ھي انٽرويو ۽ گفتگو ١٠ بيت جي پڇاڙيءَ تي اوچتو ئي ٽٽي وڃي ٿي ۽ ھن ڪتاب ۾ اھڙي تہ بي ترتيبي آھي، جو ان گفتگوءَ جي واقعي ۽ سلسلي تائين پھچڻ لاءِ، اسانکي مختلف موضوعن جي ١٦ بابن منجھان گذرڻو پوي ٿو ۽ پوءِ اسان ٣٨ باب جي پھرئين بيت تي پھچون ٿا، جنھن جو مون ھاڻي ذڪر ڪيو آھي. ٣٨ باب، ھيئن چوندي شروع ٿئي ٿو، ”سفطياھہ بن متان ۽ جدلياھہ بن فشحور ۽ يوڪل بن سلمياھہ ۽ فشحور بن ملڪياھہ (ھتي ٢١ باب ڪان وڌيڪ ماڻھن جو ذڪر ڪيل آھي) اھي لفظ ٻڌا، جيڪي يرمياھہ سڀني ماڻھن سان ڳالھايا، اھو چوندي، ”تہ خدا ھيئن چيو آھي، اھو جيڪو ھن شھر ۾ رھندو، تلوار سان، ڏڪر سان ۽ وَبا سان مرندو پر اھو جيڪو ڪسديـن ڏي ويندو، زنده رھندو ۽ انھيءَ جي حياتي سندس لاءِ غنيمت ٿيندي ۽ اھو زنده رھندو (ھي ساڳيا لفظ پھرين گفتگو جا آھن). تنھنڪري ھنن صدقياھہ کي ھيئن چيو:

”اسان توکي منٿ ٿا ڪريون تہ ھن ماڻھوءَ کي ماري ڇڏڻ گھرجي، چو تہ ھو اھڙي طرح انھن جنگي ماڻھن جا ھٿ ڪمزور ڪري ٿو، جيڪي ھن شھر ۾ رھن ٿا ۽ ٻين سمورن ماڻھن جا ھٿ ڪمزور ڪري ٿو، ھنن سان اھڙا لفظ ڳالھائي، چو تہ ھي شخص ھنن ماڻھن جي خير خواھي نہ ٿو چاھي پر ھنن کي ھاڃو رسائڻ گھري ٿو.“ ۽ ٦ بيت ۾ اھو چيو ويو آھي:

”پوءِ ھنن يرمياھہ کي پڪڙيو ۽ کيس ملڪياھہ جي اونداھي قيدخاني ۾ بند ڪري ڇڏيو.“

مٿيان ٻئي تفصيل ھڪٻئي ڪان مختلف ۽ متضاد آھن. ھڪ تفصيل ھن جي قيد کي، ھن جي شھر مان ڀڄڻ جي ڪوشش ڏانھن منسوب ڪري ٿو، ۽ ٻيو تفصيل انکي ھن جي شھر ۾ تبليغ ڪرڻ ۽ اڳڪٿي ڪرڻ ڏانھن منسوب ڪري

ٿو. هڪڙو هن حي دروازي جي پهريدار هئان پڪڙجڻ جي ڳالهه ڪري ٿو، ٻيو هن سان گفتگو ڪندڙ ماڻهن طرفان. صدقياه آڏو هن تي الزام هڻڻ جي ڳالهه ڪري ٿو.*

اڳلي باب (٣٩) ۾ اسانکي هن ڪتاب جي بي ترتيب حالت جو هڪ وڌيڪ مثال ملي ٿو. جو ته ان جي باوجود ته نبوڪد نظر طرفان يروشلم شهر جو گهيرو پهرين ڪيترن ئي بابن، خاص طور تي ٣٧ ۽ ٣٨ باب جو موضوع رهندو پئي آيو آهي؛ ٣٩ باب ائين شروع ٿئي ٿو، جڻ ته ان موضوع تي ڪو هڪ لفظ به هيل تائين نه ڳالهايو ويو آهي ۽ جڻ ته پڙهندڙ کي اجا ان جي تفصيلن کان آگاهه ڪرڻو آهي جو ته اهو شروع ٿئي ٿو، اهو چوندي، (بيت ١):

”صدقياه- يهوديه جي بادشاهه جي نائين سال جي، ڏهين مهيني ۾، نبوڪد نظر- بابل جو بادشاهه آيو ۽ هن جي سموري فوج يروشلم تي ڪاهي آئي ۽ هنن ان جو گهيراءُ ڪيو، وغيره وغيره.“ پر آخري باب (٥٢) ۾ ڏنل مثال اجا وڌيڪ پڙڪيلو آهي، جو ته جيتوڻيڪ ڪهاڻي بار بار ٻڌائي پئي وئي آهي، هي باب اجا تائين اهو فرض ڪري ٿو ته پڙهندڙ ان جي باري ۾ ڪجهه به نه ٿو ڄاڻي ڇاڪاڻ نه اهو هي چوندي شروع ٿئي ٿو، بيت ١:

---

* مان سيميوئل جي پهرين ڪتاب ۾ ٻه باب- ١٦ ۽ ١٧ ڏسان ٿو، جيڪي دائود ۽ ان انداز جي حوالي سان، جنهن سان هو سائول سان متعارف ٿئي ٿو، هڪٻئي کي رد ڪن ٿا، جهڙي نموني يرمياه جي ڪتاب جا ٣٧ ۽ ٣٨ باب، يرمياه جي قيد ٿيڻ جي سبب جي حوالي سان هڪٻئي کي رد ڪن ٿا. ڪتاب سيميوئل جي ١٦ باب ۾ اهو چيو ويو آهي ته هڪڙو بڇڙو روح خداوند وٽان اچي هنکي ستائڻ لڳو ۽ سائول جي نوڪرن (ان جي علاج طور) ڪيس صلاح ڏني ته ”ڪو اهڙو ماڻهو ڳولي وٺي اچن جو بربط وڄائڻ ۾ هوشيار هجي“ ۽ سائول چيو (بيت ١٩) ”هاڻي منهنجي لاءِ اهڙو ماڻهو آڻي موجود ڪريو جو چڱو وڄائيندڙ هجي ۽ انکي مون وٽ وٺي اچو.“ تڏهن سندس نوڪرن منجهان هڪڙي ورندي ڏني چيو ته ڏس، مون بيتلحم واري يسيءَ جو پٽ ڏٺو آهي، جو وڄائڻ ۾ ڏاڍو پڙ آهي ۽ زور ڀريو ۽ همٿ وارو ماڻهو آهي ۽ جنگي جوان ۽ ڳالهائڻ جو خبردار ۽ خوبصورت شخص آهي ۽ خداوند هن سان آهي. تنهن تي سائول يسيءَ ڏي قاصد موڪليا ۽ چوائي موڪليائين ته پنهنجو پٽ دائود مون وٽ موڪلي ڏي ۽ (بيت ٢١) دائود سائول وٽ آيو ۽ اڳيان اچي بيهي رهيس ۽ هو انکي ڏاڍو وڻيو ۽ سندس زره بردار ٿيو ۽........ جڏهن بدروح خدا وٽان سائول تي ايندو هو، تڏهن دائود بربط کڻي پنهنجي هٿ سان وڄائيندو هو. پوءِ سائول کي راحت ملندي هئي ۽ هو چڱو ڀلو ٿيندو هو.

پر اڳلو باب (١٧) دائود ۽ سائول جي هڪٻئي سان واقف ٿيڻ جي هن احوال کان بلڪل ئي هڪ مختلف احوال ڏئي ٿو. اتي اهو دائود جي فلستين سان جنگ ڏانهن منسوب ڪيو ويو آهي، جڏهن دائود کي پنهنجي پيءُ طرفان ڪئمپ ۾ پنهنجن ڀائرن ڏانهن کاڌ خوراڪ کڻي وڃڻ لاءِ موڪليو ويو هو. هن باب جي ٥٥ بيت ۾ چيو ويو آهي، ”۽ جڏهن سائول، دائود کي فلستيءَ سان وڙهڻ لاءِ ويندو ڏٺو، تڏهن پنهنجي سپه سالار ابنير کي چيائين ته ابنير، هي ڇوڪر ڪنهن جو پٽ آهي؟ ۽ ابنير چيو ته اي بادشاهه، تنهنجي جان جو قسم ته آءٌ چئي نه ٿو سگهان. ۽ بادشاهه چيو ته پڇا ڪر ته هي ڇوڪر ڪنهن جو پٽ آهي ۽ جڏهن دائود انهيءَ فلستيءَ کي قتل ڪري موٽي آيو، تڏهن ابنير انکي سائول وٽ وٺي آيو ۽ انهيءَ فلستيءَ جي سسي اجا هن جي هٿ ۾ ئي هئي. تڏهن سائول هنکي چيو ته اي جوان مرد تون ڪنهن جو پٽ آهين؟ ۽ دائود ورندي ڏني ته آءٌ تنهنجي ٻانهي بيتلحم واري يسيءَ جو پٽ آهيان. هي ٻئي احوال هڪٻئي کي رد ڪن ٿا، جو ته اهي ٻئي فرض ڪن ٿا ته سائول ۽ دائود هڪٻئي کي اڳ ڪڏهن به نه سڃاڻو ٿي. هي ڪتاب. بائيبل، حناڪ تنقيد لاءِ به ڪيڏو نه مضحڪ خيز آهي.

”صدقياه ايڪويهن سالن جو هو، جڏهن هن حڪمراني ڪرڻ شروع ڪئي ۽ هن يروشلم ۾ يارهن سال بادشاهت ڪئي ۽ هن جي ماءُ جو نالو حموطل هو، جيڪا لبنان واري يريمياه جي ڌيءُ هئي.“

بيت ۴:

”۽ پوءِ ائين ٿيو ته هن جي دور حڪومت جي نائين سال ۾، ڏهين مهيني ۾..... نبوڪد نظر بابل جو بادشاهه آيو، هو ۽ سندس سموري فوج يروشلم تي ڪاهي آيا ۽ ان خلاف خيمه زن ٿيا وغيره وغيره.“

اهو ممڪن ناهي ته ڪوئي هڪ ماڻهو ۽ خاص ڪري وڏيڪ يرمياه، هن ڪتاب جو ليکڪ ٿي سگهيو پئي. ان ۾ ابتربون ته غلطيون آهن جو، اهي ڪنهن به اهڙي ماڻهوءَ کان سرزد نه ٿيون ٿي سگهن جيڪو هڪ ڪتاب لکڻ ويهي. جيڪڏهن مان يا ڪوئي به ٻيو ماڻهو ان بي ترتيب انداز ۾ لکڻ لڳي، ته ڪوبه ماڻهو نه پڙهندو ته ڇا لکيو ويو آهي ۽ هرڪو ماڻهو اهو سمجهندو ته ليکڪ ضرور ڇريائپ جي حالت ۾ هوندو. تنهنڪري ان ڪتاب جي بدنظميءَ جي سبب پيش ڪرڻ جو هڪ ئي رستو آهي ته اهو هڪبئي کان ٽٽل غير مستند ٽوٽڪن جو هڪ مرڪب آهي، جيڪي ڪنهن بيوقوف ڪتاب- ناهيندڙ طرفان يرمياه جي نالي ۾ پاڻ ۾ گڏ ڪيا ويا آهن، ڇاڪاڻ ته انهن مان ڪئين هن ڏانهن ۽ ان زماني جي حالتن ڏانهن رجوع ٿيل آهن، جن ۾ هو زنده هو. يرمياه جي دُغلي پڻ ۽ ڪوڙين اڳڪٿين منجهان مان رڳو ٻه مثال پيش ڪندس ۽ پوءِ بائيبل جي باقي بچيل حصي جو جائزو پيش ڪندس.

۳۸ باب مان اهو ظاهر ٿئي ٿو ته جڏهن يرمياه، جيل ۾ هو، صدقياه هن ڏانهن لنگهي ويو ۽ ان ملاقات ۾، جيڪا نجي هئي، يرمياه، صدقياه جي مٿان تمام گهڻو زور ڀريو ته هو دشمن آڏو پيش پوي. هو چوي ٿو (بيت ۱۷) جيڪڏهن تون پڪ سان بابل جي شهزادن جي بادشاه وٽ ويندين، ته پوءِ تون زنده رهندين. وغيره.“

صدقياه ان ڳالهه لاءِ فڪرمند هو ته ان گڏجاڻيءَ ۾ جيڪو ڪجهه وهيو واپريو، اهو ضرور ٻڌايو وڃڻ گهرجي. هن يرمياه کي چيو (بيت ۲۵):

”جيڪڏهن شهزادا (معنيٰ يهوديه جا شهزادا) ٻڌن ته مون توسان ڳالهائي ڇڏيو آهي ۽ اهي تو وٽ اچن ۽ توکي چون، اسان آڏو هاڻي ظاهر ڪر ته تو بادشاهه کي ڇا چيو آهي، انکي اسان کان نه لڪاءِ ۽ اسان توکي قتل نه ڪنداسين ۽ اهو پڻ ته بادشاهه توکي ڇا چيو، ته پوءِ تون هنن کي چئجانءِ ته مون بادشاهه جي حضور ۾ عرض پيش ڪيو ته مونکي موٽائي يونتن جي گهر نه موڪلي ته اتي وڃي مران.“ پوءِ سمورا شهزادا، يرمياه وٽ آيا ۽ هن کان پڇيائون ۽ هن، هنن کي انهن سمورن لفظن مطابق ٻڌايو جن جو بادشاهه هن کي حڪم ڪري ويو هو.“ اهڙي طرح هي ”خدا جو ماڻهو“ جيئن هن کي سڏيو ويو آهي، هڪ ڪوڙ ڳالهائي سگهي ٿيو يا وڏي دنائيءَ سان ان تان ڦري سگهي ٿيو. جڏهن هن

سمجهيو تہ اهو هن جو مقصد پورو ڪندو. چو تہ هو پڪ سان صدقياهہ وٽ پنهنجي درخواست پيش ڪرڻ نہ ويو هو، نہ ئي هن ڪيس اهڙي ڪا منٿ ڪئي؛ هو وٽس ويو هو ڇاڪاڻ تہ هن کي ان مقصد لاءِ موڪليو ويو هو ۽ هن ان موقعي کي صدقياهہ کي اها صلاح ڏيڻ لاءِ استعمال ڪيو تہ هو نبوڪد نظر آڏو هٿيار ڦٽي ڪري ڇڏي. ٣۴ باب ۾ يرمياهہ، صدقياهہ لاءِ هنن لفظن ۾ اڳڪٿي ڪري ٿو (بيت ٢):

"خدا هيئن چيو: ڏسو، مان هي شهر بابل جي بادشاهہ جي هٿن ۾ ڏئي ڇڏيندس ۽ هو انکي باهہ سان ساڙيندو ۽ تون هن جي هٿن مان ڀڄي نہ سگهندين پر يقيناً پڪڙيو ويندين ۽ هن جي هٿن ۾ ڏنو ويندين ۽ تنهنجون اکيون، بابل جي بادشاهہ جون اکيون ڏسنديون ۽ هو توسان روبرو ڳالهائيندو ۽ تون بابل ڏي ويندين. انهيءَ هوندي بہ اي صدقياهہ، يهوديہ جا بادشاهہ، خداوند جو ڪلام ٻڌ: تنهنجي نسبت ۾ خداوند هيئن ٿو فرمائي، تہ تون تلوار سان نہ مرندين پر سڪون سان مرندين جيئن تنهنجا ابا ڏاڏا، اڳوڻا بادشاهہ، جي توکان اڳي هئا، تنجي لاءِ خوشبوءِ ساڙيندا هئا، تيئن تنهنجي لاءِ بہ ساڙيندا ۽ تنهنجي لاءِ ماتم ڪندا ۽ تيئن اهي تنهنجي لاءِ چوندا تہ هاءِ ڏٿي! ڇالاءِ جو خداوند ٿو فرمائي تہ مون اهو ڪلام ڪري ڇڏيو آهي."

هاڻي، بجاءِ ان جي جو صدقياهہ، بابل جي بادشاهہ جي اکين ۾ نهاري ۽ هن سان منهان منهن ڳالهائي ۽ سڪون سان ۽ خوشبوئن جي ساڙڻ سان مري، جيئن هن جي ابن ڏاڏن جي موت تي ٿيندو هو (جيئن يرمياهہ اهو اعلان ڪيو هو تہ خدا خود ان ڳالهہ جو اظهار ڪري چڪو هو!) سڀ ڪجهہ ٣٢ باب مطابق، ان جي ابتڙ ٿيو؛ اتي چيو ويو آهي، بيت ١٠:

""۽ بابل جي بادشاهہ، صدقياهہ جي پٽن کي، هن جي اکين آڏو ذبح ڪيو..... پوءِ هن صدقياهہ جون اکيون ٻاهر ڪڍي ڇڏيون ۽...... هنکي زنجيرن ۾ جڪڙيو ۽ کيس بابل ڏانهن ڪٽي ويو، جتي هن کي سندس موت تائين جيل ۾ اندر بند ڪيو ويو."

تہ پوءِ اسان هنن نبين لاءِ، ان ڪانسواءِ ڇا چئون تہ اهي نوڳي ۽ ڪوڙا آهن؟

جيستائين يرمياهہ جو تعلق آهي، هن انهن گناهن مان ڪنهن جو بہ اعلان نہ ڪيو هو. نبوڪد نظر طرفان هن کي نوازيو ويو، جنهن هن کي فوج جي هڪ سپہ سالار حوالي ڪري ڇڏيو، باب ٣٩، بيت ١٢:

"(هن چيو) هن کي وٺي وڃ ۽ هن جي سٺي خاطر تواضع ڪر ۽ هنکي ڪوبہ هاڃو نہ رساءِ پر هن لاءِ اهو سڀ ڪر، جنهن جي هو توکان فرمائش ڪري."

يرمياهہ، بعد ۾ نبوڪد نظر سان وڃي ڪنو ٿيو ۽ مصرين خلاف اڳڪٿيون ڪرڻ واسطي، هن سان گڏ روانو ٿيو، جيڪي جڏهن يروشلم جو

گهيراءُ ڪيو ويو هو، ان جي آزاديءَ لاءِ ڪاهي آيا هئا. ڪوڙ ڳالهائيندڙ نبين منجهان هڪ ٻئي لاءِ ۽ ان ڪتاب لاءِ جنهن تي هن جو نالو رکيل آهي، بس اهترو ئي ڪافي آهي.

مان يسعياه ۽ يرمياه ڏانهن منسوب ڪيل ڪتابن جو جائزو وٺڻ ۾ وڌيڪ مخصوص رهيو آهيان، ڇاڪاڻ ته انهن ٻنهي جو بادشاهن جي ۽ تواريخ جي ڪتابن ۾ ذڪر ڪيو ويو آهي، جڏهن ته ٻين ڪتابن جو ذڪر نه ڪيو ويو آهي. انهن ماڻهن ڏانهن، جن کي نبي ڪوٺيو ويو آهي، منسوب ڪيل باقي بچيل ڪتابن جي ڏار ڏار جائزي وٺڻ جي مان تڪليف نه ڪندس پر انهن سڀني کي پنهنجن مشاهدن ۾ گڏي ڪندس، جيڪي مان نبي سڏيا ويندڙ ماڻهن جي ڪردار متعلق پيش ڪندس.

هن ڪتاب جي پهرئين حصي ۾ مان چئي چڪو آهيان ته لفظ "نبي" ، هڪ "شاعر" لاءِ بائيبل جو لفظ هو ۽ اهو ته يهودي شاعرن جي خيالي اڏامن ۽ استعارن کي بيوقوفيءَ سان انهن شين ۾ ڪڙو ڪيو ويو آهي، جن کي هاڻي اسان "نبوت" يا "اڳڪٿيون" سڏيون ٿا. مان پنهنجي هھڙي سوچ ۾ ڪافي حد تائين حق بجانب آهيان، رڳو ان ڪري نه ته جن ڪتابن کي اڳڪٿيون يا نبوتون ڪوٺيو وڃي ٿو، شاعراڻي ٻوليءَ ۾ لکيل آهن پر ان ڪري به ته بائيبل ۾ سواءِ لفظ "نبيءَ" جي، ٻيو ڪوبہ اهڙو لفظ موجود ڪونهي، جيڪو ان شيءِ جي وضاحت ڪري ته شاعر مان اسانجو ڇا مطلب آهي. مان اهو به چئي چڪو آهيان ته ان لفظ جو مطلب، موسيقيءَ جي اوزارن کي استعمال ڪندڙ هڪ ماڻهو به آهي؛ جنهن جا مان ڪجهہ مثال به ڏئي چڪو آهيان جهڙوڪ شاعرن جي هڪ ٽوليءَ جو، جيڪي سنطرن، دفن، بانسرين، بربطن وغيره سان موسيقي وڄائيندا وتن پيا ۽ سائول به هنن سان گڏ موسيقي وڄائي پيو (ڪتاب سيميوئل پهريون، باب ڏهون، بيت ٥) هن فقري مان ۽ سيميوئل جي ڪتاب جي ٻين حصن مان ائين لڳي ٿو ته لفظ "نبي" شاعري ۽ موسيقيءَ کي ظاهر ڪرڻ لاءِ مخصوص ٿيل هو، ڇو ته اهو ماڻهو جنهن وٽ ڳجهين شين کي ڏسڻ جي ڄاڻ هوندي هئي، هڪ نبي نه پر هڪ غيبدان (Seer) ڪوٺيو ويندو هو.* (ڪتاب سيميوئل، باب نائون، بيت ٩) اهو لفظ "غيبدان" جي استعمال مان نڪري وڃڻ ڪانپوءِ ئي ٿيو (جيڪو گهٽي قدر تڏهن ٿيو، جڏهن سائول انهن کي ٻاهر ڪڍي ڇڏيو، جن کي هن جادوگر سڏيو ٿي) جو غيبدان جو پيشو يا مستقبل ۾ ڏسڻ جو فن لفظ "نبي" ۾ ضم ٿي ويو.

لفظ "نبي" ۽ "نبوت" جي جديد معنيٰ مطابق، اهي وقت جي تمام گهٽي وٿيءَ تائين واقعن جي اڳڪٿي ڪرڻ کي ظاهر ڪن ٿا ۽ اهو انجيل

---

* مونکي خبر ناهي ته انگريزي لفظ "سيئر" جو عبراني نعم البدل ڇا آهي پر منهنجي خيال ۾ فرانسيسي ٻوليءَ ۾ اهو لي وو يانٽ طرفان فعل "Voir" يعني ڏسڻ مان ترجمو ڪيو ويو آهي ۽ جنهن جي معنيٰ آهي، اهڙو شخص جيڪو ڏسي يا "Seer".

(Gospel) جي ايجاد ڪندڙن لاءِ ضروري ٿي پيو ته اهي انڪي ان قسم جي معنيٰ ڏين ته جيئن هو پراڻي عهدنامي جي اڳڪٿين کي نئين عهدنامي جي زماني سان لاڳو ڪن يا ان تائين ڇڪي ڪٽي اچن پر پراڻي عهدنامي مطابق غيبدان جي ۽ بعد ۾ نبيءَ جي، جيستائين لفظ "غيبدان" جي معنيٰ، لفظ نبيءَ ۾ ضم ڪئي وئي، اڳڪٿيءَ جو حوالو، رڳو ان وقت هلندڙ زماني جي شين سان يا جيڪي ان سان تمام ويجهڙائيءَ سان لاڳاپيل هيون. انهن سان هو جهڙوڪ هڪ لڙائيءَ جو واقعو، جنهن ۾ هو شامل ٿيڻ وارا هئا يا هڪ مسافريءَ يا هڪ ڏنڌي جو، جيڪو هو ڪرڻ وارا هئا يا ڪنهن حالت جو، جيڪا ٿيڻي هئي يا ڪنهن مصيبت جو، جنهن ۾ هو ان وقت هئا: هنن سمورين شين کي پنهنجو پاڻ ڏانهن فوري حوالو هو (جيئن اڳ ئي ذڪر ڪيل آهز ۽ يسعياه جي معاملي ۾ ان فقري جي حوالي سان هو ته "ڏسو، هڪ ڪنواريءَ کي پيٽ ٿيندو ۽ هوءَ هڪ پٽ کي جنم ڏيندي." ) ۽ نه ڪنهن ڏورانهين مستقبل جي زماني ڏانهن. اها ان قسم جي اڳڪٿي هئي، جيڪا ، جنهن کي اسان قسمت جو حال ٻڌائڻ چئون ٿا ، سان نهڪي اچي ٿي، جهڙوڪ ولادتن جي اڳڪٿي ڪرڻ، دولت ملڻ، خوشقسمت يا بدقسمت شادين جي اڳڪٿي ڪرڻ، گم ٿيل سامان لاءِ فار وجهڻ وغيره. ۽ اهو عيسائي چرچ جو ڏوڪو آهي، نه ڪ يهودين جو ۽ جديد دور جي جهالت ۽ وهم پرستي آهي، نه ڪ قديم دور جي، جنهن هنن شاعرن، موسيقارن، شعبده بازن، خواب ڏسندڙن رولو شرفاءَ کي ان رتبي تائين مٿي چاڙهي ڇڏيو آهي، جيڪو ان وقت ڪانوني اڄ ڏينهن تائين هنن کي آهي (يعني نبوت جو).

پر سمورن نبين جي هن عمومي ڪردار ڪان علاوه هنن کي هڪ مخصوص ڪردار پڻ هو. اهي مختلف پارٽين ۾ هئا ۽ هنن شاعري/ نبوت پنهنجي پارٽيءَ جي لحاظ ڪان، ڪنهن جي حق ۾ ۽ ڪنهن جي مخالفت ۾ ٿي ڪئي، جيئن اڄوڪي دور جا شاعر ۽ سياسي ليکڪ ان پارٽيءَ جي حمايت ۾ لکندا آهن، جنهن سان اهي لاڳاپيل هوندا آهن ۽ مخالف پارٽيءَ خلاف لکندا آهن. يهودين جي ٻن قومن يعني يهوديه ۽ اسرائيل ۾ ورهائجي وڃڻ ڪانپوءِ هر پارٽيءَ کي پنهنجا نبي/ شاعر هئا، جيڪي هڪٻئي کي گهٽ وڌ ڳالهائيندا هئا ۽ هڪٻئي مٿان نقلي نبين، ڪوڙ ڳالهائيندڙ نبين، نوڳين وغيره جا الزام مڙهيندا هئا. يهوديه جي پارٽيءَ جا نبي/ شاعر اسرائيل جي پارٽيءَ جي نبين/ شاعرن خلاف شاعري/ نبوت ڪندا هئا ۽ اسرائيل جي پارٽيءَ جا نبي/ شاعر، يهوديه جي پارٽيءَ جي نبين/ شاعرن خلاف شاعري/ نبوت ڪندا هئا. هيءَ پارٽي - شاعري/ نبوت، پهرين ٻن مخالف بادشاهن- ريهوبوم ۽ يبروبوم جي ورهاست تي پنهنجو پاڻکي فوراً ظاهر ڪري ٿي. اهو شاعر/ نبي جنهن ان قربانگاهه مٿان، جيڪو يبروبوم ، بيتلحم ۾ تعمير ڪيو هو، لعنت وڌي يا شاعري/ نبوت ڪئي، يهوديه جي پارٽيءَ جو ماڻهو هو، جتي ريهوبوم بادشاهه هو ۽ هن جي گهر واپسيءَ تي، هن جي رهنماني اسرائيل جي پارٽيءَ جي هڪ شاعر/ نبيءَ طرفان ڪئي وئي

هئي، جنهن هن کي چيو (بادشاهن جو ڪتاب پهريون، باب ١٩):
"ڇا تون اهو خدا جو ماڻهو آهين، جيڪو يهوديہ مان آيو آهي؟" ۽ هن وراڻيو، "ها، مان اهو آهيان." پوءِ اسرائيل جي پارٽيءَ جي شاعر/ نبيءَ هن کي چيو، "مان بہ نبي/ شاعر آهيان، جيئن تون آهين (مطلب تہ يهوديہ جو) ۽ هڪ فرشتي مون سان خدا جو ڪلام ڳالهايو آهي، چئي، هن کي واپس پنهنجي گهر وٺي اچ تہ جيئن هو ماني کائي ۽ پاڻي پيئي پر (بيت ١٨ چئي ٿو) هن، هن سان ڪوڙ ڳالهايو."
واقعو بهرحال، ڪهاڻيءَ مطابق، هيئن آهي، "يهوديہ جو شاعر/ نبي، ڪڏهن بہ يهوديہ واپس نہ پهتو، ڇو تہ هو اسرائيل جي شاعر/ نبي جي ملي ڀڳت سان رستي تي ئي مئل لڌو ويو، جيڪو سندس پنهنجي پارٽيءَ طرفان بنا ڪنهن شڪ جي هڪ سچو شاعر/ نبي سڏيو ويندو هو ۽ يهوديہ جو شاعر/ نبي هڪ ڪوڙو شاعر/ نبي سڏيو ويندو هو.
بادشاهن جي ٻئي ڪتاب جي ٽئين باب ۾ اڳڪٿي ڪرڻ يا شعبده بازي ڪرڻ جي هڪ ڪهاڻي ڏسي وئي آهي، جيڪا شاعر/ نبيءَ جي ڪردار کي ڪيترن ئي تفصيلن ۾ ڏيکاري ٿي. ييهوشفٽ، يهوديہ جي بادشاهہ ۽ يورام- اسرائيل جي بادشاهہ، ڪجهہ وقت لاءِ پنهنجي پارٽي دشمني ترڪ ڪري ڇڏي هئي ۽ هڪ اتحاد قائم ڪيو هو ۽ اهي ٻئي، عدم جي بادشاهہ سان گڏجي، مئاب جي بادشاهہ خلاف، جنگ ۾ شامل ٿي ويا. پنهنجين فوجن کي ڪُنئي ڪرڻ ۽ ڪاهي هلڻ ڪانپوءِ، ڪهاڻي چوي ٿي، اهي پاڻيءَ جي سخت تلاش ۾ هئا، جنهن تي ييهوشفٽ چيو، هتي ڪو خدا جو نبي/ شاعر ڪونهي، جنهن کان اسان خدا بابت پڇا ڪريون؟" اسرائيل جي بادشاهہ جي نوڪرن منجهان هڪ چيو، "هتي اليشع آهي." (اليشع، يهوديہ جي پارٽيءَ جو هو) ۽ ييهوشفٽ چيو، "خدا جو ڪلام، هن سان آهي." ڪهاڻي پوءِ چئي ٿي تہ هي ٽئي بادشاهہ، اليشع ڏانهن لنگهي ويا ۽ جڏهن اليشع (جيڪو، جيئن مان چئي چڪو آهيان، يهوديہ جي پارٽيءَ جو شاعر/ نبي هو) اسرائيل جي بادشاهہ کي ڏٺو، هن هنکي چيو، "مونکي توسان ڇا ڪرڻو آهي؟ تون پنهنجن ابن ڏاڏن جي شاعرن/ نبين ڏانهن ۽ پنهنجي ماءُ جي شاعرن/ نبين ڏانهن وڃ، تنهن تي اسرائيل جي بادشاهہ هن کي چيو، نہ! ڇو تہ خدا هنن ٽنهي بادشاهن کي، مئاب جي هٿن ۾ ڏيڻ لاءِ ڪٺو ڪيو آهي (معنيٰ، ان تڪليف جي باعث، جنهن ۾ هي پاڻيءَ لاءِ هئا)، جنهن تي اليشع چيو، "جيئن تہ ميزبانن جو خدا زنده آهي، جنهن جي آڏو مان بيٺو آهيان؛ يقيناً جيڪڏهن مان ييهوشفٽ- يهوديہ جي بادشاهہ جي موجودگيءَ جو لحاظ نہ ڪيان ها تہ مان توڏي نهاريان بہ نہ ها، نہ توسان ملان ها!" هتي هڪ پارٽي- نبي/ شاعر جو سمورو زهر ۽ بيهودگي موجود آهن. اسانکي هاڻي نبوت/ شاعريءَ جو عملي مظاهرو يا انداز ڏسڻو آهي. بيت ١٥:
اليشع چيو، "مونکي هڪ گويو (ڳائڻو) آڻي ڏيو." ۽ پوءِ ائين ٿيو تہ

جڏهن هن ڳائي وڄائي پورو ڪيو، ته هن وٽ خدا جو هٿ آيو. هتي جادوگر جو ڊونگ آهي. هاڻي نبوت لاءِ، "۽ هن چيو (گهڻي قدر ان ڏُن ۾ ڳائيندي، جيڪا هو وڄائي رهيو هو)، خدا هيئن چيو آهي، "هن واديءَ کي کڏن سان ڀري ڇڏيو": جيڪو بس هنن کي اهو ٻڌائي ڇڏڻ هو، جيڪو ڪوبه ڳوناٺو هنن کي ٻڌائي سگهيو پئي، ڪنهن به سارنگيءَ يا ڊونگ ڪانسواءِ، ته پاڻي حاصل ڪرڻ جو طريقو اهو آهي ته زمين کي کوٽيو وڃي. پر جيئن هر جادوگر، ساڳين شين لاءِ هڪجيترو مشهور نه هوندو آهي، سو انهن نبين مان به ڪونه هو، چاڪاڻ ته جيتوڻيڪ اهي سڀ گهٽ ۾ گهٽ اهي جن جي باري ۾ مون ڳالهايو آهي، ڪوڙ ڳالهائڻ ۾ مشهور هئا، هنن مان ڪي پٽڻ ۾ سيڻي ڪان گوءِ ڪٽي ويل هئا. اليشع، جنهن جو مون هاڻي ئي ذڪر ڪيو آهي، هن قسم جي نبوت ۾ سردار هو: اهو هي ئي هو جنهن ٻائيتاليهه ٻارڙن کي، خدا جي نالي ۾ پٽيو هو، جن کي رڇڻ آئي ۽ کائي وئي. اسان فرض ڪرڻ وارا آهيون ته اهي ٻارڙا پڪ ئي پڪ اسرائيل جي پارٽيءَ جا هئا پر جيئن ته اهي جيڪي پٽيندا، سي ڪوڙ به ڳالهائيندا، ان ڪري اليشع جي هن ٻن رڇڻين واري ڪهاڻيءَ کي به اوترو ئي مانُ ڏنو وڃڻ گهرجي، جيترو وينٽلي جي ازدها جي ڪهاڻيءَ کي ڏنو وڃڻ گهرجي، جنهن لاءِ هيئن چيو ويو آهي:

"هن ٽن معصوم ٻارن کي کائي ڇڏيو، جيڪي هن سان دوبدو نه وڙهي سگهيا، ۽ هڪ ئي ڳيت ۾ هو هنن کي کائي ويو جيئن ڪو ماڻهو هڪ صوف کائي وڃي."

نبي سڏيو ويندڙ ماڻهن جو هڪ ٻيو تفصيل به هو، جيڪي پنهنجو پاڻکي خوابن ۽ ڏيکن سان مخصوص ڪندا هئا پر آيا رات جو يا ڏينهن جو، اسانکي خبر ڪانهي. اهي جيڪڏهن صفا بي ضرر نه هئا ته به ٿورڙا شر انگيز ضرور هئا. ازيڪيل ۽ داني ايل، هن قسم جي نبين منجهان هئا ۽ هنن ڪتابن مٿان، جيئن ٻين سمورن ڪتابن مٿان پهريون سوال هي آهي، ڇا اهي حقيقي آهن يعني ڇا اهي ازيڪيل ۽ داني ايل جا ئي لکيل آهن؟ ان ڳالهه جو ڪوبه ثبوت ڪونهي پر جيستائين منهنجو خيال آهي ته مان اهو مڃڻ تي وڌيڪ جهُڪيل آهيان ته اهي، انهن طرفان لکيا ويا هئا، بنسبت ان جي ته اهي انهن طرفان نه لکيا ويا هئا. هن خيال لاءِ مون وٽ هيٺيان سبب آهن:

پهريون: ڇاڪاڻ ته اهي ڪتاب پنهنجي اندر اهو ثابت ڪرڻ لاءِ ته اهي ازيڪيل ۽ داني ايل طرفان نه لکيا ويا هئا، ڪابه اندروني شهادت نه ٿا رکن، جيئن اهي ڪتاب جيڪي موسيٰ، يشوع، سيميوئل وغيره ڏانهن منسوب ڪيا ويا آهن.

ٻيو: اهي ڪتاب بابل جي بنديخاني شروع ٿيڻ ڪانپوءِ ئي لکيا ويا هئا ۽ اهو مڃڻ لاءِ سٺو سبب آهي ته بائيبل جو ڪوبه ڪتاب، ان زماني ڪان اڳ نه لکيو ويو هو. گهٽ ۾ گهٽ اها ڳالهه خود انهن ڪتابن منجهان ممڪن لڳي ٿي،

جيئن مان اڳ ئي ڏيڪاري چڪو آهيان ته اهي يهودي بادشاهت جي شروع ٿيڻ کان پوءِ ئي لکيا ويا هئا.

ٽيون: چاڪاڻ ته اهو انداز جنهن ۾ ازيڪيل ۽ دانيل ايل ڏانهن منسوب ڪيل اهي ڪتاب لکيا ويا هئا، ان حالت سان ٺهڪي اچي ٿو، جنهن ۾ اهي ماڻهو، انهن ڪتابن لکڻ وقت مبتلا هئا.

ڪاش، جيڪڏهن انهن بيشمار تفسير نگارن ۽ پادرين کي ان قيدخاني ۾ ڪُٽي وججي ها، جنهن ۾ ازيڪيل ۽ دانيل ايل هئا، جن انهن ڪتابن کي سمجهائڻ ۽ کولڻ جي مڪر ڪرڻ ۾ پنهنجو وقت بيوقوفيءَ سان صرف ڪيو آهي يا ضائع ڪيو آهي، ته اهو جيڪر سندن عقل کي هن قسم جي لکت جي انداز جي سبب سمجهڻ ۾ تمام گهڻو بهتر ڪري ڇڏي ها! ۽ پنهنجي ايجاد کي ڪنهن به مقصد کان عاري بڻائڻ ۾، جيئن هنن ڪري ڇڏيو آهي، صرف ڪيل سندن مغزماريءَ جي مصيبت کان کين بچائي ڇڏي ها! ڇو ته پوءِ کين خبر پوي ها ته هو پاڻ به اهو لکڻ لاءِ مجبور ٿي پون ها، جيڪو ڪجهه هنن کي پنهنجن مسئلن يا پنهنجن دوستن جي مسئلن يا پنهنجي ملڪ جي مسئلن بابت، لڪل انداز ۾ لکڻو پوي ها، جيئن هو ماڻهو ڪري چڪا هئا.

هي ٻئي ڪتاب، ٻين سمورن ڪتابن کان مختلف آهن، ڇو ته صرف اهي ئي ڪتاب آهن، جيڪي خوابن ۽ ڏيکن جي احوالن سان ڀريل آهن ۽ هي فرق ان صورتحال مان ڦٽو آهي، جنهن ۾ اهي ليکڪ، بحيثيت جنگي قيدين جي، يا رياستي قيدين جي، هڪ ڌارئين ملڪ ۾ هئا، جنهن حالت هنن کي ان ڳالهه تي مجبور ڪيو ته هو تمام خصيص ۾ خصيص معلومات به ۽ پنهنجا سمورا سياسي منصوبا يا خيال، مبهم ۽ تشبيهي فقرن ۾، هڪٻئي تائين پهچائن. هنن اهو ظاهر ڪيو ته هنن خواب ۽ ڏيک ڏٺا آهن چاڪاڻ ته حقيقتون يا سادي ٻولي ڳالهائڻ هنن لاءِ خطرناڪ هو.

اسان کي بهرحال اهو فرض ڪرڻ گهرجي ته جن ماڻهن ڏانهن هنن لکيو ٿي، انهن اهو بخوبي سمجهيو ٿي ته ان جو ڇا مطلب هو ۽ اهو ٻئي ڪنهن ماڻهوءَ جي سمجهڻ لاءِ نه لکيو ويو هو. پر هنن مصروف تفسير نگارن ۽ پادرين پنهنجن دماغن کي اهو ڳولڻ ۾ منجهائي رکيو آهي ته جنهن شيءِ لاءِ ان جو ارادو ڪيل ئي نه آهي، اهو ضرور ڇاڻي ونجي ۽ جنهن سان هنن جو ڪو واسطو به نه هو. حزقي ايل ۽ داني ايل، يهوياڪين جي زماني ۾، پهرين نظربنديءَ تحت به قيدين طور بابل ڏانهن اماڻيا ويا هئا يعني صدقياهه جي زماني ۾ ٻي نظربنديءَ کان نو سال اڳ! يهودي تڏهن به ڪافي بيشمار هئا ۽ کين يروشلم ۾ ڪافي طاقت هئي. اهو فرض ڪرڻ فطري آهي ته حزقي ايل ۽ داني ايل جهڙي حالت ۾ مبتلا ماڻهو پنهنجي ملڪ جي آزاديءَ ۽ خود پنهنجي آزادي لاءِ آس ۾ رهندا هوندا. اهو فرض ڪرڻ به مناسب آهي ته جن خوابن ۽ ڏيکن جي احوالن سان هي ڪتاب ڀريل آهن، سي ٻيو ڪجهه به نه آهن، سواءِ انهن منزلن کي آسان ڪرڻ جي لڪپڙهه

جي هڪ ڊڪبل چيپيل انداز جي. اهو انداز هنن کي هڪ خفيہ ٻوليءَ طور يا هڪ ڳجهي الف ب جي طور تي ڪم آيو. جيڪڏهن اهي ائين ناهن تہ پوءِ اهي قصا، خيالي پلاءَ ۽ بڪواس آهن يا گهٽ ۾ گهٽ قيدخاني جي اُڪتاهٽ کي پچائڻ جو هڪ نرالو طريقو آهن، پر گهٽو امڪان اهو آهي تہ اهي هڪ ڳجهي ٻولي آهن. حزقي ايل پنهنجو ڪتاب فرشتن جي هڪ ڏکائيءَ ۽ قيدي اندر قيدي جي هڪ ڏکائيءَ سان شروع ڪري ٿو، جيڪي هو چوي ٿو، هن پنهنجي قيد واري سرزمين ۾ ڪبار نديءَ جي ڪناري ڏٺا. چا اهو فرض ڪرڻ مناسب نہ آهي تہ فرشتن مان هن جي مراد يروشلم جو عبادتگاهہ هو، جتي هنن وٽ فرشتن جون تصويرون هيون ۽ قيدي اندر قيدي مان مراد (جنهن کي هڪ تصوير جي صورت ۾، هميشه هڪ سياسي چال جي نشاندهي ڪرڻ سمجهيو ويندو آهي) يروشلم کي حاصل ڪرڻ جو منصوبو يا وسيلو هو.

هن ڪتاب جي پوئين حصي ۾ هو پنهنجو پاڻکي يروشلم ڏانهن منتقل ٿي ويل ۽ عبادت گاهہ ۾ اندر موجود سمجهي ٿو ۽ ڪبار نديءَ تي نظر آيل ڏيکاريءَ جو وري حوالو ڏئي ٿو ۽ چئي ٿو (باب ۴۳ بيت ۳):

”هيءَ آخري ڏيکاري، ڪبار نديءَ تي نظر آيل ڏيکاريءَ جهڙي هئي“، جيڪا ڳالهہ اهو ظاهر ڪري ٿي تہ انهن ٻونگ ڪيل خوابن ۽ ڏيکارين جو مقصد يروشلم جي آزادي هو ۽ نہ ڪ ٻيو ڪجهہ!

جيستائين انهن ڪتابن جي وحشي افسانوي تشريح ۽ اطلاق جو واسطو آهي، جيڪو تفسير نگارن ۽ پادرين انهن جو ٺاٺي ڇڏيو آهي، جيئن هنن انهن خوابن ۽ ڏيکارين کي، جن جي وضاحت جو هنن ٺيڪو ڪنيو آهي، اهڙين شين ۾ تبديل ڪندي وحشي ٺاٺي ڇڏيو آهي، جن کي هو اڳڪٿيون ڪوٺن ٿا، ۽ اهو ٻہ اينري پرانهين زماني ۽ حالتن تائين موڙيندي، جيئن اجوڪو زمانو! هي ڳالهيون اهو ڏوڪو يا انتهائي بيعقلي ڏيکارن ٿيون، جنهن تائين بي رحمي يا پادرشاهي وجي سگهي ٿي.

مشڪل سان ڪا ٻي شيءِ اهو فرض ڪرڻ ڪان وڌيڪ بيهوده ٿي سگهي ٿي تہ جنهن صورتحال ۾ حزقي ايل ۽ داني ايل جهڙا ماڻهو مبتلا هئا، جن جو ملڪ دشمن طرفان لتاڙيو ويو هجي ۽ هن جي قبضي ۾ هجي، سندن سمورا دوست ۽ مٽ مائٽ ملڪ کان ٻاهر قيد هجن يا ملڪ ۾ اندر غلام هجن يا قتل ڪيا ويا هجن يا قتل ٿيڻ جي لڳاتار خطري ۾ هجن، تہ اهڙي صورتحال ۾ اهو فرض ڪري ويهڻ تہ انهن ماڻهن وٽ ڪرڻ لاءِ ٻيو ڪوبہ ڪم نہ هو، سواءِ پنهنجي وقت ۽ سوچن کي ان ڳالهہ مٿان صرف ڪرڻ جي نہ سندن مري وڃڻ کان هڪ هزار يا ٻہ هزار سال پوءِ ٻين قومن سان ڇا ٿيڻ وارو هو. ساڳئي وقت اهو فرض ڪرڻ کان وڌيڪ فطري ڳالهہ ٻي ڪانہ لڳندي تہ اهي يروشلم جي واپسي ۽ پنهنجي آزاديءَ جي باري ۾ سوچيندا هئا ۽ اهو تہ اهوئي انهن ڪتابن ۾ موجود سموري مبهم ۽ بظاهر ديواني لکت جو واحد مقصد هو. ان حوالي سان، انهن

ٻنهي ڪتابن ۾ استعمال ڪيل لکت جو انداز، جيڪو ضرورت تحت اپنايو ويو هو ۽ پنهنجي مرضيءَ سان نہ چونڊيو ويو هو، غير عقلي نہ آهي؛ پر جيڪڏهن اسان انهن ڪتابن کي اڳڪٿين جا ڪتاب ڪري سمجهون، تہ پوءِ اهي ڪوڙا آهن. حزقي ايل جي ڪتاب جي29 باب ۾، مصر جي باري ۾ ڳالهائيندي، اهو چيو ويو آهي، بيت ٨:

"ڪنهن بہ انسان جو قدم ان مان نہ گذرندو، نڪي ڪنهن جانور جو پير ان مان گذرندو؛ نہ ئي اهو چاليهن سالن تائين آباد ڪيو ويندو."

هيءَ اها ڳالهہ آهي جيڪا ڪڏهن بہ نہ ٿي ۽ نتيجتاً اهو ڪتاب ڪوڙو آهي، جيئن اهي سمورا ڪتاب ڪوڙا آهن، جن جو مان اڳ ئي جائزو پيش ڪري چڪو آهيان. مان موضوع جي هن حصي کي هتي بند ڪريان ٿو.

هن ڪتاب جي پهرئين حصي ۾ مان يوناهہ ۽ وهيل مڇيءَ جي ڪهاڻيءَ جي باري ۾ ڳالهائي چڪو آهيان. جيڪڏهن اها ڪهاڻي مڃڻ لاءِ لکي وئي هئي تہ پوءِ اها ٺٺوليءَ لاءِ بلڪل مناسب آهي، يا جيڪڏهن اها اهو آزمائڻ لاءِ لکي وئي هئي تہ ضعيف الاعتقادي ڇا ڇا نہ ڳهي سگهي ٿي تہ پوءِ اها کلڻ لاءِ مناسب آهي، ڇو تہ اها جيڪڏهن يوناهہ ۽ وهيل کي ڳهي سگهي پئي تہ پوءِ اها ڪنهن بہ شيءِ کي ڳهي سگهي پئي. پر جيئن تہ ايوب ۽ مثل جي ڪتابن تي پيش ڪيل مشاهدن ۾ اڳواٽ ئي اهو ڏيکاريو ويو آهي تہ ان ڳالهہ جي هميشہ پڪ ناهي تہ بائيبل جي ڪتابن مان ڪهڙا اصلي عبراني آهن يا غير اهلِ ڪتاب ماڻهن جي ڪتابن مان عبراني ٻوليءَ ۾ ترجما آهن ۽ جيئن تہ يوناهہ جو ڪتاب، يهودين جي معاملن کي نپٽائڻ تہ پري رهيو، ان موضوع تي ڪجهہ ڳالهائي ئي نہ ٿو، پر اهو صرف غير اهلِ ڪتاب ماڻهن (Gentiles) جي معاملن تي ڳالهائي ٿو، ان ڪري اهو وڌيڪ ممڪن آهي تہ اهو يهودين بجاءِ، غير اهل ڪتاب ماڻهن جو هڪ ڪتاب آهي ۽ اهو هڪ بڪواس کي اگهاڙو ڪرڻ لاءِ ۽ بائيبل جي هڪ نبي يا هڪ اڳڪٿي ڪندڙ پادريءَ جي منحوس ۽ ناسوري ڪردار تي ٺٺول ڪرڻ لاءِ، بطور هڪ افساني جي، لکيو ويو آهي. يوناهہ کي پهريان هڪ نافرمان نبيءَ جي طور تي ظاهر ڪيو ويو آهي، جيڪو پنهنجي مقصد کان پري ڀڄي وڃي ٿو ۽ غير اهلِ ڪتاب ماڻهن جي هڪ ٻيڙيءَ ۾ پناهہ وٺي ٿو. جيڪا يافا کان ترسيس وڃي رهي هوندي آهي، جڻ تہ هن اڻ ڄاڻائي ۾ اهو فرض ڪري ڇڏيو هو تہ اهڙي خسيس اٽڪل ذريعي، هو پنهنجو پاڻ کي اهڙي هنڌ لڪائي رهيو آهي، جتي خدا هن کي ڪونہ ڳولي سگهندو. اهو ٻيڙو، سمنڊ ۾ هڪ طوفان ۾ ڦاسي پوي ٿو ۽ خلاصي، جيڪي سڀ غير اهل ڪتاب هئا، ان کي ٻيڙيءَ تي سوار ڪنهن اهڙي ماڻهوءَ جي ڪري خدائي فيصلو سمجهن ٿا، جنهن هڪ ڏوهہ ڪيو هوندو آهي؛ هو سڀ ان ڳالهہ تي متفق ٿين ٿا تہ ان ماڻهوءَ کي ڳولڻ لاءِ ڪُٺا ڪيڄن ۽ ڪُٺو يوناهہ تي نڪري ٿو. پر ان کان اڳ هو ٻيڙيءَ کي هلڪو ڪرڻ لاءِ ان ۾ پيل پنهنجو سمورو سامان ۽ بار سمنڊ ۾ اڇلائي ڇڏين ٿا، جڏهن تہ يوناهہ، هڪ

بيوقوف ماڻهوءَ وانگر ان وٺ وڻان دوران اگهور ننڊ ۾ ستل رهي ٿو. ڪُٽي، جڏهن يوناهه کي ڏوهاري قرار ڏئي ڇڏيو، ته پوءِ هو هن کان پڇاڳاڇا ڪرڻ لڳا ته هو ڪير آهي ۽ هن ڪين ٻڌايو ته هو يهودي آهي. ڪهاڻي ٻڌائي ٿي ته هن پنهنجو پاڻکي ڏوهاري مڃيو. پر هي غير اهلِ ڪتاب ماڻهو، بجاءِ ان جي ڪنهن به افسوس يا رحم ڪانسواءِ، هن کي فوراً قربان ڪري ڇڏن، جيئن بائيبل جي نبين يا پادرين جو ٽولو، هڪ غير اهلِ ڪتاب ماڻهوءَ کي ساڳي صورتحال ۾ ائين ڪري ڇڏي ها ۽ جيئن اهو ڏسيو ويو آهي ته سيموئيل، اگاگ سان ڪيو هو ۽ موسيٰ عورتن ۽ ٻارن سان ڪيو هو، پر هنن هن کي بچائڻ جي ڪوشش ڪئي، جيتوڻيڪ خود پنهنجيون زندگيون خطري ۾ وجهندي، چو ته ان جو تفصيل هيٺن چئي ٿو،

"بهرحال پوءِ به (يعني، جيتوڻيڪ يوناهه هڪ يهودي ۽ ڏاريو هو ۽ هنن جي سمورين بدقسمتين ۽ ساز و سامان جي نقصان جو ڪارڻ هو)، انهن ماڻهن ٻيڙي کي خشڪيءَ تي آڻڻ لاءِ سخت جدوجهد ڪئي پر هو ائين نه ڪري سگهيا چو ته سمنڊ تمام گهڻو خطرناڪ ۽ هنن خلاف طوفاني هو."

پوءِ به بهرحال، هو ڪُٽي جي نتيجي کي عملي جامو پهرائڻ لاءِ آماده نه هئا ۽ هنن خدا کي رڙ ڪري چيو، جيئن احوال چئي ٿو،

"او خدا، اسان توکي ٻاڏايون ٿا، او خدا، اسان توکي ٻاڏايون ٿا ته اسان هن ماڻهوءَ جي زندگيءَ خاطر ختم نه ڪيا وڃون ۽ بي گناهه خون اسان تي نه پئي، چو ته او خدا، تو اهو ئي ڪيو آهي، جيڪو توکي وڻيو آهي."

ان جو مطلب اهو هو ته هنن يوناهه کي ڏوهاري نه ٿي تصور ڪيو، چو ته ٿي سگهي پيو ته هو بي قصور هجي پر پوءِ به بهرحال هنن هن مٿان نڪتل ڪُٽي کي خدا جو حڪم ڪري ليکيو هو يا هنن ائين سمجهيو ته ان خدا کي خوش ڪيو هو. هن دعا جو خطاب ڏيکاري ٿو ته غير اهلِ ڪتاب ماڻهو، هڪ عظيم هستيءَ (يعني خدا) جي عبادت ڪندا هئا ۽ بت پرست نه هئا، جيئن يهودين هنن کي اهڙو ڪري پيش ڪيو آهي. پر طوفان اڃا جاري رهي ٿو ۽ خطرو وڌندو وڃي ٿو؛ هو ڪُٽي جي نتيجي کي عملي جامو پهرائن ٿا ۽ يوناهه کي سمنڊ ۾ اڇلائي ڇڏن ٿا، جتي ڪهاڻيءَ مطابق، هڪ تمام وڏي مڇي هن کي سڄي جو سڄو ۽ زنده ڳهي ڇڏي ٿي. اسانکي هاڻي يوناهه کي مڇيءَ جي پيٽ ۾ اندر هجڻ ڪري، ساموندي طوفان کان مڪمل طور محفوظ ٿيل تصور ڪرڻو پوندو. هتي اسان کي ٻڌايو وڃي ٿو ته هن دعا گهري پر اها دعا، هڪ هٿ سان گهڙيل دعا آهي، جيڪا زبور جي مختلف حصن تان ڪنهن به لاڳاپي يا هم آهنگيءَ کان سواءِ کنئي وئي آهي ۽ ان کي ان اذيت مٿان لاڳو ڪيو ويو آهي، نه ڪه ان حالت مٿان، جنهن ۾ يوناهه مبتلا هو. اها هڪ اهڙي دعا آهي، جنهن کي هڪ غير اهلِ ڪتاب ماڻهو، جيڪو زبور جي باري ۾ ڪجهه نه ڪجهه ضرور ڄاڻندو هوندو، هن جي لاءِ نقل ڪري سگهي پيو. هيءَ حالت، اڪيلي سر، جيڪڏهن ٻيون کي

حـالتــون نـہ بـہ هجن ها، اهو پڌرو ڪرڻ لاءِ ڪافي آهي تہ اها سڄي هڪ جُڙتو ڪهاڻي آهي. دعا لاءِ بهرحال اهو سمجهيو وڃي ٿو تہ ان مقصد پورو ڪري ڇڏيو آهي ۽ ڪهاڻي اڳتي هلي ٿي (ساڳئي وقت، بائيبل جي هڪ نبيءَ جي بوليءَ جي منافقانہ انداز کي بہ ڪٺي هلندي)، چئي "خدا، مڇيءَ سان ڳالهايو ۽ ان يوناهہ کي، خشڪ زمين تي اوڳاڇي ٻاهر ڪڍيو." ان ڪانپوءِ يوناهہ کي نينوہ ڏانهن وڃڻ جي هڪ ٻي مشن سونپي وئي، جنهن کي پورو ڪرڻ لاءِ هو نڪري ٿو ۽ هاڻي اسانکي هن کي هڪ تبليغ ڪندڙ ڪري ليکڻو پوندو.

اهو عذاب، جيڪو ظاهر ڪيو ٿو وڃي تہ هن پنهنجي نافرمانيءَ جي يادگيريءَ جي سبب طور ڀوڳيو هو ۽ جنهن مان هو معجزانہ طور تي مرڻ کان بچي ويو هو، هڪ ماڻهو سوچيندو تہ اهي سڀ شيون، هن جي ٻي مشن جي عملي پوئيواري ڪرڻ لاءِ، سندس دل ۾ همدردي ۽ فياضي پئدا ڪرڻ واسطي ڪافي هونديون پر ان جي بدران، هو نينوہ شهر ۾، پنهنجي وات تي ڦٽڪار ۽ پِٽ سان داخل ٿئي ٿو، چئي، "باقي چاليهہ ڏينهن ۾ نينوہ فتح ڪيو ويندو."

اسانکي هاڻي هن فرض ڪيل تبليغيءَ (Missionary) کي سندس مشن جي آخري ڏيک ۾ ڏسڻو پوندو ۽ هتي ئي هڪ بائيبلي نبيءَ يا اڳڪٿيون ڪندڙ هڪ پادريءَ جو پليت روح، ڪردار جي ان سموري ڪارنهن سان ظاهر ٿئي ٿو، جنهن کي ماڻهو هوندڙ شيطان ڏانهن منسوب ڪندا آهن. پنهنجي اڳڪٿي چاڙهي ڇڏڻ ڪانپوءِ، ڪهاڻي چوي ٿي، هو شهر جي ايرندي پاسي پوئتي هٽي ويو. ڇو ڀلا؟ ان لاءِ نہ تہ نوبڪلاتيءَ ۾ پنهنجي خالق جي، پنهنجي مٿان يا ٻين ماڻهن مٿان ڪيل رحم جو شڪريو ادا ڪري پر نينوہ جي تباهيءَ جو شديد بي چينيءَ سان انتظار ڪرڻ لاءِ!

بهرحال ائين ٿيو تہ، جيئن ڪهاڻي ڏسي ٿي، نينوہ جي ماڻهن پاڻکي سڌاري ڇڏيو ۽ خدا، بائيبل جي فقري مطابق، هن کي ان گناهہ جي پڇتاءَ جو احساس ڏياريو، جيڪو هن چيو هو تہ هنن مٿان ڪندو پر اهو نہ ڪيو. آخري باب جو پهريون بيت چئي ٿو، "هن ڳالهہ، يوناهہ کي تمام گهڻو ناخوش ڪري ڇڏيو ۽ هو تمام گهڻو ڪاوڙيل هو." هن جي ڪنور دل اهو پئي چاهيو تہ ننوہ تباهہ ڪيو وڃي ۽ ان جي تباهيءَ ۾ هر ماڻهو، جوان ۽ ٻوڙهو، ختم ٿي وڃي، نہ ڪہ اهو تہ هن جي اڳڪٿي پوري نہ ڪئي وڃي.

هڪ نبيءَ جي ڪردار کي اجان وڌيڪ واڪو ڪرڻ لاءِ، هڪ ڪَدُوءَ جي ٻوٽي کي رات وچ ۾ وڌائي وڏو ڪيو وڃي ٿو، جنهن هن کي ان جڳهہ تي سج جي گرميءَ کان هڪ اجهو فراهم ڪري ڏنو، جتي هو آرامي هو ۽ ٻئي ڏينهن صبح جو، اهو ٻوٽو مري وڃي ٿو.

هتي هڪ نبيءَ جو غصو انتها تي پهچي وڃي ٿو ۽ هو پنهنجو پاڻکي ختم ڪرڻ لاءِ تيار ٿي وڃي ٿو. هن چيو، "منهنجي لاءِ زنده رهڻ کان مرڻ بهتر آهي."

اها ڳالھ خدا ۽ نبيءَ جي وچ ۾ هڪ فرضي گفتگوءَ کي سامهون آڻي ٿي، جتي خدا چئي ٿو، ”ڇا تون ڪَدُوءَ جي ول تي اينترو ڪاوڙ ۾ آهين؟“ جنهن تي يوناھ وراڻيو، ”ها، مان اينترو ڪاوڙ ۾ آهيان، جو پاڻکي ماري ڇڏيان.“ پوءِ خدا چيو، ”توکي ڪَدُوءَ جي ول تي رحم ڪائڻ کپي، جنهن لاءِ تو ڪا محنت نہ ڪئي هئي، نہ ئي ان کي تو وڌايو هو، اهو هڪ رات ۾ پئدا ٿيو ۽ هڪ رات ۾ ئي ختم ٿي ويو؛ ۽ ڇا مان ان عظيم شهر ننوه کي نہ بچايان ها، جنهن ۾ هڪ لک ويھ هزار اهڙا ماڻهو آهن، جيڪي پنهنجي سڄي ۽ کٻي هٿ وچ ۾ تميز نہ ٿا ڪري سگهن؟“

هتي ان قصي جي ننول ۽ نيڪيءَ ٻنهي کي سهيڙيو ويو آهي. بحيثيت هڪ ننول جي، اهو سمورن بائيبلي نبين جي ڪردار خلاف ۽ مردن، عورتن ۽ ٻارن مٿان عائد ڪيل انهن سمورن بلاامتياز فيصلن خلاف بيهي ٿو، جنهن سان هي ڪوڙ ڳالهائيندڙ ڪتاب- بائيبل ڀريو پيو آهي، جهڙوڪ نوح جي ٻوڏ، سودوم ۽ گوموراھ جي شهرن جي تباهي، ڪنعان جي شهرين جي نسل ڪشي، ايستائين جو ٽيج پياڪ ٻارڙن ۽ ڳورهارين عورتن کي بہ نہ بخشيو ويو، ڇاڪاڻ تہ ساڳيو خيال تہ هڪ لک ويھ هزار ڪان وڌيڪ اهڙا ماڻهو آهن، جيڪي پنهنجي سڄي هٿ ۽ کٻي هٿ وچ ۾ تميز نہ ٿا ڪري سگهن، معنيٰ اُبهم ٻار، هنن جي سمورن (مٿين) مثالن تي بہ لاڳو ٿئي ٿو. اها ڳالھ خدا جي، هڪ قوم جي ڀيٽ ۾ ٻي قوم لاءِ وڌيڪ فرض ڪيل جانبداريءَ تي بہ ننول ڪري ٿي. بحيثيت هڪ نيڪيءَ جي، اها اڳڪٿي ڪرڻ جي ناپاڪ جذبي خلاف تبليغ ڪري ٿي، ڇو تہ جيترو يقين سان هڪ ماڻهو خراب اڳڪٿي ڪندو، اوترو هو ان جي ٿي پوڻ جي خواهش ڏانهن جهُڪيل هوندو. پنهنجي فيصلي جي صحيح هجڻ جو فخر، هن جي دل کي وڌيڪ ڪنور ٻڻائي ڇڏي ٿو، جيستائين نيٺ هو ان جي تڪميل کي اطمينان سان نہ ٿو ڏسي يا پنهنجين اڳڪٿين جي ناڪاميءَ کي مايوسيءَ سان نہ ٿو ڏسي.

هي ڪتاب بہ نبين، اڳڪٿين ۽ بلاامتياز فتوائن خلاف ساڳئي قسم جي مضبوط ۽ سڌي سنئين نقطي تي ختم ٿئي ٿو، جيئن بئنجمن فرئنڪلن، بائيبل لاءِ، ابراهيم ۽ هڪ اجنبيءَ بابت، جيڪو باب لکيو، مذهبي سزائن جي ناقابلِ برداشت جذبي خلاف ختم ٿئي ٿو.

جيستائين بائيبل جي شاعرائن حصن، جن کي اڳڪٿيون ڪوٺيو ويو آهي، جو تعلق آهي، مان انهن متعلق هن ڪتاب جي پهرئين حصي ۾ ۽ هن حصي ۾ بہ اڳ ئي ڳالهائي چڪو آهيان، جتي مان اهو چئي چڪو آهيان تہ لفظ ”پيغمبر“، 'شاعر' لاءِ بائيبل جو هڪ لفظ آهي ۽ انهن شاعرن جي خيالي اڏامن ۽ استعارن کي، جن مان گهڻا وقت جي وٿيءَ ۽ حالتن جي تبديليءَ ڪري مبهم ٿي چڪا آهن، جن کي مضحڪہ خيز انداز ۾ اڳڪٿيون ڪوٺيو وڃي ٿو، اهڙين شين ۾ اپاريو ويو آهي ۽ اهڙن مقصدن مٿان لاڳو ڪيو ويو آهي، جن لاءِ

ان حي ليڪڪن ڪڏهن به نه سوچيو هو. جڏهن هڪ پادري، انهن ٽڪرن مان ڪنهن جو به حوالو ڏئي ٿو ته هو ان جي معنيٰ کي به پنهنجن خيالن مطابق منفقه انداز ۾ واضح ڪري ٻڌائي ٿو ۽ پنهنجي اجتماع مٿان ان وضاحت کي، ليڪڪ جي معنيٰ طور ثابت ڪري ٿو. بابل جي وئيشيا، بهرحال سمورن پادريـن جي گڏيل وئيشيا پئي رهي آهي ۽ هنن مان هر ڪنهن بئي مٿان هن کي رکڻ جو الزام پئي مڙهيو آهي؛ ڪيترو نه سنو هو، جو هو پنهنجين وضاحتن ۾ متفق ٿين ٿا.

هاڻي باقي پوئتي رڳو ٿورڙا ڪتاب وڃي بچن ٿا، جن کي هو خسيس يا ننڍين نبين جا ڪتاب ڪوٺن ٿا ۽ جيئن مان اڳ ئي اهو ڏيکاري چڪو آهيان ته عظيم نبي ئي ٻهروپيا آهن، ان ڪري ننڍڙن نبين جي آرام ۾ خلل وجهڻ بزدلي ٿيندي. هنن کي ڇڏيو ته هو پنهنجين نرسن ۽ پادريـن جي ٻانهن ۾ ننڊ ڪن ۽ سڀ گڏ وساريا وڃن.

مان هاڻي بائيبل جو بغور مطالعو ڪري ڇڏيو آهي، جيئن ڪو ماڻهو ڪهاڙي ڪلهي تي رکي هڪ جهنگل مان گذري ۽ وڻن کي ڪيرائي ڇڏي. ان ڪتاب ۾ هو ڪوڙ ڳالهائن ٿا ۽ پادري، جيڪڏهن هو ڪري سگهن ته انهن کي ٻيهر پوکي سگهن ٿا. اهي شايد انهن کي زمين ۾ چنبڙائي سگهن پر ڪين ڪڏهن به وڌائي ويجهائي نه ٿا سگهن. هاڻي مان انجيل (نئين عهدنامي) جي ڪتابن ڏانهن اچان ٿو.

## پاڪ انجيل (نئون عهدنامو)

هو اسان کي ٻڌائين ٿا ته انجيل، پراڻي عهدنامي (توريت زبور) جي اڳڪٿين تي ٻيـنل آهي؛ جيڪڏهن ائين آهي ته پوءِ ان جو حشر به سندس بنياد جي مقدر جيان ئي ٿيندو. جيئن ته ان ۾ ڪا به غير معمولي ڳالهه ناهي ته هڪ عورت، شادي ٿيڻ کان اڳ ٻار واري ٿي وڃي ۽ جنهن پٽ کي هوءَ ڄائي نپائي وڏو ڪري، ان کي ڦاهيءَ تي چاڙهيو وڃي، پوءِ بي انصافيءَ سان ئي؛ مان اهو نه مڃڻ ۾ ڪو به عار محسوس نه ٿو ڪريان ته اهڙي ڪنهن عورت جيئن مريم ۽ اهڙن ڪن ماڻهن جيئن يوسف ۽ عيسيٰ وجود رکيو ٿي، هنن جو نِلهو وجود، اسان لاءِ هڪ لاتعلقيءَ جو معاملو آهي، جنهن متعلق ڪو به اهڙو بنياد موجود ڪونهي ته آيا انکي مڃجي يا نه مڃجي، ۽ جيڪو هن عام فقري هيٺ اچي ٿو، "اهو ائين ٿي به سگهيو پئي، ته پوءِ ڇا؟"

امڪان بهرحال اهو آهي ته اهڙا ماڻهو هئا يا گهٽ ۾ گهٽ اهڙا جن انهن سان حالتن ۾ ٿوري يا گهڻي مشابهت رکي ٿي چاڪاڻ ته تقريباً سمورين رومانوي ڪهاڻيون ڪنهن حقيقتي حالت مان تجويز ڪيل هونديون آهن، جيئن

رابنسن ڪروسو جا ڪارناما، جنهن جو هڪ لفظ بہ سچو ناهي، اليگزينڊر سيلڪرڪ جي مثال مان تجويز ٿيل آهن.
نہ پوءِ اهو ڪن ماڻهن جو وجود يا غير وجود ناهي، جنهن بابت مان پاڻکي تڪليف ۾ وجهان: اهو يسوع مسيح جو قصو آهي، جيئن اهو پاڪ انجيل ۾ ٻڌايو ويو آهي ۽ ان مٿان ڪڙو ڪيل پاڳل ۽ ڏيکارين وارو نظريو آهي، جنهن خلاف مان صف بند آهيان. جهڙي نموني اها ڪهاڻي ٻڌايل آهي، ان کي ائين ئي ڪٺندي، هڪ ڪافرانہ فحاشي آهي. اها هڪ نوجوان عورت جو احوال ڏئي ٿي، جيڪا مڱيل آهي ۽ ان مڱڻي ۾ رهندي، جنهن ڏهن سڌي سنئين ٻولي ڳالهائجي، تہ هڪ روح (Ghost) طرفان زنا ڪئي وڃي ٿي، هڪ ناپاڪ ڍونگ تحت (لوقا جو ڪتاب، باب ١، بيت ٣٥) تہ "پاڪ روح توتي نازل ٿيندو. ۽ خدا جي قدرت تنهنجي مٿان ڇانئجي ويندي." ان جي باوجود بعد ۾ يوسف ان عورت سان شادي ڪئي ۽ پنهنجي واري ۾ ان 'پاڪ روح' جو رقيب بڻيو. هي آهي ان ڪهاڻيءَ کي سمجهہ ۾ ايندڙ ٻوليءَ ۾ پيش ڪرڻ ۽ جڏهن ان کي ان انداز ۾ ٻڌايو وڃي ٿو، تہ پوءِ اسانکي اهڙو ڪوبہ پادري نہ ٿو ملي، جيڪو ان کي اپنائڻ ۾ شرم محسوس نہ ڪندو هجي.*
عقيدي جي معاملن ۾ اگهاڙپ، بهرحال پوءِ اها ڪيتري بہ ڍڪيل ڇپيل چو نہ هجي، هميشہ افساني ۽ نڱيءَ جي علامت هوندي آهي، چو تہ خدا ۾ اسانجي سنجيده ايمان لاءِ اهو ضروري آهي تہ اسان انکي اهڙين ڪهاڻين سان نہ ڳنڍيون، جيڪي مضحڪ خيز تشريحن ۾ گهلجن، جيئن هيءَ ڪهاڻي! هيءَ ڪهاڻي ڏسڻ ۾ ساڳئي قسم جي ڪهاڻي آهي، جهڙي جيوپيٽر ديوتا ۽ ليڊا جي ڪهاڻي يا جيوپيٽر ۽ يوريا جي ڪهاڻي يا جيوپيٽر جي عشقيہ ڪارنامن منجهان ڪنهن بہ هڪ جهڙي آهي. ۽ اها ڏيکاري ٿي، جيئن هن ڪتاب جي پهرئين حصي ۾ اڳوات ئي بيان ڪيو ويو آهي تہ عيسائي عقيدو، هيٺين ڏند ڪٿا مٿان تعمير ڪيل آهي.
جيئن تہ انجيل جا تاريخي حصا، جيستائين انهن جو يسوع مسيح سان تعلق آهي، وقت جي هڪ تمام ٿورڙي عرصي- ٻن سالن کان بہ گهٽ، تائين محدود آهن ۽ اهي بہ سڀ هڪ ملڪ جي اندر ۽ لڳ ڀڳ ساڳي جاءِ تي، ان ڪري وقت، جڳهہ ۽ حالت جي اها بي ترتيبي جيڪا پراڻي عهدنامي جي ڪتابن جي ڪوڙ کي پڪڙي ٿي ۽ انهن کي نڱيون ثابت ڪري ٿي، ان جي هن ڪتاب ۾ ساڳي گهٽائيءَ ۾ ملڻ جي توقع نہ ٿي ڪري سگهجي. نئون عهدنامو (انجيل)، جيڪڏهن ان کي پراڻي عهدنامي (توريت زبور) سان ڀيٽجي تہ اهو هڪ ڏيک جي نقل مثل آهي، جنهن ۾ اڪاين جي بيشمار پيچڪڙين جي گنجائش ڪانهي. ان ۾ بهرحال ڪجهہ واضح تضاد موجود آهن، جيڪي ڍونگ ڪيل اڳڪٿين جي ڪوڙ

* يسوع مسيح جي فرض ڪيل ڪنواري ماءُ- مريم کي ڪئين ٻيا ٻار، پٽ ۽ ڌيئرون بہ هئا. (ڏسو ڪتاب متي، باب ١٣، بيت ٥٥ ۽ ٥٦)

کي ٻاهر رکندي به، اهو ڏيکارڻ لاءِ ڪافي آهن ته يسوع مسيح جي ڪهاڻي ڪوڙي آهي.

مان انکي هڪ اهڙي حالت طور رکان ٿو، جنهن کي رد نه ٿو ڪري سگهجي. پهريون اهو ته هڪ ڪهاڻيءَ جي سمورن حصن ۾ اتفاق، ان ڪهاڻيءَ کي سچو ثابت نه ٿو ڪري ڇاڪاڻ ته جُزا پاڻ ۾ متفق ٿي سگهن ٿا پر ڪُل پوءِ به ڪوڙو ٿي سگهي ٿو؛ ٻيو اهو ته هڪ ڪهاڻيءَ جي حصن جو پاڻ ۾ نااتفاق اهو ثابت ڪري ٿو ته ڪُل سچو نه ٿو ٿي سگهي. اتفاق، سچ کي ثابت نه ٿو ڪري پر نااتفاق ڪوڙ کي مثبت انداز ۾ ثابت ڪري ٿو. حضرت عيسيٰ جي تاريخ، چئن ڪتابن ۾ سانديل آهي، جيڪي متي (Mathew)، مرقس (Mark)، لوقا (Luke) ۽ يوحنا (John) ڏانهن منسوب ڪيل آهن. ڪتاب متيءَ جو پهريون باب، عيسيٰ جي نسب نامي سان شروع ٿئي ٿو ۽ لوقا جي ٽئين باب ۾ پڻ عيسيٰ جو نسب نامو ڏنو ويو آهي. جيڪڏهن اهي ٻئي نسبناما پاڻ ۾ متفق ٿين ٿا، ته پوءِ به اهي اهو ثابت نه ڪندا ته نسب نامو سچو آهي، ڇو ته ان جي باوجود به اهو جڙتو ٿي سگهي ٿو. پر جيڪڏهن اهي هڪٻئي کي هر تفصيل ۾ رد ڪن ٿا ته پوءِ اها ڳالهه ڪوڙ کي قطعي طور تي ثابت ڪري ٿي. جيڪڏهن متي سچ ڳالهائي ٿو ته لوقا ڪوڙ ڳالهائي ٿو ۽ جيڪڏهن لوقا سچ ڳالهائي ٿو ته پوءِ متي ضرور ڪوڙ ڳالهائي ٿو ۽ جيئن ته هڪ کي ٻئي کان وڌيڪ مڃڻ جي ڪا اختياري ڪانهي، ان ڪري ٻنهي مان ڪنهن کي به مڃڻ جي اختياري ڪانهي ۽ جيڪڏهن هنن مثان، ان پهرين شيءِ ۾ نه، جيڪا هو چون ٿا ۽ ثابت ڪرڻ لاءِ سندرو ٻڌن ٿا، اعتبار نه ٿو ڪري سگهجي ته پوءِ هو ان لائق نه آهن ته هنن کي ڪنهن به شيءِ لاءِ جيڪا هو بعد ۾ چون ٿا، مڃيو وڃي.

سچ هڪ سنئين سڌي شيءِ آهي ۽ جيستائين اُتساهه ۽ الهام جو تعلق آهي، جيڪڏهن اسان انهن کي سچ قرار ڏيون ته، اهو فرض ڪرڻ ناممڪن آهي ته اهي متضاد به ٿي سگهن ٿا. پوءِ يا ته اهي ماڻهو جن کي رسول ڪوٺيو ويو آهي، ٺوڳي هئا يا وري ڪتاب جيڪي هنن ڏانهن منسوب ڪيا ويا آهن، ٻين ماڻهن طرفان لکيا ويا آهن ۽ منسوب هنن جي نالن سان ڪيا ويا آهن، جيئن بائيبل جي معاملي ۾ آهي. متي جو ڪتاب (باب ١، بيت ٦) حضرت عيسيٰ جو نالي سان نسب نامو ڏني ٿو، دائود کان وٺي، يوسف- مريم جي مڙس کان ٿيندو، عيسيٰ تائين ۽ اهڙي طرح اهو ڪل ٢٨ نسل ٻڌائي ٿو. لوقا جو ڪتاب به نالي سان خانداني شجرو ڏئي ٿو، حضرت عيسيٰ کانوني، يوسف- مريم جي مڙس کان ٿيندو، دائود تائين ۽ اهڙي طرح هو ٤٣ نسل ٻڌائي ٿو. ان کان علاوه انهن ٻنهي فهرستن ۾ رڳو دائود ۽ يوسف جا نالا آهن، جيڪي ساڳيا آهن. مان هتي نسب نامن جون اهي ٻئي فهرستون پيش ڪريان ٿو ۽ وضاحت ۽ پيٽ خاطر ٻنهي کي ساڳئي رخ ۾ رکان ٿو يعني يوسف کان هيٺ دائود تائين:

### متيءَ مطابق عيسيٰ جو نسب نامو

| | | | |
|---|---|---|---|
| 1. حضرت عيسيٰ | 8. صدوق | 15. يوشياهه | 22. يورام |
| 2. يوسف | 9. عازور | 16. آمون | 23. يهوشافاط |
| 3. يعقوب | 10. الياقيم | 17. منشي | 24. آسا |
| 4. متان | 11. ابيئود | 18. حزقياهه | 25. ابياهه |
| 5. اليعاذار | 12. زربابل | 19. اخز | 26. رحبعام |
| 6. اليئود | 13. شئلتي ايل | 20. يوتام | 27. سليمان |
| 7. اضيم | 14. يڪنياهه | 21. عزياهه | 28. دائود |

### لوقا مطابق عيسيٰ جو نسب نامو

| | | | |
|---|---|---|---|
| 1. حضرت عيسيٰ | 12. اسلياهه | 23. نيري | 34. شمعون |
| 2. يوسف | 13. نوگہ | 24. ملڪي | 35. يهوداه |
| 3. عيلي | 14. ماعت | 25. ادي | 36. يوسف |
| 4. متات | 15. متتياهه | 26. قوسام | 37. يونان |
| 5. ليويءَ | 16. شمعيءَ | 27. المودام | 38. الياقيم |
| 6. ملڪي | 17. يوسيخ | 28. عسير | 39. ملي آه |
| 7. ينا | 18. يوداهه | 29. يشوع | 40. مناهه |
| 8. يوسف | 19. يوحنا | 30. اليغرر | 41. متتاهه |
| 9. متتياهه | 20. رسيا | 31. يوريم | 42. ناتن |
| 10. عاموس | 21. زروبابل | 32. متات | 43. دائود |
| 11. ناحوم | 22. نهيل تئيل | 33. ليوي | |

دائود جي پيدائش کان عيسيٰ جي پيدائش تائين کل ١٠٨٠ سال آهن ۽ جيئن ته ان ۾ عيسيٰ جي جمار شامل ٿيل ناهي، ان ڪري اهي کل ٢٧ مڪمل نسل بڻجن ٿا. تنهنڪري پهرين فهرست ۾ هر ماڻهوءَ جي، سندس پهرئين پٽ جي ڄمڻ وقت سراسري عمر لهڻ لاءِ، چڙو ١٠٨٠ کي ٢٧ سان ونڊ ڪرڻ ضروري آهي، جنهن مان هر ماڻهوءَ کي عمر جا ٤٠ سال ملن ٿا. جيئن ته ان دور جي ماڻهن جي جمار به ساڳي مدي واري هئي. جيئن اڄ جي ماڻهن جي آهي، اهو فرض ڪرڻ بيهودگي ٿيندي ته پوبان ايندڙ ويهن نسلن جا ماڻهو شادي ڪرڻ کان اڳ سٺ جو سٺ ڪراڙا ڪنوارا هوندا ۽ اهو اڃا وڌيڪ بيهوده لڳي ٿو جڏهن

اسانکي ٻڌايو وڃي ٿو تہ سليمان- دائود کانپوءِ جي جانشين کي، ٢١ سالن جو ٿيڻ کان اڳ ٿي زالن ۽ معشوقائن سان پربل هڪ گهر هو.

مطلب تہ هي نسب نامو، هڪ پختو سچ هجڻ تہ پري رهيو، اهو هڪ معقول ڪوڙ بہ ناهي. لوقا جي فهرست هڪ ماڻهوءَ جي سراسري عمر ٢٦ سال ٻڌائي ٿي، جيڪا تمام گهٽي آهي. هاڻي جيڪڏهن هي ماڻهو- متي ۽ لوقا، سندن يسوع مسيح جي تاريخ جي شروعات ۾ ئي ۽ ان ۾ تہ هو ڪير هو ۽ ڇا هو، هڪٻئي آڏو ڪوڙ تي سندرو ٻڌي بيٺا آهن (جيئن متيان ٻئي احوال اهو ڏيکارن ٿا تہ هو ائين ڪن ٿا) تہ پوءِ هو جيڪي اسانکي بعد ۾ عجيب و غريب شيون ٻڌائن ٿا، انهن کي مڃڻ لاءِ، اسانوٽ ڪهڙي تصديق بچي ٿي؟ (جيئن مون اڳ بہ اهو پڇيو آهي) جيڪڏهن يسوع مسيح جي فطري خانداني شجري جي تفصيل ۾ ئي هنن متان اعتبار نہ ٿو ڪري سگهجي، تہ پوءِ جڏهن هو اسانکي ٻڌائن ٿا تہ هو 'پاڪ روح' طرفان پيدا ڪيل 'خدا جو پٽ' هو ۽ اها ڳالهہ هڪ فرشتي سندس ماءُ کي راز ۾ ٻڌائي، اسان هنن متان ڪيئن اعتبار ڪريون؟ جيڪڏهن هنن هڪ نسب نامي ۾ ڪوڙ ڳالهايو آهي تہ پوءِ اسان هنن کي ٻي ڪنهن ڳالهہ ۾ ڇو مڃون؟ جيڪڏهن هن جو فطري نسب نامو هٿ سان گهڙيو ويو آهي، جيڪو يقيناً ائين ڪيل آهي، تہ پوءِ اسان اهو ڇو نہ فرض ڪريون تہ هن جو آسماني نسب نامو بہ هٿ سان گهڙيل آهي ۽ اهو تہ اهو سڀ افسانوي آهي؟ ڇا ڪوئي بہ سنجيده سوچ وارو ماڻهو، پنهنجي آئيندي جي خوشيءَ کي هڪ اهڙي ڪهاڻيءَ متان ايمان رکندي خطري ۾ وجهي سگهي ٿو، جيڪا فطري طور ناممڪن آهي، شائستگيءَ جي هر خيال جي ابتڙ آهي ۽ اهڙن ماڻهن طرفان ڏسيل آهي، جيڪي اڳ ئي ڪوڙ ڳالهائڻ ۾ پڪڙيل آهن؟ ڇا اهو وڌيڪ تحفظ وارو ناهي تہ اسان پنهنجو پاڻکي هڪ خدا جي سڌي سنئين، سچ ۽ اڪيلي عقيدي تي روڪي رکون، جيڪو خدا پرستي آهي، بنسبت ان جي تہ اسان پاڻکي غير ممڪن، غير عقلي، غير اخلاقي ۽ متضاد قصن جي هڪ سمنڊ حوالي ڪري ڇڏيون؟

نئين عهدنامي (انجيل) جي ڪتابن متان پهريون سوال، بهرحال جيئن پراڻي عهدنامي جي ڪتابن متان هو، اهو آهي تہ ڇا اهي حقيقي آهن؟ تہ ڇا اهي انهن ماڻهن طرفان لکيا ويا آهن، جن ڏانهن اهي منسوب ڪيل آهن؟ ڇو تہ اهو رڳو ان بنياد تي ئي آهي جو انهن ڪتابن ۾ ڏسيل عجيب شين کي اينرو مان ڏنو پئي ويو آهي. هن نقطي متان ڪوبہ سڌو سنئون ثبوت، ان جي حق يا مخالفت ۾ موجود ڪونهي ۽ هن معاملي جي حالت جيڪو ڪجهہ ثابت ڪري ٿي، اهو رڳو شڪ آهي ۽ شڪ، اعتقاد جي ابتڙ آهي. تنهنڪري جنهن حالت ۾ اهي ڪتاب آهن، اها سندن ئي خلاف ثابت ٿئي ٿي، جيستائين ثبوت جو هي قسم وڃي سگهي ٿو. پر ان ڳالهہ کي ٻاهر ڪندي بہ، مفروضو اهو آهي تہ ڪتاب، جن کي "پاڪ انجيل" سڏيو وڃي ٿو ۽ جيڪي متي، لوقا، مرقس ۽ يوحنا ڏانهن

منسوب ڪيل آهن، سي انهن طرفان ڪونہ لکيا ويا هئا ۽ اهي محض نڳيون آهن.
هنن چئن ڪتابن ۾ تاريخ جي بي ترتيب حالت، هڪ ڪتاب جي ٻئي ڪتاب ۾ ڏسيل معاملن مٿان اختيار ڪيل خاموشي ۽ انهن جي وچ ۾ موجود اختلاف، اهو ظاهر ڪن ٿا تہ اهي ڪن الڳ الڳ ماڻهن جون تخليقون آهن، جن اهي، انهن شين جي ٿي وڃڻ کان ڪئين سال پوءِ لکيا آهن، جن کي ڏسڻ جو اهي ڍونگ ڪن ٿا ۽ هر هڪ پنهنجي الڳ ڪهاڻي ناهي ڇڏي آهي. اهي اهڙن ماڻهن جون لکئيون ناهن جيڪي هڪٻئي سان تمام گهرائپ سان گڏ رهندا هئا، جيئن انهن ماڻهن لاءِ جن کي 'رسول' سڏيو وڃي ٿو، سمجهيو وڃي ٿو تہ هنن ائين ڪيو هوندو. باريڪيءَ سان ڏسبو تہ اهي ڪتاب، انهن ماڻهن طرفان نہ، جن جا انهن تي نالا رکيل آهن، پر ڪن ٻين ماڻهن طرفان هٿ سان گهڙيا ويا آهن، جهڙي نموني بائيبل (پراڻي عهدنامي) جا ڪتاب هٿ سان گهڙيا ويا آهن.
فرشتي جي ڪهاڻي، جيڪو چرچ جي چوڻ مطابق خدائي حمل جو اعلان ڪري ٿو، مرقس ۽ يوحنا ڏانهن منسوب ڪيل ڪتابن ۾ اينتري گهٽي ذڪر ڪيل ناهي ۽ متي ۽ لوقا جي ڪتابن ۾ مختلف نموني بيان ڪيل آهي. مرقس ۽ يوحنا جا ڪتاب چون ٿا تہ فرشتو، يوسف آڏو نمودار ٿيو؛ متي ۽ لوقا جا ڪتاب چون ٿا تہ فرشتو، مريم وٽ آيو. پر بهرحال يوسف يا مريم، اهي ٻئي بدترين شاهد هئا، جن لاءِ سوچي سگهجي پيو، ڇاڪاڻ تہ اهي ٻيا ماڻهو هجڻ گهربا هئا، جيڪي هنن لاءِ شاهدي ڏين ها، نہ ڪہ هو پاڻ، پنهنجي لاءِ! ڇا اڄ جيڪڏهن ڪائي پيٽ سان ٿيل ڇوڪري ائين چوڻ لڳي ۽ پلي ڪٿي قسم بہ کڻي وڃي تہ هوءَ کنهن 'پاڪ روح' طرفان پيٽ سان ٿي وئي آهي ۽ اها ڳالهہ هن کي هڪ فرشتي ٻڌائي آهي تہ ڪوئي بہ ماڻهو هن تي اعتبار ڪندو؟ يقيناً ڪوئي بہ نہ! تہ پوءِ اسان ڪنهن ٻي ڇوڪريءَ جي ساڳي شيءِ ڇو مڃون، جنهن کي نہ اسان ڪڏهن ڏٺو، ڪوئي بہ نہ ٿو ڄاڻي تہ ڪنهن هن کي اهو ٻڌايو ۽ ڪٿي ٻڌايو؟
اهو ڪيترو نہ عجيب ۽ متضاد آهي تہ اهي ساڳيون حالتون، جيڪي ايستائين جو هڪ امڪاني ڪهاڻيءَ مٿان اعتبار ڪرڻ کي بہ جيڪر ڪمزور ڪري ڇڏينديون، هن ڪهاڻيءَ تي اعتبار ڪرڻ لاءِ هڪ محرڪ طور پيش ڪيون وڃن ٿيون. جنهن جي منهن تي قطعي ناممڪنيت ۽ نڳيءَ جي هر نشاني موجود آهي. هيروديس جي ٻن سالن کان گهٽ عمر وارن سمورن ٻارڙن کي قتل ڪري ڇڏڻ واري ڪهاڻي، رڳو متيءَ جي ڪتاب جي ليکڪ سان واسطو رکي ٿي ۽ باقي ٽن ڪتابن مان ڪنهن بہ ڪتاب جو ليکڪ، ان جو ذڪر نہ ٿو ڪري. جيڪڏهن اهو واقعو سچو هجي ها تہ ان جي عالمگيريت جي خبر ضرور سڀني ليکڪن کي پوڻ گهرجي ها ۽ اها شيءِ اينتري تہ نمايان هجي ها جو انکي ڪوبہ ليکڪ نظرانداز نہ ڪري سگهي ها. متي اسانکي ٻڌائي ٿو تہ يسوع مسيح ان قتلام کان بچي ويو ڇاڪاڻ تہ يوسف ۽ مريم کي هڪ فرشتي اڳواٽ ئي ان ڳالهہ کان خبردار ڪري هن سان گڏ مصر ڀڄي وڃڻ لاءِ چيو هو پر ان فرشتي کان

يوحنا (عيسيٰ جو ننڍو ڀاءُ) جو خيال لهي ويو هو جيڪو به ان وقت ٻن سالن کان گهٽ عمر جو هو. بهرحال يوحنا جيڪو پوئتي رهجي ويو، بچي ويو ۽ يسوع مسيح جيڪو پڇي ويو، اهو به بچي ويو؛ تنهنڪري اها ڪهاڻي پنهنجو پاڻکي واقعاتي لحاظ کان به ڪوڙو ثابت ڪري ٿي.

هنن ليکڪن مان ڪي به ٻه، بلڪل ساڳين لفظن ۾ پاڻ ۾ متفق نه ٿا ٿين، ان تمام مختصر لکيل تحرير (نوشتي) متعلق جيڪا هو ٻڌائن ٿا ته يسوع مسيح مٿان رکي وئي هئي، جڏهن هن کي صليب تي چاڙهيو ويو هو ۽ ان کان علاوه، مرقس چئي ٿو، هن کي ٽين ڪلاڪين (يعني صبح جي نائين بجي) صليب تي چاڙهيو ويو هو ۽ يوحنا چئي ٿو، اهو ڇهين ڪلاڪين (يعني منجهد جو ٻارهين وڳي)* ٿيو هو.

انهن ڪتابن ۾ نوشتو، هيٺين بيان ڪيل آهي:

متي ———————— هي يسوع مسيح آهي، يهودين جو بادشاهه.

مرقس ———————— يهودين جو بادشاهه.

لوقا ———————— هي آهي يهودين جو بادشاهه.

يوحنا———————— ناصرت جو يسوع مسيح، يهودين جو بادشاهه.

هنن حالتن مان، پوءِ اهي تمام خسيس ئي آهن، اسان اهو نتيجو اخذ ڪري سگهون ٿا ته اهي ليکڪ، پوءِ اهي ڪير به هئا ۽ ڪهڙي به زماني ۾ رهندا هئا، ان واقعي مهل موجود نه هئا. انهن ماڻهن مان، جن کي رسول سڏيو ويو آهي، رڳو هڪ ماڻهو اهڙو هو جيڪو لڳي ٿو ته ان واقعي واري هنڌ جي نزديڪ هو ۽ اهو هو پطرس ۽ جڏهن هن مٿان اهو الزام لڳايو ويو ته هو يسوع مسيح جي پوئلڳن منجهان آهي، تڏهن ائين چيو ويو آهي (متي، باب ٢٦، بيت ٧۴):

"پوءِ هن پِٽڻ شروع ڪيو ۽ قسم کڻڻ لڳو، چئي، مان هن شخص کي نه ٿو سڃاڻان."

پوءِ به اسان کان هاڻي اها توقع ڪئي ٿي وڃي ته ان ساڳئي شخص پطرس مٿان اعتبار ڪريون، جيڪو سندن ئي احوال مطابق، ڪوڙ ڳالهائڻ جو ڏوهاري ثابت ٿيل آهي. ڪهڙي سبب خاطر يا ڪهڙي اختياريءَ تي اسان ائين ڪريون؟

يسوع مسيح جي صليبجڻ وقت پيش آيل حالتن جو جيڪو احوال هو اسان کي ٻڌائن ٿا، اهو انهن چئني ڪتابن ۾ مختلف نموني ڏسيل آهي. متي ڏانهن منسوب ڪيل ڪتاب چئي ٿو ته سڄي زمين تي اونداهي ڇانيل هئي،

---

* يوحنا مطابق سزا ڇهين بجي (منجهد) تائين نه ٻڌائي وئي هئي ۽ نتيجتاً ان تي عمل درآمد شام تائين نه پئي ٿي سگهيو پر مرقس صاف صاف چئي ٿو ته هن کي ٽين بجي (صبح جو نائين وڳي) ڏاران صليب تي ٽنگيو ويو هو. باب ١٥، بيت ٢۵، يوحنا، باب ١٩، بيت ١۴

ڇهين ڪلاڪ کان وٺي نائين ڪلاڪ تائين، مندر جو پردو چوٽيءَ کان وٺي تري تائين ڦاٽي ٻه اڌ ٿي پيو، زلزلو اچي ويو، جبل ٽٽي پيا، قبرون کلي پيون، انهن قبرن ۾ ستل ڪيترن ئي اوليائن جا لاش اٿي کڙا ٿيا ۽ يسوع جي پيهر زنده ٿي پوڻ کانپوءِ پنهنجين قبرن مان ٻاهر نڪري آيا ۽ پاڪ شهر ۾ اندر هليا ويا، جن کي ڪيترن ئي ماڻهن ڏٺو. هي آهي اهو احوال جيڪو متي جي ڪتاب جو هي جوشيلو ليکڪ ڏئي ٿو پر ٻين ڪتابن جي ليکڪن طرفان ان ڳالهه ۾ هن جي پٺڀرائي نه ڪئي وئي آهي. مرقس جي ڪتاب جو ليکڪ، يسوع مسيح جي صليب چڙهڻ وقت پيش آيل واقعن جو تفصيل ڏيندي، نه ڪنهن زلزلي جو، نه ڪنهن جبل جي ٽٽڻ جو، نه قبرن جي کُلي پوڻ جو ۽ نه ئي لاشن جي قبرن مان ٻاهر نڪري گهمڻ ڦرڻ جو ذڪر ڪري ٿو. لوقا جو ليکڪ به انهن ساڳين لفظن تي خاموش آهي ۽ جيستائين يوحنا جي ڪتاب جو تعلق آهي ته هو جيتوڻيڪ صليب چڙهڻ واري واقعي جي سمورين حالتن جو، تفصيل ڏئي ٿو پر هو ڪنهن به اونداهيءَ، مندر جي پردي جي ڦاٽڻ، زلزلي، جبلن، قبرن ۽ مئل ماڻهن جي باري ۾ ڪجهه به نه ٿو چئي.

هاڻي جيڪڏهن اهو سچ هو ته اهڙيون شيون وقوع پذير ٿي چڪيون هيون ۽ جيڪڏهن انهن ڪتابن جا ليکڪ ان وقت زنده هئا، جڏهن اهي شيون هيون ۽ جيڪڏهن اهي اهي ماڻهو هئا، جيڪي هو چيا ٿا وڃن يعني چار ماڻهو جن کي رسول سڏيو ويو آهي، متي، مرقس، لوقا ۽ يوحنا، ته پوءِ بحيثيت سچن تاريخ نويسن جي، اهو هنن لاءِ ممڪن نه هو ته هو انهن واقعن کي ڪنهن به اتساهه جي مدد کانسواءِ به رڪارڊ نه ڪن ها.

اهي شيون جن کي حقيقتون سمجهيو وڃي ٿو، ايڏي ته گهڻي شهرت واريون هيون جو انهن کي نه ڄاڻڻ ممڪن نه هو ۽ اهي ايتريون ته اهميت واريون هيون جو انهن کي نه ٻڌائڻ ممڪن نه هو. هي سمورا فرض ڪيل رسول، زلزلي جا اکين ڏٺا شاهد هجڻ گهرجن ها، جيڪڏهن اهڙو ڪو زلزلو آيو هو ته، ڇو ته ان زلزلي کان غير حاضر هجڻ هنن لاءِ ممڪن نه هو ۽ قبرن جو کلي پوڻ ۽ مري ويل ماڻهن جو پيهر زنده ٿي پوڻ ۽ انهن جو شهر ۾ گهمڻ ڦرڻ، زلزلي کان اجا وڌيڪ اهميت وارو ڏيک آهي. هڪ زلزلو هميشه ممڪن هوندو آهي ۽ فطري ٿيندو آهي ۽ اهو ڪا به شيءِ ثابت نه ڪندو آهي پر هي قبرن جو کلي پوڻ هڪ مافوق الفطري ڏيک آهي ۽ سندن نظرئي، مقصد ۽ نبوت جي حق ۾ آهي. جيڪڏهن اهو سچو هجي ها ته اهو انهن ڪتابن جا سڄا سڄا باب ڀري ڇڏي ها ۽ سمورن ليکڪن جو چونڊ موضوع ۽ هم آواز ڪلام هجي ها پر ان جي بدران ننڍڙيون ۽ تمام خسيس شيون ۽ هن هيئن چيو ۽ هن مائيءَ هيئن چيو، جون رڳو ٻاراڻيون گفتگون اڪثر ڪري تمام گهڻي تفصيل سان ڏنيون ويون آهن. جڏهن ته هن سڀ کان وڌيڪ اهم شيءِ جو، جيڪڏهن اها سچي هئي ته، انهن ئي بي سليقي انداز ۾ قلم جي هڪ واحد نوڪ سان ذڪر ڪيو ويو آهي ۽ اهو به رڳو هڪ ليکڪ

طرفان ۽ باقي ليڪڪن ان ڏانهن اينترو گهٽو اشارو بہ نہ ڪيو آهي.

هڪ ڪوڙ بڌائڻ تمام سولو ڪم آهي پر ان ڪي بڌائي ڇڏڻ ڪانپوءِ، ان جي پنيرائي ڪرڻ ڏکيو ڪم آهي. ڪتاب متي جي ليڪڪ ڪي اسانڪي اهو ضرور بڌائڻ گهربو هو تہ اهي اولياءَ ڪير هئا، جيڪي وري زنده ٿي پيا ۽ شهر ڏانهن هليا ويا ۽ پوءِ انهن جو ڇا ٿيو ۽ اهو ڪير هو، جنهن انهن کي ڏٺو، ڇوتہ ليڪڪ اينترو اک جو پڪو ناهي جو ائين چوي تہ هن خود انهن کي ڏٺو. آيا اُهي اگهاڙا باهر نڪري آيا ۽ سڀ جو سڀ مرد- اولياءَ ۽ عورت- اولياءَ پنهنجي فطري خاڪي روپ ۾ هئا يا انهن کي مڪمل ڪپڙا پاتل هئا؛ تہ پوءِ هنن پنهنجا وڳا ڪٿان حاصل ڪيا؛ آيا اهي پوءِ پنهنجن پراڻن گهرن ڏانهن ويا ۽ پنهنجين زالن ۽ پنهنجن مڙسن ۽ پنهنجي ملڪيت تي ٻيهر دعويٰ ڪرڻ لڳا ۽ هنن جو ڪهڙي نموني آڌرڀاءُ ڪيو ويو؛ آيا اهي پنهنجن ٻي دخل ڪيل گهرن ۾ پنهنجو سامان حاصل ڪرڻ لاءِ داخل ٿيا هئا، يا مخالف ڌر جي خلاف هنن مجرمانہ قدم کنيا يا آيا اهي وري مري ويا يا پنهنجين قبرن ڏانهن زنده ئي واپس هليا ويا ۽ پنهنجو پاڻکي دفن ڪري ڇڏيو. اهو بيشڪ عجيب آهي تہ اوليائن جي پوري هڪ فوج ٻيهر زنده ٿي پوي ۽ ڪوبہ ماڻهو اهو نہ ڄاڻي تہ اهي ڪير هئا ۽ اهو ڪير هو جنهن انهن کي ڏٺو ۽ اهو تہ ان موضوع تي وڌيڪ هڪ لفظ بہ نہ چيو وڃي ۽ نہ ئي انهن اوليائن وٽ اسانڪي ڪجهہ ٻڌائڻ لاءِ هجي! جيڪڏهن اهي پيغمبر هجن ها (جيئن اسانکي ٻڌايو ويو آهي) جن اڳ بہ انهن شين جي اڳڪٿي ڪري ڇڏي هئي، تہ پوءِ هنن وٽ اسانڪي چوڻ لاءِ گهڻو ڪجهہ مواد هجي ها. هو اسانکي هر شيءِ ٻڌائي پئي سگهيا ۽ اسانوٽ بعد از مرگ اڳڪٿيون هجن ها، جن سان پهرين اڳڪٿين تي نوٽ ۽ تبصرا ملي وڃن ها، گهٽ ۾ گهٽ انهن کان ڪجهہ بهتر جيڪي هاڻي اسانوٽ آهن. ڪاش! جيڪڏهن اهي موسيٰ، هارون، يشوع، سيميوئل ۽ دائود هجن ها تہ جيڪر اڄ يروشلم ۾ ڪوبہ انَ قبرايل يهودي نہ بچي ها! ڪاش! جيڪڏهن اهي يوحنا- بپتسما ڏيندڙ ۽ ان وقت جا اولياءَ هجن ها تہ هر ماڻهو انهن کي سڃاڻي ها ۽ اهي ٻين سمورن پيغمبرن کان ديني پرچار ۽ شهرت ۾ گوءِ کڻي وڃن ها. پر ان جي بدران انهن اوليائن کي هڪدم باهر ڪڍايو ٿو وڃي، رات وچ ۾ يوناهہ جي ڪَدُو جيان، صبح جو ختم ٿي وڃڻ جي مقصد لاءِ. ڪهاڻيءَ جي ان حصي لاءِ اينترو ڪافي آهي.

يسوع مسيح جي وري زنده ٿيڻ جو قصو، ۽ جي صليبجڻ ڪانپوءِ اچي ٿو ۽ ان ۾ بہ، جيئن صليبجڻ واري قصي ۾ هو، ليڪڪ، پوءِ اهي ڪير بہ هئا، هڪٻئي سان اينترو تہ اختلاف رکن ٿا جو اهيُ ان ڳالهہ کي چٽو ڪري ڇڏن ٿا تہ انهن مان ڪوبہ، واقعي واري هنڌ موجود ڪونہ هو. متي جو ڪتاب بيان ڪري ٿو تہ جڏهن يسوع مسيح کي قبر ۾ رکيو ويو تہ يهودين پيلاطس کي ان قبر مٿان هڪ چوڪيدار يا هڪ پهريدار ويهارڻ جي درخواست ڪئي تہ جيئن يسوع مسيح جي پوئلڳن کي هن جو لاش قبر مان ڪڍي چورائي وڃڻ کان روڪي سگهجي ۽

اهڙي عرضداشت جي نتيجي ۾ يسوع مسيح جي قبر جي منهن کي ڍڪيندڙ پٿر کي بلڪل بند ڪيو ويو ۽ ان مٿان پهرو ويهاريو ويو پر پيا ڪتاب اهڙي درخواست جي باري ۾ ڪجهه به نه ٿا چون، نه ئي اهي پٿر کي بند ڪرڻ جي ڳالهه ڪن ٿا، نه اهي ڪنهن چوڪيدار يا پهريدار جي ڳالهه ڪن ٿا. ۽ انهن جي احوالن مطابق اهڙو ڪوبه بندوبست ٿيل نه هو. متي بهرحال چوڪيدار يا پهريدار جي ڪهاڻي جي هن حصي کي هڪ ٻي قسط سان به جاري رکي ٿو، جنهن ڏانهن مان آخر ۾ ڌيان ڇڪائيندس، ڇوته اهو حصو انهن ڪتابن جي ڪوڙ کي پڪڙي ٿو. متي جو ڪتاب، احوال جاري رکي ٿو ۽ چئي ٿو (باب ٢٨، بيت ١) "سبت جي پڄاڻيءَ تي، هفتي جي پهرئين ڏينهن تي، جيئن پرهه ڦٽي ٿيڻ لڳي، مريم مگدلني ۽ ٻي مريم قبر ڏسڻ آيون."

مرقس چئي ٿو، اهو سج ايرڻ جو وقت هو، ۽ يوحنا چئي ٿو، اهو انڌارو هو. لوقا چئي ٿو، اها مريم مگدلني، يوحنا ۽ مريم- جيمس جي ماءُ ۽ ٻيون عورتون هيون، جيڪي قبر تي آيون. ۽ يوحنا بيان ڪري ٿو ته مريم مگدلني اڪيلي قبر تي آئي. ڪيڏو نه سٺي نموني هي سمورا ليکڪ پنهنجي پهرين شاهديءَ تي پاڻ ۾ متفق ٿين ٿا! اهي بهرحال لڳي ٿو ته مريم مگدلنيءَ کي تمام سٺي نموني ڄاڻندا هئا: هوءَ ڪا وڏي واقفيت واري مائي هئي ۽ اهو ڪو خراب اتفاق نه هو ته هوءَ هر وقت هواخوريءَ تي نڪتل هوندي هئي. متي جو ڪتاب اڳتي چوي ٿو (بيت ٢)، "۽ ڏسو، اتي هڪ عظيم زلزلو آيو، ڇوته خدا جو فرشتو آسمان مان هيٺ لٿو ۽ آيو ۽ (قبر جي) دروازي تان هن پٿر هٽايو ۽ پاڻ ان مٿان ويهي رهيو." پر پيا ڪتاب ڪنهن به زلزلي جي باري ۾ ڪجهه به نه ٿا چون، نه ئي ڪنهن فرشتي جي پٿر هٽائي ڇڏڻ ۽ پاڻ ان مٿان ويهي رهڻ جي ڳالهه ڪن ٿا ۽ انهن ڪتابن جي احوالن مطابق اهڙو ڪوبه فرشتو ڪونه هو جيڪو اتي اچي ويهي رهيو. مرقس چئي ٿو، اهو قبر ۾ اندر سڄي پاسي ويٺل هو. لوقا چئي ٿو، اتي به فرشتا هئا ۽ ٻئي بيٺا هئا ۽ يوحنا چئي ٿو، ٻئي هيٺ ويٺا هئا، هڪ سيرانديءَ کان ۽ هڪ پيرانديءَ کان. متي چئي ٿو ته اهو فرشتو جيڪو قبر کان ٻاهر پٿر تي ويٺو هو تنهن ٻنهي مريمن کي ٻڌايو ته يسوع مسيح وري زنده ٿي پيو آهي ۽ اهو ته اهي ٻئي عورتون اتان تمام تيزيءَ سان هليون ويون. مرقس چئي ٿو ته عورتن جڏهن قبر تي پيل پٿر کي هٽيل ڏٺو، ته هو حيران ٿي ويون ۽ قبر ۾ اندر گهڙي ويون ۽ اهو ته اهو قبر ۾ اندر سڄي پاسي ويٺل فرشتو هو، جنهن هنن کي اهو ٻڌايو ته يسوع مسيح وري جيئرو ٿي اُٿيو آهي. لوقا چئي ٿو ته اهي اتي بيٺل به فرشتا هئا، جن اهو ٻڌايو ۽ يوحنا چئي ٿو ته اهو يسوع مسيح خود پاڻ هو، جنهن مريم مگدلني کي اهو ٻڌايو ۽ اهو ته اها قبر ۾ اندر نه وئي هئي پر رڳو هيٺ جهڪي هئي ۽ ان ۾ اندر نهاريو هئائين.

هاڻي جيڪڏهن چئني ڪتابن جا هي ليکڪ، انصاف جي ڪنهن عدالت ۾ عذرِ غير موجودگي ثابت ڪرڻ لاءِ وڃن ها (ڇوته جنهن شيءِ کي ثابت ڪرڻ

جي هتي ڪوشش ڪئي وڃي ٿي، اها هڪ قسم جي غائب ٿي ويل شيءِ آهي. يعني هڪ لاش جو مافوق الفطري انداز ۾ غائب ٿي وڃڻ) ۽ پنهنجي شاهدي ان ساڳئي متضاد انداز ۾ ڏين ها، جنهن ۾ اها هتي ڏني وئي آهي، ته پوءِ ڪوڙي شاهديءَ جي ڏوهه ۾ هو پنهنجا ڪَنَ ڪپائي ويهڻ جي خطري ۾ پئجي وڃن ها ۽ اهڙي سزا جا هو برابر مستحق هجن ها، پوءِ به بهرحال اهائي سندن شاهدي آهي ۽ اهي ئي اهي ڪتاب آهن، جيڪي دنيا مٿان مسلط ڪيا ويا آهن، الاهي قدرت طرفان ڏنل ڪتابن طور ۽ خدا جي نه- تبديل ٿي- سگهندڙ ڪلام طور!

متي جي ڪتاب جو ليکڪ، هي احوال ڏئي ڇڏڻ ڪانپوءِ، هڪ ڪهاڻي بيان ڪري ٿو، جيڪا ٻئي ڪنهن به ڪتاب ۾ نه ٿي ملي ۽ اها ساڳئي آهي، جنهن ڏانهن مون هينئر ئي اشارو ڪيو آهي. هاڻي، هو چوي ٿو (اهو ته جڏهن عورتن جي پٿر تي ويٺل فرشتي سان گفتگو ٿي چڪي)، "ڏسو، پهريدارن مان ڪجهه شهر ۾ آيا (معنيٰ ته انهن پهريدارن مان، جيڪي بقول هن جي، قبر مٿان ويهاريا ويا هئا) ۽ هنن مک پادرين کي اهي سموريون شيون ڏيکاريون، جيڪي ٿي چڪيون هيون ۽ جڏهن اهي بزرگن سان گڏ جمع ٿيا ۽ پاڻ ۾ صلاح مصلحت ڪيائون، پوءِ هنن فوجي سپاهين کي اهو چئي، وڏي رقم ڏني ته توهان هيئن چئجو ته يسوع مسيح جا پوئلڳ رات جو آيا، ۽ هن جو لاش چوري ڪري ويا، جڏهن اسان ننڊ ۾ ستل هئاسين ۽ جيڪڏهن اها ڳالهه گورنر جي ڪنن تي پئي ته اسان هن کي راضي ڪري وٺنداسين ۽ توهانکي بچائينداسين. اهڙي طرح هنن فوجن اهي پئسا ورتا ۽ ائين ئي ڪيو، جيئن هنن کي سيکاريو ويو هو ۽ اها چوڻي (ته يسوع مسيح جا شاگرد هن جو لاش چورائي ويا) يهودين ۾ اڄ ڏينهن تائين عام طور تي ٻڌي ويندي آهي."

اهو فقرو- ته اڄ ڏينهن تائين، ان ڳالهه جي شاهدي آهي ته متيءَ ڏانهن منسوب ڪيل ڪتاب، متيءَ طرفان نه لکيو ويو هو ۽ اهو ته اهو انهن زمانن ۽ شين کان گهڻو عرصو بعد ۾، گهڙيو ويو آهي، جن کي ٻڌائڻ جو اهو ڍونگ ڪري ٿو ڇوته اهو فقرو وچ ۾ ايندڙ وقت جي هڪ طويل وٿيءَ ڏانهن اشارو ڪري ٿو. جيڪڏهن اسان پنهنجي ئي زماني ۾ رونما ٿيندڙ ڪنهن به شيءِ جي باري ۾ ان انداز ۾ ڳالهايون ته اهو اسان ۾ تضاد ليکيو ويندو. تنهنڪري ان فقري کي ڪا معقول معنيٰ ڏيڻ خاطر اسانکي گهٽ ۾ گهٽ چند نسلن جي هڪ وٿي فرض ڪرڻي پوندي. ڇوته هن قسم جو ڳالهائڻ جو انداز، ذهن کي قديم زماني ڏانهن پوئتي ڪڍي وڃي ٿو.

ڪهاڻيءَ جي بيهودگي به ڏسڻ وٽان آهي ڇوته اها اهو ڏيکاري ٿي ته متي ڪتاب جو ليکڪ انتهائي ڪمزور ۽ بيوقوف ماڻهو هو. هو هڪ اهڙي ڪهاڻي ٻڌائي ٿو، جيڪا ممڪنيت جي نقطي ۾ ئي پنهنجو پاڻکي رد ڪري ٿي ڇاڪاڻ ته جيتوڻيڪ پهريدارن، جيڪڏهن ڪي اهڙا پهريدار هيا، ڪان ائين چورائي سگهجي پيو ته جڏهن هو ننڊ ۾ هئا ته لاش چورايو ويو پر ساڳي ننڊ هنن کي

اهو جاڻ ڪان بہ ضرور روڪي ڇڏيو هوندو تہ ان لاش جي چوري ڪيئن ۽ ڪنهن طرفان ڪئي وئي ۽ پوءِ بہ هنن ڪان اهو چورايو وڃي ٿو تہ اهي يسوع مسيح جا شاگرد هئا، جن ائين ڪيو.

جڏهن هڪ ماڻهو ڪنهن اهڙي شيءِ جي باري ۾ شاهدي ڏئي، جنهن لاءِ هو چوي تہ اها ڪئي وئي هئي، ههڙي انداز ۾ ڪئي وئي هئي ۽ فلاڻن ماڻهن طرفان ڪئي وئي هئي، جڏهن هو ننڊ ۾ ستل هو ۽ لحاظ ان معاملي جي باري ۾ ڪجهہ بہ نہ ٿي ڄاڻي سگهيو، تہ سندس اهڙي شاهدي قبول نہ ڪري سگهبي، اها انجيل جي شاهديءَ لاءِ تہ تمام سنو ڪم ڪري سگهي ٿي پر ڪنهن بہ اهڙي شيءِ لاءِ نہ، جنهن سچ جو واسطو هجي.

هاڻي مان انهن ڪتابن ۾ موجود شاهديءَ جي ان حصي ڏانهن اچان ٿو، جيڪو يسوع مسيح جي فرض ڪيل وري جي اٿڻ واري عمل ڪانپوءِ سندس فرض ڪيل ظهور سان واسطو رکي ٿو. متي جي ڪتاب جو ليکڪ بيان ڪري ٿو تہ قبر جي منهن تي رکيل پٿر تي ويٺل فرشتي، ٻن مريمن کي هيئن چيو (باب ٢٨، بيت ٧):

"ڏسو، هو (يسوع مسيح) توهان جي سامهون گليل ۾ وڃي ٿو، اتي توهان هن سان ملندؤ؛ ڏسو مون توهان کي ٻڌائي ڇڏيو آهي." ۽ ساڳيو ليکڪ، ايندڙ ٻن بيتن (٩ ۽ ١٠) ۾، فرشتي جي هنن کي ٻڌائي ڇڏڻ ڪان فوراً پوءِ، خود يسوع مسيح کي انهن عورتن سان ڳالهرائي ٿو ۽ اهو تہ پوءِ اهي يسوع مسيح جي شاگردن کي ٻڌائڻ لاءِ اتان تڪڙيون تڪڙيون ڀڄي وڃن ٿيون. ۽ ١٦ بيت ۾ اهو چيو ويو آهي، "پوءِ يارهن شاگرد، گليل ڏانهن هڪ جبل ۾ اندر هليا ويا، جتي يسوع مسيح هنن سان ملڻ جو وقت مقرر ڪيو هو ۽ جڏهن هنن ڪيس اتي ڏٺو تہ هو سندس سجدي ۾ ڪري پيا."

پر يوحنا جي ڪتاب جو ليکڪ، اسانکي هن ڪهاڻيءَ ڪان بلڪل ئي هڪ مختلف ڪهاڻي ٻڌائي ٿو، چوتہ هو چئي ٿو (باب ٢٠، بيت ١٩):

"پوءِ ساڳئي ڏينهن شام جو، جيڪو هفتي جو پهريون ڏينهن هو (يعني ساڳيو ڏينهن، جڏهن يسوع مسيح چيو وڃي ٿو تہ وري زنده ٿي اٿيو هو)، جڏهن دروازا بند ڪيا ويا، جتي يسوع مسيح جا شاگرد، يهودين جي خوف ڪان جمع ٿيل هئا، اتي ئي يسوع مسيح آيو ۽ هنن سيني جي وچ ۾ اچي بيٺو."

متي جي چوڻ مطابق يارهن شاگرد، يسوع مسيح سان هڪ جبل ۾ اندر ملڻ لاءِ، سندس ئي طرفان اڳواٽ مقرر ڪيل ملاقات جي سلسلي ۾، گليل ڏانهن وڃي رهيا هئا، بلڪل ان وقت تي جڏهن يوحنا جي چوڻ مطابق اهي هڪ ٻي جاءِ تي جمع ٿيل هئا ۽ اڳواٽ مقرر ٿيل ملاقات لاءِ نہ پر يهودين جي خوف ڪان ڳجهي ملاقات لاءِ.

لوقا جي ڪتاب جو ليکڪ، متي جي ڪتاب جي ليکڪ کي يوحنا ڪان وڌيڪ اثرائتي نموني رد ڪري ٿو، چوتہ هو ڪليل نموني چئي ٿو تہ اها گڏجاڻي يروشلم ۾ ساڳئي ڏينهن جي شام تي ٿي، جڏهن يسوع مسيح وري زنده ٿي

اٿيو ۽ اهو نہ اتي ڪل يارهن ماڻهو هئا (ڏسو ڪتاب، لوقا باب ۲۴، بيت ۱۳ ۽ ۳٦)

هاڻي جيڪڏهن اسان انهن فرض ڪيل پوئلڳن ڪي جاتي واٽي ڪوڙ ڳالهائڻ جي حق جي اجازت نہ ڏيون تہ پوءِ اهو ممڪن ناهي تہ انهن ڪتابن جو ليکڪ، انهن يارهن ماڻهن منجهان، جن کي پوئلڳ (شاگرد) ڪوٺيو وڃي ٿو، ڪوئي بہ هڪ ٿي سگهيو پيو، ڇوتہ جيڪڏهن بقول متيءَ جي، اهي يارهن پوئلڳ گليل ڏانهن يسوع مسيح سان سندس ئي طرفان اڳواٽ طئي ڪيل ملاقات جي سلسلي ۾، هڪ جبل جي اندر ملڻ لاءِ ويا، ان ساڳئي ڏينهن تي، جنهن تي چيو وڃي ٿو تہ هو ٻيهر زنده ٿي اٿيو هو تہ پوءِ انهن يارهن پوئلڳن منجهان بہ ڄڻا ضرور لوقا ۽ يوحنا هئا. پر ڪتاب لوقا جو ليکڪ اهو واضح نموني چئي ٿو ۽ يوحنا بہ ان ڳالهہ تي اوتروئي زور ڀري ٿو تہ اها گڏجاڻي ان ساڳئي ڏينهن تي، يروشلم جي هڪ گهر ۾ ٿي هئي ۽ ٻئي پاسي جيڪڏهن لوقا ۽ يوحنا جي ڳالهہ کي سچو ڪري ونجي تہ اهي يارهن پوئلڳ يروشلم ۾ هڪ گهر ۾ اندر جمع ٿيل هئا تہ پوءِ انهن يارهن ماڻهن مان هڪ ڄڻو ضرور متي هو پر متي خود چئي ٿو تہ اها گڏجاڻي گليل ۾ هڪ جبل جي اندر ٿي هئي. نتيجتاً انهن ڪتابن ۾ ڏنل شاهديون هڪ ٻئي کي تباهہ ڪري ڇڏن ٿيون.

مرقس جي ڪتاب جو ليکڪ، گليل ۾ ڪنهن گڏجاڻيءَ جي باري ۾ ڪجهہ بہ نہ ٿو چئي، پر هو چئي ٿو (باب ١٦، بيت ١٢) تہ ”يسوع مسيح ٻيهر زنده ٿي اٿڻ ڪانپوءِ، هنن منجهان ٻن ڄڻن کي، جيئن اهي ٻهراڙيءَ ۾ پنڌ ڪندا پئي ويا، هڪ ٻئي روپ ۾ نظر آيو ۽ پوءِ انهن ٻن ماڻهن باقي بچيل ماڻهن کي اها ڳالهہ ٻڌائي، جن هنن تي اعتبار نہ ٿي ڪيو.“

لوقا پڻ هڪ ڪهاڻي ٻڌائي ٿو، جنهن ۾ هو يسوع مسيح کي ٻيهر زنده ٿي اٿڻ وارو سڄو ڏينهن مصروف رکي ٿو، ويندي شام ٿائين ۽ جيڪو هن جي گليل ۾ جبل ڏانهن وڃڻ جي احوال کي مڪمل طور تي رد ڪري ڇڏي ٿو. هو چوي ٿو، هنن مان بہ ماڻهو، ڪهڙا بہ، ان جو هو ذڪر نہ ٿو ڪري، ايمائس نالي هڪ ڳوٺ ڏانهن ان ساڳئي ڏينهن ويا، جيڪو يروشلم کان ساڍا ست ميل پري هو ۽ يسوع مسيح بہ نقاب اوڙهي هنن سان گڏ ويو ۽ شام ٿائين هنن سان گڏ ترسيو ۽ رات جي ماني هنن سان گڏ کاڌائين ۽ پوءِ هنن جي نظرن کان اوجهل ٿي ويو ۽ يروشلم ۾ يارهن شاگردن جي گڏجاڻيءَ ۾ ساڳي شام جو هو ٻيهر نمودار ٿيو.

هي آهي اهو متضاد انداز، جنهن ۾ يسوع مسيح جي ٻوڙنگ ڪيل ٻيهر ظهور جي شاهدي بيان ڪئي وئي آهي، جنهن ۾ اهو واحد نقطو، جنهن ۾ ليکڪ پاڻ ۾ متفق ٿين ٿا، اهو آهي، ان ٻيهر ظهور ٿيڻ جي ڳجهائپ يا نجائپ، ڇوتہ آيا اها گليل ۾ هڪ جبل جي لڪَ ۾ هئي يا يروشلم ۾ هڪ بند گهر ۾ هئي، اها اجا هڪ طرح جي لڪ لڪوٽي هئي. هاڻي اسان ان لڪي وڃڻ جو ڪهڙو ڪارڻ ڏئي سگهون ٿا؟ هڪ طرف اها سڌي سنئين مخالف آهي، ان فرض ڪيل يا

ڊونگ ڪيل مقصد جي يعني دنيا کي ان ڳالهہ تي قائل ڪرڻ جي مقصد جي تہ يسوع مسيح ٻيهر جيئرو ٿي اٿيو آهي ۽ ٻئي پاسي اسان اهو فرض ڪري وٺنا آهيون تہ ان ڳالهہ جي مشهوري انهن ڪتابن جي ليکڪن کي عوامي احتساب لاءِ اگهاڙو ڪري ڇڏي ها ۽ تنهنڪري اهي ان ضرورت هيٺ هئا تہ هو ان معاملي کي هڪ ذاتي (نجي) معاملو بڻائي ڇڏن. جيسنتائين يسوع مسيح کي پنج سؤ ڪان وڌيڪ ماڻهن طرفان هڪ ئي وقت ڏسڻ جو تعلق آهي، تہ اهو فقط هڪ پولس آهي جيڪو ائين چئي ٿو ۽ نہ ڪہ اهي پنج سؤ ماڻهو آهن، جيڪي خود پنهنجي لاءِ ائين چون ٿا، تنهنڪري اها رڳو هڪ ماڻهوءَ جي شاهدي آهي ۽ اها بہ هڪ اهڙي ماڻهوءَ جي جيڪو، ساڳئي تفصيل مطابق خود ان واقعي جي هڪ لفظ تي بہ اعتبار نہ پيو ڪري، جنهن وقت اهو واقعو چيو وڃي ٿو تہ پيش آيو هو. هن جي شاهدي، هن کي ڪورنٿيينس جي ١٥ باب جو ليکڪ سمجهندي، جتي اهو احوال ڏنو ويو آهي، هڪ اهڙي ماڻهوءَ جي شاهديءَ مثل آهي، جيڪو انصاف جي هڪ عدالت ۾ اهو قسم کڻڻ لاءِ اچي ٿو تہ هن جيڪو ڪجهہ قسم تي اڳ چيو هو، سو ڪوڙ آهي.

هڪ ماڻهو ڪڏهن بہ هوش سنڀالي سگهي ٿو ۽ هن کي هميشه پنهنجو رايو تبديل ڪرڻ جو بہ حق حاصل هجي ٿو پر هيءَ آزادي حقيقت جي معاملن تي لاڳو نہ ٿي ڪري سگهجي. مان هاڻي آخري ڏيک ڏانهن اچان ٿو، جيڪو يسوع مسيح جو آسمان ڏانهن پرواز ڪري وڃڻ جو ڏيک آهي. هتي يهودين کان ۽ هر ٻي شيءِ کان ڪنهن بہ خوف جو ڪوبہ سوال نہ ٿو پيدا ٿئي: اهو اهڙو ڏيک هو، جيڪو، جيڪڏهن سچو هو، تہ سچي معاملي کي ٻنجو ڏئي ڇڏي ها ۽ جنهن مثان، يسوع مسيح جي پوئلڳن جي آئيندي جي مهم جي حقيقت کي پنهنجي ثبوت لاءِ ٻيهڻو هو. لفظ، پوءِ اهي اعلان هجن يا وعدا هجن، جيڪي نجي گڏجاڻين ۾ ڪيا ويا هجن، گليل ۾ هڪ جبل جي ڪُنڊ ۾ يا يروشلم جي هڪ بند گهر ۾، اهو فرض ڪندي بہ تہ اهي ڳالهايا ويا هوندا، عوام الناس آڏو هڪ شاهدي يا ثبوت نہ ٿا ٿي سگهن. تنهنڪري اهو ضروري هو تہ هي آخري ڏيک ڪنهن بہ انحراف يا تنازعي جي امڪان کي روڪي ڇڏي ها ۽ اهو ڏيک، جيئن مون هن ڪتاب جي پهرئين حصي ۾ بہ چئي ڇڏيو آهي تہ ايترو عوامي ۽ سڀ کي نظر ايندڙ هجڻ گهرجي ها، جيترو ڏينهن جو سج هوندو آهي. ٻيو نہ تہ، ان کي گهٽ ۾ گهٽ ايترو تہ عوامي هجڻ گهرجي ها، جيترو يسوع مسيح جو صليبجڻ عوامي چيو وڃي ٿو. پر بهرحال ڳالهہ جي نقطي ڏانهن اچجي. پهرين ڳالهہ اها تہ ڪتاب متيءَ جو ليکڪ ان معاملي جي باري ۾ هڪ اکر بہ نہ ٿو چئي ۽ نہ ئي ڪتاب يوحنا جو ليکڪ ان متعلق ڪجهہ چئي ٿو. ههڙي صورتحال ۾ ڇا اهو فرض ڪرڻ ممڪن آهي تہ جيڪڏهن اهو واقعو سچو هجي ها تہ اهي ليکڪ، جيڪي هونئن ٻين معاملن ۾ ايترا باريڪ بين سمجهيا وڃن ٿا، هن معاملي تي ماٺڻ خاموش رهن ها! مرقس جي ڪتاب جو ليکڪ ان معاملي مٿان ائين ٻي

ذياني ۽ غير سليقي واري انداز ۾ قلم جي هڪ واحد نوڪ سان گذري ويو آهي. جڻ هو ان ڪهاڻيءَ جي افسانويت کان ٿڪجي ويل هجي يا ڪهاڻيءَ کان شرمسار ٿيل هجي. لوقا جي ڪتاب جو ليکڪ بہ ائين ئي ڪري ٿو ۽ ايسنائين جو هنن بنهي جي وچ ۾ بہ ان جڳهہ جي مسئلي تي واضح اتفاق موجود نہ آهي، جتي چيو وڃي ٿو تہ هي آخري وڇوڙو ٿيو هو. مرقس جو ڪتاب چئي ٿو تہ يسوع مسيح يارهن چيلن وٽ نمودار ٿيو، جڏهن اهي ماني کائڻ ويٺا: هتي يروشلم ۾ يارهن چيلن جي گڏجاڻيءَ ڏانهن اشارو ڪيل آهي. ڪتاب جو ليکڪ پوءِ اها گفتگو بيان ڪري ٿو، جيڪا بقول هن جي، ان گڏجاڻيءَ دوران ڪئي وئي، ۽ ان کان فوراً پوءِ هو چوي ٿو (جيئن ڪو هڪ اسڪولي ٻارڙو ڪا بور آڪاڻي ختم ڪندو هجي) "پوءِ جڏهن يسوع مسيح هنن سان ڳالهائي چڪو، ان کانپوءِ هن کي مٿي آسمان ۾ پليڪار ڪيو ويو ۽ هو خدا جي سڄي هٿ تي وڃي ويٺو." لوقا ڪتاب جو ليکڪ چئي ٿو تہ آسمان ڏانهن هيءَ پرواز بيت عنياهہ وٽان ٿي: تہ هو (يسوع مسيح) هنن کي ايترو پري وٺي ويو، جيترو بيت عنياهہ ۽ اتي هو هنن کان جدا ٿي ويو ۽ مٿي آسمان ڏانهن کڄي ويو. ساڳئي نموني هڪ ٻئي پيغمبر لاءِ بہ چيو وڃي ٿو تہ هو بہ آسمان ڏانهن کڄي ويو هو ۽ جيستائين موسيٰ جو تعلق آهي، يود نبي چئي ٿو (بيت ۹) تہ "ميخائل ۽ شيطان هن جي لاش تي پاڻ ۾ وڙهي پيا هئا."

جڏهن اسان اهڙين افسانوي ڪهاڻين تي ايمان رکون ٿا، جيئن هي آهن يا انهن مان ڪا هڪڙي آهي تہ پوءِ اسان خدا تي نالائق انداز ۾ ايمان رکون ٿا.

مان هاڻي انهن چئن ڪتابن جي چڪاس ڪري چڪو آهيان، جيڪي متي، مرقس، لوقا ۽ يوحنا ڏانهن منسوب ڪيا ويا آهن ۽ جڏهن ان ڳالهہ تي غور ڪيو وڃي ٿو تہ صليبجڻ کانوني يسوع مسيح جي آسمان ۾ کڄي وڃڻ تائين، وقت جي سڄي وٿي چڙو چند ڏينهن جي آهي، جيڪا بظاهر ٽن يا چئن ڏينهن کان وڌيڪ ناهي ۽ اهو نہ سمورا واقعا لڳ ڀڳ ساڳئي هنڌ يعني يروشلم جي اردگرد ٿيل چيا ويا آهن: مان سمجهان ٿو تہ تاريخ ۾ موجود ڪنهن بہ ڪهاڻيءَ ۾ ايتريون گهٽيون ۽ اهڙيون واضح بيهودگيون، تضاد ۽ ڪوڙ ڳولڻ ناممڪن آهن، جيتريون انهن چئن ڪتابن ۾ موجود آهن. جيتري مونکي انهن کي ڳولڻ جي توقع هئي، جڏهن مون هيءَ چڪاس شروع ڪئي هئي، اهي ان کان وڌيڪ بيشمار ۽ نمايان آهن ۽ اهي ائين اڃا وڌيڪ آهن، جنهن جو مونکي ڪوبہ اندازو نہ هو. جڏهن مون هن ڪتاب جو پهريون حصو لکيو هو، ان وقت مون وٽ پڙهڻ لاءِ نہ پراڻو عهدنامو هو، نہ انجيل ۽ نہ ئي انهن مان ڪو مان حاصل ڪري ٿي سگهيم. منهنجي پنهنجي صورتحال رڳو وجود برقرار رکڻ لاءِ بہ ڏينهون ڏينهن خراب ٿيندي پئي وئي ۽ جيئن مان ان موضوع تي پنهنجي پويان ڪا شيءِ ڇڏي وڃڻ پيو چاهيان، ان ڪري مونکي لازمي طور تڪڙو ۽ مختصر ٿيڻو پيو هو. ان وقت مون جيڪي حوالا ڏنا هئا، سي رڳو منهنجي يادگيريءَ مان هئا پر بهرحال

پوءِ بہ اهي صحيح آهن. ۽ ڪتاب جي ان حصي ۾ مون جيڪي ويچار پيش ڪيا آهن، اهي ان سڀ کان وڏيڪ چٽي ۽ پختي خيال جو نتيجو آهن تہ پراڻو عهدنامو ۽ انجيل رڳو نڳين جا ناهہ آهن: تہ انسان جو زوال، يسوع مسيح جي خدا جي پٽ هجڻ جو احوال ۽ خدا جي قهر کي ماٺو ڪرڻ لاءِ هن جي مري وڃڻ جو احوال ۽ عجيب طريقن سان انسانذات جي نجات جو احوال. اهي سڀ افسانوي ايجادون آهن، جيڪي خدا جي ڏاهپ ۽ طاقت لاءِ غير شانائتيون آهن: تہ واحد سچو مذهب، خدا پرستي (Deism) آهي، جنهن مان منهنجي مراد ان وقت بہ ۽ هاڻي بہ هڪ خدا تي ايمان آهي ۽ هن جي نيڪ ڪردار جي نقالي ڪرڻ يا هن جي پلاٽين تي عمل ڪرڻ آهي ۽ اهو تہ صرف ان عمل مثان (جيستائين مذهب جو واسطو آهي) مان هن زندگيءَ ڪانپوءِ جي خوشيءَ جون پنهنجيون سموريون اميدون رکي ڇڏيون هيون: ساڳي ڳالهہ مان هاڻي چوان ٿو، سو خدا منهنجي مدد ڪرا

پر ساڳئي موضوع ڏانهن واپس اچجي. جيستوڻيڪ هاڻي اينتري عرصي گذري وڃڻ ڪانپوءِ ان ڳالهہ جي، هڪ حقيقت طور پڪ ڪرڻ تہ انهن چئن ڪتابن جا ليکڪ ڪير هئا (۽ رڳو اها ڳالهہ ئي انهن کي شڪ ۾ جهلي بيهڻ لاءِ ڪافي آهي ۽ جنهن شيءِ ۾ اسان شڪ ڪندا آهيون، ان تي ايمان نہ رکندا آهيون) ناممڪن آهي پر منفي انداز ۾ ان ڳالهہ جي پڪ ڪرڻ اينتري ڏکي ناهي تہ اهي انهن ماڻهن طرفان نہ لکيا ويا آهن جن ڏانهن اهي منسوب ڪيا ويا آهن. انهن ڪتابن ۾ موجود تضاد بہ ڳالهيون ڏيکارن ٿا:

پهرين: اها تہ انهن ڪتابن جا ليکڪ انهن معاملن جا، جن کي اهي بيان ڪن ٿا، اکين ڏٺا شاهد ۽ ڪنن ٻڌا شاهد نہ پئي ٿي سگهيا، نہ تہ جيڪر هو انهن ڳالهين کي انهن تضادن ڪانسواءِ بيان ڪن ها ۽ نتيجتاً اهو تہ اهي ڪتاب انهن ماڻهن طرفان جن کي رسول ڪوٺيو وڃي ٿو، ڪونہ لکيا ويل آهن، جن کي ان قسم جا شاهد تصور ڪيو ويو آهي.

ٻي: اها تہ ڪتابن جي ليکڪن، پوءِ اهي ڪير بہ هئا، هڪٻئي سان گڏيل نڳيءَ ۾ ڪم نہ ڪيو آهي. پر هر هڪ ليکڪ پنهنجي لاءِ الڳ ۽ جدا انداز ۾ ۽ ٻئي ڪنهن ليکڪ جي ڄاڻ هجڻ ڪانسواءِ ڪم ڪيو آهي. ساڳي شاهدي جيڪا مٿين ٻنهي ڳالهين مان هڪ کي ثابت ڪرڻ لاءِ لاڳو ٿئي ٿي، ٻنهي ڳالهين کي ثابت ڪرڻ لاءِ بہ هڪجيتري نموني لاڳو ٿئي ٿي يعني اهو تہ اهي ڪتاب انهن ماڻهن جا لکيل نہ آهن، جن کي رسول سڏيو وڃي ٿو ۽ اهو پڻ تہ اهي هڪ اجتماعي نڳي ناهن. جيستائين الاهي اتساهہ جو تعلق آهي تہ ان جو تہ بلڪل سوال ئي نہ ٿو پيدا ٿئي: باقي اسان سچ ۽ ڪوڙ کي بطور اتساهہ ۽ تضاد جي، پاڻ ۾ گڏائڻ جي پڻ ڪوشش ڪري سگهون ٿا. جيڪڏهن کي چار ماڻهو هڪ ڏيک جا اکين ڏٺا شاهد ۽ ڪنن ٻڌا شاهد آهن تہ پوءِ اهي هڪٻئي سان ڪنهن بہ صلاح مصلحت ڪرڻ ڪانسواءِ ان ڏيک جي وقت ۽ جڳهہ يعني تہ اهو ڪڏهن ۽ ڪٿي ٿيو، جي باري ۾ متفق نہ ٿيندا. ان شيءِ جي باري ۾، انهن جي الڳ الڳ

جاڻ يعني هر ڪو ان شيءِ کي پنهنجي پر ۾ ڄاڻيندو هوندو آهي. گڏيل صلاح مصلحت کي مڪمل طور تي غير ضروري بڻائي ڇڏي ٿي؛ انهن مان هڪڙو ڇڻو ائين نه چوندو ته اها سچ ايرڻ وقت تي هئي ۽ ٻيو ائين ته اها رات جو ٿي هئي. ڇاڪاڻ ته اها شيءِ ڪهڙي به هنڌ تي هجي ۽ ڪهڙي به وقت تي هجي، اهي سڀ ان کي برابر ساڳي طرح ڄاڻندا آهن. ۽ ٻئي پاسي جيڪڏهن چار ماڻهو هڪ ڪهاڻيءَ تي گڏيل صلاح مشورو ڪندا ته پوءِ هو ان ڪهاڻيءَ جي پنهنجي الڳ الڳ بيانيءَ کي پاڻ ۾ متفق بڻائيندا ۽ سچي ڪهاڻيءَ کي هٿي ڏيڻ لاءِ انهن کي هڪٻئي جي پٺڀرائي ڪندڙ بڻائيندا. هڪ حالت ۾ گڏيل صلاح مصلحت، حقيقت جي ڪوٽ کي پورو ڪري ٿي؛ جيئن حقيقت جي ڄاڻ، ٻي حالت ۾ گڏيل صلاح مصلحت جي ضرورت کي فضول بڻائي ڇڏي ٿي. تنهنڪري ساڳيا تضاد جيڪي اها ڳالهه ثابت ڪن ٿا ته انهن ڪتابن جي سلسلي ۾ ڪا به گڏيل صلاح مصلحت ٿيل نه آهي، اها ڳالهه به ثابت ڪن ٿا ته واقعا بيان ڪندڙ ماڻهن کي حقيقت جي ڪا به ڄاڻ نه هئي (يا ان جي جنهن کي هو حقيقت طور بيان ڪن ٿا) ۽ اهي تضاد هنن جي ڏنل تفصيلن جي ڪوڙپڻي کي پڻ پڪڙن ٿا. ان ڪري اهي ڪتاب نه انهن ماڻهن طرفان لکيا ويا هئا، جن کي رسول ڪوٺيو وڃي ٿو ۽ نه ڪن نوڳي ماڻهن طرفان گڏيل صلاح مصلحت ذريعي. ته پوءِ آخر اهي ڪيئن لکيا ويا آهن؟

مان انهن ماڻهن منجهان ناهيان جيڪي اهو مڃڻ جا شوقين هوندا آهن ته سوچي سمجهي ڪوڙ هڻڻ يا اصلي ڪوڙ هڻڻ جي انساني معاشري ۾ ڪا ڪوٺ ڪانهي، سواءِ انهن ماڻهن جي حالت ۾ جيڪي بائيبل ۾ پنهنجو پاڻکي اڳڪٿي ڪندڙ ڪوٺائن ٿا، ڇوته اڳڪٿي ڪرڻ، پيشه ورانه ڪوڙ هڻڻ ئي هوندي آهي. لڳ ڀڳ پين سمورين حالتن ۾ اها ترقي ڳولڻ ايتري ڏکي ناهي، جنهن ذريعي[1] هڪ خصيص مفروضو به ضعيف الاعتقاديءَ جي مدد سان وقت گذرڻ سان هڪ 'ڪوڙ' ۾ وڌي ويندو آهي ۽ جڏهن به اسان اهڙي قسم جي ڪنهن شيءِ لاءِ هڪ خيراتي سبب ڳولي سگهون ته اسانکي گهرجي ته اهو تمام سخت قسم جو نه هجي.

يسوع مسيح جي مري وڃڻ ڪانپوءِ، هن جي وري نمودار ٿي پوڻ جي ڪهاڻي، جن ڀوت جي هڪ ڪهاڻي آهي، جيئن نندڙا تصور، هميشه ڏيکاريءَ کي تخليق ڪري سگهندا آهن ۽ ضعيف الاعتقادي ان تي اعتبار ڪندي آهي. هن قسم جون ڪهاڻيون، جيئن جُوليس سيزر جو قتل، يسوع مسيح واري واقعي کان کي گهڻا سال اڳ نه ٻڌايون ويون هيون ۽ اهڙين ڪهاڻين جو بڻ بڻياد عام طور تي پرتشدد موتن يا معصوم ماڻهن جي قاسين ۾ ٿيندو آهي. هن قسم جي مثالن ۾ 'رحم' پنهنجي مدد پيش ڪندو آهي ۽ ڪهاڻيءَ کي فياضانه انداز ۾ ڊگهيري ڇڏيندو آهي. اهو ٿورو ٿورو اڳتي وڌندو ويندو آهي، جيستائين اهو هڪ وڏ ۾ وڏ يقيني سچ نه ٿي ويندو آهي. هڪ دفعو رڳو 'پاڪ روح' جي شروعات ڪريو ۽ پوءِ ضعيف الاعتقادي ان جي زندگيءَ جي سچي تاريخ پري ڇڏيندي ۽ ان جي نمودار ٿيڻ جو سبب متعين ڪندي؛ هڪ ماڻهو ان کي هڪ

انداز ۾ ٻڌائيندو، ٻيو ماڻهو ٻئي انداز ۾، جيستائين ان 'پاڪ روح' متعلق ۽ پاڪ روح جي مالڪ متعلق ايتريون گهڻيون ڪهاڻيون نه ٿي وينديون، جيتريون يسوع مسيح متعلق انهن چئن ڪتابن ۾ موجود آهن.

يسوع مسيح جي نمودار ٿيڻ جي ڪهاڻي فطري ۽ غير فطري جي اهڙي نه عجيب ملاوٽ سان ٻڌائي وڃي ٿي، جيڪا هڪ من گهڙت آڪاٽيءَ کي حقيقت کان الڳ ڪري بيهاري ٿي. يسوع مسيح کي هڪ اوچتو اندر اچي وڃڻ ۽ اوچتو ٻاهر نڪري وڃڻ شيءِ طور ظاهر ڪيو وڃي ٿو. جڏهن دروازا بند ٿيل هجن ٿا؛ هن کي نظر کان اوجهل ٿي وڃڻ ۽ وري ظاهر ٿي پوڻ شيءِ طور ظاهر ڪيو وڃي ٿو، جيئن ڪو ماڻهو ڪنهن غير جسماني ڏيکائيءَ کي پَسي وٺندو آهي، پوءِ وري هو بکيو آهي ۽ کائڻ لاءِ هيٺ ويهي ٿو ۽ رات جي ماني کائي ٿو. پر اهي ماڻهو جيڪي هن قسم جون ڪهاڻيون ٻڌائيندا آهن، ڪڏهن به سمورين حالتن متعلق ڄاڻ فراهم نه ڪندا آهن، تيئن هتي به آهي. هنن اسانکي ٻڌائي ڇڏيو آهي ته جڏهن هو زنده ٿي اٿيو، هن پنهنجا ڪفن جا ڪپڙا پوئتي ڇڏي ڏنا پر هنن هن کي ٻيا ڪپڙا مهيا ڪري ڏيڻ، جيئن انهن ۾ هو بعد ۾ نظر اچي، وساري ڇڏيو آهي يا اسانکي اهو ٻڌائڻ وساري ڇڏيو آهي ته هن انهن ڪپڙن جو ڇا ڪيو، جڏهن هو مٿي آسمان ڏانهن ڪجي ويو؛ آيا هن اهي سڀ لاٿا ڦٽي ڪري ڇڏيا يا ڪپڙن سوڌو مٿي هليو ويو. اليشع جي مثال ۾ البت هو ايترو خبردار رهيا آهن ته هن کان پنهنجو چوغو هيٺ ڦٽو ڪرائي ڇڏن ٿا پر پوءِ اهو ڪيئن ممڪن ٿيو جو باهه جي گاڏيءَ ۾ اهو سڙي نه ويو؛ اهو پڻ هنن اسانکي نه ٻڌايو آهي پر جيئن تصور هن قسم جي سمورين ڪوتن کي پري ڇڏيندو آهي، تيئن اسان جيڪڏهن چاهيون ته اهو فرض ڪري سگهون ٿا ته اهو سلامندر جي ڪپهه مان ٺهيل هوندو!

اهي ماڻهو جيڪي آسماني تاريخ کان ايترو گهڻو واقف نه آهن، اهو فرض ڪري سگهن ٿا ته ڪتاب انجيل، يسوع مسيح جي زماني ڪانوني وجود ۾ رهيو آهي، جيئن هو اهو فرض ڪن ٿا ته موسيٰ ڏانهن منسوب ڪيل ڪتاب- توريت موسيٰ جي وقت کان وٺي وجود رکندو اچي ٿو. پر حقيقت تاريخي طور ان جي ابتڙ آهي؛ انجيل نالي اهڙو ڪو به ڪتاب يسوع مسيح جي زنده هجڻ جي زماني کان ٽي سو سال پوءِ تائين هن دنيا ۾ موجود نه هو. ڪهڙي وقت تي متي، مرقس، لوقا ۽ يوحنا ڏانهن منسوب ڪيل ڪتاب ظاهر ٿيڻ شروع ٿيا، صريحاً هڪ غير يقينيءَ وارو مسئلو آهي. ان ڳالهه جو هلڪڙو ثبوت به موجود ڪونهي ته اهي ماڻهو ڪير هئا، جن اهي ڪتاب لکيا ۽ ٿي سگهي ٿو ته هنن کي ٻين فرض ڪيل رسولن جي نالن سان پڻ سڏيو ويو هجي، جيئن هنن کي هاڻوڪن نالن سان سڏيو وڃي ٿو.

اصلي عيسائين وٽ هاٿي ڪوبہ ان دور جو عيسائي چرچ موجود ڪونهي، جهڙي طرح يهودين وٽ پٿر جي انهن ٻن تختين کان وڌيڪ ڪجهہ بہ ڪونهي، جيڪي جيئن هو ڊونگ ڪن ٿا تہ سناھ جبل مٿان خدا جي آڱر سان لکيل آهن ۽ موسيٰ کي ڏنل آهن- ۽ جيڪڏهن اهي ائين هيون بہ، تہ بہ ٻنهي حالتن ۾ لکت ثابت ڪرڻ جو ڪوبہ امڪان ڪونهي. جنهن وقت تي اهي چار ڪتاب لکيا ويا هئا، ڇپائيءَ جي ايجاد اجا ڪانہ ٿيل هئي ۽ نتيجتاً انهن جي ڇپائي ٻئي ڪنهن نموني نہ پئي ٿي سگهي، سواءِ هٿ سان لکيل نقلن (نسخن) جي، جيڪي ڪوبہ ماڻهو پنهنجي خوشيءَ سان ناهي يا بدلائي سگهي پيو ۽ انهن کي 'اصلي نسخا' ڪوني سگهي پيو. ڇا اسان اهو فرض ڪري سگهون ٿا تہ اها ڳالهہ خدا جي ڏاهپ سان نهڪندڙ آهي تہ هو پاڻکي ۽ پنهنجي مرضيءَ کي انسان مٿان اهڙن غير يقيني وسيلن، جيئن هي ڪتاب آهن، معرفت سونپي يا اها ڳالهہ نهڪندڙ آهي تہ اسان پنهنجي عقيدي کي اهڙي غير يقينيءَ مٿان بيهاري ڇڏيون؟ اسان خدا طرفان خلقيل گاهہ جي هڪ خصيص پتي کي نہ ٿا ناهي سگهون، نہ ان کي بدلائي سگهون ٿا ۽ نہ ان جو نقل ڪري سگهون ٿا، پر پوءِ بہ اسان خدا جا لفظ، ايڏي سولائيءَ سان گهڙي يا بدلائي سگهون ٿا، جيئن انسان جا لفظ.*

جنهن زماني ۾ يسوع مسيح جيئرو ڇيو وڃي ٿو، ان کان اٽڪل ساڍا ٽي سو سال پوءِ، هن قسم جون ڪيتريون ئي لکڻيون ڪيترن ئي مختلف ماڻهن جي هٿن ۾ تڙيل پکڙيل هيون ۽ جيئن تہ چرچ پنهنجو پاڻکي ٻي انتها طاقت واري بادشاهت يا چرچ حڪومت ۾ تبديل ڪرڻ جي شروعات ڪري چڪو هو، ان ڪري ان انهن لکڻين کي هڪ ضابطي ۾ ڪني ڪرڻ جو سوچيو، جيئن اسان اهو هاٿي انجيل (نئين عهدنامي) جي روپ ۾ ڏسون ٿا. هنن ووٽ ذريعي اهو طئي ڪيو، جيئن مان هن ڪتاب جي پهرئين حصي ۾ اڳ ئي چئي چڪو آهيان، تہ سندن جمع ڪيل انهن لکڻين منجهان ڪهڙيون 'خدا جو ڪلام' هجڻ گهرجن

* هن ڪتاب جو پهريون حصو ٻن سالن کان نہ ڇپيو آهي ۽ ان ۾ اڳواڻ ئي هڪ اهڙو فقرو آهي، جيڪو منهنجو ناهي. اهو فقرو هي آهي: لوقا جي ڪتاب جي چوندڙ رڳو هڪ ووٽ جي اڪثريت سان ڪئي وئي هئي. اهو صحيح ٿي سگهي ٿو پر اهو مان نہ آهيان، جنهن اهو چيو آهي. ڪنهن ماڻهوءَ جنهن کي ٿي سگهي ٿو انهن حالتن جي ڄاڻ هجي، انگلينڊ يا آمريڪا ۾ ڇپيل ڪجهہ ايڊيشنن جي صفحي جي تري تي اهو نوٽ وجهي ڇڏيو هو ۽ ڇپائي ڪندڙن بعد ۾ انکي ڪتاب جي مضمون ۾ اندر داخل ڪري ڇڏيو ۽ مونکي ان جو ليکڪ بڻائي ڇڏيو. جيڪڏهن هي سڀڪجهہ اينري قليل عرصي ۾ ٿي چڪو آهي، ڇپائيءَ جي مدد جي باوجود، جيڪا هڪ هڪ ڪاپيءَ جي ڦير گهير کي روڪي ٿي، تہ پوءِ ايڏي طويل عرصي ۾ ڇا ڇا نہ ٿي چڪو هوندو، جڏهن تہ انهن ڏينهن ۾ ڇپائيءَ جو فن بہ ڪونہ هو ۽ ڪوبہ ماڻهو جيڪو لکي سگهيو پئي، پنهنجي هڪ الڳ ڪاپي ناهي سگهيو پئي ۽ انکي متي، مرقس، لوقا ۽ يوحنا جي اصلي ڪاپي سڏي سگهيو پئي؟

۽ ڪھڙيون نہ! يھوديـن جي رئيـبنس، پراڻي عـھدنامي جي ڪتـابـن تي اٿيـن اڳ ووٽ ذريعي فيصلو ڪيو ھو. جيئـن تہ چرچ جو مقصد، جيئـن چرچن جي اھڙيـن سموريـن قومي حڪومتـن جي حالت ۾ ٿيـندو آھي، اقتدار ۽ دولت ھو ۽ دھشت کي ان ذريعي طور اسـتـعـمـال ڪيـو ٿي، اھو فرض ڪرڻ مناسب لڳي ٿو تہ انھن لکتيـن منجھان جيڪي ھن جمع ڪيون ھيون، اھي جيڪي وڌ ۾ وڌ معجزاتيون ۽ عجيب ھيون، تـن کي ووٽ ملڻ جو سڀ کان وڌيڪ موقعو مليو ويو. ۽ جيستائيـن ڪتابـن جي صداقت جو سوال آھي، تہ ان جي جڳھہ تي ووٽ بيـنل آھي، ڇوتہ ان جو اتان کان مٿي پتو نہ ٿو لڳائي سگھجي.

بھرحـال انھن مـاڻھن ۾ جيـڪي ان وقت پاڪي عـيسـائي سـڏائيـندا ھئـا، اختلاف تـمـام گھڻـا موجود ھئـا، نہ رڳو نظرئي جي نقطن تي پر انھن ڪتابـن جي صداقت تي پڻ! اھڙن ئي ٻن ماڻھن سيـنٽ آگسـٽيـن ۽ فـاسـٽي وچ ۾ (اٽڪل سن ۴۰۰ عيسويءَ ۾) ٿيـل بحث مباحثي ۾ فاسٽي ھيئـن چئي ٿو، ”ڪتاب، جن کي گڏي انجيل سڏيو وڃي ٿو، رسولن جي زماني کان تـمـام گھڻو پوءِ، ڪن ڳجھن ماڻھن طرفـان لکيـا ويل آھن، جيـڪي ان ڳالھہ کان ڊڄندي تہ دنيا ھنـن کي انھن معاملن جي بيـان بازيءَ جو داد نہ ڏيـندي، جن جي ھنـن کي خبر پئجي ئي نہ پئي سگھي، انھن کي رسـولن جي نالي ھيٺ ڇاپي ڇڏيو آھي ۽ اھي احـمـقـپـڻي ۽ اڻ لاڳاپيل بيانـن سان ڀريل آھن، جن ۾ نہ ڪو پاڻ ۾ اتفاق آھي، نہ ڪو لاڳاپو.“

۽ ٻئي ھنڌ انھن ڪتـابـن کي خدا جو ڪلام سمجھڻ جي وڪالت ڪندڙن کي مخاطب ٿيـندي، ھيئـن چوي ٿو، ”اھو ائيـن آھي تہ توھانجي پونيئرن اسانجي خدا جي صـحـيـفـن ۾ ڪافي اھڙيون شـيـون داخل ڪري ڇڏيون آھن، جيـڪي جيتوڻيڪ ھن جو نالو کڻي ھلن ٿيون پر اھي ھن جي نظرئي سان متفق نہ آھن. اھا ڳالھہ حيرت ۾ وجھندڙ نہ آھي، ڇو تہ اسان اڪثر ڪري اھا ڳالھہ ثابت ڪري ڇڏي آھي تہ اھي شيون نہ ھن طرفان ۽ نہ ھن جي رسـولن طرفان لکيون ويون آھن پر اھي گھڻي ڀاڱي قصن تي، اڻ ڇٽيـن رپورٽن تي ٻيھاريل آھن ۽ پاڻ ۾ گڏ رکيون ويون آھن، مونکي خبر ناھي ڪن اڌوگابرن يھوديـن طرفان، جن جو ھڪٻئي سان تـمـام ٿورڙو اتفاق ھو ۽ جن کي بھرحال پوءِ بہ ھنـن يسوع مسيح جي رسولن جي نالن ۾ ڇپرائي ڇڏيو آھي ۽ اھڙي طرح ھنـن رسـولن ڏانھن پنھنجيون غلطيـون ۽ انھن جا ڪوڙ منسوب ڪري ڇڏيا آھن.*

---

* مون ھي بہ اقتـبـاس بؤلينگر جي فرانسيسي ڪتاب 'سينٽ پال جي زندگي' مـان ڪنيـا آھن. بؤلينگر انھن جو حوالو فاسٽي خلاف آگسٽين جي لکٽين مان ورتو آھي، جنھن ڏانھن ھو اشارو ڪري ٿو.

هنن اقتباسن ذريعي پرهندڙ اهو ڏسندو تہ انجيل جي ڪتابن جي صداقت ڪان ان زماني ۾ ئي انڪار ڪيو ويو هو، جڏهن انهن کي ووٽ ذريعي 'خدا جو ڪلام' قرار ڏنو ويو هو ۽ انهن ڪتابن کي بطور آڪاٽين، جعلسازين ۽ ڪوڙ ڪري ليکيو ويندو هو. پر چرچ جي مفاد، باهہ جي ڪاٽين جي مدد سان مخالفن کي ختم ڪري ڇڏيو ۽ آخر ۾ سموري جاچ پڙتال کي هيسائي دٻائي ڇڏيو. پوءِ معجزن پنيان معجزا ٿيڻ لڳا، جيڪڏهن اسان انهن تي ايمان رکون ٿا تہ ماٺهن کي ائين چوڻ سيکاريو ويو تہ هو انهن تي ايمان رکن ٿا، پوءِ چاهي هنن انهن تي ايمان رکيو ٿي يا نہ پر انقلابِ فرانس، هڪ سوچ کي اڄلائي ڇڏڻ ذريعي، چرچ ڪان معجزن ڪرڻ جي طاقت ڪسي ڇڏي آهي؛ جڏهن ڪان انقلاب شروع ٿيو آهي، چرچ، پنهنجن سمورن پادرين جي مدد سان هڪ بہ معجزو ڪري ڏيکارڻ جي قابل نہ رهيو آهي ۽ جيئن تہ چرچ معجزن جي ايڏي شديد ضرورت ۾ اڳ ڪڏهن بہ نہ هو. جيترو اهو هاڻي آهي، ان ڪري اسان ڪنهن بہ الاهيت جي مدد ڪانسواءِ اهو نتيجو ڪڍي سگهون ٿا تہ ان جا سمورا اڳلا معجزا محض اٽڪلون ۽ ڪوڙ آهن.*

---

* بؤلينگر پنهنجي ڪتاب 'سينٽ پال جي زندگي' ۾ ڪليسيائي تاريخن ۽ بزرگن جي ليکڪن، جيئن اهي سڏيا ويا آهن، مان ڪيترائي اهڙا معاملا ڪٺا ڪيا آهن، جيڪي ان وقت موجود مختلف عيسائي فرقن جي خيالن کي ظاهر ڪن ٿا، جڏهن نئين عهدنامي کي ووٽن ذريعي خدا جو ڪلام قرار ڏنو ويو هو، جيئن اڄ اسان انکي ڏسون ٿا. هيٺيان اقتباس ان ڪتاب جي ٻئي باب مان ورتل آهن:

"مارسيونسٽن (هڪ عيسائي فرقو) کي اهو يقين هو تہ متي، لوقا، مرقس ۽ يوحنا جا انجيل ڪوڙن سان پريل آهن. مينيچينس، جن عيسائيت جي آغاز وقت هڪ تمام وڏو فرقو ٺاهيو ٿي، سڄي انجيل کي ڪوڙو قرار ڏني، رد ڪيو ٿي ۽ ان جي جاءِ تي هنن ٻيون بلڪل ئي مختلف لکٿيون ڏيکاريون، جن کي هنن مستند قرار ڏنو ٿي. ڪارنيٿينس، مارسيونسٽن وانگر رسولن جي ڪمن کي نہ ٿي مڃيو. يوڪريٽڪس ۽ سيوينينس نہ رسولن جي ڪمن کي ٿي مڃيو ۽ نہ ئي پطرس جي خطن کي. ڪرسوسٽم رسولن جي ڪمن تي پنهنجي لکيل وعظ ۾ چئي ٿو تہ هن جي زماني ۾، اٽڪل ۴۰۰ع ڪيترن ئي ماڻهن کي نہ ان ڪتاب جي ليکڪ جي باري ۾ ڪا ڄاڻ هئي ۽ نہ ڪتاب جي باري ۾. سينٽ آريني، جيڪو ان کان اڳ واري زماني ۾ رهندو هو، ٻڌائي ٿو تہ ويلنٽينين عيسائين جي ٻين ڪيترن ئي فرقن جيان صحيفن مٿان اهي الزام هنيا ٿي تہ اهي غلطين، اٽيوراين ۽ تضادن سان پريل آهن. ابايونسٽ يانذارين جيڪي پهريان عيسائي هئا، پطرس جي سمورن خطن کي رد ڪري ڇڏيو هو ۽ ڪيس هڪ ٻهروپيو قرار ڏنو هو. هنن ٻين ڳالهين کان علاوه اهو ٻڌايو تہ هو اصل ۾ هڪ ڪافر هو جيڪو يروشلم ۾ آيو. جتي هو ڪجهہ عرصو رهيو ۽ وڏي پادريءَ جي ڌيءَ سان شادي ڪرڻ جي نيت سان هن پنهنجو ختنو ڪرايو. پر پوءِ جڏهن هو ان ڇوڪريءَ کي حاصل نہ ڪري سگهيو. هن يهودين سان جهيڙو ڪيو ۽ ختني جي خلاف ۽ سبات ملهائڻ خلاف ۽ سمورن قانوني حڪمن خلاف لکيو.

جڏهن اسان يسوع مسيح جي زنده هجڻ ۽ انجيل جي هڪ ڪتاب جي صورت اختيار ڪرڻ جي وچ ۾ موجود ٽي سو سالن کان وڌيڪ عرصي جي وٿيءَ کي ڌيان ۾ آڻيون ٿا، تڏهن اسان ان جي صداقت جي بي انتها غير يقينيءَ کي تاريخي شهادت جي مدد کانسواءِ، ضرور ڏسون ٿا.

هومر جي ڪتاب جي صداقت، جيستائين ان جي مصنفيت جو تعلق آهي، انجيل کان وڌيڪ بهتر نموني قائم ٿيل آهي، جيتوڻيڪ هومر هڪ هزار سال وڌيڪ قديم آهي. اهو رڳو هڪ بي حد اعليٰ شاعر هوندو، جيڪو هومر جو ڪتاب لکي سگهيو هوندو ۽ تنهنڪري رڳو چند ماڻهن ان کي لکڻ جي ڪوشش ڪئي هوندي ۽ اهڙي ڪتاب کي لکي سگهندڙ ماڻهو، ان کي ڪنهن ٻئي ماڻهوءَ جو نالو ڏئي، پنهنجي شهرت پاڻ هٿ سان قتو نه ڪري ها. ساڳئي نموني اهڙا رڳو آڱرين تي ڳڻڻ جهڙا ماڻهو هئا، جيڪي يوڪليدس جا 'جاميٽريءَ جا جزا' گهڙي ٿي سگهيا، ڇاڪاڻ ته سواءِ جاميٽريءَ جي هڪ بي انتها اعليٰ ماهر جي، ٻيو ڪوبه ان ڪتاب جو مصنف نه ٿي ٿي سگهيو. پر جيستائين انجيل جي ڪتابن جو تعلق آهي، خاص طور تي انهن حصن جو، جيڪي اسانکي يسوع مسيح جي ٻيهر زنده ٿي اٿڻ ۽ آسمان ڏانهن پرواز ڪري وڃڻ جو ٻڌائن ٿا، ته ڪوبه ماڻهو جيڪو، جن ڀوتن جي ڪهاڻي يا مئل ماڻهوءَ جي گهمڻ جي ڪهاڻي ٻڌائي سگهي پيو، اهڙا ڪتاب ناهي سگهيو ٿي، ڇوته ڪهاڻيءَ کي بي حد بگڙيل انداز ۾ ٻڌايو ويو آهي.

تنهنڪري انجيل ۾ جعلسازيءَ جو امڪان هومر يا يوڪليدس جي ڪتاب جي ڀيٽ ۾ لکين دفعا گهڻو آهي. اڄوڪي دور جي بيشمار پادرين يا پوپن منجهان هر هڪ هڪ خطبو ڏئي سگهي ٿو يا لاطيني ٻوليءَ جو ڪو ٽڪرو ترجمو ڪري سگهي ٿو؛ خاص طور تي جيڪڏهن اڳ ان جو هزارين دفعا ترجمو ڪيو ويل هوندو آهي پر هنن مان ڪوبه اهڙو آهي، جيڪو هومر جهڙي شاعري لکي سگهي يا يوڪليد جهڙي سائنس لکي سگهي؟ هڪ پادريءَ جي سکيا جو تت، تمام ٿورڙين مستثنائن کي ڇڏي ڪري الف انب، ب بلا، ٻ ٻڪري هوندو آهي ۽ سندن سائنس جي ڄاڻ هڪ ضربيان ٽي برابر ٽن جي هوندي آهي ۽ اها هنن کي انجيل جي سمورن ڪتابن لکي ڇڏڻ جي قابل بڻائي ڇڏڻ لاءِ ڪافي کان وڌيڪ آهي، جيڪڏهن هو هنن جي معيار جي برابر لکي پئي سگهيو، ته پوءِ اهو بهتر ٿئي ها ته هو اهو خود پنهنجي نالي سان لکي ها؛ جيڪڏهن هو هنن کان گهٽ معيار جو لکي ها ته پوءِ ان ۾ ڪامياب نه وڃي ها. فخر پهرين ڳالهه کان روڪي ها ۽ ناممڪنيت آخري ڳالهه کان! پر جيستائين انهن ڪتابن جو تعلق آهي، جيڪي انجيل ناهن ٿا، سموريون لالچون، جعلسازيءَ جي پاسي هيون. بهترين تصور ڪيل تاريخ، جيڪا ان وقت کان ٻه يا ٽي سو سالن جي وٿيءَ کانپوءِ ناهي پئي سگهجي، حقيقي مصنف جي نالي هيٺ اصلي تاريخ طور نه پئي منظور ڪري سگهجي؛ ان ڪري ڪاميابيءَ جو سڄو امڪان، جعلسازيءَ ۾ لڪل هو، ڇوته

چرچ کي پنهنجي نئين نظرئي لاءِ بهانو گهربو هو، جتي سچ ۽ قابليت جو سوال ئي نہ ٿي پيدا ٿيو. پر جيئن تہ اهڙن ماڻهن جون ڪهاڻيون بيان ڪرڻ جيڪي مري وڃڻ ڪانپوءِ گهمندا آهن ۽ جنن ۽ ڀوتن جون ڪهاڻيون بيان ڪرڻ، جيڪي ڪنهن دهشت ناڪ يا غير معمولي وسيلي ذريعي نازل ٿيل هوندا آهن، ايتريون غير عام نہ آهن (جيئن اڳ ۾ ان ڳالهہ جو مشاهدو ڪيو ويو آهي) ۽ جيئن تہ ان زماني جا ماڻهو اهڙين شين تي اعتبار ڪري ويهڻ جا عادي هئا ۽ پڻ ملائڪن جي ظاهر ٿيڻ، شيطانن جي ظاهر ٿيڻ ۽ انهن جي انسانن جي جسم ۾ اندر داخل ٿي وڃڻ ۽ انهن کي ڪنهن مرگهيءَ جي دؤري وانگر تڙڪائي ڇڏڻ ۽ وري انهن جنن ڀوتن کي ڪنهن التيءَ جي دوا پيئڻ وانگر انسان جي جسم مان ٻاهر ڪڍي ڦٽي ڪرڻ جا عادي هئا (مريم مگدلني، مرقس جو ڪتاب اسانکي ٻڌائي ٿو، ستن جنن کي پاليو هو يا ستن جنن جي بستري تي سُتي هئي). تنهنڪري اها ڳالهہ ڪنهن بہ طرح سان غير معمولي نہ هئي تہ عيسيٰ نالي ڪنهن شخص جي ههڙي قسم جي ڪا ڪهاڻي، ملڪ کان ٻاهر پکڙجي وڃي ۽ بعد ۾ انهن چئن ڪتابن جو، جيڪي متي، مرقس، لوقا ۽ يوحنا ڏانهن منسوب ڪيا ويا آهن، بنياد بڻجي وڃي.

هر ليکڪ ان آکاڻيءَ کي ائين ٻڌايو، جيئن هن انکي ٻڌو يا انجي باري ۾ ٻڌو ۽ پنهنجي ڪتاب کي ان اولياءَ يا رسول جو نالو ڏنو، جنهن کي رواج اکين ڏٺو شاهد قرار ڏنو هو. اهو رڳو ان بنياد تي ممڪن آهي تہ انهن ڪتابن ۾ موجود تضادن جو جواب ڏئي سگهجي ٿو ۽ جيڪڏهن اهو معاملو ائين ناهي تہ پوءِ اهي ڪتاب ٺلها ٺڳيءَ جا ناهہ، ڪوڙ ۽ جعلسازيون آهن، ڪنهن بہ ضعيف الاعتقاديءَ جي عذر کانسواءِ.

اها ڳالهہ ڪافي ڏسڻ ۾ ايندڙ آهي تہ اهي ڪتاب ڪن اڻوڳابرن يهودي قسم جي ماڻهن طرفان لکيا ويل آهن، جيئن هاڻي ايندڙ حوالا ان جو ذڪر ڪن ٿا. وڏي ۾ وڏي قاتل ۽ ٻهروپئي موسيٰ ڏانهن ۽ انهن ماڻهن ڏانهن جن کي نبي ڪونيو ويو آهي، بار بار ڪيل حوالو، ان نقطي کي ثابت ڪري ٿو، ۽ ٻئي پاسي چرچ، پراڻي عهدنامي ۽ انجيل جي هڪبئي کي جواب ڏيڻ واري ڳالهہ کي مڃيندي، ان ڍوڪي کي هٿي ڏئي ڇڏي آهي.

عيسائي، يهودي ۽ عيسائي جينٽيل جي وچ ۾، اها شيءِ جنهن کي اڳڪٿي ڪونيو وڃي ٿو ۽ اها شيءِ جنهن جي اڳڪٿي ڪئي وڃي ٿي، مثال ۽ شيءِ جنهن جو مثال بڻايو وڃي ٿو، نشاني ۽ شيءِ، جنهن جي نشاندهي ڪئي وڃي ٿي، اهڙي تہ پورهئي سان الٽ پلٽ ڪيون ويون آهن ۽ هڪبئي سان نهڪايون ويون آهن، جو اهي ڪن پراڻن تالن ۽ انهن ۾ فٽ ايندڙ چاٻين جيان لڳن ٿيون. ڪافي بيوقوفيءَ سان ٻڌايل بي بي حوا ۽ نانگ جي ڪهاڻي ۽ ڪافي فطري انداز ۾ ٻڌايل ڇوتہ انسانن ۽ نانگ وچ ۾ فطري دشمني هجي ٿي، ڇاڪاڻ تہ نانگ هميشه انسان جي ڪڙيءَ تائين ڏنگ هڻندو آهي ڇوتہ اهو ان کان مٿي نہ

ٿو پهچي سگهي ۽ انسان هميشه نانگ کي مٿي تي ڏک هڻندو آهي ڇوته ان کي ڏنگ هڻڻ کان روڪڻ جو اهوئي سڀ کان وڌيڪ مؤثر طريقو هوندو آهي.*

هيءَ بيوقوف ڪهاڻي، مان چوان ٿو، هڪ اڳڪٿي ۾، هڪ مثال ۾ ۽ هڪ وعدي ۾ بدلائي وئي آهي، جنهن سان شروعات ڪئي وئي آهي. ۽ يسعياه جو آهز سان ڪوڙو وعدو ڪندي هيئن چوڻ ته هڪ ڪنواريءَ کي پيٽ ٿيندو ۽ هن کي هڪ پٽ ڄمندو، ان کي هو ان ڳالهه جي نشاني سمجهي ته آهز ضرور جنگ ۾ فتح حاصل ڪندو، جڏهن ته حقيقت اها هئي ته هن کي شڪست نصيب ٿي (جيئن اها ڳالهه يسعياه جي ڪتاب تي پيش ڪيل مشاهدن ۾ اڳ ئي ڄاڻائي وئي آهي): سو ان ڪوڙ کي بگاڙيو ويو آهي ۽ ڪهاڻيءَ جي پڄاڻي ڪرڻ لاءِ استعمال ڪيو ويو آهي. يوناه ۽ وهيل مڇيءَ کي به نشانين ۽ مثالن ۾ بدلايو ويو آهي. يوناه، يسوع مسيح آهي ۽ وهيل مڇي، قبر آهي، ڇوته ائين چيو ويو آهي (۽ هنن يسوع کان خود پنهنجي لاءِ ائين چورايو آهي) متي جو ڪتاب، باب ۱۲، بيت ۴۰:

"جيئن يوناه وهيل مڇيءَ (مانگر مڇ) جي پيٽ ۾ ٽي ڏينهن ۽ ٽي راتيون هو، تيئن انسان جو پٽ ٽي ڏينهن ۽ ٽي راتيون، ڌرتيءَ جي سيني ۾ هوندو." پر اهو ڪافي غلط نموني ٿئي ٿو جو يسوع مسيح سندن پنهنجي ئي احوال مطابق، صرف ٻه راتيون ۽ هڪ ڏينهن قبر ۾ هو، ۷۲ ڪلاڪن بدران ۳٦ ڪلاڪ يعني جمعي جي رات، ڇنڇر، ڇنڇر جي رات، ڇوته هو آچر جي صبح جو سج ايرڻ مهل يا ان کان اڳ وري جيئرو ٿي اٿيو هو. پر جيئن ته اهو سيڪجهه ۽ پڻ پيدائش جي ڪتاب ۾ چڪ ۽ لت ۽ يسعياه جي ڪتاب ۾ ڪنواري ۽ هن جو پٽ چرچ لاءِ سٺي نموني نهڪي اچن ٿا، ان ڪري اهو سيڪجهه قدامت پسند شين جي آغوش ۾ هليو وڃي ٿو. انجيل جي تاريخي حصي ۽ ان جي شاهدين لاءِ هيترو ڪجهه ڪافي آهي.

* 'اهو تنهنجي مٿي کي زخم رسائيندو ۽ تون هن جي ڪڙيءَ کي.' ڪتابِ پيدائش باب ۳، بيت ۱۵.

# پولس جا خط

انجيل جو باقي حصو، انهن چوڏهن خطن (Epistles) سان پريل آهي، جيڪي پولس ڏانهن منسوب ٿيل آهن: آيا اهي خط ان شخص طرفان لکيا ويا آهن، جنهن ڏانهن اهي منسوب ٿيل آهن، ايڏي گهٽي اهميت جو معاملو نہ آهي چوتہ ليڪڪ، پوءِ اهو ڪير بہ هو، پنهنجي نظرئي کي دليل ذريعي ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪري ٿو. هو يسوع مسيح جي پيهر زنده ٿي اٿڻ ۽ آسمان ڏانهن کڄي وڃڻ متعلق بڏايل ڪنهن بہ ڏيک جي شاهد هجڻ جو مَکر نہ ٿو ڪري ۽ ان ڳالهہ جو اعلان ٿو ڪري تہ هو انهن شين کي نہ ٿو مڃي. هن جي زمين تي ڪري پوڻ جي ڪهائيءَ ۾، جيئن هو دمشق ڏانهن سفر ڪري رهيو هو، ڪابہ معجزاتي يا غير معمولي شيءِ موجود ڪانهي. هو بچي ويو ۽ اها ڳالهہ انهن ٻين ماڻهن جي ڪارڪردگيءَ کان وڌيڪ آهي، جيڪي آسماني بجليءَ جو نشانو بڻيا هئا ۽ اهو تہ اهو ٽن ڏينهن لاءِ پنهنجي ديد وڃائي ويهي ٿو ۽ ان دوران هو کجهہ کائڻ يا پيئڻ جي قابل بہ نہ ٿو رهي، اهڙين حالتن ۾ عام طور ٿيندو آهي. هن جي ساٿين جيڪي هن سان سفر ۾ گڏ هئا، لڳي ٿو تہ ساڳني نموني ڪونہ پوڳيو هو، چوتہ اهي اينترا نيڪ ناڪ هئا جو هنن باقي سفر ۾ هن جي رهنمائي ڪئي؛ هو ان جو بہ مکر نہ ٿا ڪن تہ هنن کا ڏيکاري ڏسي چڙي هئي.

پولس نالي شخص جا جيڪي احوال ڏنا ويا آهن، انهن مطابق هن جي ڪردار ۾ تمام گهڻو تشدد ۽ جنونيت موجود آهي: هن اوتري ئي گرميءَ سان انتقام ورتو هو، جيتريءَ سان هن بعد ۾ مذهبي تبليغ ڪئي. دماغي بيهوشيءَ جي حملي هن جي سوچ، سندس گهڙت ڦيرائڻ بنا، بدلائي ڇڏي هئي ۽ بحيثيت هڪ يهوديءَ جي يا هڪ عيسائيءَ جي، هو هڪ ساڳيو جنوني ماڻهو هو. اهڙا ماڻهو ڪڏهن بہ ڪنهن بہ اهڙي نظرئي جا، جنهن جي هو تبليغ ڪندا آهن، سٺا شاهد نہ هوندا آهن. اهي هميشہ انتهاپسن ۾ هوندا آهن، عمل جي ۽ پڻ عقيدي جي! هو جيڪو نظريو دليلن ذريعي ثابت ڪرڻ نڪتو آهي، اهو آهي ساڳئي جسم جو پيهر جيئرو ٿي اٿڻ ۽ ان کي هو لافانيت جي هڪ ثبوت طور اڳتي وڌائي ٿو. پر جهڙي طرح ماڻهو پنهنجي سوچ جي انداز ۾ ۽ ساڳين لقائن مان هو جيڪي نتيجا اخذ ڪندا آهن، تهڙي طرح ساڳئي جسم جي پيهر جي اٿڻ جو هي نظريو، جيسنائين ان جي لافانيت جي ثبوت هئڻ جو تعلق آهي، مونکي اهو، ان جي خلاف ثبوت لڳي ٿو. ڇاڪاڻ تہ جيڪڏهن مان هن جسم ۾ اڳ ئي مري چڪو آهيان ۽ ان ساڳئي ئي جسم ۾ پيهر ڪڙو ڪيو وڃان ٿو، جنهن ۾ مان مري چڪو آهيان، تہ پوءِ اهو ان ڳالهہ جو امڪاني ثبوت آهي نہ مان وري مري ويندس. ائين وري جي اٿڻ مونکي مرڻ جي ورجاءَ کان هڪ مرگهيءَ جي دوري کان وڌيڪ

نہ ٿو بچائي سگهي، جيڪو گذري وڃڻ ڪانپوءِ ٻئي دوري ڪان عارضي طور بچائي رکندو آهي. تنهنڪري لافانيت ۾ ايمان رکڻ لاءِ مون وٽ وري جي اٿڻ جي اداس نظرئي ۾ رکيل تصور ڪان وڌيڪ اعليٰ تصور هجڻ گهرجي. ان ڪان علاوه ان ڪي هڪ ذاتي انتخاب جو ۽ هڪ اميد جو معاملو سمجهندي، مان چاهيندس تہ ڪاش مونکي جيڪر موجوده جسم ۽ روپ ڪان هڪ وڌيڪ بهتر جسم ۽ هڪ وڌيڪ سولو روپ هجي. تخليقات ۾ هر جانور اسان ڪان ڪنهن نہ ڪنهن ڳالهہ ۾ عمدو آهي. پرن وارا جيت، ڪبوترن ۽ بازن جو ذڪر ڪرڻ ڪانسواءِ، هڪ انسان جي مقابلي ۾ چند منٽن ۾ گهٽي مفاصلي تائين ۽ تمام آسانيءَ سان پهچي سگهن ٿا، جيترو هڪ انسان اهو هڪ ڪلاڪ ۾ سفر ڪري سگهي. ننڍي ۾ ننڍي مڇيءَ جو ترڻ، سندس جسامت جي ڀيٽ ۾، حرڪت ۾ اسان ڪان وڌيڪ تڻي ٿو، جيڪو مشابهت ڪان متاهون تڻي ٿو ۽ ٿڪاوٽ ڪان بغير تڻي ٿو. ويندي هڪ ڊيري ۾ ڊرو گهونگهو بہ هڪ ڪاهيءَ جي تري مان مٿي چڙهي سگهي ٿو، جتي هڪ انسان، ان صلاحيت جي اڻ هوند ڪري، جيڪر مري ختم ٿي ويندو ۽ هڪ ڪوريئڙو، مٿان اوچائيءَ ڪان راند جهڙي تفريح سمجهندي پاڻکي هيٺ لاهي سگهي ٿو. انسان جون ذاتي طاقتون ايتريون تہ محدود آهن ۽ هن جو وزني ڍانچو تمام گهٽي مزي وٺڻ لاءِ ايترو تہ خصيص نموني تعمير ٿيل آهي، جو اسانکي ان ڳالهہ تي مائل ڪرڻ لاءِ تہ ڪاش، پولس جو خيال جيڪر سچو ٿي پوي، اهڙي ڪابہ شيءِ موجود ناهي، اهو ان ڊيک جي مقدار لاءِ تمام گهٽو ننڍڙو آهي ۽ ان موضوع جي عمدگيءَ آڏو تمام گهٽو هيچ آهي.

پر ٻين سمورن دليلن کي پاسيرو رکندي، رڳو وجود جو شعور ئي ٻي زندگيءَ جو واحد سمجهہ ۾ ايندڙ خيال آهي ۽ ان شعور جو تسلسل ئي لافانيت آهي. هن زندگيءَ ۾ بہ وجود جو شعور يا اها ڄاڻ تہ اسان وجود رکون ٿا، ضروري ناهي تہ ساڳئي روپ ۽ ساڳئي مادي تائين محدود ٿيل هجي. اسانکي سمورين حالتن ۾ ساڳيو روپ نہ ٿو ٿئي، نہ ئي ڪنهن بہ حالت ۾ ساڳيو مادو جنهن اسانکي اڄ ڪان ويهہ يا ٽيهہ سال اڳ ناهيو هو پر پوءِ بہ اسان ان حقيقت ڪان باشعور آهيون تہ اسان ساڳيا ماڻهو آهيون. جنگهون ۽ ٻانهون، جيڪي انساني ڍانچي جو تقريباً اڌ جوڙن ٿيون، وجود جي شعور لاءِ ضروري نہ آهن. اهي ضايع بہ ٿي سگهن ٿيون يا ڪٽجي بہ سگهن ٿيون پر وجود جو مڪمل شعور پوءِ بہ باقي رهي ٿو ۽ ڪاش جيڪڏهن انهن جي جاءِ تي پَرَ يا ٻيون ڪي واڌاريون شيون مهيا ڪري ڏنيون وڃن ها، تہ پوءِ بہ اسان اهو نہ سمجهي سگهون ها تہ اهي شيون اسانجي وجود جي شعور کي ڪو بدلائي سگهن ها! مختصر اهو تہ اسان اهو نہ ٿا ڄاڻون تہ اسانجي بناوت جو ڪيترو گهٽو يا ٿورڙو حصو ۽ اهو ٿورڙو حصو ڪيترو نہ عمده نموني سنواريل آهي، جيڪو اسان ۾ اندر وجود جو هي شعور پيدا ڪري ٿو ۽ ان ڪان علاوه جسم جو ٻيو حصو آڙوءَ جي ڳر مثل آهي، جيڪو انجي ڪکڙيءَ ۾ موجود نباتياتي ذري ڪان نمايان ۽ الڳ هوندو

آهي. ائين ڪير چئي سگهي ٿو ته عمده مادي جو اهو ڪهڙو بي حد عمده عمل ٿئي ٿو، جيڪو انساني ذهن ۾ هڪ سوچ پيدا ڪري ٿو؟ ۽ پوءِ بهرحال اها سوچ، جڏهن پيدا ٿي چڪي هجي ٿي، جيئن مان هاڻي لکندي، سوچ پيدا ڪيان ٿو، اُمر ٿي وڃڻ جي قابل هجي ٿي ۽ انسان جي اهائي واحد پيداوار آهي، جنهن ۾ اها قابليت موجود آهي. ٽامي يا سنگمرمر جا مجسما ختم ٿي ويندا ۽ انهن جي نقل طور ناهيل مجسما اهي ساڳيا مجسما نه هوندا آهن، نه ئي انهن ۾ اها ساڳي ڪاريگري هوندي آهي، جيئن ڪنهن تصوير جو نقل، اها ساڳي تصوير نه هوندو آهي، پر هڪ سوچ کي هزارين دفعا ڇاپيو، ڪنهن به قسم جي مادي سان، ان کي ڪاٺ ۾ اندر ڪوريو يا ڪنهن پٿر تي چٽيو، هر حالت ۾ اها سوچ ابدي طور ۽ هوبهو نموني ساڳي ئي هوندي آهي. سوچ کي هڪ آزاد وجود رکڻ جي صلاحيت هوندي آهي، جنهن تي مادي جي تبديليءَ جو ڪوبه اثر نه پوندو آهي: اها لازمي طور بي هر شيءِ کان نمايان هوندي آهي ۽ بي هر شيءِ کان، جيڪا اسان ڄاڻون ٿا يا سمجهي سگهون ٿا، ڪيفيت جي لحاظ کان به مختلف هوندي آهي.

هاڻي جيڪڏهن هڪ پيدا ڪيل شيءِ کي ئي پنهنجو پاڻ ۾ اُمر هجڻ جي صلاحيت ٿئي ٿي، ته پوءِ اها ان ڳالهه جي هڪ نشانيءَ کان وڌيڪ آهي ته اها طاقت جنهن ان شيءِ کي پيدا ڪيو هوندو آهي، جيڪا اها هوبهو ساڳي شيءِ آهي، جيئن وجود جو شعور، به اُمر ٿي سگهي ٿي. ۽ اهو به ان مادي کان آزاد نموني، جنهن سان اها پهرين لاڳاپيل هئي، جيئن ڇاپڻ يا لکڻ جي سوچ، ڇاپڻ يا لکڻ کان اڳ ظاهر ٿي. هڪ خيال ٻئي خيال کي مڃڻ کان وڌيڪ ڏکيو ناهي ۽ اسان اهو سمجهي سگهون ٿا ته هڪ سچ آهي. اها ڳالهه ته وجود جو شعور ساڳئي روپ يا ساڳئي مادي تي دارومدار نه ٿو رکي، اسانجي حواسن کي تخليق جي ڪرشمن ۾ ڏيکاريل آهي، جنهن حد تائين اسانجا حواس ان ڏيک کي محسوس ڪري سگهڻ جي لائق هوندا آهن. جانورن جي دنيا جو ڪجھ حصو، اسان آڏو هن زندگيءَ کانپوءِ جي زندگيءَ جي عقيدي لاءِ، پولس کان وڌيڪ بهتر نموني تبليغ ڪري ٿو. انهن جي مختصر زندگي هڪ زمين ۽ هڪ آسمان سان، هڪ حال واري حالت سان ۽ هڪ مستقبل واري حالت سان مشابهه ٿئي ٿي ۽ تمام ننڍڙي روپ ۾ لافانيت کي تشڪيل ڪري ٿي، جيڪڏهن انکي ائين ظاهر ڪري سگهجي.

تخليق جا سڀ کان خوبصورت حصا، اسانجي اکين آڏو پرن وارا جيت آهن ۽ اهي پيسٽان ائين نه هوندا آهن. اهي اهو روپ ۽ اهو ناقابلِ نقل جلوو مرحليوار تبديلين وسيلي حاصل ڪندا آهن. اڄ جو سست ۽ ريڙهيون پائيندڙ سؤيٽ (Caterpillar) ڪيئنئون ٿورڙن ڏينهن ۾ هڪ سُتل شڪل اختيار ڪري ويندو آهي ۽ موت سان مشابهت رکندڙ حالت اختيار ڪري ويندو آهي ۽ ايندڙ تبديليءَ ۾ زندگيءَ جي سموري خوبصورتي تمام ننڍڙي روپ يعني هڪ حسين پوپٽ جي شڪل ۾ ظاهر ٿي پوندي آهي. ان جي پنهنجي پهرئين اوائلي روپ

سان پوءِ ڪابہ مشابهت نہ بچندي آهي. هر شيءِ تبديل ٿي چڪي هوندي آهي؛ هن جون سموريون طاقتون نيون هونديون آهن ۽ زندگي هن لاءِ هڪ نئين شيءِ هوندي آهي. اسان نہ ٿا سمجهي سگهون تہ وجود جو شعور، جانور جي ان حالت ۾ اهو ساڳيو نہ هوندو، جيڪو ان حالت کان اڳ ۾ هو. تہ پوءِ آخر مان ائين ڇو مڃان تہ وجود جو شعور مرڻ کانپوءِ جاري رکڻ لاءِ ساڳئي جسم جو ٻيهر جي اٿڻ جو عمل منهنجي لاءِ ضروري آهي؟

هن ڪتاب جي پهرئين حصي ۾ مون تخليق کي خدا جو سچو ۽ واحد حقيقي ڪلام سڏيو آهي ۽ تخليق جي ڪتاب ۾ هي مثال يا هي مضمون نہ رڳو اهو ڏيکاري ٿو تہ اها ڳالهہ ائين ٿي سگهي ٿي پر اهو تہ اها ڳالهہ ائين ٿي آهي ۽ اهو تہ مستقبل جي حالت جو عقيدو، هڪ عقلي عقيدو آهي، جيڪو تخليق ۾ نظر ايندڙ حقيقتن تي ٻڌل آهي، ڇوتہ اهو مڃڻ تہ اسان مرڻ کانپوءِ پنهنجي هاڻوڪي روپ کان وڌيڪ بهتر حالت ۽ روپ ۾ وجود رکنداسين، ان کان وڌيڪ ڏکيو ناهي تہ هڪ ڪينئون، پوپٽ ٿي پوي ۽ اها بدبودار جڳهہ ڇڏي آزاد فضا ۾ اڏامي، جيڪڏهن اسان اهو نہ ڄاڻندا هجون تہ اها هڪ حقيقت آهي. باقي جيستائين پولس ڏانهن، ڪتاب ڪرنيٿينس ١ جي باب ١٥ ۾، منسوب ڪيل مشڪوڪ بکواس جو تعلق آهي، جيڪا ڪن عيسائين جي تدفين جي رسم جو حصو ناهيندي آهي، اها ڪنهن بہ معنيٰ کان ايتري ٿي وانجهيل آهي، جيترو تدفين مهل گهنڊ وڄائڻ! اها سمجهہ کي ڪجهہ بہ نہ ٿي واضح ڪري ٻڌائي، اها تصور کي ڪجهہ بہ نہ ٿي ڏيکاري، پر پڙهندڙ کي آزاد ڇڏي ڏئي ٿي تہ هو جيڪا چاهي، اها معنيٰ ڳولي. هو چوي ٿو ”سڀ گوشت، ساڳيو گوشت ناهي. هڪڙو گوشت جو قسم انسان جو آهي، ٻيو مڇين جو ۽ ٻيو پکين جو.“ تہ پوءِ ڇا؟ ڪجهہ بہ نہ! هڪ بورچي بہ ايترو ڪجهہ چئي سگهي پيو. هو چوي ٿو، ”آسماني جسم بہ ٿيندا آهن ۽ زميني جسم بہ. آسماني جسمن جو شان هڪڙو آهي ۽ زميني جسمن جو شان ٻيو آهي.“ ۽ پوءِ ڇا؟ ڪجهہ بہ نہ! ۽ ٻنهي جي وچ ۾ ڇا فرق آهي؟ ان لاءِ هن ڪجهہ بہ نہ ٻڌايو آهي. هو چوي ٿو، ”سج جو هڪڙو شان آهي ۽ ستارن جو ٻيو شان آهي.“ ۽ پوءِ ڇا؟ ڪجهہ بہ نہ! سواءِ ان جي تہ هو چوي ٿو تہ هڪ ستارو ٻئي ستاري کان شان ۾ مختلف ٿئي ٿو، بجاءِ ان جي جو هو اسانکي انهن جو مفاصلو ٻڌائي ها ۽ پڻ اهو بہ ٻڌائي ڇڏي ها تہ چنڊ ايترو روشن نہ چمڪندو آهي، جيترو سج!

هي سڀڪجهہ هڪ نجوميءَ (قسمت جو حال ٻڌائيندڙ) جي بکواس کان وڌيڪ ڪجهہ بہ ناهي، جيڪو ضعيف الاعتقاد ماڻهن کي، جيڪي هن وٽ پنهنجي قسمت جو حال ٻڌڻ لاءِ ايندا آهن، منجهائڻ لاءِ اهڙا فقرا چونڊي ڪڍندو آهي، جن کي هو پاڻ بہ نہ سمجهندو آهي. پادري ۽ قسمت جو حال ٻڌائيندڙ ساڳئي ڌنڌي وارا ماڻهو آهن.

ڪٿي ڪٿي پولس هڪ فطرت پسند ماڻهو هجڻ جي ڪوشش ڪري ٿو ۽

پيھر زنده ٿيڻ جي پنھنجي سرشتي کي نباتيات جي اصولن مان ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪري ٿو. ھو چوي ٿو، "تون بيوقوف، جيڪو تون پوکين ٿو، اھو سواءِ مري وڃڻ جي، اڀُرندو نہ آھي." جنھن کي ھڪ ماڻھو سندس ئي ٻوليءَ ۾ جواب ڏئي سگھي ٿو ۽ ھيئن چئي سگھي ٿو، "تون پولس، بيوقوف! تون جيڪو پوکين ٿو، اڀُرندو نہ آھي، سواءِ ان جي تہ اھو مرندو نہ آھي، ڇاڪاڻ تہ اھو ٻج جيڪو زمين ۾ اندر مري وڃندو آھي، ڪڏھن بہ ڦٽي نہ سگھندو آھي." رڳو زنده ٻج ئي آئينده جو فصل پيدا ڪري سگھندو آھي، پر زير غور نقطو ساڳيو ناھي؛ اھو تسلسل ۽ پيھر زنده ٿي اٿڻ جو نقطو آھي. ھڪ جانور جي ھڪ حالت مان ٻي حالت ۾ ترقي، جيئن ھڪ ڪينئين جو پوپٽ ۾ تبديل ٿي وڃڻ، ان معاملي سان لاڳو ٿئي ٿو پر ٻج جو مثال ان سان لاڳو نہ ٿو ٿئي ۽ اھو ڏيکاري ٿو تہ پولس ھڪ بيوقوف ماڻھو ھو، جيئن ھو ٻين لاءِ چوي ٿو.

آيا پولس ڏانھن منسوب ڪيل چوڏھن خط ھن طرفان لکيا ويل آھن يا نہ، اسان لاءِ ھڪ لاتعلقيءَ جو معاملو آھي. اھي خط يا تہ دليلي آھن يا عقيدائي ۽ جيئن تہ دليل نقص وارو آھي ۽ عقيدائي حصو محض فرضي آھي، ان ڪري اھا ڳالھہ ظاھر نہ ٿي ٿئي تہ اھي ڪنھن لکيا آھن ۽ انجيل جي باقي حصن لاءِ بہ ساڳي ڳالھہ چئي سگھجي ٿي. اھو انھن خطن مٿان ناھي پر جنھن کي انجيل (Gospel) چيو وڃي ٿو، جيڪو متي، مرقس، لوقا ۽ يوحنا ڏانھن منسوب ڪيل چئن ڪتابن ۾ سانديل آھي، ان مٿان ۽ ڊونگ ڪيل اڳڪٿين مٿان آھي، جو چرچ جو نظريو، جيڪو پاڻکي عيسائي چرچ سڏائي ٿو، ٻيڻل آھي. خط انھن مٿان دارومدار رکن ٿا ۽ سندن مقدر بہ ساڳيو ٿيندو جيڪو انھن جو ٿيندو، چوتہ جيڪڏھن يسوع مسيح جي ڪھاڻي افسانوي آھي تہ پوءِ ان ڪھاڻيءَ مٿان ھڪ فرض ڪيل سچ طور ٻيڻل سموري دليل بازي بہ ان سان گڏ اڇي ھيٺ ڪرندي.

تاريخ مان اسانکي خبر پوي ٿي تہ ھن چرچ جي مکيہ اڳواڻن مان ھڪ، اٿينيسيس* ان زماني ۾ جيئرو ھو، جڏھن انجيل سھيڙيو ويو ھو ۽ اسان لاءِ ھڪ عقيدي جي شڪل ۾ ڇڏيل ھن جي بيھوده لفاظيءَ مان اسان انھن ماڻھن جي ڪردار متعلق پڻ ڄاڻون ٿا، جن انجيل ناھيو ۽ ساڳي تاريخ مان اسان اھو بہ ڄاڻون ٿا تہ انجيل جن ڪتابن جو نھيل آھي، انھن جي صداقت کي ان زماني ۾ ئي ڪونہ مڃيو ويو ھو. اھو اھڙن ماڻھن جيئن اٿينيسيس ھو، جي ووٽ ڏيڻ تي ٿيو، جو انجيل کي 'خدا جو ڪلام' ھئڻ جو فيصلو ڪيو ويو ۽ ڪابہ شيءِ اسانکي ووٽ ذريعي خدا جي ڪلام جو فيصلو ڪرڻ کان وڌيڪ عجيب خيال پيش نہ ٿي ڪري سگھي. اھي ماڻھو جيڪي پنھنجي ايمان کي اھڙي اختياريءَ مٿان بيھارن ٿا، خدا جي جاءِ تي انسان کي آڻي رکن ٿا ۽ اھڙن ماڻھن کي آئيندي

---

* چرچ جي زمانيت مطابق اٿينيسيس سال ٣٧١ ۾ مئو.

جي خوشيءَ لاءِ ڪوبہ سچو بنياد نہ ٿو ٿئي.

ضعيف الاعتقادي بهرحال ڪوبہ ڏوهہ ناهي پر اها يقينِ ڪامل جي مخالفت ڪندي ڏوهاري بڻجي وڃي ٿي. اها ضمير جي ڳچ ۾ ئي انهن ڪوشش ڪي گهٽيو ڏئي رهي آهي، جيڪي اها سچ ڳولڻ لاءِ ڪري ٿي. اسانکي ڪنهن بہ شيءِ ۾ پنهنجي مٿان عقيدو ڪڏهن بہ زوريءَ مڙهڻ نہ گهرجي. مان هتي پراڻي عهدنامي (توريت ۽ زبور) ۽ نئين عهدنامي (انجيل) جي موضوع کي بند ڪريان ٿو.

انهن کي جعلسازيون ثابت ڪرڻ لاءِ مون جيڪو ثبوت پيش ڪري ڇڏيو آهي، اهو انهن ڪتابن منجهان ئي اخذ ڪيل آهي ۽ بہ- ڌاري تلوار جيان ٻنهي پاسي وهي ٿو. جيڪڏهن ان ثبوت کان انڪار ڪيو وڃي ٿو تہ پوءِ ان سان گڏ انهن صحيفن (Scriptures) جي صداقت کان بہ انڪار ڪيو وڃي ٿو، ڇوتہ اهو صحيفي ثبوت آهي. ۽ جيڪڏهن ان ثبوت کي مڃيو وڃي ٿو تہ پوءِ انهن ڪتابن جي صداقت ڪوڙي ثابت ٿئي ٿي. توريت، زبور ۽ انجيل ۾ موجود متضاد ناممڪنيتون، انهن کي هڪ اهڙي ماڻهوءَ جي حالت ۾ آڻي بيهارن ٿيون، جيڪو ساڳي شيءِ جي حق ۾ بہ ۽ مخالفت ۾ بہ قسم کڻي ٿو. ڪنهن بہ طرف جي شاهدي هن کي توهينِ عدالت جو مرتڪب بڻائي ٿي ۽ هن جي عزت کي برابر نموني تباهہ ڪري ٿي.

هن ڪانپوءِ جيڪڏهن انجيل، توريت ۽ زبور اڃي پٽ تي ڪري پون ٿا تہ اهو مان نہ آهيان، جنهن جي ڪري اهو واقعو ٿي پوندو. مون ان کان وڌيڪ پيو ڪجهہ بہ نہ ڪيو آهي تہ معاملن جي منجهيل ڍير مان ثبوت ڳولي ٻاهر ڪيان، جيڪو ان ڍير سان گڏيو پيو آهي ۽ ان ثبوت کي روشنيءَ جي هڪ نقطي ۾ ترتيب ڏيان، جيئن اهو چٽو نظر اچي ۽ آسانيءَ سان سمجهي سگهجي. ۽ اهو ڪري ڇڏڻ ڪانپوءِ مان اهو پڙهندڙ تي ڇڏيان ٿو تہ هو پنهنجي لاءِ پاڻ فيصلو ڪري، جيئن مون پنهنجي لاءِ پاڻ فيصلو ڪري ڇڏيو آهي.

## تت

هن ڪتاب جي پهرئين حصي ۾ مون ٽن ڏوڪن- غيب، معجزي ۽ اڳڪٿيءَ جي باري ۾ ڳالهايو آهي ۽ جيئن مون ان حصي جي رد ۾ ڏنل پادرين جي جوابن ۾ ڪابہ اهڙي شيءِ نہ ڏٺي آهي، جيڪا ان تي ٿورڙو بہ اثر ڪري، جيڪو مون ان حصي ۾ انهن موضوعن تي چيو آهي؛ ان ڪري مان ڪتاب جي هن ٻئي حصي کي انهن واڌارن سان نہ ڳتيندس، جيڪي ضروري نہ آهن.

ڪتاب جي ساڳئي حصي ۾ مون 'وحي نازل ٿيڻ' يا الهام جي عمل

(Revelation) تي بہ ڳالهايو آهي ۽ ان فقري جي توريت، زبور ۽ انجيل جي ڪتابن مٿان بيهوده غلط اطلاق ڪي بہ ڏيکاريو آهي، ڇوتہ الهام جي عمل جو اتي سوال ئي نہ ٿو پيدا ٿئي، جتي ڪابہ اهڙي شيءِ پڌائي وڃي، جنهن ۾ انسان عامل (Actox) هجي يا شاهد. جيڪا شيءِ هڪ ماڻهوءَ ڪري ڇڏي هوندي آهي يا ڏسي ڇڏي هوندي آهي، ڪيس اهو ٻڌائڻ لاءِ تہ هن اها شيءِ ڪري ڇڏي آهي يا ڏسي ڇڏي آهي، ڪنهن بہ وحيءَ جي نزول يا الهام جي ضرورت نہ هوندي آهي، ڇوتہ اهو تہ هو اڳ ئي ڄاڻيندو آهي؛ نہ ئي هن ڪي اها ڳالهہ ٻڌائڻ يا لکڻ جي قابل بڻائڻ خاطر ڪنهن الهام جي ضرورت هوندي آهي. اهڙن معاملن ۾ فقري 'الهام' کي لاڳو ڪرڻ جهالت يا ٺڳي آهي؛ پوءِ بہ بهرحال توريت، زبور ۽ انجيل ان ڏوڪي واري وضاحت هيٺ اچن ٿا تہ اهي سڄي جو سڄا الهام آهن؛ تہ پوءِ الهام، جيستائين ان فقري کي خدا ۽ انسان جي وچ ۾ رشتو آهي، رڳو ڪنهن اهڙي شيءِ مٿان لاڳو ڪري سگهجي ٿو، جيڪا خدا پنهنجي مرضيءَ سان انسان کي ڏيکاري. پر پوءِ جيستوڻيڪ خدا جي اهڙي رابطي قائم ڪرڻ جي طاقت کي لازمي طور مڃجي بہ، ڇوتہ اهڙي طاقت لاءِ سڀ شيون ممڪن آهن، تہ بہ اهڙي طرح الهاميل شيءِ (جيڪڏهن ڪا اهڙي شيءِ ڪڏهن الهامي بہ وڻي هئي ۽ جنهن کي ثابت ڪرڻ ناممڪن آهي) رڳو ان شخص لاءِ الهام آهي، جنهن مٿان اها نازل ڪئي وئي هوندي آهي. سندس ان الهام جو ٻئي ماڻهوءَ سان احوال، الهام نہ آهي ۽ جيڪو بہ ماڻهو ان احوال ۾ ايمان رکي ٿو، حقيقت ۾ ان ماڻهوءَ ۾ ايمان رکي ٿو، جنهن وٽان اهو احوال هن تائين آيو. ۽ ٿي سگهي ٿو تہ اهو ماڻهو ڏوڪو ڪائي ويو هجي يا ان جو هن خواب ڏٺو هجي يا هو هڪ نوڳي هجي ۽ ڪوڙ ڳالهائيندو هجي. اهڙي ڪابہ ممڪن ڪسوٽي موجود ڪانهي، جنهن سان هو جيڪو ڪجهہ ٻڌائي ٿو، ان جو سچ پرکي سگهجي، ڇوتہ ان جي نيڪي بہ، ان جي الهام جو ثبوت نہ ٿي سگهندي آهي. اهڙين سمورين حالتن ۾ جواب هي ٿيندو، ”جڏهن اهو مون تي الهاميو ويندو، تڏهن مان انکي الهام ڪري مڃيندس، پر ان کان اڳ اهو الهام نہ آهي ۽ نہ ئي اهو منهنجي مٿان واجب ٿي سگهي ٿو تہ مان انکي ان کان اڳ الهام ڪري مڃان؛ نہ ئي اهو مناسب آهي تہ ان 'انسان جي ڪلام' کي 'خدا جو ڪلام' ڪري ليکيان ۽ انسان کي خدا جي جاءِ تي آڻي بيهاريان.“

هي آهي اهو انداز جنهن ۾ مون، هن ڪتاب جي پهرئين حصي ۾ الهام بطور جي متعلق ڳالهايو آهي، جيڪو جتي اها ڳالهہ باعزت نموني مڃي ٿو تہ الهام هڪ ممڪن شيءِ جي وجود رکي سگهي ٿو، ڇاڪاڻ جو جيئن اڳ ۾

چيبو ويو آهي تہ خدا جي آڏو سڀ شيون ممڪن آهن، اتي اهو هڪ ماڻهوءَ مٿان ٻئي ماڻهوءَ کي تاڙڻ کان روڪي ٿو ۽ ان مڪر ڪيل الهام جي ظالمانہ استعمال کان بچائي ٿو. جيتوڻيڪ مان پنهنجي باري ۾ ڳالهائيندي الهام جي امڪان کي مڃان ٿو پر ان ڳالهہ کي قطعاً نہ ٿو مڃان تہ خدا ڳالهہ ٻولهہ جي ڪنهن بہ انداز رستي، ڪنهن بہ ٻوليءَ ۾ يا ڪنهن بہ قسم جي ڏيکاريءَ يا نماءَ رستي يا ڪنهن بہ اهڙي ذريعي رستي، جنهن کي اسانجا حواس محسوس ڪري سگهڻ جي قابل هجن، ڪڏهن بہ ڪو انسان سان رابطو قائم ڪيو آهي، سواءِ تخليق جي ڪمن ۾ پنهنجو پاڻکي ڏيکارڻ جي عالمگير وسيلي رستي ۽ ان ڪري ئي اسان پنهنجي اندر خراب ڪمن کان نفرت ۽ سٺن ڪمن ڏانهن جهڪاءُ محسوس ڪندا آهيون.

بي انتها نفرت انگيز بربريتون، سڀ کان وڏيڪ دهشت ناڪ ظلم ۽ سڀ کان وڏيون مصيبتون، جن انساني نسل کي متاثر ڪيو آهي، انهن جو بڻ بڻياد الهام يا 'الهاميل مذهب' سڏي ويندڙ شيءِ ۾ ڏٺو ويو آهي. اهو الاهيت جي ڪردار خلاف سڀ کان وڏيڪ ذلت آميز عقيدو رهيو آهي، نيڪي ۽ انسان جي امن ۽ خوشيءَ لاءِ سڀ کان وڏيڪ تباهہ ڪن رهيو آهي، جنهن جي ايڏي پرچار ڪئي پئي وئي آهي، جڏهن کان انسان پنهنجي وجود جي شروعات ڪئي آهي. اسان هڪ اهڙي ٻهروپئي يا ظالم شخص جيئن موسيٰ، يشوع، سيميوئل ۽ انجيل جو رسول، کي اجازت ڏيون ها تہ پنهنجي وات ۾ خدا جو مڪر ڪيل ڪلام ڪٺي اچي ۽ اسان ۾ اچي داد حاصل ڪري، ان کان اهو تمام بهتر، بلڪ گهڻو بهتر آهي تہ اسان هڪ هزار شيطانن کي آزاديءَ سان گهمڻ ڦرڻ ۽ شيطانن جي نظرئي جي کلي عام تبليغ ڪرڻ، جيڪڏهن اهڙا ڪي شيطان هجن ها، جي اجازت ڏيون، جيڪڏهن اهو ممڪن هجي!

مردن، عورتن ۽ اُبهم ٻارڙن جي سڄين قومن جا اهي سمورا دهشت ناڪ قتلِ عام ڪٿان اپريا، جن سان توريت ۽ زبور ڀريا پيا آهن ۽ خوني انتقام ۽ مرڻ تائين اذيتون ۽ مذهبي جنگيون، جن ان وقت کانوئي هيل تائين يورپ کي رت ۽ مٽيءَ ۾ ٻوڙي ڇڏيو آهي؟ اهي ڪٿان اپريا آهن، اهي ان ناپاڪ شيءِ جنهن کي 'الهاميل مذهب' ڪوٺيو وڃي ٿو، مان ۽ ان خوفناڪ عقيدي مان اپريا آهن تہ خدا، انسان سان ڳالهايو آهي. توريت ۽ زبور جا ڪوڙ، انهن مان هڪ جو ڪارڻ رهيا آهن ۽ انجيل جا ڪوڙ، ٻئي جو!

ڪي عيسائي اهو شهند ڪن ٿا تہ عيسائيت تلوار جي زور تي قائم نہ ٿي هئي پر هو ڪهڙي دور جي ڳالهہ ڪن ٿا؟ اهو ناممڪن هو تہ ٻارهن ماڻهو تلوار

سان شروعات ڪري سگهن ها: انهن ڪي طاقت نہ هئي پر جيئن ئي عيسائيت جا استاد اينترا طاقتور ٿيڻ لڳا جو هو تلوار ڪي استعمال ڪري سگهن، هنن انکي استعمال ڪيو ۽ ٿُوٺي ۽ باھ جي بُندي پڻ! هڪ بيو پيغمبر بہ پنهنجي مذهب جو پرچار تلوار رستي اينترو جلدي نہ ڪري سگهيو. ان ساڳئي جزبي سان جنهن سان پطرس، وڏي پادريءَ جي نوڪر جو ڪَن ڪپي ڇڏيو (جيڪڏهن اهو واقعو سچو آهي)، هو هن جي سِسي ۽ هن جي مالڪ جي سِسي بہ ڪپي ڇڏي ها، جيڪڏهن هو ان جي قابل هجي ها. ان ڪان علاوه عيسائيت پنهنجي اصليت جو بنياد توريت ۽ زبور مٿان رکي ٿي ۽ توريت ۽ زبور مڪمل طور تي تلوار ذريعي قائم ڪيا ويا هئا ۽ سو بہ ان جي بدترين استعمال وسيلي، ڏيجارڻ لاءِ نہ پر نيست و نابود ڪرڻ لاءِ! يهودين ماٺهو ڦيرايا نہ پر ڪيس ذبح ڪري ڇڏيو. پراڻو عهدنامو (توريت ۽ زبور) انجيل جي باھ آهي ۽ بنهي ڪي 'خدا جو ڪلام' ڪوٺيو وڃي ٿو. عيسائي ٻئي ڪتاب پڙهندا آهن؛ پادري ٻنهي ڪتابن مان تبليغ ڪندا آهن ۽ جنهن شيءِ ڪي عيسائيت سڏيو وڃي ٿو، سا ٻنهي جي نهيل آهي. ان ڪري اهو چوڻ ڪوڙ آهي تہ عيسائيت تلوار ذريعي نہ ڦهلي. عيسائيت جو اهو واحد فرقو، جنهن قتل و غارتگري نہ ڪئي آهي، ڪئيڪرس آهن ۽ ان جو واحد سبب جيڪو ڏئي سگهجي ٿو، اهو اهو آهي تہ اهي عيسائين بجاءِ خدا پرست آهن. اهي حضرت عيسيٰ تي گهٽو ايمان نہ رکندا آهن ۽ صحيفن ڪي هڪ مثل لفظ سڏيندا آهن. ڪاش، جيڪڏهن هو انهن ڪي ڪنهن اجا بہ خراب لفظ سان سڏن ها تہ هو سچ ڪي وڌيڪ ويجهو هجن ها! اهو هر ماڻهوءَ مٿان واجب آهي، جيڪو خالق جي ڪردار جي عزت ڪري ٿو ۽ هٿراڏو مصيبتن جو بوجھ هلڪو ڪرڻ چاهي ٿو ۽ اهو سبب ختم ڪرڻ چاهي ٿو، جنهن انسانذات وچ ۾ انتقامن جو ٻج گهرائيءَ ۾ پوکي ڇڏيو آهي، تہ هو پاڻ مان الهاميل مذهب جا، بطور هڪ خطرناڪ ڪفر ۽ هڪ ناپاڪ ڌوکي جي، سمورا خيال ڪڍي باهر ڦٽا ڪري ڇڏي. اهو ڇا آهي، جيڪو اسان هن ڊونگ ڪيل شيءِ، جنهن ڪي الهاميل مذهب ڪوٺيو وڃي ٿو، مان سکيو آهي؟ ڪابہ اهڙي شيءِ نہ، جيڪا انسان لاءِ ڪارآمد هجي پر هر اها شيءِ جيڪا هن جي خالق لاءِ توهين آميز آهي. اهو ڇا آهي، جيڪو پراڻو عهدنامو (توريت ۽ زبور) اسانکي سيکاري ٿو: زناڪاري، ظلم ۽ قتل. اهو ڇا آهي، جيڪو انجيل اسانکي سيکاري ٿو؟ ان تي ايمان رکڻ تہ خدا، هڪ مڱيل ڇوڪريءَ سان زناڪاري ڪئي ۽ ان زناڪاريءَ مٿان ايمان ڪي 'عقيدو' ڪوٺيو وڃي ٿو.

جيستائين انهن ڪتابن ۾ بي ترتيبيءَ سان ۽ هلڪي انداز ۾ نيڪيءَ جا

ٽڪرا ٽڪرا ٽڙيل پکڙيل آهن، اهي ان ڊونگ ڪيل شيءِ- الهاميل مذهب، جو ڪوبہ حصو نہ ٿا جوڙين. اهي ضمير جا فطري اصول آهن ۽ ٻنڌڻ آهن، جن سان معاشرو پاڻ ۾ ڳنڍيو پيو آهي ۽ جن کانسواءِ اهو جيڪر وجود نہ رکي سگهي ۽ سمورن مذهبن ۽ سمورن معاشرن ۾ اهي لڳ ڀڳ ساڳيا آهن. انجيل ان موضوع تي ڪابہ نئين شيءِ نہ ٿو سيکاري ۽ جتي اهو حد کان متي هليو وڃي ٿو، اتي اهو گهٽيا ۽ مضحڪہ خيز بڻجي وڃي ٿو. ڏکن جي بدلي نہ وٺڻ جو نظريو، ڪتاب مثل ۾، انجيل کان وڌيڪ بهتر نموني ظاهر ڪيل آهي، جيڪو غير اهلِ ڪتاب (Gentiles) ماڻهن جو بہ اوترو ئي مجموعو هو، جيترو يهودين جو: اتي اهو چيو ويو آهي (ڪتاب مثل، باب ٢٥، بيت ٢١): ”جيڪڏهن تنهنجو دشمن بکيو آهي، تہ هن کي کائڻ لاءِ ماني ڏي ۽ جيڪڏهن هو اُڃيو آهي تہ هن کي پيئڻ لاءِ پاڻي ڏي.“ *

پر جڏهن اهو چيو وڃي ٿو، جيئن انجيل ۾ آهي، ”جيڪڏهن ڪو ماڻهو توکي ساڄي ڳل تي چماٽ هڻي تہ تون هن کي پنهنجو کابو ڳل بہ ڏي.“ تہ اهو درگذر ڪرڻ جي شان کي قتل ڪري رهيو آهي ۽ انسان کي خوشامديءَ ۾ ٻوڙي رهيو آهي. دشمنن سان پيار ڪرڻ جُڙتو نيڪيءَ جو هڪ ٻيو اصول آهي ۽ ان کان علاوه ڪيس ڪا معنيٰ بہ نہ آهي. بحيثيت هڪ نيڪ انسان جي، هڪ ماڻهوءَ مٿان اهو واجب آهي تہ هو پنهنجي ڪنهن زخم جو بدلو نہ وٺي ۽ اهو سياسي معنيٰ ۾ بہ ايترو ئي ڀلو ڪم آهي، ڇوتہ انتقام کي ڪابہ پڄاڻي نہ هوندي آهي. هر ماڻهو ٻئي کان ادلي جو بدلو وٺي ٿو ۽ انکي هو انصاف ڪوٺي ٿو پر زخم جي پيٽ ۾ اوترو پيار ڪرڻ، جيڪڏهن اهو ڪري سگهجي، هڪ ڏوهہ جي لاءِ انعام پيش ڪرڻ ٿيندو. ان کان علاوه، لفظ 'دشمن' هڪ نيڪ قول ۾ استعمال ڪرڻ لاءِ تمام غير واضح ۽ عام آهي، جيڪو هوندئن هميشہ چٽو ۽ واضح هجڻ

---

* متي ڪتاب ۾ ڏنل يسوع مسيح جي پهاڙ تي ڏنل خطبي مطابق، جتي ٻين سنين شين سان گڏ هن بناوتي نيڪيءَ جو ڳچل حصو متعارف ڪرايو ويو آهي، اتي اهو بلڪل صاف نموني چيو ويو آهي تہ صبر يا زخمن جي بدلي نہ وٺڻ وارو متو، يهودين جي متي جو ڪوبہ حصو نہ هو ۽ جيئن تہ هي متو پهاڪن جي ڪتاب ۾ لڌو ويو آهي، ان ڪري، ان بيان مطابق، انکي ضرور غير اهلِ ڪتاب ماڻهن (Gentiles) کان نقل ڪيو ويو هوندو، جن کان يسوع مسيح ان کي سکيو. انهن ماڻهن، جن کي يهودي ۽ عيسائي بت پرستن گاريون ڏيندي 'هيٿن' سڏيو آهي، کي انصاف ۽ نيڪيءَ جا وڌيڪ بهتر ۽ وڌيڪ چٽا تصور هئا، بنسبت پراڻي عهدنامي ۾، جيستائين اهو يهودي آهي، يا نئين عهدنامي ۾ ليڄنڊڙ تصورن جي. هن سوال تي تہ ”وڏ ۾ وڏ مڪمل عوامي حڪومت ڪهڙي آهي؟“ سولون جي جواب کان اڄ ڏينهن تائين ڪوبہ ماڻهو گوءِ نہ کٽي سگهيو آهي، ان ۾ سياسي اخلاقيات جو هڪ اصول پنهان آهي. هو چوي ٿو، ”اهڙي حڪومت جتي خصيص کان خصيص فرد کي پهتل معمولي کان معمولي زخم کي بہ سڄي آئين جي توهين تصور ڪيو وڃي.“ سولون حضرت عيسيٰ کان ٥٠٠ سال اڳ جيئرو هو.

گهربو آهي، جيئن هڪ پهاڪو. جيڪڏهن هڪ ماڻهو، ڪنهن ٻئي ماڻهوءَ جو دشمن غلطيءَ ۽ تعصب وچان هوندو آهي، جيئن مذهبي خيالن جي صورت ۾ ۽ ڪڏهن سياست ۾ هوندو آهي ته اهو ماڻهو ان ماڻهوءَ کان مختلف هوندو آهي، جيڪو هڪ ڏوهي ارادي سان دل سان دشمن هوندو آهي. پر اهو اسان مٿان واجب آهي ۽ اهو اسانجي پنهنجي راحت به وڌائي ٿو ته اسان هڪ شيءِ مٿان اوترو گهڻو بار رکون جيترو اها برداشت ڪري سگهي. پر ايسنٽائين جو هن ۾ هي غلط محرڪ به ٻئي پاسي محبت لاءِ ڪوبه محرڪ نه ٿو ناهي ۽ ائين چوڻ ته اسان رضاڪارانه طور ۽ ڪنهن به محرڪ ڪانسواءِ محبت ڪري سگهون ٿا، اخلاقي ۽ طبعي طور ناممڪن آهي. اهڙيون ذميواريون سونپي، نيڪيءَ کي زخمي ڪيو وڃي ٿو، جيڪي پهرين ڳالهه ته ڪري نيائڻ ناممڪن آهن ۽ جيڪڏهن اهي ڪري به سگهجن ته به اهي پاپ کي پئدا ڪندڙ هونديون يا جيئن پهريان چيو ويو آهي، ڏوهه لاءِ انعام هونديون.

"پاڻ به اهو ڪيو، جيڪو توهان مٿان ڪيو ويندو." هن قول ۾ دشمنن سان پيار ڪرڻ وارو اهو عجيب متو شامل نه آهي، چوته ڪوبه ماڻهو اها توقع نه ٿو ڪري سگهي ته سندس ڏوهه يا دشمنيءَ لاءِ ساڻس پيار ڪيو ويندو.

اهي ماڻهو جيڪي دشمنن سان پيار ڪرڻ جي متي جو پرچار ڪن ٿا، عام طور تي عظيم انتقامي ماڻهو ٿين ٿا ۽ اهي ائين ظلم ڪندي، مسلسل عمل ڪندا رهن ٿا؛ ڇاڪاڻ ته اهو متو منافقاڻو آهي ۽ اها ڳالهه فطري آهي ته منافقت ضرور ان جي ابتڙ عمل ڪري جنهن جي هوندن اها تبليغ ڪندي آهي. جيسنٽائين منهنجو پنهنجو واسطو آهي، مان ان متي کان لاتعلقي ڏيکاريان ٿو ۽ ان کي 'مڪريلي' يا 'افسانوي نيڪي' تصور ڪريان ٿو: پوءِ به اهڙو ڪوبه ماڻهو وجود نه ٿو رکي، جيڪو ائين چئي سگهي ته مون هن کان يا ڪنهن به ماڻهوءَ کان يا ماڻهن جي ڪنهن به مجموعي کان، آمريڪي انقلاب ۾ يا انقلابِ فرانس ۾ انتقام نه ورتو آهي يا ڪنهن به حالت ۾ مون پاپ جي بدلي ۾ پاپ نه موٽايو آهي. پر اهو انسان مٿان واجب نه آهي ته هڪ خراب ڪم جو انعام سٺي ڪم سان ڏئي يا پاپ جي بدلي ۾ نيڪي واپس ڪري ۽ جتي ڪٿي به ائين ڪيو وڃي ٿو، اهو هڪ رضاڪاراڻي عمل طور ٿئي ٿو ۽ نه ڪه هڪ فرض طور. اهو فرض ڪرڻ به بيهوده آهي ته اهڙو نظريو هڪ الهاميل مذهب جو ڪوبه حصو ٿاهي سگهي ٿو. اسان خالق جي نيڪ ڪردار جو نقل، هڪٻئي کي درگذر ڪري ڇڏڻ ذريعي ڪريون ٿا چوته هو سڀني کي درگذر ڪري ڇڏي ٿو پر هن نظرئي جو مطلب اهو نڪرندو ته خدا، انسان سان محبت، ان نسبت سان نه ٿو ڪري، جيترو هو نيڪ آهي پر ان نسبت سان ٿو ڪري، جيترو هو برو آهي.

جيڪڏهن اسان پنهنجي حالت جي ڪيفيت کي هتي ڌيان ۾ آڻيون ته پوءِ اسانکي اهو ضرور ڏسڻ ۾ ايندو ته الهاميل مذهب نالي ڪنهن به شيءِ جي ڪا گنجائش نه آهي. اهو ڇا آهي جيڪو اسان ڄاڻڻ چاهيون ٿا؟ ڇا اها تخليق-

ڪائنات، جيڪا اسان ڏسون ٿا، اسانکي هڪ الاهي طاقت جي وجود جي تبليغ نہ ٿي ڪري، جيڪا هن سڄي مانڊاڻ تي حڪمراني ڪري ٿي ۽ ان کي باضابطہ نموني هلائي ٿي؟ ۽ ڇا هيءَ تخليق جيڪو ثبوت اسانجي حواسن آڏو پيش ڪري ٿي، اهو ڪنهن بہ اهڙي شيءِ کان، جيڪا اسان هڪ ڪتاب ۾ پڙهي سگهون ٿا، جنهن کي ڪوبہ هڪ ڏوڪي باز پاڻ ناهي سگهي ٿو ۽ ان کي 'خدا جو ڪلام' سڏي سگهي ٿو، بي انتها طاقتور نہ آهي؟

جيستائين نيڪيءَ جو تعلق آهي، تہ ان جي ڄاڻ هر انسان جي ضمير ۾ وجود رکندي آهي. هتي اسان آهيون، جتي هڪ الاهي طاقت جو وجود اسانکي نيڪ ناڪ نموني ڏيکاريل آهي، جيتوڻيڪ اسان ان جي وجود جي اصليت ۽ انداز کي سمجهي نہ ٿا سگهون، ڇوتہ انکي سمجهڻ ناممڪن آهي. اسان اهو نہ ٿا سمجهي سگهون تہ خود اسان پاڻ دنيا ۾ ڪيئن آيا آهيون پر پوءِ بہ بهرحال اسان اهو هڪ حقيقت طور ڄاڻون ٿا تہ اسان هن دنيا ۾ موجود آهيون. اسانکي اهو بہ ضرور ڄاڻڻ گهرجي تہ اها طاقت جنهن اسانکي وجود ۾ آندو آهي، جيڪڏهن اها چاهي ۽ جڏهن اها چاهي اسانکي ان انداز جو، جنهن ۾ اسان هتي زندگي گذاري ڇڏي هوندي آهي، پڇاڻو ڪرڻ لاءِ اسانکي گهرائي سگهي ٿي. تنهنڪري ان ڳالهہ مٿان ايمان رکڻ لاءِ ٻيو ڪوبہ محرڪ ڳولڻ ڪانسواءِ ائين مڃڻ عقلي آهي تہ هو ائين ڪندو ڇوتہ اسانکي اڳواٽ ئي ان جو علم آهي تہ هو ائين ڪري سگهي ٿو. ان شيءِ جو امڪان ئي سيکجهہ آهي، جنهن کي اسانکي ڄاڻڻ گهرجي ڇاڪاڻ تہ جيڪڏهن اسان انکي هڪ حقيقت طور ڄاڻو تہ اسان خوف جا محض غلام ٿي ويندا سين، اسانجي ايمان جو ڪوبہ ملهہ نہ هوندو ۽ اسانجن بهترين عملن کي بہ ڪو مانُ نہ ملندو. تہ پوءِ خدا پرستي اسانکي ڪنهن بہ ڏوڪي کائڻ جي امڪان ڪانسواءِ اهو سيکجهہ سيکاري ٿي. جيڪو ضروري آهي يا جيڪو ڄاڻڻ لاءِ مناسب آهي. تخليق هڪ خدا پرست جو 'انجيل' آهي، هو ان ۾ پنهنجي وجود جي يقينيت کي خود خالق جي هٿ- لکت ۾ پڙهي ٿو ؛ ٻيا سمورا توريت، زبور ۽ انجيل هن جي آڏو جعلسازيون آهن. اهو امڪان تہ اسان هن زندگيءَ کانپوءِ بہ پڇاڻي لاءِ گهرايا وڃي سگهون ٿا، هڪ سوچيندڙ ذهن آڏو ايمان جو تاثير رکي ٿو ڇوتہ اهو اسانجو ايمان يا غير ايمان نہ آهي، جيڪو حقيقت کي ناهي يا ڊاهي سگهي ٿو. جيئن تہ هيءَ ئي اها صورتحال آهي، جنهن ۾ اسان مبتلا آهيون ۽ بطور آزاد انسانن جي اهو مناسب آهي تہ اسان ان صورتحال ۾ هجون: اهو ڪو نلهو بيوقوف ماڻهو هوندو، نہ ڪ هڪ فلاسافر يا هڪ دوُرانديش ماڻهو، جيڪو ائين زندگي گذاريندو ڄڻ تہ خدا آهي ئي ڪونہ.

پر خدا تي ايمان کي، ان کي عيسائي عقيدي جي عجيب داستان سان ۽ توريت ۽ زبور ۾ ڏسيل ڇڙواڳ مهم جوئين سان ۽ انجيل جي انذاري ۽ فحاش بڪواس سان گڏائي سڏائي ايترو تہ ڪمزور ڪيو ويو آهي جو انسان جو ذهن

ائين وانڱو تي وجي ٿو جڻ هو ڪنهن ڏنڌ ۾ ڦاسي پيو هجي. انهن سمورين شين کي هڪ منجهيل جهڳٽي جي صورت ۾ ڏسندي، هو حقيقت کي افساني سان گڏمڏ ڪري ڇڏي ٿو ۽ جيئن ته هو انهن سپني شين مٿان ايمان نه ٿو رکي سگهي، ان ڪري هو پنهنجي اندر انهن سپني کي ٽڏي ڇڏڻ جو لاڙو محسوس ڪري ٿو. پر هڪ خدا تي ايمان، ٻين سمورين شين مٿان ايمان کان بلڪل الڳ ٿئي ٿو ۽ ان کي ڪنهن به شيءِ سان منجهائي ڇڏڻ نه گهرجي. ٽن- خدائن جي نظرئي، هڪ خدا جي عقيدي کي ڪمزور ڪري ڇڏيو آهي. عقيدي جي گهٽائي، عقيدي جي تقسيم جو ڪم ڪري ٿي ۽ ان نسبت سان انکي ڪمزور ڪري ٿي، جيئن ڪنهن به شيءِ کي جيترو ورهائبو آهي ته اها اوترو ڪمزور ٿي ويندي آهي. مذهب اهڙن وسيلن سان حقيقت واري هڪ شيءِ ٿيڻ بدران هڪ ڏيکاءَ واري شيءِ بڻجي وجي ٿو: اهو هڪ اصول بدران، هڪ خيال واري شيءِ ٿي وجي ٿو. عقيدي نالي هڪ تصوراتي شيءِ لاءِ جڳهه پيدا ڪرڻ خاطر نيڪيءَ مٿان پابندي لڳائي وجي ٿي ۽ ان عقيدي کي پنهنجو بڻ بنياد هڪ فرض ڪيل زناڪاريءَ ۾ آهي. خدا جي بدران هڪ انسان جي تبليغ ڪئي وجي ٿي. ڦاسي، شڪرگذاريءَ جي هڪ شيءِ ٿي وجي ٿي. تبليغي پنهنجو پاڻکي قاتلن جي هڪ لشڪر جيان، رت ٿڦن ٿا ۽ اها رت هنن کي جيڪا جوت بخشي ٿي، ان جي تعريف ڪرڻ جو ڍونگ ڪن ٿا: هو ڦاسيءَ جي فائدن تي هڪ رينگٽي خطبي جي تبليغ ڪن ٿا. ڦاسيءَ تي لٽڪڻ ڪري هو يسوع مسيح جي تعريف ڪن ٿا ۽ ائين ڪرڻ لاءِ هو يهودين مٿان لعنت ڪن ٿا. هڪ ماڻهو هنن جي سموري بڪواس ائين گڏمڏ ٿيل ۽ گڏ تبليغ ٿيل ٻڌندي، تخليق جي خدا کي عيسائين جي تصور ڪيل خدا سان منجهائي ڇڏي ٿو ۽ ائين زندگي گذاري ٿو، جڻ ڪو خدا نه هجي.

مذهب جي سمورن سرشتن مان جيڪي هيل تائين ايجاد ڪيا ويا آهن، عيسائيت کان وڌيڪ ٻيو ڪوبه مذهبي سرشتو خدا لاءِ ايڏو بي عزتي ڪندڙ، انسان لاءِ ايترو ننقصانڪار، عقل لاءِ ايڏو نفرت ڪندڙ ۽ خود پنهنجو پاڻ ۾ ايڏو متضاد نه آهي. اهو عقيدي لاءِ ايترو بيهوده، سمجهاڻ کان قاصر ۽ عمل ڪرڻ لاءِ ايترو ته متضاد آهي جو اهو دل کي زخمي ڪري ڇڏي ٿو يا رڳو دهريا ۽ مذهبي جنوني پيدا ڪري ٿو. بطور طاقت جي هڪ مشين جي، اهو ظلم ۽ بربريت جي مقصد جو پورائو ڪري ٿو ۽ بطور دولت جي هڪ ذريعي جي، پادرين جي لالچ جي مقصد جو پورائو ڪري ٿو پر جيستائين عمومي طور انسان جي ڀلائيءَ جو تعلق آهي، اهو نه هن دنيا ۾ ڪا رهنمائي ڪري ٿو ۽ نه هن دنيا کانپوءِ. اهو واحد مذهب، جنهن کي ايجاد نه ڪيو ويو آهي ۽ جنهن ۾ الاهي اصليت جي هر شاهدي موجود آهي، اهو نج ۽ سادو خدا پرستيءَ وارو مذهب آهي. اهو لازمي طور پهريون ۽ گهڻي قدر آخري مذهب هوندو، جنهن کي انسان مڃيندو. پر نج ۽ سادي خدا پرستي ظالم حڪومتن جي مقصدن جو پورائو نه

ٿي ڪري. اهي مذهب کي بطور هڪ مشين جي، نہ ٿا سانديي سگهن، سواءِ ان کي انساني ايجادن سان ملائي ڇڏڻ ذريعي ۽ پنهنجي اختيار کي ان جو حصو بڻائي ڇڏڻ ذريعي ۽ نہ ئي مذهب، پادرين جي حرص جو ڪو جواب فراهم ڪري ٿو، سواءِ خود هنن کي ۽ هنن جي ڪمن کي ان ۾ ضم ڪري ڇڏڻ جي ۽ سواءِ ڪنهن بہ حڪومت جيان ان سرشتي ۾ هڪ ذر بڻجڻ جي. هيءَ ئي اها شيءِ آهي، جيڪا چرچ ۽ رياست جي وچ ۾ هڪ پراسرار رشتو جوڙي ٿي، جنهن ۾ چرچ رحمدل آهي ۽ رياست سفاڪ آهي. ڪاش، هڪ انسان هڪ خدا تي ايمان مان اٿين ڀرپور نموني سان ۽ ايتري مضبوطيءَ سان متاثر ٿيل هجي، جيئن هن کي هوندن هئڻ گهربو آهي تہ پوءِ هن جي نيڪ زندگي ان ايمان جي طاقت سان منظم ٿيل هوندي ۽ هو خدا ۽ خود پنهنجي حشمت سان بيهي سگهندو ۽ اهڙي ڪابہ شيءِ نہ ڪندو جيڪا بنهي مان ڪنهن ڪان بہ لڪائي نہ سگهجي. هن ايمان کي طاقت جو ڀرپور موقعو ڏين لاءِ اهو ضروري آهي تہ اهو اڪيلي سر عمل ڪري. هيءَ آهي خدا پرستي!

پر جڏهن عيسائي ٽخدائي منصوبي مطابق، خدا جي هڪ حصي جي نمائندگي هڪ مرندڙ انسان طرفان ڪئي وڃي ٿي ۽ ٻئي حصي جي نمائندگي جنهن کي 'پاڪ روح' (Holy Ghost) ڪوٺيو وڃي ٿو، هڪ 'اڏامندڙ ڪبوتر' ذريعي ڪئي وڃي ٿي، تہ پوءِ اهو ناممڪن آهي تہ ايمان اهڙين ڇڙواڳ خود پسندين سان پاڪي جوڙي سگهي.*

اها عيسائي چرچ ۽ مذهب جي ٻين سمورن ايجاد ڪيل سرشتن جي منصوبہ بندي پٺي رهندي آئي آهي تہ هو انسان کي پنهنجي خالق ڪان جهالت ۾ رکن جيئن حڪومت، انسان کي سندس حقن ڪان جهالت ۾ رکندي آهي. مذهب جا سرشتا ايترا ئي ڪوڙا آهن، جيترا حڪومت جا ۽ اهي هڪبئي جي پٺڀرائيءَ ۾ توربل تڪيل آهن.

مذهبيت جو اپياس جيئن اهو عيسائي چرچن ۾ بيٺل آهي، ڪنهن بہ شيءِ جو اپياس ناهي: اهو ڪنهن بہ شيءِ تي بيٺل ناهي، اهو ڪن بہ اصولن تي بيٺل ناهي: اهو ڪن بہ اختيارين ذريعي اڳتي نہ ٿو وڌي، ان کي ڪابہ معلومات ناهي، اهو ڪابہ شيءِ نہ ٿو ڏيکاري سگهي ۽ ڪنهن بہ نتيجي تي نہ ٿو پهچي. ڪابہ شيءِ بطور هڪ سائنس جي، اپياسجي نٿي سگهجي، جيستائين اسانکي اهي اصول هٿ نہ ٿا اچن، جن جي مٿان اها بيٺل هوندي آهي ۽ جيئن تہ هيءَ صورتحال عيسائي مذهبيت سان لاڳو ٿيل ناهي، ان ڪري اها ڪنهن بہ شيءِ جو

---

* متي جو ڪتاب ٻڌائي ٿو (باب ٽيون، بيت ١٦) تہ پاڪ روح هڪ ڪبوتر جي شڪل ۾ هيٺ لٿو. اهو هڪ هنس لاءِ پڻ چئي پئي سگهيو- ڇوتہ مخلوقات مساوي طور تي ٻي ضرر هونديون آهن ۽ هڪ اوترو ئي گهٽو بڪواسي ڪوڙ آهي، جيترو ٻيو آهي. رسولن جا ڪم (باب ٢، بيت ٢ ۽ ٣) ۾ چيل آهي تہ اهو (پاڪ روح) هڪ سخت طوفان ۾ ڇيرٻل ڇپن جي صورت ۾ لٿو: شايد اهي ڇيرٻل پير هئا. اهڙو بيهودو مواد رڳو ڏائڻين ۽ جادوگرن جي ڪهاڻين لاءِ ئي موزون آهي.

اِيياس ناهي.

تہ پوءِ بجاءِ مذهبيت جو ايياس ان نموني ڪرڻ جي، جيئن اهو هائي توريت، زبور ۽ انجيل منجهان ڪيو ٿو وڃي، جن ڪتابن جون معنائون هميشه متضاد پئي رهيون آهن ۽ سندن صداقت ثابت ٿيل نہ آهي، اهو ضروري آهي تہ اسان تخليق جي انجيل ڏانهن رجوع ڪريون. اتي اسان جيڪي اصول دريافت ڪريون ٿا، اهي امر آهن ۽ الاهي اصليت جا آهن؛ اهي دنيا ۾ وجود رکندڙ سموري سائنس جو بنياد آهن ۽ لازماً مذهبيت جو بنياد هوندا. اسان خدا کي، رڳو هن جي ڪرشمن منجهان ئي جاچي سگهون ٿا. اسان هن جي ڪنهن بہ هڪ صفت جو شعور حاصل نہ ٿا ڪري سگهون، سواءِ ڪنهن اصول جي پوئواري ڪرڻ جي، جيڪو ان تائين اسانکي وني وبندو آهي. اسانوٽ هن جي طاقت جو رڳو هڪ منجهيل تصور هوندو، جيڪڏهن اسانوٽ هن جي لامنتهائيت جي ڪجهہ حصي کي سمجهڻ جو ڪو ذريعو نہ هوندو. اسانکي هن جي ڏاهپ جو ڪوبہ تصور نہ ٿو ٿي سگهي سواءِ اهو نظم ۽ انداز چاٽي ونڻ جي، جنهن ذريعي هو عمل ڪري ٿو. رڳو سائنس جا اصول ئي ان جاڻ تائين رسائن ٿا. چاڪاڻ تہ انسان جو خالق ئي سائنس جو خالق آهي ۽ اهو ان وسيلي جي معرفت ئي آهي جو انسان خدا کي جڻ تہ منهان منهن ڏسي سگهي ٿو.

ڪاش، جيڪڏهن انسان کي ان صورتحال ۾ آڻي بيهارجي ۽ کيس نظر جي اها سگهہ عطا ڪري ڇڏجي جو هڪ ئي ڏيک ۾ ڏسي سگهي ۽ پنهنجو پاڻ سمجهي سگهي، ڪائنات جي بناوت، ڪيترن سيارن جي حرڪت، سندن مختلف روپن جو سبب، ڪڏهن نہ پلجندڙ نظم، جنهن ۾ اهي سڀ ڪان پرانهين پيچڙ تاري تائين گردش ڪن ٿا، سندن لاڳاپا ۽ هڪٻئي مٿان داروملدار ۽ خالق طرفان پئدا ڪيل قانونن جو سرشتو جيڪو هن سڄي ماندڻ مٿان حڪمراني ڪري ٿو ۽ انکي ضابطي ۾ هلائي ٿو، پوءِ ئي هو سمجهي سگهندو تہ ڪنهن بہ چرچ جي مذهبيت، جيڪو ڪجهہ هن کي سيکاري سگهي ٿي، ان ڪان تمام گهٽو وڏيک خالق جي طاقت، ڏاهپ، ڀلائہ ۽ ڪشاده دلي هن کي سيکاري ٿي. پوءِ ئي هو اهو ڏسندو تہ انسان وٽ سائنس جي جيڪا بہ جاڻ موجود آهي ۽ اهي سمورا مشيني فن، جن سان هو پنهنجي حالت کي هتي آرامده بڻائي ٿو، ان واحد وسيلي مان ورتل آهن؛ هن جو ذهن اهڙي ڏيک ڪان سرفراز ٿي ۽ حقيقت ڪان مطمئن ٿي، هن جي شڪرگذاريءَ ۾ اجا وڏيک وڌندو، جيئن اهو جاڻ ۾ وڌي ويندو. هن جو مذهب يا هن جي عبادت، هن جي بحيثيت هڪ انسان جي بهتريءَ سان گڏجي ويندو. هو ڪائي بہ نوڪري ڪري، جنهنکي تخليق جي اصولن سان لاڳاپو هجي، جيئن زراعت جي هر شيءِ، سائنس جي هر شيءِ ۽ مشيني فن جي هر شيءِ کي آهي، هن کي خدا جي باري ۾ وڌيک سيکاريندي ۽ ان احساس جي باري ۾ وڌيک سيکاريندي جيڪو هن جو انسان مٿان آهي. بنسبت ڪنهن بہ مذهبي عيسائي خطبي جي، جيڪو هو هاڻي ٻڌي ٿو. عظيم شيون، عظيم

سوچن کي اُتساهيندڙيون آهن، عظيم فياضي، عظيم شڪرئي کي اپاريندي آهي پر توريت، زبور ۽ انجيل جون پاڻ کي پاڻ ذليل ڪرڻ واريون آڪاٽيون ۽ نظريا رڳو نفرت کي اُپارڻ لاءِ ئي موزون آهن.

جيتوڻيڪ انسان گهڻ ۾ گهڻ هن زندگيءَ ۾ ان حاصل ڏيک تائين نہ ٿو پهچي سگهي، جيڪو مون بيان ڪيو آهي، پر هو ان جو عملي مظاهرو ڪري سگهي ٿو ڇاڪاڻ تہ هن کي انهن اصولن جي ڄاڻ حاصل ٿيل آهي، جن مٿان هيءَ ڪائنات جڙيل آهي. اسانکي خبر آهي تہ عظيم ڪان عظيم ڪم بہ هڪ ماڊل ذريعي ظاهر ڪري سگهجن ٿا ۽ ساڳي طرح ڪائنات بہ ساڳئي ذريعي معرفت ظاهر ڪري سگهجي ٿي.

اهي ساڳيا اصول جن ذريعي اسان زمين جو هڪ ايڪڙ يا هڪ انچ ماپيندا آهيون، لکين ايڪڙ ايراضي ماپي ويندا. هڪ انچ قطر واري دائري کي بہ ساڳيون جاميٽريءَ واريون خاصيتون هونديون آهن جيڪي هڪ اهڙي دائري کي هونديون آهن، جيڪو هن سڄي ڪائنات کي گهيري ۾ آڻي ٿو. هڪ ٽڪنڊي جون ساڳيون خاصيتون جيڪي ڪاغذ جي مٿان هڪ بحري جهاز جي سفر جو رستو ڏيکاريندڙيون آهن، سمنڊ ۾ بہ اهوئي ڏيکاريندڙيون ۽ انهن کي جڏهن آسماني جسمن مٿان لاڳو ڪيو ويندو آهي تہ اهي هڪ گرهڻ جو هڪ منٽ تائين جو وقت بہ معلوم ڪري ڏيندڙيون آهن، جيتوڻيڪ اهي آسماني جسم اسانکان لکين ڪروڙين ميل پري واقع هوندا آهن. هيءَ ڄاڻ، الاهي اصليت واري ڄاڻ آهي؛ اهو تخليق جي انجيل مان ئي آهي جو انسان اها ڄاڻ سگهي آهي، نہ ڪہ چرچ جي بيوقوف انجيل مان، جيڪو انسان کي ڪجهہ بہ نہ ٿو سيکاري.*

---

* بائيبل ناهيندڙن، ڪتابِ پيدائش جي پهرئين باب ۾ اسانکي تخليق جو احوال ڏيڻ جي حامي پري آهي ۽ اٿين ڪندي، هنن پنهنجي جهالت ڪانسواءِ ٻيو ڪجهہ بہ نہ ڏيکاريو آهي. اتي هو ڏيکارن ٿا تہ ڪنهن بہ سج ڪان اڳ ٽي ڏينهن ۽ ٽي راتيون، شامون ۽ صبحون ٿيون، جڏهن تہ اها سج جي موجودگي يا غير موجودگي ئي هوندي آهي، جيڪا ڏينهن ۽ رات جو سبب هوندي آهي ۽ سندس ايرڻ ۽ لهڻ ئي صبح ۽ شام جو سبب هوندا آهن. ان ڪان علاوه خدا کي هيئن چوڻ لاءِ فرض ڪرڻ تہ "روشني ٿيڻ ڪپي!"، هڪ ٻاراڻو ۽ قابلِ رحم خيال آهي. اهو ڳالهائڻ جو هڪ آمرانہ انداز آهي، جيڪو هڪ مداري استعمال ڪندو آهي.. جڏهن هو پنهنجن ڪوپن ۽ بالن کي چوندو آهي، ٻچوا گم ٿي وڃوا لانگينس هن فقري کي "عمدو" ڪوٺي ٿو ۽ ساڳئي اصول تحت هڪ مداري بہ عمدو آهي، چوتہ ڳالهائڻ جو انداز اظهاراً ۽ گرامري حساب سان ساڳيو آهي. جڏهن ليکڪ ۽ نقاد عمدي جي باري ۾ ڳالهائن ٿا، تڏهن اهي اهو نہ ٿا ڏسن تہ اهو مضحڪہ خيز جي ڪيترو نہ ويجهو هجي ٿو. نقادن جو عمدو، ايڊمنڊ برڪ جي، "عمدي ۽ خوبصورت" جي ڪنهن حصي جيان، هوا جي هڪ چڪيءَ جيان آهي، جيڪا ڪوهيڙي ۾ مس نظر اچي ٿي، جنهنکي تصور هڪ اڏامندڙ جبل يا هڪ عظيم ملائڪ يا جهنگلي هنسن جي هڪ ڌڻ ۾ بگاڙي سگهي ٿو.

انسان کي سائنس ۽ مشنريءَ جي جيڪا بہ ڄاڻ آهي، جنهن جي مدد سان هن جو ذرتيءَ مٿان وجود آرامده بڻجي چڪو آهي ۽ جنهن ڪانسواءِ اسان صورت ۽ حالت ۾ هڪ عام جانور کان مشڪل سان الڳ سڃاڻجي سگهون ٿا. اها ڪائنات جي هن عظيم مشين ۽ بناوت مان ئي ملي ٿي. هن دنيا جي اوائلي دورن ۾ اسانجي ابن ڏاڏن جي آسماني جسمن جي حرڪتن ۽ گردشن مٿان مستقل ۽ اڻٿڪ مشاهدن ئي ان ڄاڻ کي هن ذرتيءَ مٿان آندو آهي. اهي موسيٰ ۽ نبي ۽ نہ ئي عيسيٰ ۽ هن جا رسول هئا، جن اهو ڪري ڏيکاريو آهي. خدا، تخليق جو عظيم ڪاريگر آهي، سڀ کان پهريون فلاسافر ۽ سموري سائنس جو اصلي استاد! اسانکي پنهنجي مالڪ جي عزت ڪرڻ سکڻ کپي ۽ پنهنجن ابن ڏاڏن جا پورهيا نہ وسارڻ گهرجن.

ڪاش! جيڪڏهن اڄ اسانوٽ مشينريءَ جي ڪابہ ڄاڻ موجود نہ هجي ها ۽ ڪاش، جيڪڏهن اهو ممڪن هجي ها تہ انسان کي هن ڪائنات جي بناوت ۽ مشينريءَ جو هڪ ڏيک يا نظارو ملي سگهي ها، جيئن مون اهو اڳ ئي بيان ڪري ڇڏيو آهي، تہ پوءِ هو جلد ئي مشيني ڪمن مان گهٽ ۾ گهٽ ڪجهہ ڪمن کي جوڙڻ جو تصور پنهنجي دماغ ۾ پيدا ڪري ڇڏي ها ۽ اهڙي طرح پيدا ڪيل تصور عمل ۾ ڏاڪي بہ ڏاڪي اڳتي ترقي ڪندو وڃي ها. يا ڪائنات جو هڪ ماڊل جيئن سيارن جو نقشو (Orrery) هوندو آهي، انسان جي آڏو پيش ڪري سگهجي ها ۽ ان کي حرڪت ۾ آندو وڃي ها تہ بہ هن جو ذهن ساڳئي خيال تائين پهچي وڃي ها! اهڙي قسم جي شيءِ ۽ اهڙي قسم جو موضوع جنتي اهي، هن لاءِ بطور هڪ انسان جي ۽ بطور معاشري جي هڪ رڪن جي، مفيد ڄاڻ ۾ هن کي بهتر ڪن ها ۽ ساڳئي وقت هن کي مزو بہ ڏين ها. اتي اهي هن کي خدا جي ڄاڻ ۽ هن ۾ ايمان لاءِ متاثر ڪرڻ خاطر ۽ خدا جي عزت ۽ احسان مندي لاءِ، جيڪا انسان مٿان هوڻٺن واجب آهي، هن کي تمام بهتر مواد مهيا ڪري ڏيندیون، بنسبت توريت، زبور ۽ انجيل جي بيوقوف مضمونن جي، جن مان رڳو بيوقوف خطبائي تبليغي سگهجن ٿا، پوءِ چاهي تبليغ ڪندڙ ۾ ڪيڏي بہ ذهانت موجود چو نہ هجي. جيڪڏهن انسان کي لازمي تبليغ ڪرڻي آهي تہ پوءِ ڇڏيو تہ هو ڪنهن اهڙي شيءِ جي تبليغ ڪري جيڪا فائديمند هجي ۽ اهڙن مضمونن منجهان ڪري، جيڪي سچا سمجهيا ويندا هجن. تخليق جو انجيل، مضمونن ۾ ڪڏهن بہ نہ کٽڻو آهي. سائنس جو هر حصو، پوءِ چاهي اهو ڪائنات جي جاميٽريءَ سان ڳنڍيل هجي، حيواني يا نباتاتي زندگيءَ جي سرشتن سان ڳنڍيل هجي يا غير جاندار مادي جي خاصيتن سان ڳنڍيل هجي، نہ رڳو عبادت لاءِ هڪ مضمون آهي پر فلاسافيءَ لاءِ پڻ؛ اهو نہ رڳو شڪراني لاءِ هڪ مضمون آهي پر انساني واڌاري لاءِ پڻ. مستقبل ۾ شايد ائين ٿيو وڃي تہ جيڪڏهن ڪو اهڙو انقلاب مذهب جي سرشتي ۾ رونما ٿيندو تہ پوءِ هر تبليغ ڪندڙ کي هڪ فلاسافر ٿيڻو پوندو. پوءِ تمام گهٽي خاطريءَ سان عبادت جو هر گهر، سائنس

جو اسڪول ٿي ويندو.

اهو سائنس جي نہ تبديل ٿي سگھندڙ قانونن ڪان ۽ عقل جي صحيح استعمال ڪان گمراھ ٿي وڃڻ ۽ الهاميل مذهب نالي ايجاد ڪيل هڪ شيءِ ڪي پئدا ڪري چڏڻ ذريعي ئي ٿيو آهي جو خدا جا ايڏا گهٽا چڙواڳ ۽ ڪافراڻہ تصور گهڙيا ويا آهن. يهوديبن، پنهنجي مذهب جي جڳهہ پئدا ڪرڻ خاطر، هن کي انساني نسل جو قاتل بڻائي چڏيو آهي، عيسائين هن کي خود پنهنجو ئي قاتل ۽ يهودي مذهب ڪان گوءِ ڪٽي وڃڻ ۽ انکي مات ڏيڻ خاطر هڪ نئين مذهب جو بنياد وجهندڙ بڻائي چڏيو آهي. ۽ هنن شين لاءِ بهانو ۽ منظوري ڳولڻ خاطر هنن خدا جي طاقت يا ڏاهپ کي ضرور اٽپورو يا هن جي عزم کي ڦرندڙ گهرندڙ فرض ڪري چڏيو هوندو ۽ عزم جي تبديلي يا ڦيرگهير، فيصلي جي اٽپوريت ليکي ويندي آهي. فلاسافر اهو چاٽيندو آهي تہ خالق جا قانون، سائنس جي اصولن يا مادي جي خاصيتن جي حوالي سان ڪڏهن بہ تبديل نہ ٿيا آهن، تہ پوءِ اهو چو فرض ڪيو وڃي تہ اهي انسانن جي حوالي سان تبديل ٿي چڪا آهن؟ مان هتي هن موضوع کي بند ڪيان ٿو. مون هن ڪتاب جي سمورن حصن ۾ اهو ڏيکاري چڏيو آهي تہ توريت، زبور ۽ انجيل، نڳيءَ جا ناھ ۽ جعلسازيون آهن ۽ ان جي ثبوت ۾ پيش ڪيل پنهنجي شاهديءَ کي چڏي ڏيان ٿو تہ ڪوئي ان کي رد ڪري، جيڪڏهن ڪو ماٺهو ائين ڪري سگهي ۽ مان انهن خيالن کي، جيڪي هن ڪتاب جي پڇاڙيءَ تي تجويز ڪيا ويا آهن، پڙهندڙ جي ذهن تي چڏي ڏيان ٿو: مون کي اها پڪ آهي تہ جڏهن خيال، حڪومت يا مذهب جي معاملن ۾ آزاد هوندا، سچ آخرڪار ۽ مضبوطيءَ سان فتح حاصل ڪندو.

# مذهبي پرچارڪن ڏانهن

اهو هر ماڻهوءَ جو فرض آهي، جيستائين هن جي اهليت ڪم ڪري سگهي ٿي، ته هو ڏوڪي ۽ غلطيءَ کي پڪڙي ۽ وائکو ڪري پر قدرت هر ماڻهوءَ کي ان مقصد لاءِ ڏات نه ڏني آهي ۽ جن کي اها ڏات ڏني وئي آهي، انهن ۾ ائين ڪرڻ جو لاڙو يا جرئت جي اڪثر کوٽ هوندي آهي. دنيا يا اڄا به وڌيڪ موزون نموني ڳالهائيندي، ان جي ننڍڙي حصي جنهن کي "عيسائيت" يا "عيسائي دنيا" ڪوٺيو وڃي ٿو، کي هزار سالن کان وڌيڪ يسوع مسيح نالي هڪ شخص جي پنڌا ٿيڻ جي باري ۾ پراڻي عهدنامي ۾ ڪيل اڳڪٿين جي تفصيلن سان لطف اندوز پئي ڪيو ويو آهي ۽ انسان کي اهو مڃائڻ لاءِ هزارين خطبا تبليغيا ويا آهن ۽ ڪئين ڪتاب لکيا ويا آهن.

ايندڙ مقالي ۾ مون پراڻي عهدنامي مان حوالي طور ورتل انجيل ۾ موجود سمورن ٽڪرن، جن کي يسوع مسيح سان لاڳاپيل اڳڪٿيون ڪوٺيو وڃي ٿو، جي جاچ پڙتال ڪئي آهي ۽ ڪنهن به اهڙي ماڻهوءَ جي باري ۾ ڪا به اڳڪٿي جهڙي شيءِ نه لڌي آهي ۽ مان ان ڳالهه کان انڪار ڪريان ٿو ته اڳڪٿي جهڙي ڪا به شيءِ موجود آهي. حقيقت ۾ اهي ٽڪرا انهن حالتن ڏانهن اشارو ڪن ٿا، جن ۾ يهودي قوم ان زماني ۾ مبتلا هئي، جڏهن اهي لکيا ويا هئا يا ڳالهايا ويا هئا، نه ڪه اهي ڪنهن به اهڙي شيءِ ڏانهن اشارو ڪن ٿا، جيڪا دنيا ۾ ڪئين سؤ سال بعد ۾ ٿيڻي يا نه ٿيڻي هئي. ۽ مون اهي حالتون ڏيکاري ڇڏيون آهن، جن سان اهي ٽڪرا لاڳو ٿين ٿا يا جن ڏانهن انهن جو حوالو ڏنو ويو آهي. مون ان هر شيءِ لاءِ جيڪا مون چئي ڇڏي آهي، باب ۽ بيت ڏئي ڇڏيو آهي ۽ مان ان شاهديءَ لاءِ ته اهي ٽڪرا يسوع مسيح نالي ڪنهن شخص جي باري ۾ اڳڪٿيون ناهن، توريت، زبور ۽ انجيل جي ڪتابن کان ٻاهر نه ويو آهيان. ٻي پاڙي عقيدي جو تعصب اڪثر ڪري رواج جي تعصب ۾ بگڙي ويندو آهي ۽ آخري ڏاڪي ۾ منافقت ۾ تبديل ٿي ويندو آهي. جڏهن ماڻهو رواج يا فيشن جي ڪري يا ڪنهن به دنياوي محرڪ جي ڪري اهو مڃڻ جي دعويٰ ڪن يا ڍونگ ڪن، جيڪو هو نه مڃيندا هجن ۽ نه ئي ائين مڃڻ لاءِ ڪو سبب پيش ڪندا هجن، تڏهن اهي پنهنجي نيڪيءَ جي پتوار کي جهازن تان لاهي ڇڏن ٿا ۽ پنهنجن ذهنن سان سچي نه رهڻ ڪري، اهي ٻين سان غير منصفاڻي هجڻ ۾ ڪا به اخلاقي دشواري محسوس نه ٿا ڪن. هن پاپ- منافقت جي اثر جو ئي نتيجو

آهي، جو اسان ڪينترائي اهڙا چرچ ۽ مذهبي اجتماع تي ويندڙ پروفيسر ۽ مذهب سان ڊونگ ڪندڙ ماڻهو ڏسون ٿا، جيڪي پنهنجي هلت چلت ۾ چالبازيءَ ۽ ڊوڪي سان ڀربا پيا آهن ۽ پنهنجن ڪمن ڪارين جي ادائگيءَ ۾ ايترا ته ڍلا آهن جو هنن مٿان ان ڪان وڌيڪ اعتبار نه ٿو ڪري سگهجي، جيترو ملڪ جا قانون هنن کي ڪنهن شيءِ جو پابند بڻائن ٿا. نيڪيءَ کي هنن جي ذهن مٿان پڪڙ ناهي، هنن جي عملن تي ڪابه پابندي ڪانهي.

تبليغين جو هڪ گروهه نجات، ايمان رکڻ ۾ سمجهي ٿو. اهي پنهنجن اجتماعن کي اهو ٻڌائن ٿا ته جيڪڏهن اهي يسوع مسيح مٿان ايمان رکن ٿا ته پوءِ هنن جا سڀ گناهه معاف ڪيا ويندا. پهرين ڳالهه اها ته هي گناهه لاءِ هڪ قسم جي همت افزائي آهي، بلڪل ساڳئي انداز ۾ جيئن هڪ فضول خرچ نوجوان کي جڏهن اهو ٻڌايو وڃي ته هن جو سمورو قرض، سندس پيءُ لاهيندو ته هو اجا وڌيڪ تيزيءَ سان قرض وٺڻ لڳندو ۽ اجا وڌيڪ فضول خرچ ٿيندو ويندو. هو چوندو، "بابو سڄو قرض ڀريندو، مونکي ڪهڙي پرواهه آهي." بلڪل ساڳئي نموني، ٻي صورتحال ۾ يسوع مسيح سيڪجهه ڀريندو ۽ گناهه ڪندڙ بندو، گناهه ڪندو ويندو.

ٻي ڳالهه اها ته جيڪو نظريو هي ماڻهو تبليغي رهيا آهن، اهو سچو ناهي. انجيل، معتبري ۽ شاهديءَ لاءِ پنهنجو پاڻکي يسوع مسيح نالي هڪ شخص جي باري ۾ توريت زبور ۾ ڏنل اڳڪٿين مٿان بيهاري ٿو ۽ جيڪڏهن يسوع مسيح نالي ڪنهن اهڙي شخص جي باري ۾ توريت، زبور ۾ ڪي به اڳڪٿيون موجود ناهن ته پوءِ انجيل، نيس ۽ لاتوديشيا جي ڪائونسلن جي جعلسازي آهي ۽ ان مٿان ڪڙو ڪيل عقيدو فريب ۽ ڪوڙ آهي.*

تبليغين جو ٻيو قسم پنهنجن اجتماعن کي ٻڌائي ٿو ته خدا قسمت جو فيصلو اڳواٽ ڪري ڇڏيو آهي ۽ سموري ابديت مان ابدي طور ماڻهن جو هڪ خاص تعداد بچائي رکڻ لاءِ ۽ هڪ خاص تعداد ڌتڪار يا لعنت ڪرڻ لاءِ منتخب ڪري ڇڏيو آهي. جيڪڏهن اهو سڀ سچ آهي ته پوءِ قيامت ته ماضي آهي: انهن جي تبليغ فضول آهي ۽ هنن کي پنهنجي گذر سفر لاءِ ڪنهن ٻي ڪارائتي شيءِ تي ڪم ڪرڻ گهربو آهي. پهرئين نظرئي جيان هن نظرئي ۾ به انسانذات کي ٻي همت ڪرڻ لاءِ هڪ سڌو رجحان موجود آهي. ڇا هڪ خراب ماڻهوءَ کي سڌاري سگهجي ٿو، ڪيس اهو ٻڌائيندي ته جيڪڏهن هو انهن ماڻهن منجهان آهي، جن مٿان هن جي ڄمڻ ڪان به اڳ ڦٽ لعنت صادر ٿيل آهي ته پوءِ هن جو سڌارو هن

---

* نيس ۽ لاتوديشيا جون ڪائونسلون حضرت عيسيٰ جي زندگيءَ ڪان ٣٥٠ سال پوءِ ڪوٺايون ويون هيون ۽ اهي ڪتاب، جيڪي هاڻي انجيل کي جوڙن ٿا، ها ۽ نه ذريعي تڏهن ووٽ ڪيا ويا هئا، جيئن هاڻي اسان هڪ قانون ووٽ ذريعي منظور ڪندا آهيون. پيش ڪيل ڪتابن مان ڪيترن ڪتابن کي "نه" ووٽ جي اڪثريت هئي ۽ اهي رد ڪيا ويا. هي ئي اهو طريقو آهي، جنهن سان نئون عهدنامو (انجيل) وجود ۾ آيو.

لاءِ ڪنهن به طرح پلو ثابت نه ٿيندو ۽ جيڪڏهن هن کي بچائڻ جو فيصلو صادر ٿيل آهي ته پوءِ هو لازمي طور بچايو ويندو، پوءِ چاهي هو ان کي مڃي يا نه مڃي؟ چوته اهوئي ان نظرئي جو نتيجو آهي. اهڙي تبليغ ۽ اهڙا تبليغيٰ نيڪ دنيا کي زخم لڳائن ٿا، اهڙن ماڻهن لاءِ بهتر هو ته هُر ڪيڙين ها!

جيئن منهنجن سياسي ڪتابن ۾ به آهي ته منهنجو محرڪ ۽ مقصد اهو پئي رهيو آهي ته مان انسان کي خود پنهنجي ڪردار جو هڪ اعليٰ ترين شعور ڏيان ۽ بادشاهت ۽ موروثي حڪومت جي غلامانه ۽ وهم پرستانه بيهودگيءَ کان هن کي آزاد ڪريان، ان ڪري مذهبي موضوعن تي منهنجين ڇپاين ۾ منهنجون ڪوششون ان رُخ ۾ رهيون آهن ته انسان کي پنهنجي عقل، جيڪو خدا هن کي ڏنو آهي، جي صحيح استعمال ڏانهن وني اچان، ته هن کي الاهي نيڪي، انصاف، رحم ۽ سمورن انسانن ڏانهن ۽ سموري مخلوق ڏانهن هڪ فراخدلانه رويي کان متاثر ڪريان ۽ هن ۾ پنهنجي خالق لاءِ پروسي، اعتماد ۽ آٿت جو هڪ روح ڦوڪيان، جيڪو خدا جو ڪلام هجڻ جو ڍونگ ڪندڙ ڪتابن جي افسانن سان نه لُڌي سگهي.

# خوابن تي هڪ مضمون

جيئن ته انجيل ۾ خوابن جي باري ۾ گهڻو ڪجهه چيو ويو آهي، ان ڪري پهريان خواب جي ماهيت کي واضح ڪرڻ ضروري آهي ۽ اهو ڏيکارڻ ضروري آهي ته ننڊ دوران ذهن جي ڪهڙي عمل سان هڪ خواب پيدا ٿئي ٿو. جڏهن ان ڳالهه کي سمجهيو ويندو، پوءِ ئي اسان اهو فيصلو ڪرڻ لاءِ بهتر نموني لائق بڻباسين ته آيا انهن خوابن مٿان ڪوبه اعتبار ڪري سگهجي ٿو ۽ نتيجتاً انجيل ۾ خوابن سان لاڳاپيل ڪيترائي معاملا آيا اوترو مانُ لهڻن، جيترو ان ڪتاب جا ليکڪ، پادري ۽ تفسير نگار انهن ڏانهن منسوب ڪن ٿا.

خوابن جي اصليت يا جيڪو ننڊ جي حالت دوران خيالي ڏيکاريءَ ۾ وهي واپري ٿو، کي سمجهڻ لاءِ پهريائين اهو ضروري آهي ته انساني ذهن جي بناوت ۽ انتشار کي سمجهجي.

انساني ذهن جون ٽي عظيم لياقتون (Faculties) ٿين ٿيون: تصور ڪرڻ (Imagination)، فيصلو ڪرڻ (Judgement) ۽ يادگيري ڪرڻ/ حافظو (Memory).

ذهن جو هر عمل انهن لياقتن مان ڪنهن هڪ يا ٻيءَ جي ماتحت ٿئي ٿو. جاڳڻ جي حالت ۾، جيئن ڏينهن جي وقت، هي ٽئي لياقتون مڪمل طور تي قڙت هونديون آهن پر ننڊ جي حالت ۾ ائين ورلي ڪو ٿيندو آهي ۽ ڪڏهن به صحيح نموني نه ۽ اهوئي سبب آهي جو اسانجا خواب ايترا باقاعده ۽ عقلي نه هوندا آهن، جيتريون اسانجون سجاڳ سوچون هونديون آهن. لياقتن جي طاقتن جي ان مجموعي، جيڪو ذهن نالي شيءِ کي جوڙي ٿو، جو هنڌ، انساني دماغ ۾ آهي. ان جي ڪابه جسماني طور نظر ايندڙ نمائش ممڪن نه آهي ۽ نه ئي ٿي سگهي ٿي پر زنده انسانن کي پيش ايندڙ حادثا، ان کي اهڙو ئي ڏيکارن ٿا. کوپڙيءَ جي هڏي ٽٽڻ ڪري دماغ کي جيڪو زخم پهچي ٿو، اهو ڪڏهن هڪ سياڻي ماڻهوءَ کي بار جيان بيوقوف بڻائي ڇڏيندو آهي، ذهن کان وانجهيل هڪ هستيءَ ۾ تبديل ڪري ڇڏيندو آهي. پر فطرت، انسان جي ان مقدس کان مقدس شيءِ يعني دماغ لاءِ ايتري ته خبردار آهي جو سمورن ٻاهرين حادثن مان جن جو انسانذات شڪار ٿي سگهي ٿي، انساني دماغ کي حادثو تمام ورلي پيش ايندو آهي. پر اسان انکي طويل ۽ عادي نشي بازيءَ ذريعي اڪثرڪري ٿيندو ڏسون ٿا.

آيا اهي ٽئي لياقتون، دماغ جا الڳ الڳ خانا والارين ٿيون، رڳو الاهي طاقت کي ئي خبر آهي، جنهن ان کي ناهيو ۽ منظم ڪيو آهي. اسان جسم جي سمورن حصن ۾ مشڪن جي حرڪت جا ٻاهريان اثر ڏسي سگهون ٿا، جيتوڻيڪ

ان جي شروعاتي حرڪت يا انکي حرڪت ڏيندڙ ازلي سبب انسان کي چاتل ڪونهي. اسانجون ٻاهريون حرڪتون ڪڏهن اسانجي ارادن جو نتيجو هونديون آهن ۽ ڪڏهن نه. جيڪڏهن اسان ويهي رهيا هوندا آهيون ۽ اٿڻ جو ارادو ڪندا آهيون يا بيٺا هوندا آهيون ۽ ويهڻ يا گهمڻ جو ارادو ڪندا آهيون ته اسانجون چنگهون ان ارادي کي اثين مڃينديون آهن جڻ انهن اهو حڪم ٻڌي ورتو هجي. پر اسان جاڳندي، توڙي ننڊ ۾ روزانو هزارين حرڪتون ڪيون ٿا، جن جي رهنمائي ڪرڻ لاءِ ڪي به اڳوات ارادا موجود نه ٿا ٿين. هر حصو اثين عمل ڪري ٿو، جڻ ان کي خود پنهنجو ڪو ارادو يا ذهن هجي. ماٺهو ان سڄي عمل مٿان جڏهن حڪمراني ڪرڻ چاهي، ڪري سگهي ٿو پر وچ وچ ۾ جسم جا ڪيترا حصا، ننڍڙن شهرن جيان خودمختيار هوندي، ملڪ سان صلاح مشورو ڪرڻ ڪانسواءِ پنهنجو پاڻ مٿان حڪمراني ڪندا آهن. پر هي سڀ حرڪتون، جن کي پيدا ڪرڻ جو سبب پوءِ ڪهڙو به هجي، ٻاهريون ۽ نظر ايندڙ آهن. پر جيستائين دماغ جو واسطو آهي، ان مٿان ڪوبه نظري مشاهدو نه ٿو ڪري سگهجي. اهو سڀ اسرار آهي، سوچ جي ان رحم ۾ سيڪجهه اونده آهي.

آيا دماغ لاڳيتي آرام ۾ پيل مادي جو هڪ ماس آهي، آيا انکي هڪ جنبش واري ڌڙڪندڙ حرڪت آهي، يا هڪ جوش ۾ مبتلا مادي جيان اُٻامندڙ ۽ لهندڙ حرڪت آهي، آيا دماغ جي مختلف حصن کي پنهنجي خاص لياقت مطابق مختلف حرڪتون آهن، پوءِ اها لياقت تصور هجي، فيصلو هجي يا حافظو هجي، ماڻهو ان جي باري ۾ ڪجهه به نه ٿو ڄاڻي. هو خود پنهنجي هوش جو سبب نه ٿو ڄاڻي، هن جو پنهنجو دماغ اهو هن کان لڪائي ٿو.

اڻ ڏٺي کي نظر ايندڙ سان ڀيٽيندي، جيئن مابعدالطبعياتي شين کي ڪڏهن طبعياتي شين سان به ڀيٽي سگهبو آهي، ساڳئي نموني هن امتيازي ۽ اڪيچار لياقتن جي سرگرمين کي هڪ گهڙيال جي ڪم سان ڪجهه مشابهت لڳي ٿي. گهڙيال جو مُک اسپرنگ، جيڪو هر شيءِ کي حرڪت ۾ آڻي ڇڏي ٿو، تصور وانگر آهي؛ گهڙيال جو لڏڻو يا توازن، جيڪو اِن جي چرپر کي صحيح ۽ ضابطي ۾ رکندو آهي، فيصلي وانگر آهي ۽ گهڙيال جا ڪانٽا ۽ ڊائل، حافظي وانگر، ان جي سرگرمين کي محفوظ ڪندا آهن. هاڻي جنهن نسبت سان هي مختلف لياقتون، هڪ خواب جي جاري رهڻ دوران سمهي رهن ٿيون، ڪڇي ننڊ ۾ يا جاڳنديون رهن ٿيون، ان ئي نسبت سان خواب عقلي يا ديوانو هوندو آهي ۽ ياد رهندو يا وسري ويندو آهي. هڪ بادماغ ماڻهوءَ ۾ جيڪڏهن ڪا اهڙي لياقت آهي، جيڪا ڪڏهن به نه ٿي سمهي ته اها ڪافور وانگر اُڏامندڙ شيءِ تصور جي لياقت آهي، باقي فيصلي ۽ حافظي جي لياقتن جي حالت ۾ معاملو مختلف آهي. فيصلي واري لياقت جو تعلق آهي ته اها چپ چپات ۾ شيون سانديندي رهي ٿي ۽ رڳو ان وقت سرگرم ٿئي ٿي، جڏهن ان جي مدد ورتي وڃي ٿي.

اها ڳالهه ته فيصلي واري لياقت سنت ئي ننڊ واري حالت ڏانهن هلي

ويندي آهي، خود اسانکي مڪمل طور تنہ اچي وڃڻ کان اڳ ڪڏهن ڪڏهن اسانجي خواب ڏسڻ شروع ڪرڻ مان سمجهي سگهجي ٿي. اهڙي حالت ۾ ذهن ۾ ڪا اتفاقي سوچ شروع ٿي ويندي آهي ۽ ائين لڳندو آهي جڻ اسان تنہ ۽ سجاڳيءَ وچ ۾ خواب ڏسي رهيا آهيون. جيڪڏهن فيصلي واري لياقت ستل هوندي آهي ۽ تصور واري لياقت جاڳندي رهندي آهي تہ پوءِ خواب بگڙيل تصورن ۽ بکواسي خيالن جو هڪ فسادي مجموعو بڻجي ويندو آهي ۽ جيترو وڌيڪ تصور جي لياقت سرگرم هوندي، اوترو وڌيڪ خواب اڻ گهڙيو هوندو. اهڙي حالت ۾ تمام گهڻو متضاد ۽ تمام گهڻو ناممڪن شيون بہ صحيح لڳنديون، ڇاڪاڻ تہ ذهن جي اها لياقت- يعني فيصلي واري، جنهن جو ڪم شين کي نظم ۽ ضبط ۾ رکڻ هوندو آهي، غير حاضريءَ جي حالت ۾ هوندي آهي. اسڪول جو ماستر ٻاهر ويل آهي ۽ ٻار شور و غل ڪري رهيا آهن. جيڪڏهن يادگيريءَ واري لياقت سمهيل هوندي آهي، تہ پوءِ اسانکي خواب جي باري ۾ ڪابہ ڄاڻ نہ رهندي آهي، سواءِ ان جي تہ اسان کو خواب ڏٺو هو، اهو سڀ ڄاڻڻ کانسواءِ تہ اهو ڇا جي باري ۾ هو. ان صورت ۾ اهو بجاءِ هڪ يادگيريءَ جي، هڪ احساس هوندو آهي، جيڪو عمل ڪندو آهي. اهڙو خواب اسانکي سور يا مصيبت جو ڪجهہ احساس ڏئي ڇڏيندو آهي ۽ اسان انکي هڪ ڏيکائيءَ طور ياد رکڻ بدران هڪ زخم طور محسوس ڪندا آهيون.

جيڪڏهن يادداشت کي رڳو ڪچي ننڊ وٺي ويندي آهي تہ پوءِ اسانکي خواب جي هڪ هلڪي يادگيري رهندي آهي ۽ ڪجهہ منٽن کانپوءِ ڪڏهن ائين ٿيندو آهي تہ خواب جا مڪيہ تڪرا اسانکي وڌيڪ ڀرپور نموني ياد اچي ويندا آهن. ان جو سبب هي آهي تہ يادداشت ڪڏهن ڪڏهن ننڊاکڙي يا ستل هوندي آهي، اسان جي پنهنجي جاڳڻ پوڻ کانپوءِ بہ ۽ سو بہ ايترو ڀرپور نموني جو ائين ٿي سگهي ٿو ۽ ڪڏهن تہ ضرور ٿئي ٿو تہ اسان هڪدم اهو ياد نہ ڪري سگهندا آهيون تہ اسان ڪٿي آهيون، نہ ئي اهو تہ اسان ڪهڙي شيءِ جي پٺيان آهيون يا اسانکي ڇا ڪرڻو آهي.

پر جڏهن يادداشت جاڳي پوندي آهي، تڏهن اها انهن شين جي ڄاڻ اسانجي مٿان روشنيءَ جي ڪنهن ٻوڏ جيان ظاهر ڪري ڇڏيندي آهي ۽ ڪڏهن ڪڏهن ان سان گڏ خواب کي بہ ظاهر ڪري ڇڏيندي آهي. پر خواب جي حالت ۾ انساني ذهن جي بي حد عجيب صورتحال ان جي اها طاقت آهي، جنهن سان اهو هر ماڻهوءَ، ڪردار ۽ شيءِ جو عيوضي/ نمائندو بڻجي وڃي ٿو، جنهن جو اهو خواب ڏسي ٿو. اهو ڪيترن ئي ماڻهن سان گفتگو جاري رکي ٿو، سوال پڇي ٿو، جواب ٻڌي ٿو، معلومات ڏئي ٿو ۽ وٺي ٿو ۽ اهي سڀ ڪردار هو پاڻ ادا ڪري ٿو. پوءِ بہ بهرحال تصور جي لياقت، تصورن ۽ خيالن جي تخليق ۾ ڪيتري بہ مختلف ۽ ڪل ٺڙيل ڇو نہ هوندي آهي، اها يادداشت جي جڳهہ نہ ٿي وٺي سگهي. جيستائين انهن شين جو تعلق آهي، جيڪي اسانکان وسري

وبنديون آهن، جڏهن اسان جاڳي پوندا آهيون. مثال طور جيڪڏهن اسان ڪنهن ماڻهوءَ جو نالو وساري ڇڏيو هوندو آهي ۽ خواب ۾ هن سان مليا هوندا آهيون ۽ ڪانئس سندس نالو پڇيو هوندو آهي ته هو اهو نه ٻڌائي سگهندو آهي، ڇاڪاڻ ته اهي اسان خود پاڻ هوندا آهيون، جيڪي پاڻ کان سوال ڪندا هوندا آهيون. پر جيتوڻيڪ تصور، حقيقي يادداشت جي جڳهه نه ٿو والاري سگهي، ان ۾ يادداشت جي جعلسازي ڪرڻ جي ڇڙواڳ اهليت هوندي آهي. اهو اهڙن ماڻهن جا خواب ڏسي ٿو، جن کي ان ڪڏهن به نه ڄاتو هوندو آهي ۽ انهن سان ائين ڳالهائي ٿو ڄڻ هو انهن کي پراڻن واقفڪارن طور ياد ڪيو وينو آهي. اهو اهڙا لقاءَ ڏسي ٿو، جيڪي ڪڏهن به واقع نه ٿيا هوندا آهن ۽ انهن کي ائين ٻڌائي ٿو، ڄڻ اهي ٿي چڪا هجن. اهو اهڙن هنڌن تي وڃي ٿو، جن جو ڪڏهن به ڪو وجود نه رهيو هوندو آهي ۽ ڄاڻيندو آهي ته سموريون گهٽيون ۽ گهر ڪٿي آهن، ڄڻ ته هو پاڻ اڳ ڪڏهن اتي رهيو هجي. ڏيک جيڪي هو پيدا ڪندو آهي، اڪثر ڪري ياد ڪيل ڏيکن طور ظاهر ٿيندا آهن. اهو ڪڏهن هڪ خواب اندر هڪ خواب ڏيکاريندو آهي ۽ خواب ڏسڻ جي فريب ۾ اهڙو خواب ٻڌائيندو آهي، جيڪو ان ڪڏهن به نه ڏٺو هوندو آهي ۽ ان کي ائين ٻڌائيندو آهي ڄڻ ته اهو يادداشت مان هجي. اهو پڻ ڏسي سگهجي ٿو ته تصور کي هڪ خواب ۾ وقت جو بحيثيت وقت جي، ڪوبه خيال نه هوندو آهي. اهو رڳو واقعن ذريعي حساب لڳائيندو آهي ۽ جيڪڏهن هڪ خواب ۾ حالتن جو هڪ اهڙو سلسلو گذرندو آهي جيڪو انهن حالتن کي پوري ٿيڻ لاءِ هڪ تمام ڊگهو وقت گهرندو آهي ته اهڙي صورتحال ۾ خواب ڏسندڙ کي ائين لڳندو آهي، ڄڻ ان وقت جيترو طويل وقت پڻ گذري چڪو آهي.

جيئن ته خواب ۾ ذهن جي حالت اهڙي ئي آهي، جيئن مٿي بيان ڪئي وئي آهي، ته پوءِ عقلي طور هيئن چئي سگهجي ٿو ته هر ماڻهو، هر چوويهن ڪلاڪن ۾ هڪ دفعو چريو ٿئي ٿو، چوته جيڪڏهن ماڻهوءَ کي ڏينهن جو اهو ڪجهه ڪرڻ جي اجازت ڏني وڃي، جيڪو هو رات جو خواب ۾ ڏسي ٿو، ته پوءِ جيڪر هن کي "چريو" قرار ڏئي واڙيو ويندو. اهي ٿئي ذهني لياقتون سجاڳيءَ جي حالت ۾ مڪمل طور سرگرم رهندي ۽ يڪمشت تي ڪم ڪندي، هڪ هوشمند يا عقلمند انسان کي جوڙن ٿيون. خواب ۾ ان جي بلڪل ابتڙ آهي ۽ تنهنڪري ذهن جي اها حالت، جنهن کي چرياڻپ يا پاڳلپڻو ڪوٺيو وڃي ٿو، پيو ڪجهه به نه تي لڳي، سواءِ انهن ذهني لياقتن جي هڪٻئي کان ڌار ٿي وڃڻ جي ۽ سجاڳيءَ دوران فيصلي واري لياقت جي بيهي رهڻ جي، جيڪا هوندن اڪثر ڪري ننڊ دوران بيٺل هوندي آهي. جاهلپڻو، جنهن ۾ ڪي ماڻهو ڪري پيا آهن، انهن سمورين لياقتن جو بيهي وڃڻ آهي، جنهن جو احساس اسانکي هوندن تڏهن ٿي سگهندو آهي، جڏهن اسان پنهنجي يادداشت کان اڳ جاڳي پوندا آهيون.

ذهن جي هيڙي نظاري ۾ اها ڳالهه ڪيڏي نه بيهودي آهي ته خوابن مثان اعتبار ڪجي ۽ اجا به گهڻي بيهوده تڏهن آهي، جڏهن انهن خوابن کي هڪ مذهب جو بنياد بڻايو وڃي! پوءِ به بهرحال اهو عقيدو ته يسوع مسيح، هڪ "پاڪ روح" ، جنهن شيءِ لاءِ اڳ ڪڏهن به نه ٻڌو ويو هو، ذريعي پئدا ڪيل خدا جو پٽ آهي، هڪ پوڙهي ماڻهوءَ جي خواب جي ڪهاڻيءَ تي بيٺل آهي، ڪتاب متي، باب ١، بيت ٢٠:

"۽ ڏسو، خدا جو فرشتو، يوسف کي خواب ۾ ڏسڻ ۾ آيو ۽ چوڻ لڳو، تون يوسف، دائود جا پٽ، مريم کي پنهنجي زال طور ڪٽڻ کان نه گهبراءِ، ڇوته هن کي جيڪو ٻار پيٽ ۾ آهي، اهو پاڪ روح جي پئدائش آهي."

هن ڪانپوءِ اسانکي ٽن يا چئن ٻين خوابن جون ٻاراٽيون ڪهاڻيون ملن ٿيون: يوسف جي مصر وڃڻ جي باري ۾، هن جي وري واپس اچڻ جي باري ۾، هن شيءِ جي باري ۾ ۽ هُن شيءِ جي باري ۾ ۽ خوابن جي هن ڪهاڻيءَ سڄي يورپ کي هزار سالن کان وڌيڪ عرصي تائين هڪ خواب ۾ اڄلائي ڇڏيو آهي. اهي سموريون ڪوششون، جيڪي فطرت، عقل ۽ ضمير انسان کي ان خواب مان جاڳائڻ لاءِ ڪيون آهن، پادرشاهي ۽ وهم پرستيءَ طرفان، شيطان جي ڪارروايون ڏانهن منسوب ٿيي ڪيون ويون آهن ۽ جيڪڏهن اهو آمريڪي انقلاب نه هجي ها، جنهن ضمير جي عالمگير حق کي مڃرائيندي آزاد بحث مباحثي جو رستو پهريون دفعو کوليو ۽ جيڪڏهن اهو فرانسيسي انقلاب نه هجي ها، جيڪو آمريڪي انقلاب ڪانپوءِ آيو، ته پوءِ خوابن جو هي مذهب تبليغ لاءِ اجا جاري رهي ها ۽ اهو به تڏهن جڏهن ان تي ماڻهن جو ايمان ختم ٿي چڪو هو. اهي جيڪي ان جي تبليغ ڪن پيا پر ان تي ايمان نه پيا رکن، پوءِ به ان فريب کي لازمي سمجهن پيا. اهي ايترا بهادر نه هئا جو ايماندار هجن، نه ئي ايترا ايماندار هئا جو بهادر بڻجن.

هر نئون مذهب هڪ نئين ناٽڪ جيان پوشاڪن ۽ مشينريءَ جو هڪ نئون سازو سامان، پنهنجي پئدا ڪيل نون ڪردارن مٿان فِٽ بيهارڻ لاءِ، گهرندو آهي. انجيل ۾ يسوع مسيح جي ڪهاڻي هڪ نئين هستيءَ کي اسٽيج تي آڻي ٿي، جنهن کي اها "پاڪ روح" (Holy Ghost) ڪوٺي ٿي، ۽ توريت ۾ ابراهيم- يهودين جي پيءُ جي ڪهاڻي، هستين جي هڪ نئين نظام کي وجود ۾ آڻي ٿي، جن کي اها ملائڪ/ فرشتا (Angels) ڪوٺي ٿي. يسوع مسيح جي زماني کان اڳ ڪو به "پاڪ روح" نه هو، نه ئي ابراهيم جي زماني کان اڳ ڪي به فرشتا هئا. اسان انهن پرن وارن شخصن- فرشتن جي باري ۾، توريت جي تاريخ مطابق ان وقت کان ٻه هزار سالن تائين ڪجهه نه ٿا ٻڌون، جڏهن جيئن هو چون ٿا، آسمان زمين ۽ انهن جي وچ ۾ جو ڪجهه به آهي، خلقيا ويا هئا. ان ڪانپوءِ اهي فرشتا وڻن جي جهڳٽن ۾ پکين جيان منڊڪائن ٿا. انهن مان پهريون، جنهن جي باري ۾ اسان ٻڌون ٿا، بريٽ بيابان ۾ هگار کي پنهنجيون تقريرون ٻڌائي ٿو: ان

کانپوءِ ٿي فرشتا ساره گهمن ٿا: هڪ ٻيو فرشتو، يعقوب سان ملهه وڙهي ٿو، هيٺ ٽپي ڏيڻ جي گوءِ رکي ٿو. ۽ هي موسمي پکي، زمين تائين ۽ واپس پنهنجو رستو لهي چڙهڻ کانپوءِ، مسلسل ايندا ۽ ويندا رهن ٿا. اهي کائن ۽ پيئن ٿا ۽ وري مٿي آسمان ڏانهن هليا وڃن ٿا. اهي ان کاڌي سان ڇا ٿا ڪن، جيڪو هو پنهنجن پيٽن ۾ کڻي وڃن ٿا، توريت ۽ زبور ان باري ۾ اسانکي ڪجهه نه ٿا ٻڌائن. ماڻهو اهو سوچيندو ته اهڙين مهابه ۽ چڙواڳ بيهودگين سان ڀربل هڪ نظام، جيئن باصحيفا مذهب آهي، ڪڏهن به نيڪنامي حاصل نه ڪري سگهندو. پر پوءِ به اسان ڏسي چڪا آهيون ته پادرشاهي ۽ مذهبي جنونيت ڇا ڇا نه ڪري سگهي ٿي ۽ ضعيف الاعتقادي ڇا نه مڃي سگهي ٿي.

توريت ۽ زبور ۾ فرشتن کانپوءِ اسانکي، نبي، ڏائڻيون، غيبدان ۽ خواب لهندڙ ماڻهو ملن ٿا ۽ ڪڏهن اسانکي ٻڌايو وڃي ٿو جيئن ڪتاب سيميوئل پهريون، باب ۹، بيت ۱۵ ۾، ته "خدا، ڪَن ۾ سُس پُس ڪئي." ٻئي وقت تي اسانکي اهو نه ٿو ٻڌايو وڃي ته اها لهر ڪيئن ڏني وئي، آيا ننڊ ۾ يا سجاڳيءَ ۾! ڪتاب سيميوئل ٻئي جي باب ۲۴، بيت ۱ ۾ اهو چيو ويو آهي، "۽ وري خدا جي ڪاوڙ اسرائيل خلاف ڀڙڪي پئي ۽ هن دائود کي انهن جي خلاف حرڪت ۾ آندو، چئي، وڃ اسرائيل ۽ يهوده جو حساب ڪر." ۽ ڪتاب تواريخ پهرئين جي باب ۲۱ جي بيت ۾، جڏهن ساڳي ڪهاڻي وري ٻڌائي وڃي ٿي، اهو چيو ويو آهي، "۽ شيطان اسرائيل خلاف اٿي کڙو ٿيو ۽ دائود کي اُڪسايائين ته هو اسرائيل جو حساب ڪري." آيا هي سڀڪجهه ننڊ ۾ يا سجاڳيءَ ۾ ڪيو ويو، اهو اسانکي نه ٿو ٻڌايو وڃي پر ائين لڳي ٿو ته دائود، جنهن کي هو "خدا جي پنهنجي دل کانپوءِ پيارو ماڻهو" ڪوٺين ٿا، کي اها خبر نه هئي، ته ڪهڙي جذبي سان هن کي حرڪت ۾ آندو ويو هو ۽ جيستائين انهن ماڻهن جو تعلق آهي، جن کي "اُتساهيل قلمڪار" سڏيو وڃي ٿو، اهي ان معاملي تي پاڻ ۾ ايترو ته سٺي نموني متفق آهن جو هڪ ڪتاب ۾ اهي چون ٿا ته اهو خدا هو ۽ ٻئي ڪتاب ۾ چون ٿا ته اهو شيطان هو. پوءِ به اهائي ردي شيءِ آهي، جنهن کي چرچ دنيا مٿان "خدا جي ڪلام" طور ٿاڦي ٿو! اهو ڪوڙن ۽ تضادن جو هڪ مجموعو آهي، جنهن کي "پاڪ انجيل" يا "بائيبل" ڪوٺيو وڃي ٿو. هي آهي اهو گند جنهن کي "الهاميل مذهب" ڪوٺيو وڃي ٿو.

توريت ۽ زبور جي ليکڪن وٽ خدا جو جيڪو تصور هو، اهو طوفاني، نفرت انگيز ۽ چڙواڳ هو. اهي هن کي يهودين جو مريخ، اسرائيل جو "جنگجو خدا" ، پنهنجن پادرين ۽ رسولن جو "مداري خدا" بڻائن ٿا. اهي هن جون ايتريون آڪاٽيون ٻڌائن ٿا، جيئن يونانين هرڪيولس جون ٻڌايون هيون. اهي هن کي فرعون جي خلاف آڻي بيهارن ٿا، ڄڻ هن کي فرعون سان باڪسنگ ڪرڻي هئي ۽ جيئن موسيٰ اهو چئلينج قبول ڪري ٿو، اهي پنهنجي خدا کان بيعزتيءَ واري انداز ۾ اهو چورائن ٿا، "مان فرعون مٿان پنهنجي عزت حاصل ڪندس،

هن جي ميزبان مٿان، هن جي گاڏين مٿان ۽ هن جي گهوڙي سوارن مٿان." ۽ ان لاءِ تہ هو پنهنجو وعدو پاڙي، هو هن کان ڳاڙهي سمنڊ ۾ رات جي انڌاري ۾، فرعون، هن جي ميزبان ۽ هن جي گهوڙن لاءِ هڪ ڄار وڇائي ٿا ۽ انهن سڀني کي ٻوڙائن ٿا جيئن هڪ ڪوڙڪيءَ وارو، ڪيترن ئي ڪوئن کي ڪوڙڪيءَ ۾ ڦاسائڻ سان ڪندو آهي. عظيم عزت وارو ڪم، بيشڪ! هن کان وڌيڪ بهتر نموني تہ جنڪ- مهـا خونيءَ جي ڪهاڻي ٻڌائي وينـدي آهي. اهي خدا کي مصري جادوگرن سان جادو ڦيٽو ڪرڻ لاءِ پيش ٿا ۽ ٻنهي طرفن کان خراب جادو ڪرڻ (ڇاڪاڻ تہ جتي وڏو مقابلو نہ هوندو آهي، اتي ڪا عظيم عزت بہ نہ هوندي آهي) ڪانپوءِ، اهي هن (خدا) کي فاتح بڻائن ٿا. پهريان ٿي مضمون تہ مردار قسم جي پيٽ آهن. هر ڏر پنهنجي لٺ کي نانگ ۾ تبديل ڪري ٿي، نديـن کي رت ۾ تبديل ڪري ڇڏي ٿي ۽ ڏيڏر پيدا ڪري ڇڏي ٿي پر چوٿيـن شرط تي اسرائيل جو خدا گوءِ کٽي وڃي ٿو: اهو ڏيڏرن کي جونئن سان ڍڪي ڇڏي ٿو! مصري جادوگر اهو نہ ٿو ڪري سگهي ۽ هيءَ ٻُڇڙي اتڪل فتح جو اعلان ڪري ٿي. هو پنهنجي خدا کان سودوم ۽ گومره (حضرت لوط جي قوم) مٿان باھ ۽ پٿرن جي بارش جو وسڪارو ڪرائن ٿا ۽ سينا جبل تي هن کان باھ ۽ دونهون دڪرائن ٿا جڻ تہ هو زميني علائقن جو ڪو افلاطون ديوتا هو. اهي هن کان لاٽ جي زال کي مصالحيدار سُوئر جيان لُوڻائن ٿا: اهي هن کي شيڪسپيئر جي مئب راڻيءَ جيان پنهنجن پادرين، رسولن ۽ رسولڙين جي دماغن ۾ اندر داخل ڪرائي ڇڏن ٿا ۽ ڪيـن خوابن ۾ غلطان ڪري ڇڏن ٿا ۽ اهڙي طرح هن کان هر قسم جون اٽڪلون ڪرائي ڇڏڻ ڪانپوءِ هو، هن کي شيطان سان گڏمڏ ڪري ڇڏن ٿا ۽ اسانکي اهو سمجهڻ کان قاصر ڪري ڇڏن ٿا تہ هنن خدا مَان آخر ڪهڙو مطلب ورتو ٿي. هي آهي توريت ۽ زبور جو تفصيلي خدا!

جيستائين انجيل جو تعلق آهي تہ جيتوڻيڪ ان جي ليکڪن ڏيک کي مختلف ڪري ڇڏيو آهي، پر بيهودگيءَ کي ساڳئي نموني جاري رکيو آهي. ڇا انسان هميشه پادرشاهيءَ جو فريب ڪاڏل ۽ وهم پرستيءَ جو غلام رهڻو آهي؟ ڇا هن کي خالق جا انصاف ڀريا تصور ڪڏهن بہ حاصل نہ ٿا ٿي سگهن؟ خدا کي ڪوڙي نموني مُجڻ کان اهو نہ مڃڻ بهتر آهي تہ ڪو خدا بہ آهي.

جڏهن اسان هن عظيم ڪائنات مٿان نظر ڊوڙايون ٿا، جيڪا اسانجي چوڌاري موجود آهي ۽ پنهنجي سمجهہ کي خلا جي ابديت ۾ ڊوڙايون ٿا، جيڪا ابدي يگانگت ۾ گردش ڪندڙ بيشمار سيارن ۽ ستارن سان ڀريل آهي تڏهن هڪ سوچيندڙ انسان جي آڏو توريت، زبور ۽ انجيل جون ڪهاڻيون، جن کي ڪافرانہ طور "خدا جو ڪلام" سڏيو ويو آهي، لازماً ڪيترين نہ حقير لڳن ٿيون. عظيم الشان ڏاهپ ۽ ڪڏهن بہ غلطي نہ ڪندڙ نظم و ضبط جيڪو هن عجيب ماڻڊاڻ- ڪائنات مٿان حڪمراني ڪري ٿو ۽ ضابطو رکي ٿو ۽ اسانکي غور و فکر ڪرڻ جي دعوت ڏئي ٿو، انجيل کي شرمسار ڪري ڇڏي ٿو. ابديت

جو خدا ۽ انهن سموربن شين جو خدا جيڪي حقيقي آهن، گذري ويندڙ خوابن جو خدا ۽ انسان جي تصور جي پاڇن جو خدا نہ آهي. سچ جو خدا، افساني جو خدا نہ آهي؛ پئدا ڪيل خدا جو عقيدو ۽ صليب تي ٽنگيل هڪ خدا جو عقيدو، خدا جو ڪافراڻو عقيدو آهي؛ اهو عقل جو ڪافراڻو استعمال ڪرڻ آهي.

خواب تي مضمون کي مان ڪتاب ايڪليسياسٽيڪس (ايپو ڪرفا جي ڪتابن مان هڪ ڪتاب) جي ٣۴ باب جي پهرئين ٻن بيتن سان ختم ڪندس:

"سمجهہ کان خالي، انسان جون اميدون بيڪار ۽ ڪوڙيون آهن، ۽ خواب، بيوقوفن کي مٿي چاڙهيندڙ آهن؛ جيڪو بہ ماڻهو خوابن کي مانُ ڏئي ٿو، اهو ان مثل ماڻهوءَ مثل آهي جيڪو پاڇي کي پڪڙيندو آهي ۽ هوا جو پيڇو ڪندو آهي."

هاڻي مان پراڻي عهدنامي ۾ ڏنل انهن تڪرن جي جائزي ڏانهن وڌان ٿو، جن کي يسوع مسيح جي اچڻ جون پيشن گوئيون/ اڳڪٿيون ڪونيو وڃي ٿو ۽ اهو ڏيکاريندس تہ اهڙي ڪنهن بہ شخص جون کي بہ اڳڪٿيون ٿيل ناهن ۽ اهو تہ اهي تڪرا جن کي خفيہ طور تي اڳڪٿين جو لقب ڏنو ويو آهي، حقيقت ۾ اڳڪٿيون ئي ناهن ۽ اهو تہ اهي انهن حالتن ڏانهن اشارو ڪن ٿيون، جن ۾ يهودي قوم ان زماني ۾ مبتلا هئي، جڏهن اهي لکيون يا چيون ويون هيون، نہ ڪہ اهي پراڻهين يا مستقبل جي وقت يا ڪنهن ماڻهوءَ ڏانهن اشارو ڪن ٿيون!

# انجيل ۾ ڏنل ٽڪرن جو جائزو

## توريت ۽ زبور مان حوالي طور ورتل ۽ يسوع مسيح متعلق اڳڪٿيون سڏيا ويندڙ

### متي جو انجيل

توريت ۽ زبور ۾ ڏنل ٽڪرا جن کي يسوع مسيح جون يا هن سان لاڳاپيل اڳڪٿيون ڪوٺيو وڃي ٿو، هيٺين ٻن سِرن هيٺ ورهائي سگهجن ٿيون:

(۱) اهي جيڪي انجيل جي چئن ڪتابن، جن کي چار رسول سڏيو وڃي ٿو، متي، مرقس، لوقا ۽ يوحنا ۾ جاٽايل آهن.

(۲) اهي جن کي ترجمو ڪندڙن ۽ تفسير نگارن خود پنهنجي تصور منجهان اڳڪٿين ۾ ڪڙو ڪري ڇڏيو آهي ۽ انهن کي ان عنوان سان توريت ۽ زبور جي ڪيترن بابن جي منڍ ۾ رکي ڇڏيو آهي. انهن مٿان مَس، وقت ۽ ڪاغذ ذيان ڪرڻ مناسب نه آهي. ان ڪري مان پنهنجو پاڻکي صرف انهن اڳڪٿين تائين محدود رکندس، جيڪي متي ذڪر ڪيل انجيل جي چئن ڪتابن ۾ جاٽايل آهن.

جيڪڏهن مان اهو ڏيکاريان ته اهي يسوع مسيح نالي شخص جون اڳڪٿيون نه آهن، نه انهن جو اهڙي ڪنهن شخص ڏانهن اشارو آهي ته پوءِ انهن اڳڪٿين سان مقابلو ڪرڻ مڪمل طور تي غير ضروري ٿي پوندو، جن کي ترجمو ڪندڙن يا چرچ ايجاد ڪري ڇڏيو آهي ۽ جن لاءِ هنن وٽ ٻي ڪا به اختياري نه آهي، سواءِ هنن جي پنهنجي تصور جي.

مان ڪتاب متي جي انجيل سان شروع ڪريان ٿو. ان جي پهرئين باب، بيت ۱۸ ۾ اهو چيو ويو آهي:

"هاڻي يسوع مسيح جو تولد هن طرح سان ٿيو جو جڏهن هن جي ماءُ مريم جو مڱڻو يوسف سان ٿيو ۽ اڃا هو پاڻ ۾ گڏ نه ٿيا هئا، تڏهن معلوم ٿيو ته هوءَ پاڪ روح جي قدرت سان حامله ٿي آهي."

هي بيت ڪجهه زياده ئي ٽڪرو وڃي رهيو آهي، چوته هن بيت کي ايندڙ بيت سان اتفاق ڪرائڻ لاءِ ان کي ان ڪان وڌيڪ ڪجهه نه چوڻ کپندو هو ته مريم ٻار سان هئي، چوته ايندڙ بيت چئي ٿو،

"پوءِ يوسف، هن جو مڙس جيڪو هڪ ايماندار ماڻهو هو ۽ ان لاءِ رضامند نه هو ته هنکي خلق ۾ خوار ڪري، تنهن خيال ڪيو ته هن کي پنهنجي پر ۾ ڇڏي ڏي."

نتيجتاً يوسف کي به ان ڪان وڌيڪ معلوم نه ٿي چڪو هو ته هوءَ ٻار سان

آهي ۽ هن کي اهو به معلوم هو ته اهو پار هن مان نه هو. بيت ٢٠:

"پر جڏهن هو انهن ڳالهين بابت سوچي رهيو هو (يعني آيا هو هن کي پنهنجي پر ۾ چڏي ڏي يا کيس خلق ۾ خوار ڪري) ته ڏسو ته هنکي خواب ۾ خدا جو هڪڙو ملائڪ ڏسڻ ۾ آيو (يعني يوسف خواب ڏٺو ته هڪ ملائڪ هن آڏو ظاهر ٿيو) جنهن چيس ته اي دائود جا پٽ، يوسف، تون مريم پنهنجي زال کي پاڻ وٽ آڻڻ کان نه ڊڄ، ڇالاءِ جو کيس جيڪو حمل ٿيو آهي، سو "پاڪ روح" جي قدرت سان آهي ۽ هنکي پٽ ڄمندو ۽ انهي جو نالو يسوع رکج: ڇالاءِ جو هو اهوئي آهي، جو پنهنجي امت کي سندن گناهن کان نجات ڏيارائيندو."

هاڻي هتي ڏنل احوال جي خوبين ۽ خامين مٿان ڪنهن به بحث مباحثي ۾ ملوث ٿيڻ کانسواءِ اهو مشاهدو ڪرڻ مناسب آهي ته ان کي هڪ خواب کان وڌيڪ مٿاهين صداقت حاصل نه آهي، ڇاڪاڻ ته اهو هڪ ماڻهوءَ لاءِ ناممڪن آهي ته هو خواب ۾ سواءِ ان شيءِ جي جنهن جو هو خواب ڏسي ٿو، ٻي ڪا به شيءِ ڏسي. تنهنڪري مان اهو نه ٿو ڇچان ته آيا يوسف (جيڪڏهن اهڙو ڪو ماڻهو هو!) اهڙو ڪو خواب ڏٺو هو يا نه: ڇاڪاڻ ته اهو مڃڻ سان ته هن اهڙو خواب ڏٺو هو، ڪا به شيءِ ثابت نه ٿي ٿئي. خوابن ۾ ذهن جي ڪيفيت ايتري ته عجيب ۽ غير عقلي هوندي آهي جو اها انهن سمورن ڪردارن کي پاڻ ادا ڪندي آهي، جيڪي تصور پيدا ڪندو آهي ۽ جيڪو اها سوچيندي آهي ته انهن ڪردارن مان ڪنهن کي به ٻڌي ٿي، اهو ڪجهه به نه هوندو آهي، سواءِ ان جي، جنهن کي خود هن جي پنهنجي تصور جي پتڪندڙ تيزي ايجاد ڪندي آهي. تنهنڪري جيڪو ڪجهه يوسف خواب ۾ ڏٺو، منهنجي لاءِ ڪجهه به نه آهي، پوءِ ڇاهي اها سندس زال جي وفاداري هئي يا بي وفائي: مان خود پنهنجن خوابن کي ڪا به اهميت نه ڏيندو آهيان ۽ ٻئي ڪنهن ماڻهوءَ جي خوابن ۾ عقيدي رکڻ سان بيشڪ مان ڪمزور ٿي ويندس.

مٿي مون جن بيتن جو حوالو ڏنو آهي، انهن کانپوءِ جيڪي بيت اچن ٿا، اهي ڪتاب مٿي جي ليکڪ جا لفظ آهن.

"هاڻي (هو چوي ٿو) اهي سڀ ڳالهيون (يعني هي سمورا خواب ڏسڻ ۽ حامله پٽو) انهيءَ لاءِ ٿيون ته جيڪي خداوند پنهنجي نبيءَ جي معرفت چوايو هو، سو اچي پورو ٿئي ته 'ڏسو هڪڙي ڪنواري حامله ٿيندي ۽ کيس پٽ ڄمندو ۽ انهيءَ جو نالو عمانوئيل رکندا، جنهن جي معنيٰ آهي، 'خدا اسان سان.'"

هي ٽڪرو ڪتاب يسعياه، باب ستين، بيت ١٤ ۾ آهي ۽ مٿي ڪتاب جو ليکڪ پڙهندڙن کي اهو مڃرائڻ جي ڪوشش ڪري ٿو ته هي ٽڪرو يسوع مسيح نالي هڪ شخص لاءِ اڳڪٿي آهي. اهو اهڙي ڪا شيءِ نه آهي ۽ مان ڏيکارڻ وڃان ٿو ته اهو اهڙي شيءِ ناهي. پر پهريان اهو ضروري آهي ته مان يسعياه طرفان ڳالهايل انهن لفظن جي موقعي جي وضاحت ڪريان. پڙهندڙ پوءِ اها ڳالهه آسانيءَ سان سمجهي سگهندو ته اهي لفظ يسوع مسيح لاءِ هڪ

اڳڪتي ته پري رهيو، انهن جو اهڙي ڪنهن شخص ڏانهن پري جو به اشارو ناهي
ٿيل يا ڪنهن اهڙي شيءِ ڏانهن جيڪا يسوع مسيح جي زندگيءَ واري زماني ۾
ٿي سگهي هجي، جيڪو يسعياه جي زماني کان اٽڪل ست سؤ سال بعد ۾
هو. اصل صورتحال هيٺين آهي:

سليمان جي موت تي يهودي قوم ٻن بادشاهتن ۾ ورهائجي وئي- هڪ
يهوديه جي بادشاهت جي نالي سان، جنهن جي گاديءَ جو هنڌ يروشلم هو؛ ٻي
اسرائيل جي بادشاهت جي نالي سان، جنهن جي گاديءَ جو هنڌ تميريا هو.
يهوديه جي بادشاهت، دائود جي راهه اختيار ڪئي؛ اسرائيل جي بادشاهت،
سائول جي راهه اختيار ڪئي ۽ هنن ٻنهي مخالف بادشاهتن هڪٻئي سان اڪثر
ڇتيون جنگيون ڪيون. جنهن وقت آهز، يهوديه جو بادشاهه هو، جيڪو يسعياه
جي زماني ۾ هو، پيڪاهه، اسرائيل جو بادشاهه هو ۽ پيڪاهه، يهوديه جي
بادشاهه آهز سان جنگ ڪرڻ لاءِ آسور جي بادشاهه- ريزن کي پاڻ سان ملائي
ڇڏيو ۽ هي ٻئي بادشاهه هڪ گڏيل ۽ طاقتور فوج، يروشلم ڏانهن ڪاهي آيا.
آهز ۽ هن جي رعايا ان خطري تي خبردار ٿي ويا ۽ سندن دليون لڏي ويون،
"جيئن جهنگل جا وڻ هوا لڳڻ سان لڏي ويندا آهن." ڪتاب (يسعياه، باب
ستون، بيت ٢)

شين جي ههڙي خطرناڪ صورتحال ۾، يسعياه آهز کي مخاطب ٿئي ٿو
۽ هن کي خدا جي نالي ۾ پڪ ڏئي ٿو (سمورن نبين جو پسنديده فقرو!) ته اهي
ٻئي بادشاهه هن خلاف سوڀارا نه ٿيندا ۽ هن کي پڪ ڏيڻ خاطر ته ائين ئي
ٿيندو (بهرحال نتيجو سڌو سنئون ان جي ابتڙ هو)* هو آهز کي ٻڌائي ٿو ته هو
خدا جي ڪا نشاني پڇي. آهز اهو سبب ڏيندي ته هو خدا کي نه لالچائيندو،
ائين ڪرڻ کان انڪار ڪري ٿو، جنهن تي يسعياه جيڪو خدا طرفان موڪليل
شخص هجڻ جو ڊونگ ڪري ٿو، چئي ٿو (بيت ١٤):

"تنهنڪري خدا پاڻ توکي هڪ نشاني ڏيندو. ڏسو، هڪ ڪنواري حامله
ٿيندي ۽ ڪيس پٽ ڄمندو ۽ هن کي عمانوئيل جي نالي سان سڏيندي. مکڻ ۽
ماکي اهو ٻار کائيندو ته جيئن هو گناهه کان انڪار ڪري سگهي ۽ نيڪيءَ کي
چونڊي سگهي، ڇوته ان کان اڳ جو اهو ٻار گناهه کان انڪار ڪرڻ ۽ نيڪيءَ کي

---

* ڪتاب تواريخ ٢، باب ٢٨، بيت ١:

"آهز ٢٠ سالن جو هو، جڏهن هن بادشاهي ڪرڻ شروع ڪئي ۽ هن يروشلم ۾ ١٦
سالن تائين بادشاهي ڪئي پر هن اهي ڪم نه ڪيا جي خداوند جي نظر ۾ چڱا هئا. بيت ٥:
تنهنڪري خداوند سندس خدا هنڪي ارام جي بادشاهه جي هٿن ۾ ڏئي ڇڏيو ۽ انهن هن کي
شڪست ڏيئي سندس ماڻهن مان تمام گهڻا قيدي ڪٺي دمشق ۾ آندا ۽ هو اسرائيل جي بادشاهه
جي هٿن ۾ ڏنو ويو، جنهن ڏاڍي ڪوس سان هنکي شڪست ڏني. بيت ٦: ۽ فقحه اسرائيل جي
بادشاهه، يهوديه ۾ هڪ ڏينهن ۾ هڪ لک ويهه هزار ماڻهو ڪُنا. بيت ٨: ۽ بني اسرائيل
پنهنجن ڀائرن مان ٻه لک زالون، ڇوڪر ۽ ڇوڪريون قيد ڪري ڪٺي ويا.

چوندڻ جي چاڻ رکندو، اها زمين جنهن کان تون نفرت ڪرين ٿو، پنهنجن ٻنهي بادشاهن کان هٿ ڌوئي ويهندي." معنيٰ اسرائيل جو بادشاهه ۽ آسور جو بادشاهه جيڪي هن خلاف ڪاهه ڪري اچي رهيا هئا.

هتي آهي پوءِ اها نشاني جيڪا هڪ ٻار جو جنم هئي ۽ جيڪو ٻار هڪ پٽ هو ۽ هتي ان نشانيءَ جي حاصلات لاءِ وقت به محدود ڪيو ويو آهي يعني ان کان اڳ جو اهو ٻار بديءَ کي ڌڪارڻ ۽ نيڪيءَ کي چوندڻ ڄاڻندو. تنهنڪري اها شيءِ جيڪا آهز جي ڪاميابيءَ جي نشاني ٿيڻي هئي، لازمي طور اهڙي شيءِ هجڻ گهربي هئي جيڪا هن ۽ ٻن بادشاهن جي وچ ۾ ٿيندڙ لڙائيءَ جي واقعي کان اڳ ٿئي ها. هڪ شيءِ جيڪا نشاني ٿيڻي هوندي آهي، نشاندهي ڪيل شيءِ کان لازمي طور اڳ اچڻي هوندي آهي. برسات جي نشاني، لازمي طور برسات کان اڳ ايندي آهي. يسعياهه جي لاءِ اها ڳالهه هڪ مذاق ۽ بيعزتيءَ واري بڪواس هجي ها، آهز کي نشانيءَ طور اها پڪ ڏيڻ ته اهي ٻئي بادشاهه هن خلاف سوڀارا نه ٿي سگهندا؛ ته هن جي مري وڃڻ کان ست سؤ سال پوءِ هڪ ٻار ڄمندو ۽ اهو ته ان کان اڳ جو اهو ٻار بديءَ کي ڌتڪارڻ ۽ نيڪيءَ کي چوندڻ جي تميز سکي وڃي، هو (يعني آهز) ان خطري کان آجو ڪيو ويندو جنهن ۾ هو ان وقت فوري طور تي گهربل هو.

پر اصل صورتحال هيءَ آهي ته اهو ٻار جنهن جي باري ۾ يسعياهه ڳالهائي ٿو، سندس پنهنجو ئي ٻار هو، جنهن سان هن جي زال يا هن جي معشوقه تڏهن ڳورهاري هئي، چوته هو اڳلي باب ۾ چئي ٿو (بيت ٢ ۽ ٣):

"۽ مان پاڻ سان ايماندار شاهد يورياهه پادري ۽ زڪيرياهه، ييبريچياهه جو پٽ، رڪارڊ خاطر ڪنيا ۽ مان پيغمبرياڻيءَ وٽ ويس ۽ هوءَ حامله ٿي ۽ ڪيس هڪ پٽ ڄائو." ۽ هو ساڳئي باب جي بيت ١٨ ۾ چئي ٿو، "ڏسو، مان ۽ ٻار جيڪي خداوند مونکي ڏنا آهن؛ نشانين طور ۽ اسرائيل ۾ عجوبن خاطر آهيون."

ان ڳالهه جو مشاهدو ڪرڻ هتي نامناسب نه ٿيندو ته ڪتاب يسعياهه ۾ ترجمو ڪيل لفظ "ڪنواري" عبراني ٻوليءَ ۾ هڪ ڪنواريءَ کي ظاهر نه ڪندو آهي پر چڙو هڪ "نوجوان عورت" کي ظاهر ڪندو آهي. ترجمي ۾ زمان کي به ڪوڙو ڪيو ويو آهي. ليوي، ڪتاب يسعياهه جي ستين باب جي ١٤ بيت جو عبراني مضمون ۽ ان سان گڏ ان جو انگريزي ترجمو ڏئي ٿو، "ڏسو، هڪ نوجوان عورت حامله آهي ۽ ڪيس هڪ پٽ ڄمندو."

هي اظهار جيئن هو چوي ٿو، زمان حال ۾ آهي. ترجمو هن ٻار جي ڄمڻ سان، جيڪو آهز لاءِ هڪ نشاني ٿيڻو هو، لاڳاپيل ٻين حالتن سان پڻ اتفاق ڪري ٿو پر جيئن ته ان تڪري جو سچو ترجمو دنيا مثان بطور هڪ ٻار جي اڳڪٿيءَ جي، جيڪو ست سؤ سالن کانپوءِ پيدا ٿيڻو هو، ٺاهڻي نه پئي سگهيو، ان ڪري عيسائي مترجمن اصل کي ڪوڙو ڪري ڇڏيو آهي ۽ يسعياهه کان اهو

چورائڻ بدران تہ "ڏسو، هڪ نوجوان عورت حاملہ آهي ۽ ڪيس هڪ پٽ ڄمندو"، هتي هن ڪان اهو چورايو، "ڏسو، هڪ ڪنواري حاملہ ٿيندي ۽ ڪيس هڪ پٽ ڄمندو." بهرحال هڪ ماڻهوءَ لاءِ ڪتاب يسعياہ جو رڳو ستون ۽ اٺون باب پڙهڻ ضروري آهن ۽ پوءِ هو مطمئن ٿي ويندو تہ تڪراري ٽڪرو، يسوع مسيح نالي ڪنهن شخص جي اڳڪٿي نہ آهي.

مان انجيل طرفان حوالو ڏنل پراڻي عهدنامي جي ٻئي ٽڪري ڏانهن اچان ٿو، جنهن کي يسوع مسيح لاءِ اڳڪٿي قرار ڏنو وڃي ٿو. ڪتاب متي، باب ۲، بيت ۱:

"هاڻي جڏهن يسوع مسيح يهوديہ واري بيتلحم ۾ هيرودس بادشاہ جي ڏينهن ۾ پيدا ٿيو، تڏهن ڏسو، اڀرندي ڪان مجوسي يروشلم ۾ آيا ۽ چوڻ لڳا تہ يهودين جو بادشاہ جو پيدا ٿيو آهي، سو ڪٿي آهي؟ ڇالاءِ جو اسان انجو ستارو اڀرندي ۾ ڏٺو آهي. تنهنڪري ڪيس سجدو ڪرڻ لاءِ آيا آهيون. ۽ جڏهن هيرودس بادشاہ اها ڳالهہ ٻڌي، تڏهن هنکي ۽ ساڻس گڏ سڄي يروشلم کي اچي فڪر ورايو ۽ سڀني مک پنڊتن ۽ فقيهن کي گڏ ڪري ڪانئن پڇڻ لڳو تہ مسيح ڪٿي پيدا ٿيڻو آهي؟ ۽ هنن چيس تہ يهوديہ واري بيتلحم ۾، ڇالاءِ تہ نبيءَ جي معرفت ائين لکيو ويو آهي تہ "اي يهوديہ ملڪ جا بيتلحم، تون ڪنهن بہ طرح يهوديہ جي شهزادن مان سڀ ڪان ننڍو نہ آهين، ڇالاءِ جو تو منجهان هڪڙو حاڪم نڪرندو، جو منهنجي قوم اسرائيل مٿان حڪمراني ڪندو."

هي ٽڪرو پراڻي عهدنامي جي ڪتاب، ميڪاہ جي باب پنجين، بيت ۲ ۾ آهي. مان ڏينهن جي وقت هڪ تاري کي ڏسڻ ۽ ان جي پيڇي ڪرڻ جي بيهودگيءَ مٿان ائين ئي گذري وڃان ٿو، جيئن هڪ ماڻهو رات جي وڳڙي ۾ غول بيابان، يا ميڻ بتي يا هڪ بتيءَ سان لنگهي ويندو آهي. ۽ پڻ ان تاري کي اوپر ۾ ڏسڻ، جڏهن تہ اهي خود پاڻ اوپر کان آيا، ڇوتہ جيڪڏهن ڪا اهڙي شيءِ هنن جي رهنمائي ڪرڻ لاءِ ڏسي پئي سگهجي تہ پوءِ ان کي اولهہ ۾ هجڻ گهربو هو. مان بهرحال پنهنجو پاڻکي صرف ان ٽڪري تائين محدود رکندس جنهن کي يسوع مسيح جي اڳڪٿي سڏيو وڃي ٿو. ميڪاہ جو ڪتاب، متي ذڪر ڪيل ٽڪري (بيت ۲) ۾ ڪنهن ماڻهوءَ لاءِ، هن جو نالو وٺڻ کانسواءِ، ڳالهائي رهيو آهي، جنهن مان ڪجهہ عظيم ڪارناما متوقع هئا پر بيت ۵ ۾ هو ان ماڻهوءَ جو جيڪو تفصيل ڏئي ٿو، اهو صاف صاف ثابت ڪري ٿو تہ اهو ماڻهو يسوع مسيح نہ آهي، ڇوتہ هو ان بيت ۾ هيئن چوي ٿو،

"۽ هي ماڻهو امن هوندو، جڏهن اسوري اسانجي سرزمين تي ايندا ۽ جڏهن هو اسانجن محلن ۾ چهل قدمي ڪندو، تڏهن اسان اسور جي خلاف ست ريڍار ۽ اٺ مکيہ ماڻهو کڙا ڪنداسين." بيت ٦:

"۽ اهي اسور جي سرزمين ۽ نمرود جي سرزمين ان جي لنگهن وٽ، تلوار سان زيان ڪندا، ائين پوءِ هو (جنهن شخص جو بيت ۲ جي مهڙ ۾ ذڪر

ڪيو ويو آهي) اسانکي آسورين کان ڇوٽڪارو ڏياريندو، جڏهن هو اسانجي ڌرتيءَ تي ايندو ۽ جڏهن هو اسانجي سرحدن اندر ڇهل قدمي ڪندو."

هي هڪ فوجي سپهہ سالار جو ايترو تہ ڪليل نموني تفصيل آهي جو انکي يسوع مسيح مٿان سواءِ هن جي ڪردار کي مسخ ڪرڻ جي، جيڪو هو اسانکي ڏيڻ جو ڍونگ ڪن ٿا، لاڳو نہ ٿو ڪري سگهجي. ان کان علاوه جن زمانن جي حالتن جو هتي ذڪر ڪيو ويو آهي ۽ انهن زمانن جون حالتون، جنهن ۾ چيو وڃي ٿو تہ يسوع مسيح زنده هو، هڪٻئي سان تضاد ۾ آهن. اهي رومي هئا، نہ ڪہ آسوري، جن فتح حاصل ڪئي هئي. ۽ يهوديہ جي سرزمين ۾ هئا ۽ انهن جي محلن ۾ ڇهل قدمي ڪئي هئائون، جڏهن يسوع مسيح پئدا ٿيو هو ۽ جڏهن هو مري ويو هو ۽ هن جو انهن روميـن کي ڌڪي ٻاهر ڪڍي ڇڏڻ تہ پري رهيو، اهي رومي ئي هئا، جن هن جي ڦاهيءَ جي وارنٽ تي صحيح ڪئي هئي ۽ هن ان وارنٽ تحت پوڳيو هو.

اهڙي طرح اهو ڏيکاري ڇڏڻ ڪانپوءِ تہ هيءَ يسوع مسيح لاءِ اڳڪٿي نہ آهي، مان انجيل طرفان پراڻي عهدنامي مان حوالو ڏنل ٽئين ٽڪري ڏانهن اچان ٿو، جنهن کي يسوع مسيح جي اڳڪٿي قرار ڏنو وڃي ٿو. هيءَ اڳڪٿي، پهريجن ذڪر ڪيل اڳڪٿيءَ جيان، هڪ خواب ذريعي متعارف ڪرائي وڃي ٿي. يوسف هڪ ٻيو خواب ڏسي ٿو تہ هن جي ملاقات هڪ ٻئي ملائڪ سان ٿئي ٿي. ان جو تفصيل، ڪتاب متي جي باب ٢، بيت ١٣ تي هيٺين شروع ٿئي ٿو،

"خدا جي هڪڙي ملائڪ يوسف کي خواب ۾ ڏيکاري ڏئي چيو تہ اُٿ ۽ هن ننڍي ٻار ۽ سندس ماءُ کي وٺي مصر ملڪ ڏانهن ڀڄي وڃ ۽ اتي ئي رهجانءِ، جيستائين آئون توکي چوان، ڇالاءِ جو هيرودس انهيءَ ننڍي ٻار کي ماري تباهہ ڪرڻ لاءِ انجي ڳولا ڪندو. تنهن تي هو اٿيو ۽ ننڍي ٻار ۽ سندس ماءُ کي وٺي، راتوواهہ مصر ملڪ ڏانهن هليو ويو ۽ اتي رهيو پيو هو، جيستائين هيرودس مئو. انهيءَ لاءِ تہ خدا، جيڪي نبيءَ جي معرفت چيو هو، سو پورو ٿئي تہ "مون پنهنجي فرزند کي مصر مان گهرايو آهي."

هي ٽڪرو، پراڻي عهدنامي جي ڪتاب هوسيا (باب ١١، بيت ١) ۾ آهي. لفظ آهن، "جڏهن اسرائيل ٻار هو، تڏهن مان هن سان محبت ڪئي ۽ پنهنجي فرزند کي مصر مان ٻاهر گهرايو. جيئن هنن انهن کي سڏيو، تيئن اهي انهن کان هليا ويا؛ هنن بالعمر تي قرباني ڪئي ۽ تراشيل بُتن آڏو مقدس دونهون (Incense) ٻاريو."

هي ٽڪرو، جنهن کي غلط نموني يسوع مسيح جي هڪ اڳڪٿي سڏيو ويو آهي، فرعون جي زماني ۾، بني اسرائيل جي مصر مان ٻاهر نڪري اچڻ ۽ بعد ۾ هنن جي بت پرستي شروع ڪرڻ ڏانهن اشارو ڪري ٿو. ان کي يسوع مسيح مٿان لاڳو ڪرائڻ لاءِ اهو شخص لازمي طور اهڙو ماڻهو هئڻ گهربو هو، جنهن بالعمر مٿان قرباني ڏني ۽ تراشيل بُتن تي مقدس دونهون ٻاريو، ڇوتہ ماڻهو

جيڪي مصر مان ٻاهر سڏيا ويا، هڪڙي گڏيل نالي- اسرائيل سان سڃاتا ٿي ويا ۽ جن ماڻهن هيءَ بت پرستي ڪئي، سي ساڳيا ئي ماڻهو آهن يا انهن جا پونيئر آهن. تہ پوءِ هيءَ يسوع مسيح جي اڳڪٿي نہ ٿي ٿي سگهي، جيستائين هو هن کي هڪ بُت پرست بڻائڻ لاءِ رضامند نہ آهن. مان چوٿين ٽڪري ڏانهن اچان ٿو، جنهن کي ڪتاب متي جو ليکڪ، يسوع مسيح جي اڳڪٿي سڏي ٿو. اها ڪنهن ٻئي ماڻهوءَ طرفان نہ پر خود ليکڪ طرفان ٺاهيل هڪ ڪهاڻيءَ ذريعي متعارف ڪرائي وئي آهي، جيڪا هيرودس بادشاهہ جي حڪم هيٺ ٻن سالن کان گهٽ عمر وارن سمورن ٻارڙن کي قتل ڪرڻ جي ڪهاڻي آهي، جنهن تي ورلي ڪو ماڻهو اعتبار ڪندو. اها هڪ اهڙي شيءِ هئي، جيڪا ممڪن ناهي تہ هيرودس طرفان ڪري پئي سگهجي. ڇوتہ هن کي رومن سرڪار پر رڳو هڪ عهدو حاصل هو، جنهن جي خلاف هميشه اپيلون ڪري سگهجن پيون، جيئن اسان پولس جي مثال ۾ ڏسون ٿا.

متي بهرحال هيءَ ڪهاڻي پاڻ ناهي ڇڏڻ يا ٺاڻي ڇڏڻ ڪانپوءِ چئي ٿو، باب ٢، بيت ١٧:

"تڏهن يرمياهہ نبيءَ جيڪي چيو هو، سو اچي پورو ٿيو تہ 'راماهہ ۾ هڪڙو آواز ٻڌڻ ۾ آيو، روئڻ ۽ ڏاڍي ماتم جو، راحل پنهنجن ٻارن لاءِ پئي روئي ۽ تسلي نہ پئي اچيس، ڇالاءِ جو اُهي آهن ئي ڪين.'" هي ٽڪرو ڪتاب يرمياهہ، باب ٣١، بيت ١٥ ۾ آهي ۽ هي بيت، جڏهن انکي پاڻ کان اڳين ۽ پوين بيتن کان ڌار ڪيو وڃي ٿو ۽ جيڪو ان جي اطلاق جي وضاحت ڪري ٿو، هڪجهڙي نسبت سان جنگين، محاصرن ۽ ٻين دهشتگردين جي هر مثال مٿان لاڳو ڪري سگهجي ٿو، جيئن خود عيسائين اڪثر يهودين سان ڪيون آهن، جتي مائرن پنهنجن ٻارن جي مارجي وڃڻ تي اڪثر روڄ پِٽڪو پئي ڪيو آهي. ان بيت ۾، جيڪڏهن ڇڙو انکي اڪيلي طور ورتو وڃي تہ اهڙي ڪابہ شيءِ موجود ناهي، جيڪا ان جي ڪنهن مخصوص اطلاق جي نشاندهي ڪندي هجي يا ان ڏانهن اشارو ڪندي هجي، سواءِ ان جي تہ اها ڪنهن اهڙي حالت ڏانهن اشارو ڪري ٿي، جيڪا ان جي لکجڻ وقت اڳ ئي واقع ٿي چڪي هئي ۽ نہ ڪہ اهڙي شيءِ ڏانهن اشارو ڪري ٿي، جيڪا اڃا ٿيڻي هئي ڇوتہ ان بيت جو زمان، ماضيءَ ۾ آهي. مان صورتحال جي وضاحت پيش ڪرڻ ۽ ان بيت جو اطلاق ڏيکارڻ لاءِ اڳتي وڌان ٿو.

يرمياهہ ان زماني ۾ زنده هو، جڏهن نبوڪد نظر يروشلم جو گهيراءُ ڪيو، ان کي فتح ڪيو ۽ انکي لُٽيو ڦريو ۽ تباهہ ڪيو ۽ يهودين کي قيدي بڻائي بابل ڏانهن وٺي ويو. هو يهودين خلاف پنهنجي تشدد کي هر انتها تائين وٺي ويو. هن صدقياهہ بادشاهہ جي پٽن کي، هن جي اکين آڏو ئي ڪُٺو، پوءِ هن صدقياهہ بادشاهہ جون اکيون ٻاهر ڪڍيون ۽ هن کي سندس موت تائين قيد ۾ بند ڪري ڇڏيو. اهو يهودين جي غم ۽ اذيت جو زمانو آهي، جنهن جي باري ۾ يرمياهہ

ڳالهائي رهيو آهي. سندن عبادتگاهه تباهه ڪيو ويو هو، سندن ڌرتي اُجاڙي وئي هئي، سندن قوم ۾ حڪومت مڪمل طور تي ٽٽي چڪا هئا ۽ اهي پاڻ سندن مرد، عورتون ۽ ٻار قيدي بڻايا ويا هئا. هنن کي پنهنجين اکين آڏو فوري طور تي پنهنجا ئي ايذا گهڻا غم هئا، جو اهي انهن کي يا انهن جي ڪنهن به سردار کي ان جي اجازت نه پئي ڏئي سگهيا ته هو پنهنجو پاڻکي اهڙين شين ۾ محو رکن، جيڪي دنيا ۾ ڪئين سؤ سالن ڪانپوءِ ٿي پئي سگهيون يا نه پئي ٿي سگهيون.

جيئن اڳ ئي ڏنو ويو آهي ته مذڪوره بيت ۾ يرمياهه يهودين جي غم ۽ اذيت جي ان وقت متعلق ڳالهائي رهيو آهي. ايندڙ ٻن بيتن (١٦ ۽ ١٧) ۾ هو عذاب پوڳيندڙن کي اميدون ڏيندي آٿت ڏيڻ جي ڪوشش ڪري ٿو ۽ انهن ڏهاڙن ۾ ڳالهائڻ جي فيشن مطابق، خدا طرفان هنن کي خاطربون ڏئي ٿو ته سندن اذيتن جي پڄاڻي ٿيڻي آهي ۽ سندن ٻار پنهنجي سرزمين تي وري واپس ورندا. پر مان اهو انهن بيتن مٿان ڇڏيان ٿو ته اهي خود پنهنجي متعلق ڳالهائن ۽ پراڻو عهدنامو خود انجيل خلاف شاهدي ڏئي. يرمياهه، باب ٣١، بيت ١٥:

"خداوند هيئن چيو، راماهه ۾ ورلاپ ۽ سخت روڄ راڙي جو هڪ آواز ٻڌو ويو (اهو زمان ماضيءَ ۾ آهي)، راحيل پنهنجي ٻارن لاءِ روئي رهي هئي، پنهنجي ٻارن لاءِ ڪيس تسلي نه پئي ٿي، ڇاڪاڻ ته اهي هئا ئي نه." بيت ١٦:

"خداوند هيئن چيو، روئڻ ڪان پنهنجو آواز بند ڪريو ۽ پنهنجيون اکيون، ڳوڙهن ڪان: ڇوته توهانجي ڪم جو انعام ڏنو ويندو، خداوند چيو: ۽ اهي دشمن جي ڌرتيءَ ڪان وري واپس ايندا."

بيت ١٧:

"خداوند چيو: ۽ توهانجي پڇاڙيءَ ۾ اميد آهي، ته توهانجا ٻار، توهانجي پنهنجي سرحد ۾ وري ايندا." اهو ڪهڙي عجيب جهالت يا مَڪر جي ڪري آهي ته جن ٻارن لاءِ يرمياهه ڳالهائي ٿو (معنيٰ يهودي قوم جا ابهم ٻارڙا) ۽ جيڪي دشمن جي سرزمين ڪان وري واپس موٽڻا هئا ۽ خود پنهنجين سرحدن ۾ اچڻا هئا، جو مطلب اهي ٻار ٿي سگهن پيا، جيڪي متي هيروديس ڪان قتل ڪرائي پيو؟! ڇا اهي دشمن جي سرزمين تان وري واپس اچي پئي سگهيا يا دشمن جي سرزمين هنن مٿان ڪيئن ٿي لاڳو ڪري سگهجي؟ ڇا هو پنهنجين سرحدن ڏانهن وري اچي پئي سگهيا؟

او خدا! ڪيئن ته دنيا فريبي وئي آهي، توريت، زبور ۽ انجيل ناهيندڙن طرفان، پادرشاهيءَ طرفان ۽ ڊونگ ڪيل اڳڪٿين طرفان! مان پنجين ٽڪري ڏانهن اچان ٿو، جنهن کي يسوع مسيح جي اڳڪٿي ڪوٺيو ويو آهي. هيءَ به پهرين چئن مان ٻن اڳڪٿين جيان، هڪ خواب ذريعي متعارف ڪرائي وڃي ٿي. يوسف هڪ ٻيو خواب لهي ٿو ۽ خواب ۾ هڪ ٻئي ملائڪ کي ڏسي ٿو ۽ متي وري به ان خواب ۽ خواب ڏسندڙ جو تاريخدان آهي. جيڪڏهن اهو پڇجي ته متي اهو ڪيئن ٿي ڄاڻي سگهيو ته يوسف، خواب ۾ ڇا ڏٺو، ته پوءِ نه پادري ۽ نه

سمورو چرچ ان سوال جو جواب ڏئي سگهندو. شايد اهو متي هو جنهن خواب ڏٺو هو ۽ نہ ڪہ يوسف؛ يعني يوسف، هڪ ٻئي ماڻهوءَ ذريعي (Proxy)، متيءَ جي دماغ ۾ خواب ڏٺو. جيئن هو اسانکي ٻڌائي ٿو تہ داني ايل، نبوڪد نظر جي لاءِ خواب ڏٺو هو. خير ڇڏيو، اهو ڪيئن بہ هجي، مان پنهنجي موضوع کي جاري رکان ٿو. هن خواب جو احوال، ڪتاب متي جي باب ٢، بيت ١٩ کان ٢٣ ۾ آهي.

"پر جڏهن هيروديس مري ويو، تڏهن ڏسو خداوند جي هڪڙي ملائڪ، مصر ۾ يوسف کي خواب ۾ ڏيکاري ڏئي چيو تہ، "اُٿي، هن ننڍي ٻار ۽ سندس ماءُ کي وٺي، اسرائيل جي ملڪ ۾ وڃ، ڇالاءِ جو جن ننڍي ٻار کي مارڻ ٿي گهريو، سي مري ويا آهن. تنهن تي هو اُٿيو ۽ انهيءَ ننڍي ٻار ۽ سندس ماءُ کي وٺي اسرائيل جي ملڪ ۾ آيو پر جڏهن هن ٻڌو تہ ارڪيلائوس، پنهنجي پيءُ هيروديس جي جاءِ تي يهوديہ ۾ بادشاهي ٿو ڪري، تڏهن اوڏانهن وڃڻ کان ڊنو ۽ خواب (هتي وري هڪ ٻيو خواب آهي) ۾ جا هدايت ٿيس، تنهن موجب هو گليل جي پرڳڻي ۾ آيو ۽ اچي ناصرت نالي هڪڙي شهر ۾ رهيو، انهيءَ لاءِ تہ جيڪي نبين جي معرفت چيو ويو هو، سو پورو ٿئي تہ 'هو ناصري سڏبو'."

هتي ان ڳالهہ جي سني واقعاتي شهادت موجود آهي تہ متيءَ اهو خواب ڏٺو هو، ڇوتہ پراڻي عهدنامي ۾ اهڙو ڪوبہ ٽڪرو موجود ڪونهي ۽ مان دعوت ڏيان ٿو، عيسائيت جي سمورن پادرين ۽ پنڊتن کي، بشمول آمريڪي پادرين جي، تہ اهي اهڙو ٽڪرو بائيبل مان ڳولي ڏيکارن. مان يسوع مسيح جي اڳڪٿي سڏيو ويندڙ ڇهين ٽڪري ڏانهن اچان ٿو. اهو، جيئن سوئفٽ ٻئي موقعي تي چوي ٿو، متي ۽ ڪلهي ۾ گهليل آهي.

اهو رڳو ائين ڏٺو وڃڻ چاهي ٿو تہ ان مثان بطور نڳيءَ جي هڪ زوريءَ مڙهيل ۽ غير فطري ٽڪري جي، ڇٽر ڪٿي وڃي. ڪتاب متي، باب ۴، بيت ١٢:

"هاڻي جڏهن يسوع مسيح ٻڌو تہ يوحنا کي جهلايو اٿن، تڏهن پاڻ نڪري گليل ڏانهن ويو ۽ ناصرت ڇڏي، اچي ڪفرنا حوم ۾ رهڻ لڳو جو سمنڊ جي ڪناري تي زبولون ۽ نفتاليءَ جي حدن اندر آهي، انهيءَ لاءِ تہ جيڪي يسعياه نبيءَ چيو هو، سو پورو ٿئي تہ 'زبولون جو علائقو ۽ نفتاليءَ جو علائقو، جو اردن جي پار سمنڊ واري پاسي، غير قومن (Gentiles) وارو گليل آهي، تنهنجا ماڻهو، جيڪي اونداهيءَ ۾ ويٺل هئا، تن هڪڙي وڏي روشني ڏٺي ۽ جيڪي موت جي ملڪ ۽ ڇانوَ ۾ ويٺا هئا، تن تي روشني اچي چمڪي."

مونکي حيرت آهي تہ متيءَ ڪراس ڪندڙ قطار يا ڪرائيسٽ- ڪراس- نائو (مونکي خبر ناهي تہ پادري ان جي اسپيلنگ ڪيئن لکندا آهن) جي هڪ اڳڪٿي نہ ٻڌائي ڇڏي آهي. هو ائين ڀڻ ڪري ٻئي سگهيو تہ هن اڻ لاڳاپيل ۽ غير تفصيلي جملن کي، ان جڳهہ تان ڪٽي ٻاهر ڪڍي، جتي اهي ويٺا آهن ۽ ڪين هڪ اڳڪٿيءَ جو خطاب ڏئي ڇڏي.

بهرحال اهي لفظ، ڪتاب يسعياه، باب نائون، بيت ١ ۽ ٢ ۾ هيٺيئن

ريت آهن:

”پوءِ بہ بهرحال ايترو انڌارو نہ هوندو، جيترو هن جي تڪليف ۾ هو، جڏهن هن زبولون جي ڌرتيءَ ۽ نفتاليءَ جي ڌرتيءَ کي پهريون دفعو هلڪي نموني ايذاءُ رسايو ۽ بعد ۾ ان کي وڌيڪ گهري نموني ايذاءُ رسايو. سمنڊ جي رستي، يردن کان پري، قومن جي گليل ۾.“

هي سيڪجهہ انهن ٻن حالتن سان واسطو رکي ٿو، جيڪي ان وقت اڳواٽ ٿي چڪيون هيون، جڏهن هي لفظ ڪتاب يسعياهہ ۾ لکيا ويا هئا. هڪ، جتي زبولون ۽ نفتاليءَ جون سرزمينون هلڪي نموني زخمي ڪيون ويون هيون ۽ بعد ۾ سمنڊ جي رستي وڌيڪ گهري نموني.

پر پڙهندڙ اهو مشاهدو ڪن تہ متيءَ ڪيئن نہ مضمون کي ڪوڙو ڪري ڇڏيو آهي. هو پنهنجو حوالو بيت جي ان حصي وٺان شروع ڪري ٿو، جتي اڌ ساهي بہ مشڪل سان موجود آهي ۽ ان طرح سان هو هر ان شيءِ کي ڪٽي ڇڏي ٿو، جيڪا پهرئين ايذاءَ سان واسطو رکي ٿي. هو پوءِ ان سڄي کي ٻاهر ڪڍي وٺي ٿو، جنهن جو واسطو ٻئي عذاب سان آهي ۽ ان طريقي سان بيت کي معقول بڻائيندڙ هر شيءِ کي ٻاهر ڦٽو ڪري ڇڏي ٿو ۽ انکي نالن ۽ شهرن جي هڪ بي معنيٰ ڍانچي ۾ گهٽائي ڇڏي ٿو.

متيءَ جي ان ٺڳيءَ کي پڙهندڙ جي اکين آڏو چٽي طرح ۽ هڪدم آڻڻ لاءِ مان ان بيت کي ورجائيندس ۽ اهي لفظ ڏنگين ۾ رکندس، جيڪي هو ڇڏي ويو آهي ۽ اهي لفظ ڦڏا ڪري لکندس، جن کي هن محفوظ ڪري رکيو آهي.

”پوءِ بہ بهرحال ايترو انڌارو نہ هوندو، جيترو هن جي تڪليف ۾ هو، جڏهن هن زبولون جي ڌرتيءَ ۽ نفتاليءَ جي ڌرتيءَ کي پهريون دفعو هلڪي نموني ايذاءُ رسايو ۽ بعد ۾ ان کي وڌيڪ گهري نموني سمنڊ جي رستي، يردن کان پري، قومن جي گليل ۾ ايذاءُ رسايو.“

اها بيت سان ڪيڏي نہ وڏي ٺڳي آهي جو هڪ بيت کي، جيئن اهو فقرو آهي، ههڙي انداز ۾ مڪمل طور تي بي معنيٰ بڻائي ڇڏجي ۽ پوءِ ان کي ضعيف الاعتقاد دنيا مٿان هڪ اڳڪٿيءَ طور ڦوڪاري ڇڏجي! مان اڳلي بيت ڏانهن اچان ٿو.

بيت ٢:

”جيڪي ماڻهو اوندهہ ۾ گهميا، انهن هڪ عظيم روشني ڏسي ڇڏي آهي: اهي جيڪي موت جي سايي واري سرزمين ۾ رهندا آهن، انهن مٿان ٿي روشني چمڪي آهي.“

هي سڀ تاريخي آهي ۽ ٿورڙو بہ پيشن گوئيانہ نہ آهي. اهو سمورو زمان ماضيءَ ۾ آهي: اهو انهن شين لاءِ ڳالهائي ٿو، جيڪي ٿي چڪيون هيون، ان وقت جڏهن اهي لفظ لکيا ويا هئا ۽ نہ ڪہ انهن شين لاءِ ڳالهائي ٿو، جيڪي بعد ۾ ٿيڻ واريون هيون. پوءِ جيئن تہ هي ٽڪرو ڪنهن بہ ممڪن معنيٰ ۾ پيشن گوئيانہ نہ آهي ۽ نہ ئي اٿين ٿيڻ جي مقصد سان اهو لکيو ويل آهي ۽ انکي اهڙو

ٻڌائڻ جي ڪوشش ڪرڻ نہ رڳو اصل کي ڪوڙو ڪرڻ آهي پر هڪ مجرمانہ نڳي ڪرڻ آهي. هونئن اهو معاملو ڄاڻڻ تہ اهي ماڻهو ڪير هئا، جن متعلق اهو ٽڪرو ڳالهائي ٿو، جيڪي اوندهہ ۾ وينا هئا ۽ اها ڪهڙي روشني هئي، جيڪا هنن مٿان چمڪي هئي، اسان سان ڪوبہ واسطو نہ ٿو رکي، سواءِ هڪ تجسس جي. جيڪڏهن اسان هن ڪان اڳئين باب- انين ۾ ڏسون، جنهن جو نائون باب رڳو هڪ تسلسل آهي تہ پوءِ اسان ليکڪ کي بيت ١٩ ۾ ڏائڻين ۽ جادوگرن جي باري ۾ ڳالهائيندي ڏسنداسين، جيڪي ليٺا پائن ٿا ۽ پُڻ پُڻ ڪن ٿا ۽ اهڙن ماڻهن جي باري ۾ ڳالهائيندي ڏسنداسين جيڪي انهن ڏائڻين کي عرض ڪن ٿا ۽ اهو ان انڌاري رسم جي خلاف تبليغ ڪري ٿو ۽ هنن کي ان ڪان بچائي ٿو. اهو انهن ماڻهن ۽ انڌاري رسم يا اوندهہ ۾ گهمڻ متعلق آهي، جنهن لاءِ هو نائين باب جي بيت ٻئي ۾ ڳالهائي رهيو آهي ۽ جيستائين ان روشنيءَ جو تعلق آهي، جيڪا هنن مٿان چمڪي پئي هئي تہ ان جو اشارو مڪمل طور ٿي هن جي پنهنجي وزارت ۽ ان جي بهادريءَ ڏانهن آهي، جنهن ڏائڻين ۽ جادوگرن جي وزارت جي مخالفت ڪئي، جيڪي هيڏي هوڏي ليٺا پائن پيا ۽ پُڻ پُڻ ڪن پيا.

بحيثيت مجموعي يسعياهہ هڪ ڇڙواڳ ۽ بي ترتيب ليکڪ آهي، جيڪو پنهنجي خيالن ۾ عمومي طور تي محسوسات جي هڪ غير واضح زنجير محفوظ ڪري نہ ٿو رکي ۽ نتيجتاً انهن مان ڇتو نتيجو نہ ٿو پئدا ڪري. اها هن جي طرز لکت جي ڇڙواڳي آهي، هن جي خيالن جو مونجهارو آهي ۽ بکواسي استعاراً آهن، جيڪي هو استعمال ڪري ٿو، جن ڪن حالتن ۾ پادرشاهيءَ کي ۽ ٻين حالتن ۾ وهم پرستيءَ کي ايترا گهڻا موقعا فراهم ڪري ڏنا آهن جو اهي جهول دنيا مٿان يسوع مسيح جون اڳڪٿيون ڪري ٿاڻن.

انهن ۾ ڪابہ سڌي سنئين معنيٰ نہ لهندي ۽ اهو بہ نہ ڄاڻندي تہ انهن جو ڇا ڪجي ۽ ساڳئي وقت تي اهو فرض ڪندي تہ اهي ڪنهن معنيٰ جي ارادي سان پئدا ڪيا ويل آهن، انهن اهو خال، خود پنهنجي معنيٰ ايجاد ڪري پري ڇڏيو ۽ ان کي هن (يسعياهہ) جي معنيٰ سڏيو. بهرحال مان ان حالت ۾ يسعياهہ کي مٿيءَ جي چنبن مان آزاد ڪرائي، هن سان انصاف ڪري ڇڏيو آهي، جنهن هن کي بيدرديءَ سان ٽڪرن ۾ چيري ڦاڙي ڇڏيو آهي ۽ پادرين ۽ تفسير نگارن جي نڳيءَ يا جهالت مان، يسعياهہ کي خود پنهنجي لاءِ ڳالهائڻ جي اجازت ڏيندي، آزاد ڪرايو آهي.

جيڪڏهن هي لفظ "اوندهہ ۾ گهمندو رهڻ" ۽ "روشنيءَ جو چمڪات ٿيڻ" ، ڪنهن بہ حالت ۾ پيشن گوئيانہ انداز ۾ لاڳو ڪري سگهجن پيا، جيڪي اهي نہ ٿا ڪيا وڃن، تہ اهي ڪنهن بہ ٻئي زماني جي ڀيٽ ۾ بهتر نموني ان زماني تي لاڳو ٿيندا، جنهن ۾ اسان هاڻي رهون ٿا. دنيا مذهب ۽ سياست ٻنهي جي لحاظ ڪان ارڙهن سؤ سال اوندهہ ۾ گهمي چڪي آهي. ۽ اهو رڳو آمريڪي انقلاب شروع ٿيڻ ڪانپوءِ ٿيو آهي تہ روشني اندر داخل ٿي آهي. هڪ خدا تي

ايمان، جنهن جون صفتون اسانکي تخليق جي ڪتاب ۾ ڏيکاريون ويون آهن، جن ۾ ڪوبہ انساني هٿ جعلسازي نہ ٿو ڪري سگهي يا انهن کي ڪوڙو نہ ٿو بڻائي سگهي ۽ نہ ڪہ ڪنهن لکيل يا ڇپيل ڪتاب ۾ ڏيکاريون ويون آهن، جنهن کي جيئن متيءَ ڏيکاري ڇڏيو آهي. جهالت يا چالبازيءَ سان بدلائي يا ڪوڙو ڪري سگهجي ٿو، هاڻي اسان ۾ اندر پنهنجو رستو ناهي رهيو آهي ۽ جيستائين حڪومت جو تعلق آهي تہ روشني اڳوات ئي اڳتي وڃي چڪي آهي ۽ ماڻهوءَ کي گهرجي تہ هو خبردار رهي تہ متان ان جي گهٽائي، هن کي انڌو نہ ڪري ڇڏي، جيئن ڪڏهن فرانس ۾ ڪنهن زماني ۾ هر شيءِ رابسپيريس دهشتگردي هئي؛ ماڻهو ان جي عزت، ويندي انکي پوڄڻ لاءِ تيار هئا، سموري پختگيءَ ۽ مستقل مزاجيءَ سان، جيڪا سچي ڏاهپ اتساهي سگهي پئي.

مان ستين ٽڪري ڏانهن اچان ٿو، جنهن کي يسوع مسيح جي اڳڪٿي ڪونيو وڃي ٿو. ڪتاب متي، باب اٺون، بيت ١٦:

”۽ جڏهن سانجهي ٿي، تڏهن هو گهڻن ئي کي هن (يسوع مسيح) وٽ وٺي آيا، جن ۾ ڀوت هئا ۽ هن پنهنجي هڪڙي حرف سان اهي ڀوت ڪڍيا ۽ جيڪي بيمار هئا، تن سڀني کي چڱو ڀلو ڪري ڇڏيائين، انهيءَ لاءِ تہ جيڪي يسعياهہ نبيءَ چيو هو، سو پورو ٿئي تہ 'هن پاڻ اسانجون هيٺايون ڪنيون ۽ اسانجون بيماريون سنيون.“

جنن سان ورتل ماڻهو ۽ انهن کي ماڻهن مان ٻاهر ڪڍڻ جو هي معاملو، ان وقت جي هڪ عام ڪهاڻي هئي، جڏهن انجيل جا ڪتاب لکيا ويا هئا. انهن ڳالهين کي ٻئي ڪنهن بہ زماني ۾ ڪوبہ وجود نہ هو. توريت، زبور جا ڪتاب ان شيءِ جو ڪوبہ ذڪر نہ ٿا ڪن. اڄ جي زماني جا ماڻهو بہ اهڙي ڪنهن شيءِ جي باري ۾ ڪجهہ نہ ٿا ڄاڻن؛ نہ ئي ڪنهن قوم يا ملڪ جي تاريخ اهڙي ڪنهن شيءِ جي باري ۾ ڳالهائي ٿي. اها شيءِ اسان متان هڪدم ڪتاب متي ۾ نازل ٿئي ٿي؛ جنن/ ڀوتن جا قصا انجيل ڻاهيندڙن ۽ عيسائي چرچ جي ئي ايجاد آهن. متي جو ڪتاب اهو پهريون ڪتاب آهي، جتي لفظ ”شيطان“ (Devil) جو بحيثيت هڪ واحد عدد جي ذڪر ڪيو ويو آهي.*

اسان بائيبل جي ڪن ڪتابن ۾ ”ڄاتل سڃاتل روح“ سڏيون ويندڙ شين- انسانن جي فرض ڪيل ساٿين جن کي ڏاڻيون ۽ جادوگر ڪونيو ويندو آهي، جي باري ۾ پڙهون ٿا، اهو سڀڪجهہ ڊونگي جادوگرن جي ضعيف الاعتقاد ۽ جاهل ماڻهن کان پئسا ڪڍڻ جي هڪ اٽڪل يا بدقسمت ۽ ضعيف ڪراڙي عمر جي خلاف وهم پرستانہ منحوست جي گهڙيل الزام کان وڌيڪ ٻيو ڪجهہ بہ نہ هو. پر هڪ ڄاتل سڃاتل روح جو تصور، جيڪڏهن اسان فقري سان کو خيال ڳنڍي سگهون، ڪنهن ماڻهوءَ کي جن لڳي وڃڻ جي تصور کان انتهائي مختلف آهي. هڪ حالت ۾ فرض ڪيل اهو ڄاتل سڃاتل روح هڪ چالاڪ ايجنٽ آهي،

---

* لفظ ”ڊيول“، لفظ ”ايول“ جي هڪ تمثيل آهي.

جيڪو اچي ٿو ۽ وڃي ٿو ۽ ڪجهہ ڪري ٿو، جيئن هن کي فرمائش ڪئي وڃي ٿي؛ بي حالت ۾ اهو هڪ تهلڪو مچائيندڙ، گجگوڙ ڪندڙ، راڪاس آهي، جيڪو انساني جسم کي جهٽڪن ۾ چيري ۽ عذاب ڏئي ٿو. اي پڙهندڙ! جو ڪوئي بہ توهان آهين، پنهنجو پروسو خالق تي رک، پنهنجي عقل جو استعمال ڪر، جنهن سان هن توکي نوازيو آهي ۽ پاڻ مان اهڙيون سموريون ڪوڙيون ڪهاڻيون ٻاهر ڪڍي ڇڏ.

متيءَ طرفان اشارو ڪيل ٽڪرو، بطور هڪ حوالي جي ڪوڙو آهي؛ اهو يسعياه ڪتاب جي باب ٥٣، بيت ۴ ۾ هينئن ربت آهي:

"يقيناً هن (اهو شخص جنهن جي باري ۾ يسعياه ڳالهائي رهيو آهي) اسانجا غم برداشت ڪيا آهن ۽ اسانجا ڏک پاڻ کڻي ڇڏيا آهن." اهو زمان ماضيءَ ۾ آهي.

هتي ڪن بہ جڻ ڪڍڻ جي باري ۾ ڪجهہ بہ نہ آهي، نہ ئي بيمارين جي علاج ڪرڻ جي باري ۾ ڪجهہ آهي. ان ڪري هي ٽڪرو يسوع مسيح جي اڳڪٿي نہ پري رهيو پر بطور هڪ واقعي جي بہ لاڳو ڪرڻ جي لائق نہ آهي.

يسعياه يا گهٽ ۾ گهٽ ان ڪتاب جو ليکڪ، جنهن تي هن جو نالو رکيل آهي، هن سڄي ٥٣ باب کي ڪنهن مري ويل ماڻهوءَ جي پوڳنائن مٿان آهہ و زاري ڪرڻ تي کپائي ڇڏي ٿو، جنهن لاءِ هو بي حد ڏک مان ڳالهائي ٿو. اهو هڪ دوست جي موت تي نوحو/ مرثيو آهي. پر هو ان شخص جو نالو ظاهر نہ ٿو ڪري، نہ ئي هو هن جي ڪا حالت ٻڌائي ٿو، جنهن ذريعي هن کي ذاتي طور تي سڃاڻي سگهجي ۽ اها هيءَ خاموشي آهي، جيڪا ڪنهن بہ شيءِ جي شاهدي نہ آهي، جنهن کي متيءَ ان مٿان يسوع مسيح جو نالو رکڻ لاءِ پڪڙي ورتو آهي، جڻ تہ يهودين جا سردار، جن جا ان زماني ۾ غم تمام وڏا هئا ۽ اهي تمام گهڻي خطري واري زماني ۾ رهندا هئا، خود پنهنجن معاملن جي باري ۾ ڪونہ سوچي رهيا هئا، نہ ئي پنهننجن دوستن جي مقدر بابت سوچي رهيا هئا پر هڪ جهنگلي هَنس جي پيڇي ڪرڻ جيان مسلسل مستقبل ۾ ڊوڙي رهيا هئا. نوحي کي هڪ اڳڪٿيءَ ۾ تبديل ڪرڻ، هڪ بيهودگي آهي. انسانن جا ڪردار ۽ حالتون دنيا جي مختلف دورن ۾ بہ ايترا تہ هڪجهڙا آهن جو جيڪو بہ ڪنهن هڪ انسان لاءِ چيو ويندو آهي، ساڳي موزونيت سان ٻين گهڻن ماڻهن لاءِ بہ چئي سگهبو آهي. پر هي نهڪاءُ ان ٽڪري کي هڪ اڳڪٿيءَ ۾ نہ ٿو تبديل ڪري ڇڏي ۽ هڪ نوڳيءَ يا مذهبي تعصبيءَ کانسواءِ ٻيو ڪوبہ ماڻهو ان کي اڳڪٿي نہ سڏيندو. يسعياه پنهنجي دوست جي ڏکي قسمت ۽ جدائيءَ تي آهہ و زاري ڪندي، هن جي باري ۾ سواءِ ان جي جن مصيبتن جو ڪوبہ انسان شڪار ٿي سگهي ٿو، ٻيو ڪوبہ ذڪر نہ ٿو ڪري. هو هن جون جيڪي بہ حالتون بيان ڪري ٿو– هن جون سزائون، هن جو قيد، اذيت ۾ هن جو صبر ۽ اصول ۾ هن جي ثابت قدمي، سي سڀ فطرت جي لڪير جي اندر اچن ٿيون؛ اهي ڪنهن سان بہ

مخصوص نموني واسطو نہ ٿيون رکن ۽ انصاف سان گهٽ ماڻهن لاءِ چئني سگهجن ٿيون.

پر جيڪڏهن يسوع مسيح اهو شخص هو، جيئن چرچ هن کي اهڙو ظاهر ڪري ٿو تہ پوءِ جيڪو ڪجهہ خاص طور تي هن سان لاڳو ٿيندو، اهو هڪ اهڙي شيءِ هجڻ گهرجي، جيڪا ٻئي ڪنهن بہ ماڻهوءَ تي لاڳو نہ ڪري سگهجي. اهڙي ڪا شيءِ، جيڪا فاني انسانن جي اڪثريت کان متاهين هجي ۽ هن باب ۾ اهڙا ڪي بہ اظهار موجود ناهن، نہ ئي پراڻي عهدنامي جي ڪنهن بہ ٻئي باب ۾. هڪ ماڻهوءَ لاءِ ائين چوڻ ڪو جداگانہ تفصيل نہ آهي، جيئن ان ماڻهوءَ لاءِ چيو ويو آهي، جنهن لاءِ يسعياه هن باب ۾ آهہ و زاري ڪري رهيو آهي: "هن مٿان ظلم ڪيو ويو، ۽ هن کي زخم رسايا ويا، پوءِ بہ هن پنهنجو وات نہ کوليو: هن کي مقتل ڏانهن هڪ گهيٽي جيان آندو ويو ۽ جيئن هڪ ٻڪري پنهنجن ڇيرينڌڙن آڏو گونگي هوندي آهي، تيئن هو بہ پنهنجو وات نہ ٿو کولي."

هي انهن هزارها ماڻهن لاءِ چئي سگهجي ٿو، جن ظلم سنا آهن ۽ جيڪي ناحق موت مئا آهن، صبر سان، خاموشيءَ سان ۽ مڪمل ماٺ سان. گروتيس، جنهن کي پادري هڪ وڏو ڏاهو ماڻهو سمجهندا آهن، ۽ جيڪو هو يقيناً هو، اهو فرض ڪري ٿو تہ يسعياه جنهن ماڻهوءَ جي باري ۾ ڳالهائي رهيو آهي، سو يرمياه آهي. گروتيس کي ان خيال ڏانهن اهو سمجهوتو وٺي ويو آهي، جيڪو يسعياه طرفان ڏنل تفصيل ۽ ان ڪتاب ۾ بيان ڪيل يرمياه جي حالت جي وچ ۾ آهي، جنهن تي هن جو نالو رکيل آهي. جيڪڏهن يرمياه هڪ معصوم بي ڏوهي ماڻهو هو ۽ نبوڪد نظر جي مفاد ۾ هڪ غدار نہ هو، جڏهن يروشلم جو گهيراءُ ڪيو ويو هو تہ پوءِ هن جو ڪيس مضبوط آهي. هن جي وطن واسين هن تي الزام مڙهيو، هن کي سزا ڏني وئي، هن تي ظلم ڪيو ويو ۽ هن کي قيد ۾ بند ڪيو ويو ۽ هو پنهنجي لاءِ هيئن چئي ٿو (ڏسو ڪتاب يرمياه باب ١١، بيت ١٩):

"پر جيستائين منهنجو واسطو آهي، مان هڪ گهيٽي يا ڳئونءَ وانگر هئس، جنهن کي ڪوس گهر ۾ آندو ويندو آهي."

مان بہ ساڳئي خيال وارو هجان ها، جيئن گروتيس هو، جيڪڏهن يسعياه ان زماني ۾ زنده هجي ها، جڏهن يرمياه اهي ظلم سنا، جن جو هو ذڪر ڪري ٿو پر يسعياه اٽڪل پنجاهہ سال اڳ مري چڪو هو ۽ اهو سندس ئي زماني جي ڪنهن ماڻهوءَ جو احوال آهي، جنهن جي حالت تي يسعياه مذڪوره باب ۾ آهہ و زاري ڪري رهيو آهي ۽ جنهنکي نڳيءَ ۽ ڪٽرپڻي ست سؤ سال پوءِ يسوع مسيح نالي هڪ شخص جي اڳڪٿيءَ ۾ بگاڙي ڇڏيو.

مان يسوع مسيح جي اڳڪٿي سڏيل انين ٽڪري ڏانهن اچان ٿو. ڪتاب متي، باب ١٢، بيت ١٤:

"پوءِ فريسي ٻاهر نڪري پاڻ ۾ صلاح مصلحت ڪرڻ لڳا تہ ڪهڙيءَ طرح

هنکي تباهہ ڪجي. پر يسوع مسيح کي جڏهن اها خبر پئي تہ هو اتان نڪري ويو. ۽ ماڻهن جا ڪتڪ هن جي پويان ويا ۽ هُن انهن سڀني کي شفا ڏني ۽ کين تاڪيد ڪيو تہ منهنجي باري ۾ ڪنهن کي بہ نہ ٻڌائجو. انهيءَ لاءِ تہ جيڪو يسعياہ نبيءَ چيو هو، سو پورو ٿئي تہ 'ڏسو منهنجو بندو، جنهنکي مون چونڊيو آهي، منهنجو پيارو، جنهن مان منهنجي دل راضي آهي، آئون مٿس پنهنجو روح نازل ڪندس ۽ اهو غير قومن کي انصاف جي خبر ڏيندو، اهو نہ جهيڙو ڪندو ۽ نہ هُل ڪندو ۽ نہ بازارن ۾ سندس آواز ڪنهنکي ٻڌڻ ۾ ايندو. ڦِٽل ڪانو بہ هو ڪين ڀڃندو ۽ دکندي سٽيءَ کي بہ هو ڪين وسائيندو، جيستائين هو انصاف جي فتح نہ ڪرائي ۽ انهيءَ جي نالي ۾ غير قومون اميد رکنديون."

پهريون ڳالهہ اها تہ هن ٽڪري کي ان مقصد سان ذري جو بہ واسطو نہ آهي، جنهن لاءِ ان جو حوالو ڏنو ويو آهي. متي چئي ٿو تہ فريسين (Pharisees) يسوع مسيح خلاف هن کي تباهہ ڪرڻ لاءِ هڪ گڏجاڻي ڪئي؛ تہ يسوع مسيح پنهنجو پاڻ پوئتي هٽيو؛ تہ ماڻهن جو هڪ وڏو انگ هن جي پويان لڳو، تہ هن انهن کي شفاياب ڪيو ۽ انهن کي تنبيهہ ڪئي تہ هو هنکي مشهور نہ ڪن. پر متي جنهن ٽڪري جو هنن حالتن ذريعي پوري ٿيڻ جو حوالو ڏنو آهي، اهو انهن مان ڪنهن سان بہ گهٽو لاڳو نہ ٿو ٿئي. ان جو فريسين سان ڪوبہ واسطو نہ آهي، جيڪي يسوع مسيح کي مارڻ لاءِ پاڻ ۾ گڏجاڻي ڪن ٿا، نہ هن جي اتان نڪري وڃڻ سان، نہ هن جي پويان ماڻهن جي ڪتڪن لڳڻ سان، نہ هن جي انهن ماڻهن کي شفاياب ڪرڻ سان ۽ نہ ئي هن جو انهن کي تنبيهہ ڪرڻ سان تہ هو هن کي مشهور نہ ڪن.

اهو مقصد جنهن لاءِ هن ٽڪري جو حوالو ڏنو ويو آهي. ۽ ٽڪرا خود هڪٻئي کان ايترو پري آهن، جيترو اڀ هوند، هوند کان پري هوندي آهي. پر مسئلو هي آهي تہ ماڻهو توريت، زبور ۽ انجيل نالي ڪتابن کي پنهنجيون اکيون بوٽي ۽ شعور بند ڪري پڙهڻ جا ايترا تہ پراڻا عادي آهن جو انهن ۾ موجود سڀ کان وڏيڪ بيوقوفاڻہ تضاد بہ هنن مٿان "سچ" طور ۽ اڳڪٿيءَ لاءِ ٺڳيءَ طور گذري ويا آهن. سچي- سياڻي خالق کي هڪ افساني جو ليکڪ بڻائي سندس بيعزتي ڪئي وئي آهي ۽ ان تي ايمان رکندي انساني ذهن جو درجو گهٽايو ويو آهي. ڪاش، جيڪڏهن يسعياہ، خورس جي زماني ۾ زنده هجي ها تہ پوءِ هي ٽڪرو تفصيلي لحاظ کان هن مٿان لاڳو ٿئي ها. بحيثيت اسُور جي بادشاهہ جي، غير قومن ۾ هن جو اختيار تمام گهٽو هو ۽ اهڙي ئي هڪ ڪردار لاءِ اهو ٽڪرو ڳالهائي ٿو. هن جي يهودين سان تمام گهٽي دوستي هئي، جن کي هن قيد مان آزاد ڪرايو ۽ جن کي تڏهن هڪ ڦِٽل ڪاني سان مشابهت ڏئي پئي سگهجي؛ پر هي تفصيل يسوع مسيح سان لاڳو نہ ٿو ٿئي، جنهن کي غير قومن ۾ ڪابہ اختياري نہ هئي ۽ جيستائين هن جي پنهنجي هم وطنن جو تعلق آهي، جن کي تصويري طور ڦِٽل ڪاني معرفت ظاهر ڪيو ويو آهي، اُهي اهي ماڻهو هئا، جن

هن کي صليب تي ٽنگيو. هن لاءِ نہ اهو چئي سگهجي ٿو تہ هو رُنو ڪونہ ۽ هن جو آواز گهٽيءَ ۾ نہ ٻڌو ويو. بحيثيت هڪ تبليغيءَ جي، ٻڌو وڃڻ هن جو ڏنڌو هو ۽ اسانکي ٻڌايو ويو آهي تہ هن ان مقصد خاطر ملڪ جو سفر ڪيو. متيءَ پنهنجي ڪتاب ۾ هڪ ڊگهو خطبو ڏئي ڇڏيو آهي (جيڪڏهن هن جي اختياري نيڪ آهي، پر ان تي گهڻو شڪ ڪري سگهجي ٿو، ڇوتہ هو نڳي گهٽي ڪري ٿو) جيڪو يسوع مسيح هڪ جبل تي ماڻهن جي هڪ وڏي ميڙ کي ڏنو ۽ انهين چوڻ لفظن جي هيراڦيري ٿيندي تہ هڪ جبل هڪ گهٽي نہ هوندو آهي، ڇاڪاڻ تہ اهو بہ هڪ اهڙي جڳهہ آهي، جيڪا هڪجيتري عوامي ٿئي ٿي. ان ٽڪري ۾ آخري بيت (چوٿون) جيئن اهو ڪتاب يسعياه ۾ بينو آهي ۽ جنهن جو متيءَ حوالو نہ ڏنو آهي، چئي ٿو، ”هو ناڪام نہ ٿيندو، نہ ئي دلشڪستو ڪيو ويندو، جيستائين هو ڌرتيءَ مٿان انصاف نہ قائم ڪري ڇڏيندو ۽ بيٽ هن جي قانون لاءِ انتظار ڪندا.“

هي پڻ خورس تي لاڳو ٿئي ٿو. هو دلشڪستو نہ ٿيو، هو ناڪام نہ ٿيو. هن سچو بابل فتح ڪيو، يهودي آزاد ڪرايا ۽ قانون قائم ڪيا.

پر هي يسوع مسيح لاءِ نہ ٿو چئي سگهجي، جنهن اسانجي اڳيان موجود ٽڪري ۾، متيءَ جي چوڻ مطابق، فريسيين جي خوف کان پنهنجو پاڻکي پوئتي هٽائي ڇڏيو ۽ سندس پيچو ڪندڙ ماڻهن کي تنبيهہ ڪئي تہ هو اهو نہ ٻڌائن تہ هو ڪٿي آهي ۽ هو انجيل جي بين حصن مطابق گرفتار ٿيڻ کان بچڻ لاءِ مسلسل هڪ هنڌ کان ٻئي هنڌ ڦرندو پئي رهيو.* پر اسانجي لاءِ وقت جي هيڏي ساري وٿيءَ کانپوءِ اهو ڄاڻڻ تہ اهو شخص ڪير هو، فضول آهي؛ اهو ان مقصد لاءِ تہ

---

* هن ڪتاب جي ٻئي حصي ۾ مون ڏيکاري ڇڏيو آهي تہ يسعياه ڏانهن منسوب ڪيل ڪتاب، نہ رڳو مواد جي لحاظ کان متفرق آهي پر مصنفيت جي لحاظ کان بہ. تہ ان ڪتاب ۾ اهڙا ٽڪرا آهن، جيڪي يسعياه طرفان نہ پيا لکي وڃي سگهن ڇاڪاڻ تہ اهي اهڙين شين جو ذڪر ڪن ٿا جيڪي هن جي مرڻ کان ڏيڍ سؤ سال پوءِ ٿيون هيون. ان جو مثال جيڪو مون ان ڪتاب ۾ ڏنو آهي، ان مضمون سان واسطو رکي ٿو، جنهن تي مان ڳالهائي رهيو آهيان، گهٽ ۾ گهٽ متيءَ جي تعارف ۽ هن جي حوالي کان ٿورو بهتر.

يسعياه زندگيءَ جو آخري حصو، حزقياه بادشاه جي زماني ۾ گذاريو ۽ حزقياه جي موت کان خورس جي بادشاهيءَ جي پهرئين سال تائين اٽڪل ڏيڍ سؤ سالن جو وقفو هو، جڏهن خورس يروشلم ڏانهن يهودين جي واپسيءَ جو هڪ اعلان ڇپرايو، جيڪو عذرا جي ڪتاب جي پهرئين باب ۾ ڏنل آهي. ان ۾ ڪوبہ شڪ نہ ٿو ٿي سگهي، يا گهٽ ۾ گهٽ شڪ نہ ڪرڻ گهرجي، تہ يهودي فياضانہ انصاف جي هن قدم لاءِ دلي شڪريو محسوس ڪندا ۽ اهو فطري آهي تہ هو پنهنجو شڪريو روايتي انداز يعني لفاظي واري ۽ مبالغي آميز انداز ۾ ادا ڪن، جيڪو هونئن هو غير معمولي موقعن تي ڪندا هئا ۽ جيڪو سمورين مشرقي قومن ۾ رائج هو ۽ اڃا تائين آهي. جنهن مثال ڏانهن مان اشارو ڪيان ٿو ۽ جيڪو هن ڪتاب جي ٻئي حصي ۾ ڏنو ويو آهي، اهو ۴۴ باب جو آخري بيت ۽ ۴۵ باب جي شروعات آهي، جيڪا هينين لفظن ۾ آهي.

=

ڪافي آهي، جنهن پنيان مان آهيان، يعني ڏوڪي ۽ ڪوڙيٽي ڪي ڳولي لهڻ، اهو جاڻڻ تہ اهو شخص ڪير نہ هو ۽ اهو ڏيکارڻ تہ اهو يسوع مسيح نہ هو.

مان يسوع مسيح لاءِ اڳڪٿي ڪوني ويندڙ نائين ٽڪري ڏانهن اچان ٿو. ڪتاب متي، باب ٢، بيت ١:

”۽ جڏهن هو يروشلم جي ويجهو ۽ بيت فگا ۾ زيتون جي جبل تي آيا، تڏهن يسوع ٻن شاگردن کي موڪليو ۽ چيائين تہ انهيءَ ڳوٺ ۾ وڃو، جو اوهانجي سامهون آهي ۽ وڃڻ شرط اوهين هڪڙو گڏهہ ٻڌل ڏسندا ۽ ساڻس هڪڙو (ٻچڙو) بہ هوندو. اهي ڇوڙي مون وٽ وٺي اچو ۽ جيڪڏهن ڪو اوهانکي ڪجهہ چوي تہ چئجوس تہ خداوند کي انهيءَ جي گهرج آهي تہ هو انهيءَ دم موڪلي ڏيندو. هاڻ اهو هن لاءِ ٿيو تہ جيڪي نبيءَ چيو هو، سو پورو ٿئي تہ 'اوهين صيئون جي ڌيءَ کي چئو تہ ڏس، تنهنجو بادشاهہ تو وٽ اچي ٿو، نماڻو ۽ گڏهہ تي چڙهيل، بلڪ گڏهہ جي ٻچي يعني ڪودڙي تي.“

ويچارا گڏهہ! تنهنجين سمورين اذيتن ۾ اها ٿوري گهٽي آئت ٿيندي تہ جيڪڏهن اوائلي دنيا هڪ رڇ کي بُرج (ستارن جي هڪ جهرمٽ) جي روپ ۾ ڪڙو ڪري ڇڏيو تہ عيسائي دنيا توکي هڪ اڳڪٿيءَ ۾ مٿي چاڙهي ڇڏيو. هي ٽڪرو پراڻي عهدنامي جي ڪتاب ذڪرياهہ باب ٩، بيت ٩ ۾ آهي ۽ اهو

---

=

”خورس جي باري ۾ هيئن چئجي ٿو. هو منهنجو ڌنار آهي ۽ منهنجي سموري مرضي پوري ڪندو، هو يروشلم جي بابت چوي ٿو تہ اهو وري اڏبو ۽ هيڪل کي چوي ٿو تہ تنهنجو بنياد پوندو. خداوند پنهنجي مسح ڪيل خورس بابت فرمائي ٿو تہ مون هنجو ساڄو هٿ جهليو آهي تہ قومن کي، سندس اڳيان مات ڪريان، آءٌ بادشاهن جون ڇيلهون ڍريون ڪندس، آءٌ هنجي اڳيان در ڪوليندس ۽ دروازا بند نہ ٿيندا.“

هيءَ تعريفي تقرير زمان حال ۾ آهي، جيڪا ڏيکاري ٿي تہ شيون جن جي باري ۾ يسعياهہ ڳالهائي ٿو، ان جي لکڻ وقت وجود ۾ هيون ۽ نتيجتاً اهو تہ ان جو ليکڪ يسعياهہ کان ضرور گهٽ ۾ گهٽ ڏيڍ سؤ سال بعد جو هوندو ۽ اهو تہ جنهن ڪتاب تي سندس نالو پيل آهي، اهو سندس لکيل ناهي پر هڪ سهيڙيل ڪتاب آهي. سليمان جا ڪونيل پهاڪا ۽ دائود جو زبور بہ ساڳي طرح جا ڪتاب آهن. تواريخ جي ٻئي ڪتاب جا آخري بہ بيت ۽ عِذرا جي ڪتاب جا پهريان ٽي بيت لفظ بہ لفظ ساڳيا آهن، جيڪا ڳالهہ اهو ڏيکاري ٿي تہ بائيبل جي سهيڙيندڙن مختلف مصنفن جون لکٿيون پاڻ ۾ گڏائي ملائي ڇڏيون ۽ ڪنهن ساڳئي عنوان هيٺ رکي ڇڏيون.

جيئن هتي اسانکي هڪ مثال خورس جي نالي جو تعارف هڪ اهڙي ڪتاب جي ٤٤ ۽ ٤٥ باب ۾ ملي ٿو، جنهن سان ان جو تعلق ٿي ئي نہ ٿو سگهي. اهو هي نتيجو ڪڍڻ لاءِ هڪ سٺو سبب فراهم ڪري ٿو تہ ٤٢ باب ۾ ڏنل ٽڪرو، جنهن ۾ خورس جو ڪردار، سندس نالو وٺڻ کانسواءِ ڏنو ويو آهي، بہ ساڳئي نموني متعارف ڪرايو ويو آهي ۽ اهو تہ اتي جنهن شخص بابت ڳالهايو ويو آهي، اهو خورس آهي.

ذڪرياهہ طرفان پنهنجي هم وطنن کي مبارڪ ڏيڻ جي پُورن منجهان هڪ آهي، جيڪي بابل جي بنديخاني مان آزاد ٿي يروشلم ڏانهن واپس اچي رهيا هئا ۽ هو پاڻ بہ خود هنن سان گڏ هو. ان جو ٻئي ڪنهن بہ موضوع سان واسطو نہ آهي. اها ڳالهہ عجيب آهي تہ رسولن، پادرين ۽ تفسير نگارن ان شيءِ جي ڪڏهن بہ اجازت نہ ڏني آهي يا ڪڏهن بہ اهو فرض نہ ڪيو آهي تہ يهودي خود پنهنجن مسئلن لاءِ بہ ڪڏهن ڳالهائي پئي سگهيا. يهودي، ڪتاب ۾ موجود هر شيءِ کي اهڙين معنائن ۾ بگاڙيو ۽ خراب ڪيو ويو آهي، جن جو ان جي ليکڪ طرفان ڪڏهن بہ ارادو نہ ڪيو ويو هو. ايسٽائين جو ويچارو گڏهہ بہ لازماً يهودي- گڏهہ نہ پر عيسائي- گڏهہ هو. مونکي حيرت آهي تہ هنن گڏهہ کي هڪ اولياءَ يا پادري نہ بڻائي ڇڏيو يا گهٽ ۾ گهٽ هن کان ڳالهرايون ۽ ڪا اڳڪٿي نہ ڪرايائون. هو پنهنجو آواز ايڏو وڏو ڪري پئي سگهيو، جيڏو هنن مان ڪوئي بہ ڪري پئي سگهيو. ذڪريا پنهنجي ڪتاب جي پهرئين باب ۾ پنهنجو پاڻکي يروشلم واپس اچڻ جي خوشيءَ ۾ ڪيترن ئي پورن ۾ مشغول ڪري رکي ٿو. انين بيت ۾ هو چئي ٿو:

"مون رات جو ڏٺو (ذڪريا تيز نظر وارو اولياءُ هو) ۽ هڪ ماڻهوءَ کي ڳاڙهي گهوڙي (ها، پڙهندڙو ڳاڙهو گهوڙو!) تي سواري ڪندي ڏٺو ۽ هو ميونديءَ جهڙن وڻن جي وچ ۾ اچي بيٺو، جيڪي تري ۾ هئا ۽ هن جي پويان ڳاڙها گهوڙا، ڇُٽن وارا گهوڙا ۽ سفيد گهوڙا هئا." هو ساون گهوڙن لاءِ ڪجهہ بہ نہ ٿو چئي ۽ نہ ئي نيرن گهوڙن لاءِ، شايد انڪري تہ رات جو سائي کي نيري کان الڳ سڃاڻڻ ڏکيو هوندو آهي پر هڪ عيسائيءَ کي ان ۾ ڪو شڪ نہ ٿو ٿي سگهي تہ اهڙا گهوڙا واقعي اتي موجود هئا ڇاڪاڻ تہ "عقيدو اڻ ڏٺل شين جي شاهدي آهي."

ذڪرياهہ پوءِ پنهنجن گهوڙن ۾ هڪ ملائڪ کي متعارف ڪرائي ٿو پر هو اسانکي ان ملائڪ جو رنگ نہ ٿو ٻڌائي، آيا هو ڪارو هو يا سفيد؛ آيا هو گهوڙا خريد ڪرڻ آيو هو يا محض انهن کي تجسس واريون شيون سمجهي ڏسڻ آيو هو، ڇوتہ اهي گهوڙا يقيناً ان قسم جا هئا.

بهرحال اهو جيئن بہ هجي، هو هڪ ملائڪ سان يروشلم واپس اچڻ واري خوشيءَ جي مسئلي تي گفتگو ۾ شريڪ ٿئي ٿو ۽ ١٦ بيت ۾ چئي ٿو:

"تنهنڪري خدا پوءِ هيئن چيو: مان يروشلم بشارتن سان واپس ڪيو ويو آهيان؛ ميزبانن جي خدا چيو، منهنجو گهر هتي تعمير ڪيو ويندو ۽ يروشلم مٿان هڪ لڪير ڇڪي ويندي."

اهو شهر کي ٻيهر تعمير ڪرڻ جي نشاندهي ڪندڙ اظهار آهي. هي سڀ جيئن اهو خطبي ۽ تصوراتي آهي، ڪافي حد تائين ثابت ڪري ٿو تہ اها يهودين جي قيدخاني مان آزاد ٿي، يروشلم ۾ داخلا هئي ۽ نہ ڪہ ست سؤ سال بعد ۾

يسوع مسيح جي داخلا: اهوئي اهو موضوع آهي، جنهن تي ذڪرياهہ هميشه ڳالهائيندو پئي رهيو آهي. باقي جيستائين گڏهہ تي سواري ڪرڻ جو تعلق آهي، جنهنڪي تفسير نگار يسوع مسيح جي شخصيت ۾ موجود سادگيءَ جي علامت طور ظاهر ڪن ٿا، حقيقت هيءَ آهي تہ هو اڳ ڪڏهن ايڏو بهتر نموني نہ ويهاريو ويو هو. انهن ملڪن جا گڏهہ وڏا ۽ قدڪاٺ جا نهڪندڙ هئا ۽ قديم زماني ڪانوني سواريءَ طور استعمال ٿيندڙ جانورن مان مکيہ جانورن طور ليکيا ويندا هئا. انهن جا سامان ڍوئڻ وارا جانور ۽ جيڪي غريب ماڻهن جي سواريءَ طور بہ استعمال ٿيا پئي، اُٺ ۽ هڪ ٿوهي وارا اُٺ هئا. اسان ڪتاب قاضي، باب ١٠، بيت ۴ ۾ پڙهون ٿا تہ "جير (جيڪو اسرائيل جي قاضين مان هڪ هو) کي ٽيهہ پٽ هئا، جن ٽيهن ڪودڙن تي سواري ڪئي ۽ ڪين ٽيهہ شهر هئا." پر تفسير نگار هر شيءِ کي بگاڙي ڇڏن ٿا.

ان ڪان علاوہ اهو نتيجو اخذ ڪرڻ جا ڪافي معقول بنياد موجود آهن تہ يروشلم ۾ يسوع مسيح جي گڏهہ مٿان سواري ڪندي، ماڻهن جي هڪ وڏي ميڙ سان گڏ عوامي انداز ۾ داخل ٿيڻ جي ڪهاڻي، جيڪي رڙيون ڪري رهيا هئا، خوشيءَ ۾ ڪُڏي رهيا هئا ۽ رستي ۾ پنهنجا ڪپڙا اڇلائي رهيا هئا، جيئن ڪتاب متي، باب ٢١، بيت ٨ ۽ ٩ ۾ ٻڌائي وئي آهي، سچ ڪان بلڪل ئي وانجهيل هڪ ڪهاڻي آهي.

يسوع مسيح جي اڳڪٿي ڪوني ويندڙ آخري ٽڪري ۾، جنهن جو مون جائزو ورتو آهي، هن کي پوئتي هٽندڙ ماڻهوءَ طور ظاهر ڪيو ويو آهي، يعني پڪڙجي پوڻ جي خوف ڪان پڃندو وتڻ ۽ پاڻ کي لڪائيندو وتڻ ۽ پاڻ سان گڏ ماڻهن کي تاڪيد ڪندو رهڻ تہ هن جي خبر ڪنهن کي بہ نہ ٻڌائن. ان وچ ۾ هن جي صورتحال بهتر ڪرڻ لاءِ کي بہ نيون حالتون نہ پيدا ٿيون هيون. پوءِ بہ هتي هن کي ساڳئي شهر ۾، جنهن مان هو سلامتيءَ خاطر ڀڄي ويو هو، هڪ عوامي انداز ۾ داخل ٿيندي ڏيکاريو وڃي ٿو. اهي ٻئي حالتون هڪٻئي کي ابتڙ و تہ گهٽ رد ڪن ٿيون جو جيڪڏهن اهي ٻئي ڪوڙيون نہ بہ هجن، تہ بہ ٻنهي مان گهٽ ۾ گهٽ هڪ مشڪل سان سچي ٿي سگهي ٿي.

جيستائين منهنجو پنهنجو واسطو آهي تہ مان نہ ٿو مڃان تہ ان سڄي ڪتاب ۾ تاريخي سچ جو ڪو هڪ لفظ بہ موجود آهي. مان انکي وڌ ۾ وڌ هڪ افساني طور ڏسان ٿو، جنهن جي مکيہ شخصيت ڪنهن آڪاٽيءَ تي ٻيٺل هڪ تصوراتي يا تمثيلي ڪردار آهي ۽ جنهن ۾ اخلاق ڪيترن ئي حصن ۾ سنو آهي پر ان جو راويانہ (Narrative) حصو تمام گهٽي خراب نموني ۽ ڏُکي تي لکيو ويل آهي. مان ڏهين ٽڪري ڏانهن اچان ٿو، جنهن کي يسوع مسيح جي اڳڪٿي ڪوئيو وڃي ٿو: ڪتاب متي، باب ٢٦، بيت ٥١:

"۽ ڏسو، جيڪي يسوع سان هئا، تن مان هڪڙي (يعني پطرس) پنهنجو هٿ ڊگهيريو ۽ پنهنجي تلوار ڪڍندي ئي، وڏي پادريءَ (سردار ڪاهن) جي نوڪر کي هنيائين ۽ ڪَن ڪپي ڇڏيائينس. تڏهن يسوع انهيءَ کي چيو تہ تون پنهنجي تلوار واپس مياڻ ۾ وجهہ؛ ڇالاءِ جو جيڪي تلوار ڪڻن ٿا، سي تلوار سان ئي ڇٽ ٿيندا يا تون ڀانئين ٿو تہ مان پنهنجي پيءُ کي عرض ڪري نٿو سگهان ڇا تہ هو هينئر جو هينئر مون ڏانهن ٻارهن فوجن کان بہ متي ملائڪ موڪلي ڏي؟ تڏهن پاڪ لکيتون ڪيئن پوريون ٿينديون تہ ائين ضرور ٿيڻ گهرجي؟ اوڏيءَ مهل يسوع ميڙاڪن کي چوڻ لڳو تہ جيئن ڪنهن ڌاڙيل تي ڪاهي اچبو آهي، تيئن اوهين بہ مونکي جهلڻ لاءِ تلوارون ۽ لٺيون کڻي آيا آهيو ڇا؟ مان هر روز مندر (هيڪل) ۾ توهانکي تعليم ڏيندو هوس ۽ اتي توهان مونکي ڪين پڪڙيو پر هي سڀ انهيءَ ڪري ٿيو آهي تہ نبين جون لکيتون پوريون ٿين."

لکڻ جو هي ڍلو ۽ عمومي انداز، نہ ڪنهن ڪوج جي اجازت ڏئي ٿو ۽ نہ ڪنهن ثبوت جي. هتي ڪوبہ حوالو نہ ڏنو ويو آهي، نہ ئي پراڻي عهدنامي جي ليکڪ جي نالي جو ذڪر ڪيو ويو آهي، جنهن ڏانهن حوالو ڏئي سگهجي ها. بهرحال ان احوال جي سچ خلاف ڪجهہ وڏيون ناممڪنيتون موجود آهن.

پهريون ـــــ ان ڳالهہ جو امڪان ناهي تہ يهودين کي، جيڪي هڪ فتح ڪيل قوم هئا ۽ رومين جي محڪوميءَ هيٺ هئا، تلوارن ٻڌي هلڻ جي اجازت مليل هجي ها.

ٻي ـــــ جيڪڏهن پطرس مهاپادريءَ جي نوڪر مٿان حملو ڪيو هو ۽ هن جو ڪَن ڪپي ڇڏيو هو، تہ پوءِ هو هڪدم سرڪاري گارڊ طرفان پڪڙيو ويو هجي ها، جنهن هن جي آقا (يسوع مسيح) کي پڪڙيو ۽ هن سان گڏ جيل اماڻيو ويو هجي ها!

ٽيون ـــــ اهي يسوع مسيح جا ڪهڙي قسم جا شاگرد ۽ تبليغي رسول هئا، جيڪي پاڻ سان تلوارون ٻڌي هلن پيا؟!

چوٿون ـــــ اهو ڏيک ظاهر ڪيو وڃي ٿو تہ ان ساڳي شام جو ٿيو هو، جڏهن خداوند جي رات جي ماني کئي وئي هئي، جيڪا ڳالهہ اهڙي دعوت جي تقريب مطابق تلوارون ٻڌي هلڻ جي تضاد کي اجا وڌيڪ وائکو ڪري ڇڏي ٿي.

مان يسوع مسيح جي اڳڪٿي سمجهي ويندڙ پارهين تڪري ڏانهن اچان ٿو. ڪتاب متي، باب ٣، بيت ٢٧:

"تڏهن يهوديہ جنهن هن سان غداري ڪئي هئي، تنهن جڏهن ڏٺو تہ هنکي ڏوهي نهرايو اٿن، تڏهن پڇتائي، چانديءَ جا ٽيهہ سڪا مهاپادرين ۽ بزرگن وٽ کڻي آيو ۽ چوڻ لڳو تہ مون گناهہ ڪيو آهي، جو بي ڏوهيءَ کي جهلايو اٿم. پر هنن چيس تہ انهيءَ ۾ اسانجو ڇا؟ تون ڄاڻ، تنهنجو ڪم ڄاڻي ۽ هو

اهي سڪا مندر (هيڪل) ۾ اڇلائي هليو ويو ۽ وڃي ڦاهي کائي مئو. پوءِ مهاپادرين اهي سڪا کڻي چيو ته هنن جو خزاني ۾ رکڻ روا نه آهي، ڇالاءِ جو اها خون جي قيمت آهي. سو هنن پاڻ ۾ صلاح ڪري، انهن پيسن سان پرديسين کي دفن ڪرڻ لاءِ ڪنڀر جي پَني خريد ڪئي. جنهنڪري اها پَني اڄ ڏينهن تائين 'خون جي پَني' تي سڏجي. تڏهن جيڪي يرمياهہ نبيءَ چيو هو، سو پورو ٿيو ته 'جنهنجو مُلهہ ڪن بني اسرائيلين رٿي ڇڏيو هو، تنهنجي قيمت لاءِ اهي ٽيهہ سڪا هنن ورتا ۽ انهن اهي پئسا ڪنڀر جي پَنيءَ لاءِ ڏنا، جيئن خداوند مونکي فرمايو هو."

هي ٽڪيءَ جو هڪ سڀ کان وڏيڪ ننگو ٽڪرو آهي. ڪتاب يرمياهہ جي ان ٽڪري جو، جيڪو پَنيءَ جي خريداريءَ جو ذڪر ڪري ٿو، ان معاملي سان ان کان وڏيڪ ڪو واسطو نه آهي، جنهن تي متي ان کي لاڳو ڪري ٿو، جيترو ان جو واسطو آمريڪا ۾ پَنين جي خريداريءَ سان آهي. مان هتي اهو سڄو ٽڪرو پيش ڪريان ٿو. ڪتاب يرمياهہ، باب ٣٢، بيت ٦:

"۽ يرمياهہ چيو، خدا جو ڪلام مون تي نازل ٿيو، جنهن چيو، ڏس، تنهنجي چاچي سلوم جو پٽ- حنمر ايل تووٽ ايندو ۽ چوندو ته 'منهنجي پَني، جا عنتوت ۾ آهي، سا پنهنجي لاءِ خريد ڪر، ڇوته ان جي لاءِ پئسا ڏئي وري ڇڏائي وٺڻ جو حق تنهنجو آهي؛ تڏهن منهنجي چاچي جو پٽ حنمر ايل خداوند جي ڪلام موجب پهريدارن جي ايوان ۾ مون وٽ آيو ۽ مونکي چيائين، مان توکي عرض ٿو ڪيان ته جيڪا منهنجي پَني، بنيسين جي ملڪ ۾، عنتوت ۾ آهي، خريد ڪر ڇاڪاڻ ته ان جو موروثي حق ۽ انکي ڇڏائڻ جو حق بہ تنهنجو آهي، ان کي پنهنجي لاءِ خريد ڪر. پوءِ مونکي خبر پئي ته اهو خداوند جو ڪلام هو. ۽ مون اها پَني خريد ڪئي، جا عنتوت ۾ منهنجي چاچي جي پٽ- حنمر ايل جي هئي ۽ هن کي چانديءَ جا سترهن ٽڪرا توري ڏنا. ۽ مون انهيءَ دستاويز جي هيٺان صحيح ڪئي ۽ انهيءَ تي مهر هنيم ۽ شاهد سڏيم ۽ تارازيءَ ۾ هن کي پئسا توري ڏنا. پوءِ مون اهو خريداريءَ جو دستاويز بہ کنيو جو شريعت ۽ دستور موجب مهر ڪيو ويو ۽ اهو بہ جيڪو کليل هو. ۽ مون اهو خريداريءَ جو دستاويز پنهنجي چاچي جي پٽ حنمر ايل جي روبرو ۽ جن شاهدن خريداريءَ جي دستاويز تي صحيح ڪئي هئي، تن جي روبرو ۽ پهري وارن جي ايوان ۾ جيڪي يهودي ويٺا هئا، تن جي روبرو باروڪ بن نيرياهہ بن مسحياهہ کي ڏئي ڇڏيو. ۽ مون هنن جي اڳيان باروڪ کي تاڪيد ڪيو ته لشڪرن جو خداوند، اسرائيل جو خدا هيئن ٿو فرمائي ته هي ٻئي دستاويز وٺ، هي جو مهر ڪيل آهي ۽ هيءَ دستاويز جو کليل آهي ۽ انهن کي هڪڙي ٺڪر جي ٿانوَ ۾ بند ڪري رک ته جيئن اهي گهڻن ڏينهن تائين قائم رهن ڇوته لشڪرن جي خدا، اسرائيل جي خدا، ائين ٿي

فرمايو هو تہ هن سرزمين ۾ گهر، ٻنيون ۽ انگورن جا باغ وري خريد ڪيا ويندا."

مان متيءَ جي هن حيرت انگيز ٽڪيءَ مٿان پنهنجو ڪوبہ رايو ڏيڻ ڪان پاسو ڪيان ٿو. البت اهي پادري ۽ تفسير نگار آهن جن جي مان، ايتري عرصي ڪان ڪوڙ جي تبليغ ڪندي رهڻ لاءِ ۽ ماڻهن کي انهن ٽڪيُن جي حوالي سان انڌيري ۾ رکڻ لاءِ، مذمت ڪندس. مان انهن ماڻهن سان نظرئي جي نقطن تي بحث نہ ڪري رهيو آهيان ڇوتہ مان ڄاڻان ٿو تہ مغالطہ آميزيءَ کي هميشہ پناهہ جو هڪ شهر هوندو آهي. مان حقيقتن لاءِ ڳالهائي رهيو آهيان ڇوتہ جتي بہ ڪٿهن حقيقت سڌي ويندڙ شيءِ هڪ ڪوڙ هوندي آهي تہ ان مٿان قائم ڪيل عقيدو هڪ فريب هوندو آهي ۽ ان مٿان ڪڙو ڪيل نظريو، سچو نہ هوندو آهي. اي پڙهندڙ! پنهنجي خالق تي ڀروسو رک تہ تون سلامت رهندين پر جيڪڏهن تو مذهبي صحيفا سڏائيندڙ ڪتابن مٿان ڀروسو ڪيو تہ پوءِ ڄڻ افساني ۽ ڪوڙپٽي جي سڙيل لٺ مٿان ڀروسو ڪيو. پر مان پنهنجي موضوع ڏانهن واپس اچان ٿو.

ذڪرياهہ جي پُورن ۽ يادگيرين ۾ هڪ ڪنير کي چانديءَ جي ٽيهن سڪن ڏيڻ جو ذڪر ڪيو ويو آهي. اهي ايترا بيوقوف نہ پئي ٿي سگهيا جو هڪ ڪنير کي ٻني سمجهي ويهڻ جي غلطي ڪن ها. ۽ جيڪڏهن هنن ائين ڪيو هو تہ پوءِ ڪتاب ذڪرياهہ جي ٽڪري جو يسوع مسيح، يهوديہ ۽ پرديسين کي پورڻ لاءِ ٻنيءَ سان ان ڪانسواءِ ٻيو ڪو واسطو نہ آهي، جنهن جو اڳوات ذڪر ڪيو ويو آهي. مان ان ٽڪري کي هتي ورجائيندس. ڪتاب ذڪرياهہ، باب ٻارهون، بيت ٧:

"انهيءَ ڪري مون انهن رڍن کي، جي ڪوس لاءِ تيار هيون، يعني ڌڻ جي مسڪينن کي، چارو ڏنو ۽ مون پنهنجي لاءِ بہ لٺيون هٿ ڪيون، ۽ هڪ کي مون 'مهرباني' ڪوٺيو ۽ ٻيءَ کي مون 'ميلاپ' ڪوٺيو ۽ مون مال کي چارو ڏنو. ٽن ريڍارن کي بہ مون هڪ مهيني ۾ ماريو، ڇالاءِ جو منهنجي جان هنن ڪان بيزار هئي ۽ هنن جي روح بہ مونکان نفرت ٿي ڪئي. پوءِ مون چيو تہ هاڻي آءٌ توهانکي چارو ڪين ڏيندس، جيڪو مري ٿو تنهنکي مرڻ ڏيو ۽ جيڪو ڇٽ ٿو ٿئي، تنهنکي ڇٽ ٿيڻ ڏيو ۽ ٻلي باقي بچندڙ هڪٻئي جو گوشت کائن. تڏهن مون انهيءَ لٺ کي، جنهنجو نالو مهرباني هو، تنهنکي ڀڃي ڇڏيو: تہ آءٌ انهيءَ عهد اقرار کي، جو مون سيني قومن سان ٻڌو هو، تنهنکي ڀڃي ڇڏيان ۽ اهو انهيءَ ڏينهن ڀڃي پيو: تڏهن ڌڻ جي مسڪينن، جي منهنجي ٻڌندا هئا، تن سمجهيو تہ هي خداوند جو ڪلام آهي ۽ مون کين چيو تہ، جي اوهانجي نگاهہ ۾ اهو واجب هجي تہ اوهين منهنجي مزوري مونکي ڏيو، نہ تہ نہ ڏيو. سو هنن منهنجي مزوريءَ لاءِ چانديءَ جا ٽيهہ سڪا توري ڏنا ۽ خداوند مونکي حڪم ڏنو تہ اهي ڪنيار جي اڳيان ڦٽا ڪر يعني اها وڏي قيمت جا هنن منهنجي لاءِ مقرر ڪئي هئي ۽ مون اهي چانديءَ جا ٽيهہ سڪا کڻي ڪنيار جي سامهون خداوند جي گهر ۾ ڦٽا

ڪيا. تڏهن مون بي لٽ يعني ميلاپ کي بہ پيچي چڏيو، تہ آءُ يهوداہ ۽ اسرائيل وچ ۾ موجود يائيپيءَ کي بہ ٽوڙي ڇڏيان.*

هن بي تڪي بڪواس جو مٿو ۽ پڇ نـاهڻ جي ڪابہ ضرورت ناهي. هن جون بہ لٺيون- هڪڙي مهرباني ۽ بي ميلاپ سڏي ويندڙ، پريـن جي هڪ آڪاٽيءَ وانگر آهن، جنهن لاءِ مونکي شڪ آهي تہ انکي ان ڪانسواءِ ڪو بيو بہ بڻ بـٺياد هو. بهرحـال ان ۾ ڪوبہ اهڙو حـصـو ناهي جنهن جو ٺـورڙي ۾ ٺـورڙو واسطو بہ مـتيءَ جي بيـان ڪيل معـاملي سـان هجي. ان جي بدران، اهو ان جي ابتـڙ آهي. هتي چانديءَ جا ٽيهہ سڪا، پوءِ اهي ڪهڙي بہ شيءِ لاءِ هئا، هڪ سـٺي قيمت سـڏيا ويا آهن. اهي ايتـرا هـئـا، جيـتـري جي اها شيءِ لائق هئي ۽ ان وقت جي

---

* وهسـٽن پراڻي عـهـدنامي تي لکيل مـضـمـون ۾ چئي ٿـو تہ ذڪريا جو ٽڪرو جنهن بابت مـون ڳالهايو آهي، پهرين صديءَ جي بائيبل جي نسخن ۾ يرمياهہ جي ڪتاب ۾ هو، جتان، هو چئي ٿو، انکي ڪٽي ذڪريا جي ڪتاب ۾ ڪنهن بہ ربط کانسواءِ لڳايو ويو آهي. سنو، تي سگهي ٿو، ائين هجي. هيءَ ڳالهہ نئين عـهـدنامي لاءِ تہ صـورتحـال کا خاص بهتر نہ ٿي بڻائي پر اها پراڻي عـهـدنامي جي صورتحـال تـمـام گـهـٽي خراب ڪري ڇڏي ٿي. ڇاڪاڻ تہ اها ڏيکاري ٿي، جيـٺن مون يسعـيـاهہ ڏانهن منسوب ڪيل ڪتاب ۾ ڏنل ڪجهہ ٽڪرن بابت ذڪر ڪيو آهي تہ مختلف ليکڪن جي مضـمـونن کي پاڻ ۾ ائين مـلايو ۽ گڏمڏ ڪيو ويو آهي، جو اهي هاڻي هڪبـئي کان الڳ نہ ٿـا سـڃاڻي سگهـجن سـواءِ جتي اهي تاريخي، زمـانوي يا سـوانحي آهن، جيـٺن ڪتـاب يسعـيـاهہ ۾ هـٿراڏو داخلا ٺـيل آهي. اهو خورس جو نالو آهي جيـڪـو ان ۾ وڌل آهي، جتي اهو هونئن وجهي نہ پيو سگهجي، چوتہ هو يسعياهہ جي زماني کان ڏيڍ سؤ سال پوءِ تائين وجود ۾ نہ هو، جيڪو ان هـٿراڏو داخلا کي پڪڙي ٿو ۽ ان سان گڏ ان حماقت کي بہ.

وهسـٽن زبردست ادبي سـڪيـا وارو هڪ مـاڻهـو هو ۽ ان کـان بہ وڌيڪ اعليٰ ڊگـريءَ ۾ گهري سائنسي سڪيا وارو ماڻهو هو. هو پنهنجي دور جو تـمام بهترين ۽ مشهور رياضي دان هو، جنهن ڪري هن کي يونيورسٽي آف ڪيمبرج جو پروفيسر بڻايو ويو. هن پراڻي عهدنامي ۽ يسوع مسيح جي نام نهاد اڳڪٿين جي دفاع ۾ ايترو گهڻو لکيو، جو آخر ۾ هو صحيفن جي سچائيءَ ۾ شڪ ڪرڻ لڳو ۽ انهن خلاف لکيو، چوتہ صرف اهي ئي ماڻهو آهن، جيڪي انهن کي تپاسن ٿا ۽ ان طرح سـان نڳي ڏسن ٿـا. اهي جيـڪي انهن تي وڏ ۾ وڏ ايمـان رکن ٿـا، اهي ئي مـاڻهـو آهن، جيڪي انهن جي باري ۾ گهٽ ۾ گهٽ ڄاڻن ٿا. وهسٽن کي صحيفن جي دفاع ۾ ايترو گهڻو لکڻ کانپوءِ انهن خلاف لکڻ جي ڏوهہ ۾ آخرڪار سزا ڏني وئي. هن ڳالهہ سوئفٽ کي اهو موقعو ڏنو تہ هو ڊِٽن ۽ وهسٽن مٿان پنهنجن مضحڪہ خيز ٽوٽڪن ۾، جيڪي سندن لمبائي ڳولڻ لاءِ گهڙيا ويا هئا، ڊِٽن کي "ون گڊ ماسـٽر" ۽ وهسـٽن کي "وِڪيڊوِل" ڪوٺي. پر جيـئن تہ سوئفٽ انهن ڏينهن جي روشن خيال مفڪرن جهڙوڪ بولنگ بروڪ، پوپ ۽ ٻين جو هڪ زبردست سـاٿي هو، جن "صحيفن" کي نہ ٿي مڃيو، ان ڪري ان ڳالهہ جو ڪوبہ يقين ڪونهي تہ آيا هن وهسـٽن کي "وِڪيڊ" صحيفن جو دفاع ڪرڻ ڪري مذاق مان ڪوٺيو يا انهن خلاف لکڻ ڪري. سوئفٽ جو ڄاتل سڃاتل ڪردار پهرئين راءِ جي حق ۾ فيصلو ڏئي ٿو.

بوليءَ مطابق، خدا طرفان منظور ڪيل هئي ۽ خدا جي گهر ۾ موجود ڪنيز ڪي اهي پئسا ڏنا ويا. يسوع مسيح ۽ يهوديہ جي معاملي ۾، جيئن اهو ڪتاب متيءَ ۾ بيان ڪيل آهي، چانديءَ جا ٽيهہ سڪا خون جي قيمت هئا. اهو سودو خدا طرفان نہ ٿيو هو ۽ جڏهن اهي پئسا موٽايا ويا، تڏهن انهن کي خزاني ۾ داخل ڪرڻ کان انڪار ڪيو ويو. ٻنهي معاملن ۾ هر شيءِ هڪٻئي جي ابتڙ آهي.

ان کان علاوه يهوديہ جي معاملي جو ڪتاب "رسولن جا ڪم" ۾ متيءَ طرفان سندس ڏنل احوال کان هڪ تمام ئي مختلف ۽ سنئون سڌو ابتڙ احوال ڏنو ويو آهي. ان ڪتاب مطابق يهوديہ جو پڇتاءُ ڪرڻ ۽ پئسا واپس ڪري ڇڏڻ ۽ مها پادريءَ طرفان پرديسين کي دفن ڪرڻ لاءِ هڪ ٻني خريد ڪرڻ تہ پري رهيو، يهوديہ اهي پئسا پاڻ وٽ رکيا ۽ انهن مان پنهنجي لاءِ هڪ ٻني خريد ڪئي ۽ جيئن متي چئي ٿو پاٽکي ڦاسي ڏيڻ بدران هو متي پر اچي ڪريو ۽ ڦاٽي پيو.

ڪي تفسير نگار ان تضاد جي هڪ حصي مٿان غلبو پائڻ جي ڪوشش ڪل جهڙي انداز ۾ اهو فرض ڪندي ڪندا آهن تہ يهوديہ پهرين پاٽکي ڦاسي ڏني پر رسي ٽٽي پئي هئي. ڪتاب رسولن جا ڪم، باب ۱، بيت ۱۶:

"انسانو ۽ ڀائرو، پاڪ لکيت جو بيان پورو ٿيڻو هو جو پاڪ روح اڳيئي دائود جي واتان يهوديہ جي متعلق چيو هو، جو يسوع جي جهلڻ وارن جو سونهون ٿيو." (دائود، يهوديہ جي باري ۾ هڪ لفظ بہ نہ ٿو چئي)

بيت ۱۷:

"هو (يهوديہ) اسان مان ئي هڪڙو ليکبو هو ۽ هن خدمت جي ڪم ۾ حصو هوس."

بيت ۱۸:

"هاڻي انهيءَ ماڻهوءَ پنهنجي گناهہ جي اُجري مان هڪ ٻني خريد ڪئي ۽ اونڌو ٿي ڪري پيو ۽ پيٽ ڦاٽي پيس ۽ آنڊا ٻاهر نڪري آيس."

ڇا انجيل کي الهامي مذهب ڪوٺڻ، ڪفر جو هڪ نئون قسم ناهي، جڏهن اسان ان ۾ اهڙا تضاد ۽ بيهودگيون ڏسون ٿا؟

مان يسوع مسيح لاءِ اڳڪٿي سڏي ويندڙ ٻارهين ٽڪري ڏانهن اچان ٿو. ڪتاب متي، باب ۲۷، بيت ۳۵:

"۽ هنن هن کي صليب تي چاڙهيو ۽ هن جا ڪپڙا، پاڻ ۾ ڪُٺا وجهي ورهائي ڪنيائون تہ جيئن اهو پورو ٿئي جيڪو نبي چئي ويو هو تہ 'هنن منهنجا ڪپڙا پاڻ ۾ ورهائي ڪنيا ۽ منهنجي لباس تي ڪُٺا ڪيڻ لڳا.'"

هي اظهار ڪتاب زبور ۲۲، بيت ۱۸ ۾ آهي. ان بيت جو ليکڪ (اهو جو ڪوئي بہ هو، ڇوتہ زبور بيتن جو هڪ مجموعو آهي، ڪنهن هڪ ماڻهوءَ جي ڪاوش ناهي) خود پنهنجي لاءِ ۽ پنهنجي حالت لاءِ ڳالهائي رهيو آهي، نہ ڪہ ڪنهن ٻئي ماڻهوءَ لاءِ. هو ان بيت کي انهن لفظن سان شروع ڪري ٿو، جن کي انجيل جا ليکڪ يسوع مسيح ڏانهن منسوب ڪن ٿا، "منهنجا خدا، منهنجا خدا،

تہ مونکي چو وساري ڇڏيو آهي؟“ اهڙا لفظ جيڪي ڪنهن بہ وڏي ناشائستگيءَ کانسواءِ ڳالهائجي سگهيا پئي پر اهي هڪ عزت واري خدا جي واتان نڪرندي نہ ٿا سونهن. هن بيت ۾ ليکڪ پنهنجي حالت جي جيڪا تصوير چٽي ٿو، اها ڪافي دکدائڪ آهي. هو ڪا اڳڪٿي نہ ڪري رهيو آهي پر پنهنجي مشڪل صورتحال جي شڪايت ڪري رهيو آهي. هو پاڻکي دشمن طرفان گهيريل ۽ هر قسم جي سزائن لاءِ تيار تيل ظاهر ڪري ٿو ۽ پنهنجن سزا ڏيندڙن جي ڪنور پٽي کي ڏيکاريندي، بيت ١٨ ۾ چئي ٿو،

”هو منهنجا ڪپڙا پاڻ ۾ ورهائن ٿا ۽ منهنجي لباس تي ڪُٽا ڪڍن ٿا.“

هي اظهار زمان حال ۾ آهي ۽ ساڳيو آهي، جيئن هيئن چوڻ، اهي منهنجي پنيءَ تي پاتل ڪپڙن تائين پيڇو ڪن ٿا ۽ پاڻ ۾ ان ڳالهہ تي جهيڙو ڪن ٿا تہ اهي انهن کي ڪيئن ورهائيندا. ان کان علاوه لفظ ”لباس“ جو مطلب هميشہ کهڙي بہ قسم جا ڪپڙا نہ هوندو آهي پر ملڪيت رکڻ جي اجازت ڏيڻ يا هن کي ملڪيت عطا ڪرڻ هوندو آهي ۽ جيئن تہ اهو، هن بيت ۾ لفظ ”ڪپڙن“ کان الڳ طور تي استعمال ڪيو ويو آهي، ان ڪري اهو ان معنيٰ ۾ استعمال ڪيل لڳي ٿو. پر يسوع مسيح کي ڪابہ ملڪيت نہ هئي، ڇوتہ هو هن کان خود پنهنجي لاءِ هيئن چورائن ٿا، ”لومڙين کي پنهنجا ڳرکا هوندا آهن ۽ هوا جي پکين کي آکيرا پر انسان جو پٽ پنهنجو مٿو ڪٿي رکي، ان لاءِ هن وٽ ڪجهہ بہ ڪونهي.“ پر اهو جيئن بہ هجي، جيڪڏهن اسان پنهنجو پاڻکي اهو فرض ڪرڻ جي اجازت ڏيون ٿا تہ خدا جنهن کي اڳڪٿيءَ جو روح چئجي ٿو، ان ذريعي ٻڌائڻ جي نوازش ڪندو تہ دنيا جي ڪنهن ايندڙ وقت ۾ ڇا ٿي گذرندو، اها خود اسانجين پنهنجين لياقتن لاءِ ۽ خدا جي عظمت جي اسانجن خيالن لاءِ اهو تصور ڪرڻ هڪ زخم آهي تہ اها هڪ پراڻي ڪوٽ متعلق هوندي يا پراڻي سٽڻ متعلق هوندي يا ڪنهن بہ اهڙي شيءِ متعلق هوندي، جنهنکي زندگيءَ جا عام حادثا يا جهڳڙا، جيڪي ان سان لاڳاپيل هوندا آهن، روزانو ڏيکاريندا آهن.

اهو جيڪو انسان جي ڪرڻ جي وس ۾ هجي يا نہ ڪرڻ جي هن جي عزم ۾ هجي، اڳڪٿيءَ جو هڪ موضوع نہ ٿيندو آهي، پوءِ چاهي اهڙي ڪا شيءِ هجي بہ، ڇاڪاڻ تہ اها پاڻ سان گڏ الاهي طاقت يا الاهي عمل دخل جي ڪابہ شاهدي نہ ڪٿي هلي سگهندي آهي. خدا جا رستا، انسان جا رستا نہ هوندا آهن. اهو جيڪو الاهي طاقت ڪري ٿي يا ڪرڻ جو عزم ڪري ٿي، اهو ڪرڻ يا ان تي ضابطو رکڻ انساني طاقت جي دائري ۾ نہ ٿو اچي. پر ڪوئي بہ ڦاسي ڏيندڙ ۽ هن جا چاڙتا ڦاسيءَ تي چڙهندڙ شخص جي ڪپڙن کي پاڻ ۾ ورهائڻ لاءِ جهيڙو ڪري سگهن ٿا يا انهن کي جهيڙي کانسواءِ ورهائي سگهن ٿا ۽ ان وسيلي سان اڳڪٿي سڏي ويندڙ شيءِ کي پورو ڪري سگهن ٿا يا انکي ٻاهر ڪري سگهن ٿا.

اڳ ۾ ئي ڇڪاس ڪيل ٽڪرن ۾، مون انهن جي ڪوڙپڻي کي واضح ڪري ڇڏيو آهي. هن ٽڪري ۾ مان انجي بي عزتي ڪندڙ گهٽياپڻي کي، بطور

خالق جي بي عزتي ۽ انساني عقل لاءِ هڪ زخم جي، پڌرو ڪيان ٿو. هتي اهي ٽڪرا پورا ٿين ٿا، جن کي متيءَ طرفان يسوع مسيح جون اڳڪٿيون ڪونيو ويو آهي. متي پنهنجو ڪتاب هيئن چوندي ختم ڪري ٿو ته جڏهن يسوع مسيح صليب تي مري ويو، ڏونگر ڏري پيا، قبرون ڦاٽي پيون ۽ ڪيترن ئي اوليائن جا لاش اٿي ڪڙا ٿيا ۽ مرقس چئي ٿو، ڌرتيءَ مٿان ٦ بجي کان ٩ بجي تائين انڌارو ڇانيل هو. اهي انهن ڳالهين لاءِ ڪابه اڳڪٿي نه ٿا پيدا ڪن. پر جيڪڏهن اهي شيون حقيقت هجن ها، ته اهي اڳڪٿيءَ لاءِ هڪ موزون موضوع هجن ها، ڇاڪاڻ ته هڪ الاهي طاقت کانسواءِ بيو ڪوئي به انهن شين جي اڳوات ڄاڻ نه ڏئي سگهي ها ۽ بعد ۾ انهن کي پورو ڪري سگهي ها. پر اهڙي ڪابه اڳڪٿي ڪانهي بلڪه هڪ پراڻي ڪوٽ جي ڊونگ ڪيل اڳڪٿي آهي. موزون نتيجو اهو آهي ته اهڙيون ڪي به شيون ڪونه هيون ۽ متيءَ جو ڪتاب افسانو ۽ ڪوڙو آهي.

## مرقس جو انجيل

مرقس جي ڪتاب ۾ اڳڪٿيون سڌيا ويندڙ ٽڪرا ٿورڙا آهن ۽ لوقا ۽ يوحنا جي ڪتابن ۾ اجا به ٿورا ٽڪرا آهن. هڪڙا اهڙا ٽڪرا آهن، جن کي مان ڇڪاسيندس ۽ بيا اهڙا به ٽڪرا آهن، جيڪي متيءَ طرفان ڄاڻايل ٽڪرن سان ٽڪر ۾ اچن ٿا. مرقس پنهنجي ڪتاب کي هڪ ٽڪري سان شروع ڪري ٿو، جنهن کي هو هڪ اڳڪٿيءَ جي روپ ۾ رکي ٿو، ڪتاب مرقس جو انجيل، باب ١، بيت ١:

"يسوع مسيح ابن خدا جي خوشخبريءَ جي شروعات:"

جيئن يسعياه نبيءَ جي ڪتاب ۾ لکيل آهي ته، "ڏس، آئون پنهنجو پيغمبر توکان اڳ ۾ ٿو موڪليان، جو تنهنجو رستو تيار ڪندو." (ڪتاب ملاڪي، باب ٽيون، بيت ١٠)

اصل ٽڪرو، ضمير متڪلم ۾ آهي. مرقس ان ٽڪري کي يوحنا- بپتسمت جي اڳڪٿي ٻڌائي ٿو، جنهن کي چرچ، يسوع مسيح جو رستو تيار ڪندڙ "اڳيون پيغمبر" چوي ٿو. پر جيڪڏهن اسان ان اظهار ڪانپوءِ ايندڙ بيتن کي ڏسنداسين، جيئن اهي ڪتاب ملاڪي ۾ بينا آهن ۽ اڳلي باب جي پهرئين ۽ پنجين بيت کي ڏسنداسين ته پوءِ اسانکي خبر پوندي ته ان ٽڪري جو اهو اطلاق غلط ۽ ڪوڙو آهي.

ملاڪي، پهرئين بيت ۾ اهو چئي چڪو ڪانپوءِ ته "ڏس، مان پنهنجو پيغمبر توکان اڳ ۾ ٿو موڪليان، جو تنهنجو رستو تيار ڪندو." ٻئي بيت ۾ چئي ٿو، "پر ڪير هن جي اچڻ وارو ڏينهن سهي سگهندو؟ ۽ ڪير بيهي سگهندو، جڏهن هو ظاهر ٿيندو؟ ڇوته هو سوناري جي باهه ۽ ڌوٻيءَ جي صابڻ وانگر آهي." هن تفصيل جو يسوع مسيح جي ڄمڻ ڏانهن ڪوبه حوالو نه ٿو ٿي

سگهي ۽ نتيجتاً يوحنا- بئپتست ڏانهن بہ نہ! اهو خوف ۽ دهشت جو هڪ ڏيک آهي، جنهن کي هتي بيان ڪيو ويو آهي ۽ يسوع مسيح جي پئدائش جو، هميشه خوشيءَ ۽ شادمانيءَ جي لمحن طور ذڪر ڪيو ويندو آهي.

ملاڪي ساڳئي موضوع تي ڳالهائڻ کي جاري رکندي، اڳلي باب ۾ واضح ڪري ٿو تہ اهو ڪهڙو ڏيک هو، جنهن جي باري ۾ هو متي حوالو ڏئي بيت ۾ ڳالهائي ٿو ۽ اهو ڪير ماڻهو آهي، جنهن کي هو پيغمبر ڪوٺي ٿو. هو چئي ٿو (باب چوٿون، بيت ١):

"ڏسو، اهو ڏينهن اچي ٿو، جيڪو آويءَ جيان ٻرندو ۽ توهان سمورا مغرور ۽ ظلم ڪندڙ ماڻهو ٻهہ وانگي ٿيندا؛ ۽ لشڪرن جو خداوند فرمائي ٿو تہ اهو ڏينهن هنن کي اهڙو ساڙيندو جو نڪي ٽاري، نڪي پاڙ بچندي."

بيت ٥:

"ڏسو، مان توهان ڏانهن ايلياهہ نبيءَ کي خداوند جي عظيم ۽ خوفناڪ ڏينهن جي اچڻ کان اڳ موڪليندس."

ڪهڙي حق سان، يا ڪهڙي نڳيءَ يا جهالت سان، مرقس، ايلياهہ کي يوحنا- بئپتست ٻڌائي ڇڏيو آهي ۽ ملاڪيءَ جي قيامت جي ڏينهن جي تفصيل کي يسوع مسيح جي سالگرهہ جو ڏينهن ٻڌائي ڇڏيو آهي، اهو مان مُک پادري (Bishop) مٿان ڇڏيان ٿو تہ هو انکي طئي ڪري.

مرقس پنهنجي پهرئين باب جي ٻئي ۽ ٽئين بيت ۾، پراڻي عهدنامي جي مختلف ڪتابن تان ورتل ٻن ٽڪرن کي پاڻ ۾ گڏائي منجهائي ٿو. ٻيو بيت "ڏسو، مان پنهنجو پيغمبر توکان اڳ ۾ ٿو موڪليان، جو تنهنجو رستو تيار ڪندو"، ملاڪيءَ تان ورتل آهي، جيئن مان اڳ ئي چئي چڪو آهيان. ٽيون بيت، جيڪو چئي ٿو، "بيابان ۾ هڪڙي منادي ڪرڻ واري جو آواز ٿو اچي تہ خداوند جو رستو تيار ڪريو، سندس واٽون سنيون ڪريو"، ڪتاب ملاڪيءَ ۾ ناهي پر ڪتاب يسعياهہ ۾ آهي (باب ٤٠، بيت ٣) جيڪڏهن ائين آهي تہ پوءِ انجيل جي بي ترتيب حالت جو اهو هڪ ٻيو مثال آهي، جيڪو ان سان نهڪي ٿو جيڪو مان خورس جي نالي ۽ تفصيل جي حوالي سان چئي چڪو آهيان تہ اهو، ڪتاب يسعياهہ ۾ آهي، پر تاريخي لحاظ کان اهو ان سان واسطو نہ ٿو رکي. ڪتاب يـ.عياهہ جي باب ٤٠، بيت ٣ ۾ موجود لفظَ. هن جو آواز جيڪو بيابان ۾ رڙيون ڪري ٿو، تون خداوند جو رستو تيار ڪر، هن جو رستو سڌو ناهہ"، زمان حال ۾ آهن ۽ نتيجتاً اهي اڳڪٿي ڪندڙ ناهن. اهي پراڻي عهدنامي جي ليکڪن طرفان اڪثر ڪري استعمال ڪئي ويندڙ بکواسي تمثيلن منجهان هڪ آهن. اهو محض بکواسي ۽ علامتي آهي، ڇهين بيت ۾ ڏسي سگهجي ٿو، "۽ هڪڙي جي آواز چيو تہ پڪار ۽ ٻئي چيو تہ ڇا پڪاريان؟ سڀ ماڻهو گاهہ وانگر آهن." هي بظاهر ڪجهہ بہ نہ آهي سواءِ هڪ تمثيل يا استعاري جي، ڇوتہ گوشت، گاهہ نہ هوندو آهي؛ اهو رڳو تڏهن ائين هوندو آهي، جڏهن انکي بطور

هڪ علامت، تمثيل يا استعاري جي استعمال ڪجي، جتي هڪ شيءِ جي بدران ٻي شيءِ رکي ويندي آهي. ان ڪان علاوه اهو سچو تڪرو ايترو نہ عمومي ۽ خطيباڻو آهي جو انکي الڳ طور تي ڪنهن خاص ماڻهوءَ يا مقصد تي لاڳو نہ ٿو ڪري سگهجي.

مان يارهين باب ڏانهن اچان ٿو. هن باب ۾ مرقس، يسوع مسيح جي يروشلم ۾ هڪ گڏهہ مٿان سواري ڪندي، داخل ٿيڻ جو ذڪر ڪري ٿو پر هو انکي هڪ اڳڪٿيءَ جو پورو ٿيڻ نہ ٿو ٻڌائي جيئن متيءَ ڪيو آهي، ڇوتہ هو هڪ اڳڪٿيءَ بابت ڪجهہ بہ نہ ٿو چئي. ان جي بدران هو ٻئي رُخ ۾ وڃي ٿو ۽ گڏهہ کي نيون عزتون ڏيڻ خاطر هو انکي هڪ معجزي ۾ تبديل ڪري ٿو، ڇوتہ هو چئي ٿو، بيت ٢:

"اهو هڪ اهڙو ڪودڙو هو، جنهن مٿان ڪڏهن ڪو انسان وينو ئي نہ هو."

ان مان هو اهو ظاهر ڪري ٿو تہ جيئن تہ ان گڏهہ کي لولو لنگڙو نہ ٻڌايو ويو هو، نتيجتاً ان ڪودڙي کي سنن لڄڻ ۾ اُتساهيو ويو هو، ڇاڪاڻ تہ اسان اهو نہ ٻڌو آهي تہ ان گڏهہ يسوع مسيح کي ڪا اِٽ هنئي هئي. هن جي اِٽ هڻڻ متعلق چئن انجيلن ۾ هڪ لفظ بہ موجود ڪونهي. مان گڏهہ سواريءَ جي هن ڪارنامن ڪانپوءِ، جيڪي هڪ احمق (يعني گڏهہ) مٿان ڪيا ويا، باب ١٥ ڏانهن اچان ٿو. هن باب جي بيت ٢٤ تي مرقس، يسوع مسيح جي ڪپڙن کي ورهائڻ ۽ انهن مٿان ڪڻن ڪڍڻ جي باري ۾ ڳالهائي ٿو، پر هو ان مٿان ڪابہ اڳڪٿي نہ ٿو لاڳو ڪري، جيئن متي ڪري ٿو. البت هو ان لاءِ هڪ اهڙي شيءِ طور ڳالهائي ٿو، جيڪا ان زماني ۾ ڦاسي ڏيندڙن لاءِ هڪ رسم هئي، جيئن اها اڄ آهي. ساڳئي باب جي ٢٨ بيت ۾ مرقس يسوع مسيح جي ٻن ڌاڙيلن جي وچ ۾ صليبجڻ جي باري ۾ ڳالهائي ٿو. هو چئي ٿو،

"۽ انهيءَ طرح اها لکيت اچي پوري ٿي تہ هو گنهگارن ۾ ڳڻيو ويو."

ساڳي ڳالهہ ڌاڙيلن لاءِ بہ چئي سگهجي ٿي. اهو اظهار ڪتاب يسعياهہ، باب ٥٣، بيت ١٢ ۾ آهي. گروتيس ان کي يرمياهہ مٿان لاڳو ڪري ٿو پر اهو مثال دنيا ۾ ايترو عام ٿي چڪو آهي، جتي ٻي ڏوهي ماڻهو، ڏوهارين سان گڏ ڦاهيءَ تي چاڙهيا ويندا رهيا آهن ۽ اهو عمل اڄ تائين لڳاتار جاري آهي؛ ان ڪريْ انکي ڪنهن بہ مخصوص ماڻهوءَ جي اڳڪٿي سڏڻ بيهودگي آهي. اهي سڀ ماڻهو جن کي چرچ "شهيد" ڪوني ٿو، ڏوهارين سان گڏ ليکيا ويا هئا. سمورا ايماندار محب وطن ماڻهو، جيڪي فرانس ۾ رابسپيريءَ جي زماني ۾، ڦاسيءَ جي تختي تي چڙهيا، ڏوهارين سان گڏ شمار ڪيا ويا ۽ جيڪڏهن هو پاڻ خود ڦاسيءَ تي نہ چڙهي ها تہ پوءِ ساڳي حالت هن جي پنهنجي هٿ- لکت ۾ لکيل هڪ خط مطابق، منهنجي مٿان نازل ٿئي ها. پوءِ بہ مان سمجهان ٿو تہ مُک- پادري ان جي اجازت نہ ڏيندو تہ يسعياهہ ٿامس پين لاءِ اڳڪٿي ڪري رهيو هو.

هي آهن ڪتاب مرقس ۾ موجود اهي سمورا ٽڪرا جن کي اڳڪتيين ڏانهن ڪوبہ حوالو آهي. مرقس پنهنجي ڪتاب کي، يسوع مسيح کي پنهنجن شاگردن سان هيئن ڳالهائيندي ختم ڪري ٿو، باب ١٦، بيت ١٥ کان ١٨:

"تہ اوهان ساري دنيا ۾ وڃو ۽ ساريءَ خلق جي اڳيان انجيل جي تبليغ (منادي) ڪريو. جيڪو ايمان آڻي بپتسما وٺندو، اهو بچايو ويندو پر جيڪو ايمان نہ آڻيندو، ان مٿان ملامت ڪئي ويندي (هي عمدو پاپائي مواد آهي) ۽ ايمان آڻڻ وارن ۾ هي نشانيون هونديون: اهي منهنجي نالي سان ڀُوت ڪڍندا ۽ نيون نيون ٻوليون ڳالهائيندا ۽ نانگ ڪڻندا ۽ جيڪڏهن زهر پيئندا تہ انهيءَ مان هنن کي ڪنهن بہ طرح جو جوکو نہ رسندو، هو بيمارن تي هٿ رکندا تہ هو چڱا ڀلا ٿي پوندا."

هاٽي مُک- پادريءَ کي، اهو چاٽڻ لاءِ تہ جيڪڏهن هن وٽ سمورو بچائيندڙ ۽ جادوئي عقيدو آهي، اهي شيون پاڻ مٿان ضرور آزمائڻ گهرجن. هو زهر جو هڪ سنو وزن وٺي ۽ جيڪڏهن چاهي تہ مان آمريڪا مان هن لاءِ هڪ ڪڙڪندڙ نانگ موڪليان. جيستائين منهنجو واسطو آهي، جيئن مان خدا ۾ ايمان رکان ٿو، ان ڪري اهو تجربو مونسان واسطو نہ ٿو رکي. هاٽي مان لوقا جي انجيل ڏانهن اچان ٿو.

## لوقا جو انجيل

لوقا جي انجيل ۾ اهڙا ڪي بہ ٽڪرا موجود ڪونهن، جن کي يسوع مسيح جون اڳڪتيون سڏيو وڃي، سواءِ انهن ٽڪرن جي جيڪي منهنجي اڳواٽ چڪاس ڪيل ٽڪرن سان واسطو رکن ٿا.

لوقا يوسف سان مڱيل مريم جي ڳالهہ ڪري ٿو پر هو يسعياهہ ۾ موجود ٽڪرن ڏانهن ڪوبہ اشارو نہ ٿو ڪري جيئن متي ڪري ٿو. هو يسوع مسيح جي گڏهہ تي چڙهي يروشلم ۾ داخل ٿيڻ بابت پڻ ڳالهائي ٿو پر هو ڪنهن بہ اڳڪتيءَ لاءِ نہ ٿو چئي. هو يوحنا- بپتسمت لاءِ بہ ڳالهائي ٿو ۽ ڪتاب يسعياهہ ۾ موجود ٽڪري ڏانهن بہ اشارو ڪري ٿو، جنهن جو مان اڳ ئي ذڪر ڪري چڪو آهيان. باب ١٣، بيت ٣١ ۾ هو چوي ٿو،

"ساڳئي ڏينهن تي ڪي فريسي اچي کيس چوڻ لڳا تہ هتان نڪري هليو وڃ، ڇالاءِ جو هيروديس توکي ماري ڇڏيندو ۽ هن چيس تہ انهيءَ لومڙ کي وڃي چئو تہ ڏس، آءٌ اڄ ۽ سڀاڻ ڀوت پيو ڪڍان ۽ ماڻهن کي چُڱائي چڱو ڀلو پيو ڪريان ۽ پرينهن ڪماليت کي رسندس."

متي هيروديس کي ماري ٿو، جڏهن يسوع مسيح مصر ۾ هڪ ٻارڙو هو ۽ هيروديس جي موت جي خبر تي، جنهن هن کي قتل ڪرڻ جو سوچيو ٿي، هو يوسف کي ٻار سان گڏ واپس موٽرائي ٿو. لوقا، هيروديس کي زنده رکي ٿو ۽ هن

ڪان يسوع مسيح جي جان وٺائڻ چاهي ٿو، جڏهن يسوع مسيح ٽيهن سالن جي عمر جو ٿي چڪو هوندو آهي چوڻ هو چئي ٿو، باب ۳، بيت ۲۳:

"۽ جڏهن يسوع پاڻ به تعليم ڏيڻ لڳو، تڏهن اٽڪل ٽيهن ورهين جي عمر هيس ۽ ماڻهن جي ليکي يوسف جو پٽ هو."

هيروديس جي حوالي سان انجيل جو تاريخي حصو، جنهن انڌيري ۾ غلطان آهي، اهو پادرين ۽ تفسير نگارن کي هڪ عذر ڏني سگهي ٿو ته هيروديس جنهن جو متي ذڪر ڪري ٿو ۽ هيروديس جنهن جو لوقا ذڪر ڪري ٿو، به مختلف ماڻهو هئا. جيڪو ٿي سگهي ٿو ڪن ماڻهن کي بظاهر معقول لڳي پر ڪنهن کي به اطمينان بخش نه لڳندو. متي هيروديس کي هڪ بادشاهه سڏي ٿو ۽ لوقا (باب ۳، بيت ۱) هيروديس کي هڪ حاڪم (يعني گورنر) سڏي ٿو پر هڪ بادشاهه هيروديس نالي ڪوبه اهڙو شخص نه پئي ٿي سگهيو چاڪاڻ ته يهودي ۽ سندن ملڪ ان وقت رومن شهنشاهن جي غلبي هيٺ هئا، جيڪي هتي مٿان حاڪمن يا گورنرن ذريعي حڪمراني ڪندا هئا. (لوقا باب ۲) يسوع مسيح کي ان زماني ۾ پيدا ڪرائي ٿو، جڏهن شام جو گورنر، ڪورينيس هو، جنهن حڪومت سان يهوديه جو شهر ڳنڍيل هو ۽ هن جي چوڻ مطابق يسوع مسيح هيروديس جي زماني ۾ نه ڄائو هو. لوقا ان ڳالهه جي باري ۾ ڪجهه به نه ٿو چئي ته هيروديس يسوع مسيح جي زندگيءَ جي پوئان هو، جڏهن هو ڄائو هو، نه ئي هو ان ڳالهه لاءِ ڪجهه چئي ٿو ته هن ٻن سالن کان گهٽ عمر وارن سمورن ٻارڙن کي قتل ڪرائي ڇڏيو، نه ان لاءِ ته يوسف يسوع مسيح کي ساڻ ڪري، مصر پڄي ويو ۽ نه ان ڳالهه لاءِ ته هو اتان وري واپس اچي ٿو. ان جي ابتڙ لوقا جو ڪتاب ائين ڳالهائي ٿو ڄڻ يسوع مسيح نالي شخص، يهوديه کان ڪڏهن ٻاهر نه نڪتو هو ۽ اهو ته جڏهن هن تبليغ ڪرڻ شروع ڪئي هئي، هيروديس هن کي قتل ڪرائڻ چاهيو، جيئن اڳ ئي بيان ڪيو ويو آهي.

مان اڳ ئي اهو ڏيکاري چڪو آهيان ته لوقا رسولن جي ڪمن جي ڪتاب (جنهن کي تفسير نگار لوقا ڏانهن منسوب ڪن ٿا) ۾ يهوديه ۽ چانديءَ جي ٽيهن سڪن جي حوالي سان، متيءَ جي ڏنل احوال کي رد ڪري ٿو. متي چئي ٿو ته يهوديه، اهي پئسا موٽائي ڏنا ۽ مها پادرين انهن پئسن مان پرديسين کي دفن ڪرڻ لاءِ هڪ ٻني خريد ڪئي. لوقا چئي ٿو ته يهوديه اهي پئسا پاڻ وٽ رکيا ۽ انهن مان پنهنجي لاءِ هڪ ٻني خريد ڪئي. جيئن ته اها ڳالهه ناممڪن آهي ته خدا جي ڏاهپ ڪا غلطي ڪري، تيئن اهو پڻ ناممڪن آهي ته اهي ڪتاب ڪنهن الاهي اُتساهه طرفان لکيا وڃي پئي سگهيا. خدا ۽ هن جي ڪڏهن به غلطي نه ڪندڙ ڏاهپ ۾ اسانجو ايمان، اسانکي ائين مڃڻ کان منع ڪري ٿو. جيستائين منهنجو تعلق آهي ته مان انکي مڪمل طور تي نه مڃڻ ۾ پاڻکي

مذهبي طور خوش محسوس ڪيان ٿو. لوقا جي ڪتاب ۾ اڳڪٿيون سڌيا وينديڙ تڪرا، ان ڪان وڌيڪ جن جو مون ذڪر ڪيو آهي، ٻيا ڪي به ناهن.

## يوحنا جو انجيل

يوحنا، مرقس ۽ لوقا جيان اڳڪٿيين ڪرڻ جو ايڏو گهڻو شوقين ناهي. هو گڏهه، يسوع مسيح جي ڪپڙن لاءِ ڪُٽن ڪرڻ ۽ ڪجهه ٻين معمولي شين لاءِ ڳالهائي ٿو، جن بابت مان اڳ ئي ڳالهائي چڪو آهيان. يوحنا، يسوع مسيح کان چورائي ٿو (باب ٥، بيت ٤٦):

”جيڪڏهن توهان موسيٰ کي مڃو ها ته هوند مونکي به مڃو ها ڇوته هن منهنجي بابت لکيو آهي.“

رسولن جي ڪمن جو ڪتاب، يسوع مسيح لاءِ ڳالهائيندي هيئن چوي ٿو، (باب ٣، بيت ٢٣):

”ڇوته موسيٰ پنهنجن ابن ڏاڏن کي سچ چيو: خداوند خدا، اوهان لاءِ اوهانجي ڀائرن مان مون جهڙو هڪڙو نبي ڪڙو ڪندو، اهو جيڪي به ڳالهيون اوهانکي ٻڌائيٰ، سي سڀ ٻڌجو.“

هي تڪرو ڪتاب شريعت جو دور، باب ١٨، بيت ١٥ ۾ آهي. اهي انکي يسوع مسيح جي اڳڪٿيءَ طور لاڳو ڪن ٿا: واهه، ڇا ته نڳيون آهن! ڪتاب شريعت جو دور ۾ جنهن شخص جي باري ۾ ڳالهايو ويو آهي ۽ ڪتاب ڳاٿيتي ۾ پڻ، جتي ساڳئي شخص متعلق ڳالهايو ويو آهي، اهو يشوع آهي، موسيٰ جو وزير، هن جو فوري جانشين ۽ بلڪل اهڙو ئي ظالم ڪردار جهڙو موسيٰ!

معاملو جيئن انهن ڪتابن ۾ ڏسيل آهي، هينيئن ريت آهي:

موسيٰ پوڙهو ٿي چڪو هو ۽ مرڻ جي ويجهو هو ۽ هن جي موت ڪانپوءِ ڪنهن به مونجهاري کي روڪڻ لاءِ (ڇوته اسرائيلين وٽ ڪوبه طئي ٿيل حڪومتي سرشتو موجود ڪونه هو) اهو بهتر سوچيو ويو ته موسيٰ جي حياتيءَ ۾ ئي سندس هڪ جانشين مقرر ڪجي: اهو هينئين نموني ڪيو ويو، جيئن اسانکي ٻڌايو ويو آهي. (ڪتاب ڳاٿيتو، باب ٢٧، بيت ١٢):

”۽ خدا، موسيٰ کي چيو، تون هن عباريم جبل تي مٿي چڙهي وڃ ۽ اها سرزمين ڏس جيڪا مون بني اسرائيل کي ڏئي ڇڏي آهي. ۽ جڏهن تو اها ڏسي ڇڏي هوندي، تون به پنهنجن وڏن سان وڃي گڏبين، جيئن تنهنجو ڀاءُ هارون گڏيو هو.“

بيت ١٥:

”۽ موسيٰ، خداوند کي چيو ته اي خداوند، سڀني جانين جي روحن جا خدا، هن جماعت مٿان هڪ ماڻهو مقرر ڪر جو اندر ٻاهر وڃڻ وقت هننجي اڳيان هلي ۽ جيڪو هننجي اڳواڻي ڪري ۽ هنن کي گڏ ڪري سگهي: ته جيئن خدا

جي جماعت ڏنار ڪان بغير رڍن جو ڌڻ نہ ٿئي. تڏهن خداوند موسيٰ کي چيو، تون يشوع نونَ جي پٽ کي ڪڻ، جيڪو اهڙو ماڻهو آهي، جنهن ۾ جوش آهي ۽ پنهنجو هٿ هن مٿان رک ۽ هن کي پادري ايليعزر ۽ سموري جماعت جي اڳيان آڻي بيهار ۽ انهن آڏو هنکي ذميواري سونپ ۽ پنهنجي ڪجهہ اختياري هنکي ڏي تہ جيئن بني اسرائيل جي ساري جماعت هنجي فرمانبرداري ڪري."

بيت ٢٢:

"۽ موسيٰ ائين ئي ڪيو جيئن خدا هنکي حڪم ڪيو هو ۽ هن يشوع کي ساڻ ڪنيو ۽ کيس ايليعزر پادريءَ ۽ ساري جماعت جي اڳيان بيهاريو ۽ هن مٿان پنهنجا هٿ رکيا ۽ هن جو تقرر ڪيائين، جيئن خداوند موسيٰ کي فرمايو هو."

خود موسيٰ جهڙي هڪ جانشين کي ڪڙي ڪرڻ جي سچ يا شعبده بازي جيڪا هتي آزمائي وئي آهي، ان سان مونکي هتي ڪجهہ بہ نہ ڪرڻو آهي. اهو ٽڪرو ڪافي حد تائين ثابت ڪري ٿو تہ اهو يشوع آهي ۽ اهو تہ يوحنا جي ڪتاب ۾ ان معاملي کي يسوع مسيح لاءِ هڪ اڳڪٿي ناهڻ هڪ ٺڳي آهي.

پر اڳڪٿين ناهڻ جا شوقين ڪوڙ سان ايڏو تہ اُتساهيل هئا جو اهي ڪڏهن بہ سچ نہ ٿا ڳالهائن.*

---

* انگليند ۾ برسٽول جي بِشپ نيوٽن، ٽن جلدن ۾ هڪ ڪتاب "ڊزرٽيشنس آف دي پروفيسيز" ڇپرايو. اهو ڪتاب وڏي محنت سان لکيل آهي ۽ پڙهڻ ۾ ٿڪائي وجهندڙ آهي. هو ڏاڍي ڪوشش ڪري ٿو تہ هر ان ٽڪري کي هڪ اڳڪٿيءَ ۾ تبديل ڪري، جيڪو هن جي مقصد سان ٺهڪي اچي ٿو. ٻين اڳڪٿين کان علاوه هو موسيٰ جي هن فقري کي "خداوند توکي مون وانگر هڪ نبي ڪري اُياربندو"، عيسيٰ لاءِ هڪ اڳڪٿي ٻڌائي ٿو، جيڪو بائيبل جي زمانيت مطابق موسيٰ جي زماني کان ٥٥٢ سالن ڪانپوءِ ڄائو هو، جڏهن تہ اهو موسيٰ جو، جيڪو مرڻ وارو هو، فوري جانشين هو، جنهن متعلق مٿئين ٽڪري ۾ ڳالهايو ويو آهي. پادري دنيا مٿان هن ٽڪري کي عيسيٰ جي هڪ اڳڪٿيءَ طور مڙهڻ جي ڪوشش ۾ ڪتاب ڳائيٽي ۾ ڏنل ان احوال کي مڪمل طور تي وساري ويو آهي، جيڪو مون لفظ بہ لفظ تفصيلي طور ڏنو آهي، ۽ جيڪو ڪهن بہ شڪ جي امڪان ڪانسواءِ اهو ڏيکاري ٿو تہ موسيٰ طرفان ذڪر ڪيل شخص يشوع آهي ۽ هن ڪانسواءِ ٻيو ڪوئي بہ نہ.

نيوٽن هڪ سطحي ليکڪ آهي؛ هو ٻُڌسُڌ واريون شيون ڪٺي ٿو ۽ انهن کي ڪنهن بہ جاچ پڙتال يا غور ويچار ڪانسواءِ مضمون ۾ شامل ڪري ڇڏي ٿو ۽ جيڪي شيون جيتريون وڌيڪ غير معمولي ۽ ناقابلِ يقين هجن ٿيون، انهن کي هو اوترو وڌيڪ گهڻو پسند ڪري ٿو. بابل جي ديوارن متعلق ڳالهائيندي (جلد پهريون، صفحو ٢٦٣) هو ٽيورنيئر نالي هڪ سياح جو هڪ حوالو ڏئي ٿو، جنهن کي هو (جو ڪجهہ هو چئي ٿو، ان لاءِ کيس داد ڏيڻ جي مقصد سان) هڪ مشهور سياح ڪوٺي ٿو، تہ اهي ديوارون پڪل سرن جون ٺهيل هيون، جيڪي ڏهہ چورس فٽ ۽ ٽي فٽ ٿلهيون هيون. جيڪڏهن نيوٽن رڳو اهڙي هڪ سر جي وزن جي حساب جو سوچي ها تہ پوءِ هو اهڙين سرن جي استعمال ٿيڻ يا ماڳهين ٺهڻ جي ناممڪنيت ڏسي ڇڏي ها. ڏهہ چورس فٽ ۽ ٽي فٽ ٿلهي هڪ سر ٣٠٠ چورس فٽن جي ٿيندي ۽ جيڪڏهن سر جي هڪ چورس فٽ ۾

=

مان انجيلن جي هنن افسانن ۾ موجود ان آخري تڪري ڏانهن اچان ٿو، جنهن ۾ يسوع مسيح جي اڳڪٿي سڏيو وڃي ٿو. يوحنا، يسوع مسيح جي ٻن ڌاڙيلن جي وچ ۾ مري وڃڻ جو ذڪر ڪري ڇڏڻ ڪانپوءِ، چئي ٿو، (باب ١٩، بيت ٣٢):
"پوءِ سپاهي آيا ۽ جيڪي هن سان گڏ صليب تي چاڙهيل هئا (يعني ڌاڙيل) تن مان پهريائين هڪڙي جون ٽنگهون ڀڳائون، پوءِ ٻئي جون، پر جڏهن

---

=

رڳو هڪ سؤ پائونڊ وزن ڏجي ته پوءِ پادريءَ جي هر سر ٣٠ هزار پائونڊ وزني ٿيندي ۽ اهڙي هڪ سر ٺاهڻ لاءِ مٽيءَ جا اٽڪل ٽيهه گاڏا (هڪ گهوڙي وارا گاڏا) کپندا. پر سليمان جي مندر (جلد ٢، صفحو ٢١١) جي تعمير ۾ ڪم آيل پٿرن جو احوال هن جي بابل جي ديوارن ۾ ڪم آيل ڏهه چورس فٽ سرن جي احوال کي به مات ڏئي ڇڏي ٿو. اهي انهن پٿرن اڏو محض سرن جا ٽوٽا آهن. (هو چوي ٿو) بنياد ۾ استعمال ٿيندڙ پٿر ورن ۾ چاليهه ڪيوبٽ يعني اٽڪل سٺ فوٽن کان مٿي هئا: هڪ ڪيوبٽ (هو چوي ٿو) ڏيڍ فوٽ کان ٿورو مٿي (هڪ ڪيوبٽ- هڪ فٽ ۽ نَو انچ هوندو آهي) ٿيندو آهي ۽ مٿيون ڊانچو (پادري چوي ٿو) اهڙي قسم جي بنيادن جو مستحق هو. هو چوي ٿو، ان ۾ ڪجهه سفيد ماربل جا پٿر آهن، جيڪي ٤٥ ڪيوبٽ ڊگها، ٥ ڪيوبٽ اوچا ۽ ٦ ڪيوبٽ ويڪرا آهن. هي اهي ماپون آهن، جيڪي هن پادريءَ ڏنيون آهن، جيڪي ١٢ انچ في فٽ جي حساب سان ٧٨ فٽ ٩ انچ ڊگها، ١٠ فٽ ٦ انچ ويڪرا ۽ ٨ فٽ ٣ انچ ٿلها آهن ۽ ٧٢٣٤ چورس فٽ ايراضيءَ وارا آهن. مان هاڻي هن پادريءَ جي ٺڳيءَ کي ظاهر ڪرڻ وڃان ٿو.
پاڻيءَ جو هڪ ڪيوبٽ فٽ وزن ۾ ساڍا ٦٢ پائونڊ ٿيندو آهي. ماربل جي مخصوص ڳهاٽائي (Specific gravity) پاڻيءَ جي ڀيٽ ۾ اڍائي ڀيرا وڌيڪ ٿيندي آهي. تنهنڪري ماربل جي هڪ ڪيوبٽ فوٽ جو وزن ١٥٦ پائونڊ ٿيندو، جنهن کي ٧٢٣٤ سان ضرب ڪرڻ سان، جيڪي هڪ ماربل جي پٿر جا چورس فٽ آهن، ان جو وزن ٿيهندو ١١٢٨٥.٤ پائونڊ يعني ٥.٣ ٽن. جيڪڏهن هڪ گهوڙي کي اڌ ٽن وزن ڪڍڻ جي اجازت ڏجي ته پوءِ به اهڙي هڪ پٿر کي زمين تي ڪڍڻ لاءِ هڪ هزار گهوڙن جي ضرورت پوندي؛ ته پوءِ اهي مٿي عمارت ۾ انساني هٿن ذريعي ڪيئن کنيا ويا هئا؟

پادري پهاڙ هٽائيندڙ ايمان لاءِ ڳالهائي سگهي ٿو پر سمورن پادرين جو سمورو ايمان جيڪي هن وقت تائين ٿي گذريا آهن، انهن پٿرن مان ڪنهن هڪ کي به نه ٿي هٽائي سگهيو ۽ پنهنجي سموري جسماني طاقت لڳائڻ سان به نه. پادري اسانکي قسطنطنيه جي فتح وقت ترڪن طرفان استعمال ٿيل عظيم بندوقن جو پڻ ٻڌائي ٿو، جن مان هڪ، هو چوي ٿو، ڏاندن جي سٺ جوڙن ۽ ٻه هزار ماڻهن ذريعي گهلي وڃي پئي (جلد ٽيون، صفحو ١١٧). هڪ توپ جيڪا ٤٨ پائونڊ وزني بم گولو هلائيندي آهي ۽ جيڪا هيل تائين هلائي ويندڙ وڏي ۾ وڏي توپ آهي، ٨ هزار پائونڊ وزني يعني اٽڪل ساڍا ٽي ٽن ٿيندي آهي ۽ ڏاندن جي ٽن جوڙن ذريعي گهلي سگهبي آهي. ڪوبه ماڻهو هاڻي حساب لڳائي سگهي ٿو ته پادريءَ جي عظيم توپ جو وزن ڇا هوندو، جيڪا گهلجڻ لاءِ ڏاندن جا سٺ جوڙا گهري پئي. پادريءَ گليور کي به مات ڏئي ڇڏي آهي. جڏهن ماڻهو ڪنهن به موضوع، پوءِ اهو مذهبي هجي يا ڪو ٻيو، تي لکڻ وقت عقل جي الاهي تحفي کي استعمال ڪرڻ ترڪ ڪري ڇڏن ٿا، ته پوءِ سندن فضوليات جي ڪابه حد نه ٿي ٿئي، سندن بيهودگين جي ڪابه حد نه ٿي ٿئي. ٽي جلد، جيڪي هن پادريءَ اڳڪٿين مٿان لکي ڇڏيا آهن، ١٢٠٠ صفحن وارا آهن ۽ هو جلد ٽئين، صفحي ١١٧ ۾ چئي ٿو، "مون اختصار کان ڪم ورتو آهي." هي جملو اينرو ئي حيرت انگيز آهي جيترو پادريءَ جي عظيم توپ!

هو يسوع وٽ آيا ۽ ڏنائون تہ هو اڳيئي مري چڪو آهي، تڏهن سندس ٽنگهون نہ ڀڳائون (بيت ٣٦)، ڇالاءِ جو هي ڳالهيون انهيءَ لاءِ ٿيون تہ اها پاڪ لکيت پوري ٿئي تہ 'سندس هڪ هڏو بہ نہ ڀڳو ويندو.'"

هتي حوالو ڏنل ٽڪرو، ڪتاب خروج ۾ آهي ۽ ان جو واسطو يسوع مسيح سان ان ڪان وڌيڪ ڪجهہ بہ ناهي، جيڪو ان گڏهہ جو ساٿس هو، جنهن تي چڙهي، هو يروشلم ۾ داخل ٿيو هو، نہ ئي گهٽو ان سان تہ جي هڪ پڪل گڏهہ، هڪ پڪل ٻڪريءَ جيان هڪ يهودي عيد فصح تي ڪاڏو وڃي. اهو جاڻڻ هڪ گڏهہ لاءِ ڪجهہ دلداري تي سگهي ٿو تہ جيتوڻيڪ هن جا هڏا چونڊي ڪٽي سگهجن پيا پر اهي ڀڃي نہ پيا سگهجن. مان هي معاملو بيان ڪرڻ شروع ڪيان ٿو.

ڪتابِ خروج، يهودي عيدِ فسح جو دستور وجهڻ لاءِ، جنهن ۾ ڪين هڪ گهيٽو يا هڪ ٻڪرو ڪائٽو هوندو هو، چئي ٿو (باب ١٢، بيت ٥):

"توهانجو گهيٽو ڪنهن بہ داغ ڪانسواءِ هجي، اهو هڪ سال جو نَرُ هجي؛ توهان رڍن مان گهيٽو يا ٻڪرين مان چيلو ڪڍجو."

ان کي مارڻ ۽ سنوارڻ ۾ ڪتب ايندڙ ڪجهہ تقريبون بيان ڪرڻ کانپوءِ، ڪتاب چئي ٿو، بيت ٤٣:

"۽ خدا، موسيٰ ۽ هارون کي چيو، عيد فسح جو هي قانون آهي تہ ڪوبہ ڌاريو ماڻهو انهيءَ مان نہ ڪائي پر سيڪنهن ماڻهوءَ جو ٻانهو، جو زرخريد هوندو، تنهن جو جڏهن اوهان ختنو ڪندا تہ پوءِ هو ان مان ڪائي سگهندو؛ مسافر ۽ پگهاردار نوڪر انهيءَ مان اصل نہ ڪائي. اهو هڪڙي ئي گهر ۾ ڪائجو؛ توهان گهر ڪان ٻاهر ڪاڏي بہ انهيءَ جي گوشت مان ڪجهہ بہ نہ ڪٽي وڃجو، نہ کي انهيءَ جو ڪو هڏو ڀڃجو."

اسان هتي ڏسون ٿا تہ معاملو، جيئن اهو ڪتابِ خروج ۾ بيٺو آهي، هڪ تقريب يا رسم جو آهي ۽ نہ ڪہ هڪ اڳڪٿيءَ جو آهي ۽ مڪمل طور تي يسوع مسيح جي هڏن يا هن جي ڪنهن بہ حصي سان اڻ لاڳاپيل آهي. يوحنا اهڙي طرح پيغمبراڻہ افسائي جو پڻمانو پيري ڇڏڻ ڪانپوءِ، پنهنجو ڪتاب هڪ اهڙيءَ شيءِ سان ختم ڪري ٿو، جيڪا سموري افساني کي مات ڏئي ڇڏي ٿي، چوتہ هو آخري بيت ۾ چئي ٿو،

"۽ ٻيون بہ گهڻيون ئي ڳالهيون آهن جي يسوع ڪيون، اُهي هڪڙي هڪڙي، ڪري وبهي لکجن تہ آئون ڀانيان ٿو تہ ايترا ڪتاب لکجي وڃن جو هوند دنيا ۾ نہ ماپجي سگهن."

هيءَ اهڙي ڳالهہ آهي، جنهن کي عام رواجي زندگيءَ ۾ سفيد ڪوڙ سڏيو ويندو آهي، يعني نہ رڳو هڪ ڪوڙ پر ممڪنيت جي حد ڪان ٻاهر هڪ ڪوڙ! ان ڪان علاوه اها هڪ بيهودگي آهي چوتہ جيڪڏهن اهي ڪتاب دنيا ۾ ئي لکيا ويندا تہ دنيا ۾ ئي اهي ماپي ويندا. هتي انهن ٽڪرن جي ڇڪاس پوري ٿئي ٿي، حن کي اڳڪٿيون ڪوٺيو وڃي ٿو.

پيارا پڙهندڙ! مون هاڻي انهن سڀني ٽڪرن جو مطالعو ۽ چڪاس ڪري چڏي آهي، جن جو متي، مرقس، لوقا ۽ يوحنا جا چار ڪتاب، پراڻي عهدنامي مان حوالو ڏين ٿا ۽ انهن کي يسوع مسيح جون اڳڪٿيون ڪونن ٿا. جڏهن مان هن چڪاس تي پهريون دفعو ويٺس، تڏهن مون کجهه ملامت لاءِ سبب ڳولڻ جي توقع ڪئي هئي پر مون انهن کي سچ کان بلڪل ئي خالي هجڻ ۽ سچي هئڻ جي سموربن دعوائن، جي تمام گهٽ توقع رکي هئي، جيئن مون انهن کي اهڙو ثابت ڪري ڏيکاريو آهي.

انهن ڪتابن جي ليکڪن جيڪا مشق استعمال ڪئي آهي، ايتري ڪوڙي ناهي، جيتري اها بيهوده آهي. اهي هڪ شخص جي، جنهن کي هو يسوع مسيح ڪونن ٿا، ڪا خسيس حالت بيان ڪن ٿا ۽ پوءِ هو پراڻي عهدنامي جي ڪنهن ٽڪري مان هڪ جملو ٻاهر ڪڍن ٿا ۽ انکي ان حالت جي هڪ اڳڪٿي ڪونن ٿا. پر جڏهن ههڙي طرح ڪٽيل اهي لفظ، ان اصلي جڳهه تي واپس ٻيهارجن ٿا، جتان اهي کنيا ويا هئا ۽ جڏهن پاڻ کان اڳين ۽ پوين لفظن سان گڏ انهن کي پڙهيو وڃي ٿو، تڏهن اهي انجيل جو ڪوڙ ظاهر ڪري وجهن ٿا. ان ڳالهه جو هڪ يا ٻه مثال سچي معاملي کي سمجهڻ لاءِ ڪافي آهي. اهي يوسف کي هڪ ملائڪ جو خواب لهرائن ٿا، جيڪو هن کي خبر ڪري ٿو ته هيروديس مري ويو آهي ۽ هن کي ٻڌائي ٿو ته هو ٻار سان گڏ مصر کان ٻاهر هليو اچي. پوءِ هو ڪتاب هوسيع مان هڪ جملو ڪٽي ٻاهر ڪڍن ٿا، ”مصر کان ٻاهر مون پنهنجي پٽ کي سڏي ڇڏيو آهي“ ۽ انکي ان حالت متان هڪ اڳڪٿيءَ طور لاڳو ڪن ٿا. هي لفظ، ”۽ سڏيو پنهنجي پٽ کي مصر کان ٻاهر“، پراڻي عهدنامي ۾ آهن پر پوءِ ڇا؟ اهي هڪ ٽڪري جو رڳو هڪ حصو آهن ۽ نه ڪه هڪ سڄو ٽڪرو ۽ ٻين لفظن سان اتي جو اتي ڳنڍيا بيٺا آهن، جيڪي ڏيکارن ٿا ته اهي فرعون جي زماني ۾ بني اسرائيل جي مصر مان ٻاهر اچڻ ڏانهن ۽ بت پرستيءَ ڏانهن، جيڪا بعد ۾ انهن ڪئي، ڏانهن اشارو ڪن ٿا. وري اهي اسانکي ٻڌائن ٿا ته جڏهن سپاهي، صليب تي ٽنگيل ماڻهن جون ڄنگهون ڀڃڻ لاءِ آيا، هنن ڏٺو ته يسوع مسيح اڳ ئي مري چڪو آهي ۽ تنهنڪري هنن، هن جون ڄنگهون نه ڀڳيون. هو پوءِ ڪتاب خروج مان هڪ جملو، اصل ۾ ٿورڙي ڦيرڦار سان ڪٽن ٿا، ”هن جو هڪ به هڏو نه ڀڳو ويندو“ ۽ انکي ان حالت جي هڪ اڳڪٽي سمجهي لاڳو ڪن ٿا. هي لفظ، ”ان ۾ توهان ڪوبه هڏو نه ڀڄندؤ“، (ڇاڪاڻ ته هنن اصل جملي کي تبديل ڪري ڇڏيو آهي) پراڻي عهدنامي ۾ آهن پر پوءِ ڇا ٿي پيو؟ اهي پهرئين مثال وانگر هڪ ٽڪري جو فقط هڪ حصو آهن، نه ڪه هڪ سڄو ٽڪرو آهن ۽ جڏهن انهن کي انهن لفظن سان گڏ پڙهيو وڃي ٿو، جن سان اهي اتي ڳنڍيل آهن، تڏهن اهي ڏيکارن ٿا ته اهي هڪ گهيٽي يا هڪ ٻڪري جا هڏا آهن، جن لاءِ اهو ٽڪرو ڳالهائي ٿو.

هي ٻار ٻار ورجائبيون رهندڙ جعلسازيون ۽ ڪوڙ هڪ پڪو پختو شڪ

پئدا ڪن ٿا ته يسوع مسيح نالي شخص بابت ڳالهايل سمورا معاملا، هٿ سان ناهيل معاملا آهن، پراڻي عهدنامي مان ڪجهه ٽٽل جملا گهلي ڪٽي اچڻ جي مقصد سان ۽ اهو به تمام گهڻي بي تُڪي نموني سان ۽ انهن کي انهن معاملن جي اڳڪٿين طور لاڳو ڪرڻ سان، جڏهن ته هُن خدا جو پٽ هجڻ ته پري رهيو، بحيثيت هڪ انسان جي به ڪو وجود نه ٿي رکيو. هو ته محض هڪ تصوراتي يا تمثيلي ڪردار آهي، جيئن آپالو، هرڪيولس، جيوپيٽر ۽ قديم دور جا سمورا ديوتا هئا. اهڙي ڪابه تاريخ موجود ڪانهي جيڪا يسوع مسيح جي زنده هجڻ جي زماني ۾ لکي وئي هجي، جيڪا اهڙي ڪنهن شخص جي وجود، ايستائين جو بحيثيت هڪ ماڻهوءَ جي ني سهي، جو ذڪر ڪندي هجي.

جيڪڏهن اسان ڪنهن به بئي ڪتاب ۾، جيڪو مذهب جي هڪ نظام ڏيڻ جو مَڪر ڪندو هجي، ايڏا ڪوڙ، زَٽ، تضاد ۽ بيهودگيون ڏسون، جيڪي توريت، زبور ۽ انجيل جي لڳ ڀڳ هر صفحي تي اسانکي ملن ٿا ته پوءِ اجوڪا سڀ پادري جيڪي پنهنجو پاڻکي وڏو قابل سمجهن ٿا، ان مٿان تنقيدون ڪرڻ ۾ پنهنجي هوشيارپ فاتحانه انداز ۾ ڏيکاربندا ۽ انکي هڪ وڏي ۾ وڏي ڪليل نڳي قرار ڏيندي رڙيون ڪندا. پر ڇاڪاڻ ته مذڪوره ڪتاب، هنن جي پنهنجي ڏنڌي ۽ پيشي سان واسطو رکن ٿا، ان ڪري هو يا گهٽ ۾ گهٽ هنن مان ڪيترا انهن ڪتابن مٿان ٿيندڙ هر پڇاڳاڇا کي گهٽو ڏيڻ جي ڪوشش ڪن ٿا ۽ انهن ماڻهن کي گهٽ وڌ ڳالهائن ٿا، جن ۾ ائين ڪرڻ جي ايمانداري ۽ جرئت آهي.

جڏهن هڪ ڪتاب، جيئن توريت، زبور ۽ انجيل جي حالت ۾ آهي، دنيا ۾ "خدا جو ڪلام" جي عنوان هيٺ داخل ڪرايو وڃي ٿو ته ان جي ڇڪاس تمام گهڻي سختيءَ سان ٿيڻ گهرجي ته جيئن خبر پوي ته آيا ان ڪتاب کي اهڙي عنوان لاءِ سچي دعويٰ آهي يا نه ۽ آيا اسان نڳيا ته نه ٿا وڃون؛ ڇالاءِ ته ان زهر کان وڌيڪ خطرناڪ ٻيو ڪو زهر نه هوندو آهي، جيڪو جسم کي زهريلو بڻائي ڇڏيندو آهي، تيئن ڪوبه ڪوڙ ايترو نقصانڪار نه هوندو آهي، جيترو اهو ڪوڙ جيڪو ايمان جو جُزو بڻايو ويو هجي. هيءَ ڇڪاس اجا وڌيڪ ضروري ٿي پوي ٿي، ڇاڪاڻ ته جڏهن انجيل لکيو ويو هو- مان چئني سگهان ٿو، جڏهن اهو ايجاد ڪيو ويو هو، تڏهن ڇپائيءَ جي هنر جي ڄاڻ ڪانه هئي ۽ توريت- زبور جا، سواءِ هٿ سان لکيل نسخن جي، ٻيا ڪي به نسخا موجود ڪونه هئا. ان ڪتاب جو هڪ قلمي نسخو ايترو قيمت جو هوندو، جنهن مان اڄ بائيبل جون ڇهه سو عام ڪاپيون ملي ويندين. نتيجتاً اهي ڪتاب رڳو چند اَڱرين تي ڳڻڻ جيترن ماڻهن وٽ هئا ۽ اهي به مکيه طور تي چرچ جي ماڻهن وٽ. هن ڳالهه انجيل جي ليکڪن کي پڪڙجي پوڻ جي تمام ٿورڙي خطري سان هڪ موقعو فراهم ڪيو، ته هو جيئن ڪين وڻي، توريت- زبور مان حوالا گهڙن ۽ انهن کي اڳڪٿيون سڏن؛ ان کان علاوه چرچ جون دهشتون ۽ تحقيقاتي غصو، ان شعلا ڪديندڙ تلوار جيان، جيڪا هو اسانکي ٻڌائن ٿا ته هر طرف ڦري پئي، انجيل جي

مٿان پهريدار ٿيا بيٺا هئا ۽ وقت، جيڪو هر ٻي شيءِ کي ته ظاهر ڪري ٿو پر ان انڌاري کي وڌيڪ گهري ڪري ڇڏن جو ڪم ڪيو آهي، جيڪو پڪڙجڻ کان انکي بچايو ويٺو آهي. ڪاش، جيڪڏهن انجيل هاڻي پهريون دفعو ظاهر ٿئي ها ته اڄوڪي دور جو هر پادري ان جي هڪ هڪ سٽ جي ڇڪاس ڪري ها ۽ انهن ڇپگل جملن کي، جنهن کي اهو اڳڪٿيون ڪوني ٿو، پراڻي عهدنامي جي مڪمل ٽڪرن سان ڀيٽي ها، جتان اهي کنيا ويا آهن. پوءِ هو اڄ اها ساڳي ڇڪاس ڇو نه ٿا ڪن، جيئن هو ڪن ها، جيڪڏهن انجيل اڳ ۾ ڪڏهن ظاهر ٿيل نه هجي ها؟ جيڪڏهن هڪ حالت ۾ انجي ڇڪاس ڪرڻ موزون ۽ درست آهي، ته پوءِ ٻي حالت ۾ به ائين ڪرڻ هڪ جيترو موزون ۽ درست آهي. وقت جي لمبائي ڪنهن به وقت تي اهو ڪم ڪرڻ جي حق ۾ ڪوبه فرق پئدا نه ٿي ڪري سگهي. پر اهو ڪم ڪرڻ بدران هو ماڻهن کي ٻڌائيندا رهن ٿا، جيئن سندن پاڻ کان اڳ وارن پادرين، هنن کان اڳ ڪيو پئي، ته يسوع مسيح جون اڳڪٿيون موجود آهن، جڏهن ته سچ اهو آهي ته اهڙي ڪابه اڳڪٿي موجود ڪانهي.

اهي اسانکي ٻڌائن ٿا ته يسوع مسيح مري وڃڻ کانپوءِ وري زنده ٿي اٿيو ۽ مٿي آسمان ڏانهن ڪجي ويو. ائين چوڻ ڏاڍو سولو آهي. هڪ عظيم ڪوڙ به اوتري ئي سولائيءَ سان ٻڌايو ويندو آهي، جيتريءَ سان هڪ ننڍڙو ڪوڙ، پر جيڪڏهن هن ائين ڪيو هو، ته پوءِ هن سان لاڳاپيل رڳو اهي ئي اهڙا واقعا هئا، جيڪي عام خلق کان مختلف هجن ها ۽ نتيجتاً اها واحد حالت جيڪا جداگانه طور تي يسوع مسيح مٿان ئي بطور اڳڪٿيءَ جي لاڳو ٿئي ها، پراڻي عهدنامي جو ڪو اهڙو هڪ به ٽڪرو موجود ڪونهي، جيڪو ڪنهن اهڙي ماڻهوءَ جو ذڪر ڪندو هجي، جيڪو صليب تي ٽنگجڻ، مري وڃڻ ۽ دفن ٿي وڃڻ کانپوءِ قبر مان پيهر زنده ٿي اٿيو هجي ۽ آسمان ڏانهن ڪجي ويو هجي.

اسانجا اڳڪٿين جا شوقين اها خاموشي فراهم ڪن ٿا، جيڪا پراڻو عهدنامو اهڙين شين مٿان اختيار ڪري ٿو، اسانکي اهي ٽڪرا ٻڌائيندي، جن کي هو اڳڪٿيون سڏن ٿا ۽ اهو به ڪوڙ سان، يوسف جي خواب متعلق، پراڻن ڪپڙن متعلق، پڪل هڏن متعلق ۽ اهڙين خسيس شين متعلق.

هن موضوع مٿان لکندي، جيئن ٻئي هر موضوع مٿان لکندي، مان هڪ پرپور ۽ سمجهه ۾ ايندڙ ٻولي ڳالهائيندو آهيان. مان ڳجهارتن ۽ اشارن ۾ نه ڳالهائيندو آهيان. مون وٽ ان لاءِ ڪيترائي سبب آهن. پهريون اهو ته مان چٽي نموني سمجهيو وڃان، ٻيو اهو ته اهو ڏسي سگهجي ته مان ان ۾ سنجيده آهيان، ٽيون ڇاڪاڻ ته اها ڳالهه سچ جي برملا توهين آهي ته ڪوڙ سان نرميءَ سان پيش اچجي.

مان هن مقالي کي هڪ موضوع تي بند ڪندس، جنهن متعلق مان اڳ ئي هن ڪتاب جي پهرئين حصي م به ڪجهه چئي چڪو آهيان. دنيا هڪ فقري- "الهاميل مذهب" سان وندرائي وئي آهي ۽ پادرين جي اڪثريت هن فقري کي

توريت، زبور ۽ انجيل نالي ڪتابن متان لاڳو ڪري ٿي. ٻين مذهبن وارا به ساڳئي فقري کي پنهنجن پاڪ ڪتابن متان لاڳو ڪن ٿا. ڪوبه اهڙو ماڻهو نه هوندو جيڪو مونکان وڌيڪ مضبوطيءَ سان الهاميل مذهب ۾ ايمان رکندو هجي پر اهي توريت، زبور ۽ انجيل جا خيالي پلاءَ نه آهن، جن کي مان ساڳئي مقدس عنوان يعني "الهاميل مذهب" سان عزت ڏيان ٿو. اهو جيڪو منهنجي لاءِ الهام آهي، ڪنهن اهڙي شيءِ ۾ وجود رکي ٿو، جنهن کي ڪوبه انساني ذهن ايجاد نه ٿو ڪري سگهي؛ جنهن ۾ ڪوبه انساني هٿ هڪ جعلسازي يا هٿ چراند نه ٿو ڪري سگهي. خدا جو ڪلام، تخليق آهي، جنهن کي اسان ڏسون ٿا ۽ خدا جو هي ڪلام انسان کي اهو سيڪجهه ڏيکاري ٿو، جيڪو سندس خالق جي باري ۾ ڄاڻڻ هن لاءِ ضروري آهي. ڇا اسان هن جي طاقت کي سمجهڻ چاهيون ٿا؟ اسان اها هن جي تخليق جي جڳهائپ ۾ ڏسون ٿا. ڇا اسان هن جي ڏاهپ سمجهڻ چاهيون ٿا؟ اسان اها ان ڪڏهن- به- تبديل- نه- ٿي- سگهندڙ نظم و ضبط ۾ ڏسون ٿا، جنهن ذريعي هيءَ سمجهه ۾ نه ايندڙ ڪائنات هلائي وڃي ٿي. ڇا اسان هن جي دريا دليءَ کي سمجهڻ چاهيون ٿا؟ اسان اها شين جي ڪثرت ۾ ڏسون ٿا، جنهن سان هو هيءَ ڌرتي ڀري ڇڏي ٿو. ڇا اسان هن جو رحم سمجهڻ چاهيون ٿا؟ اسان اهو ڪنهن ناشڪري کان به سندس عطا ڪيل نعمتون واپس نه ورتڻ ۾ ڏسون ٿا. ڇا اسان هن جي عزم کي سمجهڻ چاهيون ٿا، جيستائين ان جو واسطو انسان سان آهي؟ پلاٽي جيڪا هو سيني کي ڏيکاري ٿو، هڪبئي ڏانهن ورتاءَ ۾ اسانجي لاءِ سبق آهي. آخر ۾، ڇا اسان اهو ڄاڻڻ چاهيون ٿا ته خدا ڇا آهي؟ اُنّ لاءِ "مذهبي صحيفو" سڏيو ويندڙ ڪتاب نه ڳولهه، جنهن کي ڪوبه انساني هٿ ٺاهي سگهي ٿو يا ڪوبه نوڳي ايجاد ڪري سگهي ٿو پر ڳولهه اهو "مذهبي صحيفو" جنهن کي "تخليق" سڏيو وڃي ٿو.

جڏهن هن ڪتاب جي پهرئين حصي ۾ مون "تخليق" کي انسان لاءِ خدا جو "سچو الهام" سڏيو هو، ان وقت مونکي اها خبر نه هئي ته ساڳيو خيال ڪنهن ٻئي ماڻهوءَ به ظاهر ڪيو هو. پر بعد ۾ منهنجي نظر ڊاڪٽر ڪونيرس مڊلٽن جي لکڻين تي پئي، جيڪي گذريل صديءَ جي شروعات ۾ ڇپيون هيون ۽ جِن ۾ هو پنهنجو پاڻکي تخليق جي حوالي سان ساڳئي ئي انداز ۾ اظهاري ٿو، جيئن مون هن ڪتاب ۾ پاڻکي اظهاريو آهي. هو انگليند ۾ ڪئمبرج يونيورسٽيءَ جو مُک لائبريرين هو، جنهن عهدي هن کي پڙهڻ جا تمام گهڻا موقعا فراهم ڪري ڏنا ۽ ان عهدي جي اها لازمي طور گهرج هئي ته هو مئل ۽ زنده- ٻنهي ٻولين کان ڀليءَ پت واقف هجي. هو هڪ مضبوط اصلي ذهن وارو انسان هو؛ هن کي پنهنجي طور تي سوچڻ جي جرئت هئي ۽ پنهنجين سوچن کي ظاهر ڪرڻ جي ايمانداري هئي. هن روم جو سفر ڪيو، جتان هن خط لکيا، جن ۾ هن اهو ڏيکاريو ته رومن عيسائي چرچ جون صورتون ۽ تقريبون، هِيٿن (غير اهلِ ڪتاب) ڏندڪٿا جي مرندڙ حالت تان ورتل هيون، جيئن ان جي حالت

يونانين ۽ رومين جي آخري دورن ۾ هئي. هن ڪنهن بہ رک رڪاءَ کان بغير انهن معجزن مٿان حملا ڪيا، جن کي چرچ ڪري ڏيکارڻ جو ڍونگ ڪيو ٿي ۽ پنهنجي هڪ مقالي ۾ هو "تخليق" کي "الهام" ڪوٺي ٿو. ان وقت جي برطانيہ جي پادرين، پنهنجي قلعي کي بچائڻ لاءِ، اول تہ پنهنجن ڪارنامن جو دفاع ڪندي، رومن عيسائي تقريبن تي حملي ڪرڻ لاءِ، هن مٿان حملو ڪيو ۽ هن مان هڪڙي چٽي، تخليق کي الهام ڪوٺڻ لاءِ، هن جي مذمت ڪئي. هو ان ماڻهوءَ کي هيئن جواب ڏئي ٿو:

هو چوي ٿو، "هن مان هڪڙي لڳي ٿو تہ الهام جي عنوان کان بيعزتي محسوس ڪئي آهي، جيڪو مون ان دريافت کي ڏئي ڇڏيو آهي، جيڪا خدا پنهنجي تخليق جي نظر ايندڙ ڪمن ۾، خود پنهنجي ڪرائي ڇڏي آهي. پوءِ بہ اهو عنوان، ان عنوان کان ٻيو ناهي جيڪو سمورن زمانن ۾ ڏاهن ماڻهن ان کي ڏئي ڇڏيو آهي، جيڪي انکي سڀ کان وڌيڪ مستند ۽ تڪراري الهام سمجهن ٿا، جيڪو خدا دنيا نهڻ کان اڄ ڏينهن تائين پنهنجي متعلق ڏئي ڇڏيو آهي. اهوئي اهو الهام هو، جنهن ذريعي ڌرتيءَ جي رهاڪن مٿان هن جي وجود جو پهريون اشارو آشڪار ڪيو ويو ۽ تڏهن ڪانوني ان ذريعي ئي اهو ڌرتيءَ جي ڪيترين ئي قومن ۾ قائم رهندو پئي آيو آهي. ان مان انساني عقل ان قابل بڻايو ويو تہ هو خدا جي فطرت ۽ هن جي اوصافن جو نشان ڳولي سگهي ۽ آهستي آهستي نتيجا اخذ ڪرڻ ذريعي هو خود پنهنجي فطرت کي بہ سمجهي سگهي، ان جي انهن سمورن فرضن سميت جيڪي يا تہ خدا سان واسطو رکن ٿا يا انسان جي هم- مخلوق سان. شين جي هڙئي ترتيب خدا طرفان، انسان لاءِ هڪ عالمگير قانون يا هلت چلت جي قاعدي طور صادر ڪئي وئي، هن جي سموري ڄاڻ جي ذريعي طور، سموري سچ جي آزمائش طور، جنهن ذريعي اهي سمورا بعد ۾ ايندڙ الهام، جيڪي سمجهيا ويا آهن تہ خدا طرفان ڪنهن بئي انداز ۾ بہ ڏنا ويا آهن، لازمي طور پرکيا ويندا ۽ انهن کي الهامي تيستائين نہ ٿو قبول ڪري سگهجي، جيستائين اهي ان اصلي معيار سان نهڪندڙ ۽ ان سان هم آهنگ نہ ڏنا ويندا.

اهوئي اهو الهامي قانون هو، جنهن جو مون مٿي ڄاڻايل ٽڪري ۾ حوالو ڏنو آهي (معنيٰ اهو ٽڪرو، جنهن تي هٿن، هن مٿان حملو ڪيو هو). منهنجي خواهش آهي تہ پڙهندڙ جو ڌيان ان ڏانهن ڇڪايان ڇو تہ اهو پوءِ هن کي اهو دليل آزاديءَ سان پرکڻ لاءِ وڌيڪ قابل بڻائيندو، جيڪو مان پيش ڪري رهيو آهيان. ڄاڪاڻ تہ اهو قانون سمجهڻ ڪانپوءِ هو اهو سچو رستو ڳولي ويندو، جيڪو خدا پاڻ، سچي ڄاڻ جي حاصلات لاءِ اسانکي مقرر ڪري ڏنو آهي، اسانجي هم- مخلوقات جي اختياريءَ يا رپورٽن ذريعي نہ پر حقيقتن ۽ مادي شين جي معلومات مان، جيڪي خدا، دنيائي شين جي الاهي ورهاست ۾، اسانجي حواسن جي مستقل مشاهدي لاءِ پيش ڪري ڇڏيون آهن. ڄاڪاڻ تہ اهو سڀ انهن

شيـن مان هو تہ هن جو وجود ۽ فطرت- سموري علم جا اهم ترين جُزا. انسان آڏو پهريون دفعو ظاهر ٿي پيا؛ اهڙي طرح ان عظيم دريافت، باقي شين کي ڳولڻ لاءِ هڪ نئين روشني فراهم ڪري ڏني ۽ انساني علم جي ٻين سمورن حقير موضوعن کي ساڳئي طريقي سان انسان لاءِ آسان نموني دريافت ڪرڻ لائق بڻايو.

ساڳين ٽڪرن ۾ مونکي ساڳي طرح جو ٻيو خيال نظر آيو، جيڪو پڙهندڙ کي تڪراري سوال تي هڪ وڏيڪ وڏو نظريو ڏيندي، ساڳئي مقصد مٿان لاڳو ٿيڻ جهڙو هو؛ هو پوءِ پنهنجين سوچن کي خالق جي تخليقات مٿان غور و فڪر ڪرڻ لاءِ ڦيربندي، جيڪي اسان آڏو هن دنيا جي ناڄي پيٽي ۾ ڏيکاريون ويون آهن، اهو مشاهدو ڪرڻ کان نہ گسندو تہ اهي سڀ جو سڀ عظيم، اُتم ۽ خدا جي فطرت جي عظمت لاءِ موزون آهن. پنهنجي اصليت جو ثبوت پاڻ سان گڏ کڻي هلن ٿيون ۽ پاٽکي هڪ عقلِ- ڪُل ۽ الاهي هستيءَ جي پيداوار طور ڏيکارن ٿيون ۽ پنهنجي دماغ کي هنن عمده سوچن تي هيرائيندي، هو اهو معلوم ڪرڻ لاءِ تيار ٿي ويندو تہ آيا اهي معجزاتيون دخل اندازيون، جيڪي اسانجن قديم ابن ڏاڏن طرفان ايڏي اعتماد سان اسانکي ساک تي ڇيون ويون آهن، الاهي انتظاميہ جي عظيم رٿابنديءَ جو حصو ناهڻ لاءِ معقول نموني سوچي سگهجن ٿيون، يا آيا اها ڳالهہ اتفاق ڪرڻ جهڙي لڳي ٿي تہ خدا، جنهن پنهنجي ارادي سان هي سموريون شيون پيدا ڪيون ۽ ساڳئي ارادي ذريعي جيڪو ڦيرو هو چاهي، اهو انهن کي ڏئي سگهي ٿو، پنهنجي حڪومت جي خاص مقصدن ۽ چرچ جي رسمن لاءِ، ڏيکارين ۽ الهامن جي نِيچ مصلحت تائين لهي اچي، جيڪي وڏن کي هدايتون ڏيڻ لاءِ، ڪڏهن ڪڏهن ننڍڙن ڇوڪرن کي عطا ڪيون وڃن ٿيون ۽ ڪڏهن عورتن کي پنهنجو فيشن ۽ پنهنجن پردن جي ڊيگهہ طئي ڪرڻ لاءِ ۽ ڪڏهن چرچ جي پاسبانن کي، ڪين اهو تاڪيد ڪرڻ لاءِ تہ هو هڪ ماڻهوءَ کي استاد بڻجڻ جو حڪم ڪن، ٻئي کي پادري بڻجڻ جو يا اهو تہ هو هڪ شهيد جي نوڪدار ٽوٽيءَ جي ڇوڏاري معجزن جي هڪ ڪثرت پکيڙي ڇڏن؛ اهو سڀ فضول، غير اهم ۽ ڪنهن بہ عقلي اثر کانسواءِ، پوءِ اهو ڪم زندگيءَ کي بچائڻ جو هجي يا هڪ متقيءَ جي اذيتن کي گهٽائڻ جو يا هن کي سزا ڏيندڙن جي جذبن کي نيس پهچائڻ جو، جيڪي هميشہ پنهنجي ظلم جي مڪمل فتح جو جشن ملهائڻ لاءِ زنده رکيا ويندا هئا ۽ غريب شهيد هڪ اذيت ناڪ موت مرڻ لاءِ ڇڏيو ويندو هو. مان چوان ٿو جڏهن هي شيون، اصلي آزمائش لاءِ آنديون وڃن ٿيون ۽ خالق جي حقيقي ۽ غير تڪراري ڪارنامن سان ڀيٽيون وڃن ٿيون، تڏهن اهي ڪيڏيون نہ پتڪڙيون، ڪيڏيون نہ خسيس، ڪيڏيون نہ نفرت انگيز لڳن ٿيون! اهو سوچي رکڻ ڪيڏو نہ ناقابلِ يقين آهي تہ پنهنجي چرچ جي هدايت لاءِ خدا اهڙا وزير مقرر ڪري، جيڪي ايترا شڪي، غير تسلي بخش ۽ اڻپورا هجن، جيترا عورتن ۽ ڇوڪرن جا وَجد ۽ غرضائو پادرين جون ڏيکاريون، جن تي عقل وارن ماڻهن طرفان ان وقت ئي ٺٺول ڪئي وئي، جڏهن اهي ڪين تجويز ڪيون ويون هيون.

"تہ هي عالمگير قانون (مدلتن پنهنجي ڳالهہ کي جاري رکي ٿو معنيٰ اهو قانون جيڪو تخليق جي ڪمن ۾ ظاهر ٿيل آهي) حقيقت ۾ هيٺئن دنيا آڏو، بائيبل جي خبر هجڻ کان تمام گهڻو اڳ آشڪار ٿيل هو؛ اسان قديم دور جي سمورن مکيہ ڏاهن ماڻهن کان اها ڳالهہ سکون ٿا، جن انکي پنهنجن مطالعن ۽ لکڻين جو مُک موضوع بڻائي رکيو هو." سسيرو (Cicero) (مدلتن چئي ٿو) اسانکي ان جو هڪ ننڍڙو ٽڪرو ڏيئي ڇڏيو آهي، جيڪو حڪومت تي لکيل سندس ڪتابن مان هڪ ۾ اڃا تائين بچيل آهي، جيڪو مان هتي سندس ئي لفظن ۾ منتقل ڪريان ٿو، ڇوتہ اهي منهنجو مطلب انهن ٽڪرن ۾ پڻ ظاهر ڪندا، جيڪي منهنجي مخالف کي ايترو اونداها ۽ خطرناڪ لڳن ٿا.

"سچو قانون (سسيرو چئي ٿو) صحيح عقل آهي، جيڪو شين جي فطرت موافق مستقل، ابدي، سڀني ۾ سرايت ڪيل آهي، جيڪو اسانکي فرض ڏانهن حڪم ذريعي روڪي ٿو، جيڪو نيڪ مٿان پنهنجو اثر ڪڏهن بہ ختم نہ ٿو ڪري، نہ اهو انکي ڪڏهن ظالم سان گڏ رکي ٿو. هي قانون ڪنهن بہ ٻئي قانون معرفت ختم نہ ٿو ڪري سگهجي، نہ اهو سچو يا ان جو ڪو حصو منسوخ ڪري سگهجي ٿو، نہ ئي اسان ان کان ڪنهن بہ اسيمبلي يا قوم ذريعي بري الاذما قرار ڏئي سگهجون ٿا، نہ ئي اسان ان ڪانسواءِ ان جو ٻيو تبصرو يا ڪو ترجمہ نگار هٿ ڪري سگهون ٿا؛ نہ ئي اهو (قانون) روم ۾ هڪڙو ۽ آٿينز ۾ ٻيو ٿي سگهي ٿو؛ نہ ئي هڪڙو هاڻي ۽ ٻيو بعد ۾ ٿي سگهي ٿو، پر ساڳيو ابدي، اڻ مٽ قانون سمورين قومن کي هر وقت، هڪ گڏيل مالڪ ۽ سڀني جي حاڪم- خدا جي اڳواڻيءَ هيٺ سمجهائي ٿو. هو ئي موجد، رٿيندڙ ۽ قانون تي عمل ڪرائڻ وارو آهي ۽ جيڪو بہ ان قانون جي پوئواري نہ ڪندو، سڀ کان اڳ پنهنجو پاڻکي تياڳيندو، ماڻهوءَ جي فطرت اجلائي ڦٽي ڪندو؛ ائين ڪندي هو وڏي ۾ وڏيون سزائون ڀوڳيندو، جيتوڻيڪ هو ٻين سڀني پيڙائن کان ضرور بچي ويندو جيڪي عام طور تي سمجهيون وڃن ٿيون تہ ظالم لاءِ ئي تيار ڪيون ويون آهن. هتي سسيرو جو حوالو پورو ٿئي ٿو.

اسانجا ڊاڪٽر (مدلتن جاري رکي ٿو) شايد انکي تمام وڏي خدا پرستيءَ طور ڏسن پر هنن کي ڇڏيو تہ هو انکي ڇا بہ ڪوٺن، مان هميشہ ان جو، سموري سچي مذهب جي بنيادي، ضروري ۽ زندگي بخش حصي جي طور تي اقرار ڪندس ۽ بچاءُ ڪندس." مدلتن جو حوالو هتي پورو ٿئي ٿو.

مون هتي پڙهندڙ آڏو انهن ماڻهن طرفان بہ عمدا اقتباس پيش ڪري ڇڏيا آهن جيڪي اهڙن دؤرن ۾ رهندا هئا، جيڪي هڪٻئي کان تمام گهڻو پري هئا پر هنن ساڳي طرح سوچيو ٿي.

سسيرو، جيئن هو اسانکي ٻڌائن ٿا، يسوع مسيح جي جمڻ کان اڳ واري زماني ۾ رهندو هو. مدلتن کي اسانجي زماني جو ماڻهو سڏي سگهجي ٿو، ڇوتہ هو ان ساڳي صديءَ ۾ رهيو ٿي، جنهن ۾ اسان. سسيرو ۾ اسان ذهن جي

اها تمام وڏي اوچائي، صحيح دليلبازيءَ جي بُلندي ۽ خيالن جي ديانتداري ڏسون ٿا. جيڪا هڪ ماڻهو توريت زبور ۽ انجيل پڙهڻ سان ۽ انهن مثان قائم ڪيل اسڪولن جي دينيات پڙهڻ سان نہ پر خالق جو، هن جي تخليق جي ججهائپ ۽ اڻ مٽ نظام ۽ سندس قانون جي نہ تبديل ٿي سگهڻ جي اهليت ۾، اپياس ڪرڻ سان حاصل ڪري ٿو. سسيرو چئي ٿو، "ائين نہ ٿو ٿي سگهي تہ هاڻي هڪ قانون هجي ۽ بعد ۾ ٻيو قانون پر ساڳيو ابدي اڻ مٽ قانون سمورين قومن ڪي، سمورن زمانن ۾، هڪ گڏيل مالڪ ۽ سڀني جي حاڪم- خدا هيٺ سموئي ٿو."

پر مذهبي اسڪولن جي نظرئي مطابق جيڪو پادرين قائم ڪري رکيو آهي اسان هڪ قانون دنيا جي هڪ زماني ۾ ڏنل ڏسون ٿا، جنهن کي توريت، زبور (پراڻو عهدنامو) سڏيو ويو آهي، ۽ دنيا جي ٻئي زماني ۾ ٻيو قانون، جنهن کي انجيل (نئون عهدنامو) سڏيو ويو آهي. جيئن تہ هي سيڪجهہ ابدي، اڻ مٽ فطرت ۽ خدا جي ڪڏهن بہ غلطي نہ ڪندڙ ۽ نہ تبديل ٿيندڙ ڏاهپ سان متضاد آهي، ان ڪري اسانکي ان نظرئي کي لازمي طور ڪوڙو قرار ڏيڻو پوندو ۽ پراڻي ۽ نئين قانون کي، جن کي توريت، زبور ۽ انجيل ڪوٺيو وڃي ٿو، نڳيون، اَڪاٺيون ۽ جعل سازيون قرار ڏيڻو پوندو.

مدلتن ۾ اسان هڪ عظيم ذهن جي مرداڻي فصاحت ۽ پنهنجي خالق کي سچو مڃيندڙ جي حقيقي جذبن کي ڏسون ٿا. هو پنهنجو عقيدو ڪتابن ۾ رکڻ بدران، جن کي پوءِ چاهي ڪهڙن بہ نالن سان سڏيو ويو هجي، توريت سان يا انجيل سان، تخليق کي "عظيم اصلي معيار" نهرائي ٿو، جنهن سان هر ٻي شيءِ، جنهن کي "خدا جو ڪلام" يا ڪتاب سڏيو وڃي ٿو، کي آزمايو وڃڻو آهي. ان طرح سان اسانکي هڪ غير تڪراري پئمانو ملي وڃي ٿو، جنهن سان هن ڏانهن منسوب ڪيل هر ڪلام يا ڪتاب ماپي سگهجي ٿو. جيڪڏهن اهڙي طرح منسوب ٿيل شيءِ پنهنجي اندر طاقت جي ساڳي الاهيت، ساڳيو غلطي نہ ڪندڙ سچ ۽ ڏاهپ ۽ پنهنجن سمورن حصن ۾ ساڳئي تبديل نہ ٿيندڙ نظم جي شاهدي نہ ٿي ڪٿي هلي، جيئن اهي ڳالهيون، ڪائنات جي عاليشان تاجي پيٽي ۾ اسانجن حواسن کي ظاهر ظهور نموني ڏيکاريل آهن ۽ اسانجي عقل کي سمجهہ ۾ ايندڙ آهن، تہ پوءِ اهو ڪلام يا ڪتاب، خدا جو نہ هوندو آهي. تہ پوءِ چڙيو تہ توريت ۽ انجيل نالي ڪتاب، ان اصول تي آزمايا وڃن ۽ ان جو نتيجو اهو نڪرندو تہ انهن ڪتابن جا ليکڪ، پوءِ اهي ڪير بہ هئا، جعل سازي جا مرتڪب پايا ويندا.

نہ تبديل ٿيندڙ اصول ۽ اَڻ مٽ نظم و ضبط جيڪو انهن سمورن حصن جي حرڪت کي ضابطي ۾ رکي ٿو، جيڪي هيءَ ڪائنات جوڙن ٿا، اسانجي حواسن ۽ اسانجي عقل- ٻنهي کي اهو ڏيکارن ٿا تہ انهن جو پيدا ڪندڙ غلطي نہ ڪندڙ سچ جو خدا آهي. پر توريت، زبور خدا جون جيڪي بيشمار بيهوده ۽

خسيس ڪهاڻيون ٻڌائن ٿا، انهن کان علاوه، اهي خدا کي "ڏوڪي جو خدا"، هڪ اهڙو خدا جنهن مٿان اعتبار نه ٿو ڪري سگهجي، ظاهر ڪن ٿا. ڪتاب ازيڪيل، باب ۱۴، بيت ۹: خدا کان چورائي ٿو:

"۽ جيڪڏهن پيغمبر کي ڏوڪو ڏنو ويو، جڏهن هن هڪ شيءِ چئي ڇڏي ته مان خدا، ان پيغمبر کي ڏوڪو ڏنو هوندو آهي."

۽ بني اسرائيل متعلق ڳالهائيندي، هو خدا کان هي چورائي ٿو، (باب ۲۲۰، بيت ۲۵):

"تنهنڪري پوءِ مون هنن کي قانون ڏنا، جيڪي سنا نه هئا ۽ فيصلا ڏنا جن ذريعي اهي زنده نه رهڻا هئا." هي سيڪجهه خدا جو ڪلام هجڻ نه پري رهيو، هن خلاف هڪ دهشت ناڪ ڪفر بڪڻ آهي. پڙهندڙ، پنهنجو پروسو، پنهنجي خدا تي رک ۽ توريت- زبور تي ڪوبه پروسو نه رک.

ساڳيو توريت- زبور اسانکي اهو ٻڌائي ڇڏن ڪانپوءِ ته خدا آسمان ۽ زمين ڇهن ڏينهن ۾ پيدا ڪيا، ساڳي الاهي طاقت ۽ ابدي ڏاهپ کي ان ڪم مٿان لڳائي ٿو ته اهي هنن شين لاءِ هدايتون ڏين ته هڪ پادريءَ جا ڪپڙا ڪيئن ڪٽڻ گهرجن ۽ اهي ڇا مان ٺهيل هجڻ گهرجن ۽ هنن کي نذرانو ڇا ڏيڻ گهرجي- سون، چاندي ۽ پتل ۽ نيرو، واڱڻائي ۽ قرمزي ۽ عمدو سوٽي ڪپڙو ۽ ٻڪريءَ جا وار ۽ گهيٽي جي ڳاڙهي رڱيل کل ۽ ٻجو جانورن جون کلون وغيره (باب ۲۵، بيت ۳) ۽ ڊونگي اڳڪٽين منجهان هڪڙيءَ ۾، جن جي چڪاس مان هاٿي ڪري آيو آهيان، خدا کان اهي هدايتون ڏيارايون وڃن ٿيون ته اهي هڪ گهيٽو يا ٻڪرو ڪيئن مارن، پچائن ۽ کائن ۽ ڪتاب ازيڪيل (چوٿون) ڪراهت آڻيندڙ بيهودگيءَ جو پيمانو پرڻ لاءِ، خدا کان پاٽکي اهو حڪم ڏيارائي ٿو ته ڪڻڪ، جَوَ ۽ مَٽرن جون ڦريون ۽ مَسور جي دال ۽ باجهري ۽ مَٽر ڪڻ ۽ انهن کي هڪ ٿانوَ ۾ وجهه ۽ انهن جي ماني ناهه." ۽ انکي انساني لڊ تي بچاءِ ۽ انکي کاءُ. پر جيئن ته ازيڪيل شڪايت ڪئي ته هي سڄو مصالحو، هن جي معدي لاءِ تمام گهڻو ڳورو آهي، ان ڪري معاملي کي انساني لڏ بدران ڳئونءَ جي ڇيڻي تي نپٽايو ويو. هن سموري فحاشي ۽ ڪفر کي، جنهن کي "خدا جو ڪلام" سڏيو ويو آهي، الاهي طاقت سان پيٽيو، جنهن هيءَ سموري ڪائنات خلقي آهي، ۽ جنهن جي ابدي ڏاهپ، ان جي سمورين طاقتور حرڪتن مٿان ضابطو رکي ٿي، ته پوءِ ان لاءِ ڪافي حد تائين هڪ حقارت پريو نالو ڳڻڻ ۾ اسان نقصان ۾ ويندا سين. انهن وعدن ۾ جن جو توريت- زبور ڊونگ ڪري ٿو ته خدا، پنهنجن ماڻهن سان ڪيا، هن متعلق اهي ساڳيا شان ۾ گهٽتائي ڪندڙ خيال موجود آهن. اهو خدا طرفان، ابراهيم سان وعدو ڪرائي ٿو ته هن جا ٻج، گهڻن ماڻهن لاءِ آسمان ۾ موجود ستارن جيان ۽ سمنڊ جي ڪناري تي موجود واريءَ جيان ٿيندا ۽ اهو ته هو، هنن کي ڪنعان جي سرزمين هميشه لاءِ وراثت ۾ ڏيندو. پر پڙهندڙ، ڏس ته هن وعدي جو پورو ٿيڻ ڪيئن شروع ٿيڻو هو ۽ پوءِ خود پنهنجي

عقل کان اهو پچ نہ آيا خدا جي ڏاهپ، جنهن جي طاقت، سندس ارادي جي برابر هوندي آهي، ان طاقت ۽ ان ڏاهپ سان نهکندي، اهڙو کو وعدو ڪري سگهي پئي. ان ڪتاب مطابق، ان وعدي جو پورائو چئن سو سالن جي قيد ۽ زخمن سان شروع ٿيڻو هو. ڪتاب پيدائش، باب ١٥، بيت ١٣:

”۽ خدا، ابراهيم کي چيو، اهو يقين سان ڄاڻ تہ تنهنجو ٻج ان سرزمين تي هڪ اجنبي هوندو، جيڪا هنن جي سرزمين نہ هوندي ۽ انهن جي خدمت ڪندو ۽ اهي انهن کي چئن سو سالن تائين زخم رسائيندا.“

پوءِ ڪاش جيڪڏهن ابراهيم ۽ سندس ٻج (اولاد) سان ڪيل هي وعدو تہ ڪنعان جي سرزمين هميشه لاءِ کين وراثت ۾ ملندي، افساني بدران هڪ حقيقت هجي ها تہ اهو پنهنجي شروعات کان ئي انهن سمورن ماڻهن، سندن ٻارن ۽ انهن جي ٻہ ٻارن مٿان چئن سو سالن تائين هڪ عذاب جي طور تي عمل ڪري ها! پر اصل معاملو هيٺين آهي تہ ڪتابِ پيدائش، بني اسرائيل جي مصر ۾ قيد شروع ٿي چڪي هجڻ کانپوءِ لکيو ويو هو ۽ خدا جي چونڊيل قوم، جيئن هو پاڻ کي ڪوئن ٿا، جي بي عزتيءَ جو ازالو ڪرڻ خاطر، جيڪي غير قومن (Gentiles) جي قيد ۾ هئا، اهي خدا کي ان جو ليکڪ بڻائن ٿا ۽ انکي هڪ ڊونگ ڪيل وعدي سان بطور هڪ شرط جي، ڳنڍي ڇڏن ٿا، جڻ تہ خدا اهو وعدو ڪندي، ان کي پورو ڪندي، پنهنجي طاقت جي حد ٿيپي ويو هو ۽ نتيجتاً اهو واعدو ڪرڻ ۾ پنهنجي ڏاهپ جي حد ٽپي ويو هو ۽ هڪ اڌ لاءِ هنن سان سمجهوتو ڪرڻ تي مجبور ٿي پيو هو ۽ بني اڌ لاءِ مصرين سان، جن وٽ اهي قيد ۾ رهنا هئا. انهن بگڙيل ۽ نفرت انگيز آکاڻين کي، الاهي طاقت ۽ ابدي ڏاهپ سان، جيڪي خدا هن ڪائنات جي تخليق ۾ اسانجي حواسن آڏو آشڪار ڪري ڇڏيون آهن، پيت ۾ بيهارڻ ذريعي، مان پنهنجي عقل جي توهين ڪرڻ کانسواءِ، پنهنجو پاڻکي اهو چوڻ تائين محدود رکندس تہ جيڪڏهن اسان انهن کي سسيرو جي پاڪ ۽ روردار جذبن سان پيٽيون تہ ان جو نتيجو اهو نڪرندو تہ انساني ذهن انهن مٿان ايمان رکندي بگڙي ويو آهي. انسان پنهنجو پاڻکي ذليل ڪنڊڙ وهم پرستيءَ جي حالت ۾، جنهن مان ٻاهر نڪرڻ جي هن ۾ همت ڪونهي، پنهنجي ذهني طاقت جي شڪستي وجائي ڇڏي آهي. توريت- زبور مٿان اجا وڌيڪ مشاهدا پيش ڪري، مان پڙهندڙ کي نہ ٿڪائيندس.

جيستائين انجيل جو تعلق آهي تہ جيڪڏهن انکي آڏو آندو وڃي ۽ ساڳئي معيار تي آزمايو وڃي جنهن کي خدا، جيئن مدلتن سياڻپ سان چئي ٿو، نظر ايندڙ ڪائنات جي تخليق ۽ حڪومت ۾ پنهنجي الاهي طاقت ۽ ڏاهپ کي، اسانجن حواسن آڏو آشڪار ڪري ڇڏيو آهي، تہ اهو بہ هڪجيترو ڪوڙو، تڇ ۽ بيهودو معلوم ٿيندو جيترو توريت- زبور!

هتي ڪنهن بہ بني دليل ۾ گهڙڻ کانسواءِ تہ يسوع مسيح جي ڪهاڻي، انساني ايجاد آهي، نہ ڪہ الاهي اصليت واري، مان پنهنجو پاڻکي اهو ڏيکارڻ

تائين محدود رکندس تہ اها خدا لاءِ پنهنجي اتکل جي باعث توهين آميز آهي، ڇاڪاڻ تہ جيکي وسيلا اها ڪهائي، خدا کي استعمال ڪندي فرض ڪري ٿي، اهي هن جي طاقت جي الاهيت ۽ هن جي ذاهپ جي ابديت لاءِ ڪافي نہ آهن. انجيل اهو فرض ڪري ٿو تہ خدا ڌرتيءَ تي انسان سان قول و قرار ڪرڻ لاءِ، جنهن کي چرچ "عزت جو قول و قرار" ڪوٺي ٿو ۽ انسانذات کي هڪ نئين نظرئي جي هدايت ڪرڻ لاءِ، جنهن کي "عقيدو" ڪوٺي ٿو، پنهنجو پٽ موڪليو، جنهن جو مطلب نکري ٿو، خدا ۾ عقيدو نہ، جيڪو سڀيرو ۽ سمورن سچن خدا پرستن کي هميشه هو ۽ هميشه رهندو، پر يسوع مسيح نالي هڪ شخص ۾ عقيدو ۽ اهو تہ جنهن بہ ماڻهوءَ ۾ اهو عقيدو نہ هو، انجيل جي لفظن مطابق اهو لعنتي هو.

هاڻي جيڪڏهن اها حقيقت هئي تہ اها خدا جي ان وصف سان نهڪندڙ آهي، جنهن کي هن جي پيلاٽي سڏيو ويو آهي، تہ غريب بدقسمت ماڻهن کي اهو ڄاڻڻ جي اجازت ڏيڻ ۾ ڪوبہ وقت ضايع نہ ٿيڻ گهرجي ۽ جيئن تہ اها پيلاٽي، الاهي طاقت سان ڳنڍيل هئي ۽ اها طاقت، الاهي ذاهپ سان، ان ڪري خالق جي هٿ ۾، ان جي فوري طور تي سڄي ڌرتيءَ مٿان، سندس خدائي فطرت جي الاهيت سان موزون انداز ۾ ۽ اهڙي شاهديءَ سان، جيڪا انسان کي ڪنهن بہ شڪ ۾ نہ رکي، خبر ڪرائي ڇڏڻ جا اهي سمورا وسيلا وجود رکن پيا. ڇاڪاڻ تہ اسان مٿان هر حالت ۾ ائين مڃڻ واجب آهي تہ خدا هميشہ پنهنجي خدايت سان نهڪندڙ انداز ۾ عمل ڪندو آهي، نہ ڪ اڻپورن وسيلن ذريعي، جيئن غير مڪمل انسان عمل ڪندو آهي. رڳو اهوئي آهي جيڪو صحيح ڪسوٽي ٿي سگهي ٿو، جنهن سان اسان امڪاني طور خدا جي ڪمن/ ڪتابن کي، انسان جي ڪمن/ ڪتابن کان الڳ طور تي سڃاڻي سگهون ٿا.

پڙهندڙ، هاڻي ڏس تہ ڪيئن يسوع مسيح جي هن فرض ڪيل مشن، جنهن تي ايمان رکڻ يا نہ رکڻ ڪري اهي چون ٿا تہ انسان بچايو يا ملامت ڪيو ويندو، مان چوان ٿو تہ ڏس هن ۽ الاهي طاقت ۽ خدا جي ذاهپ، جيڪا نظر ايندڙ تخليق جي صورت ۾ اسانجن حواسن کي ڏيکاريل آهي، جي وچ ۾ پيٽ ڪئي وڃي ٿي.

توريت اسانکي ٻڌائي ٿو تہ خدا، آسمان ۽ زمين ۽ انهن جي وچ ۾ هر شيءِ، ڇهن ڏينهن ۾ پيدا ڪئي. هي فقرو "ڇہ ڏينهن" ڪافي مضحڪہ خيز آهي، جڏهن انکي خدا مٿان لاڳو ڪيو وڃي ٿو. پر ان بيهودگيءَ کي ڇڏي ڪري، اهو پنهنجي اندر الاهي ذاهپ سان ٻٽ ٿي ڪم ڪندڙ الاهي طاقت جو هڪ عظيم ڪم ڪرڻ يعني ڪائنات ۽ ان ۾ موجود هر شيءِ کي تمام ٿورڙي وقت ۾ پيدا ڪرڻ جو خيال رکي ٿو. هاڻي جيئن تہ انسان جي ابدي نجات (مُڪتي)، هن جي تخليق کان گهٽي وڌيڪ اهميت واري شيءِ آهي ۽ جيئن تہ اها نجات، جيئن انجيل اسانکي ٻڌائي ٿو، انسان جي يسوع مسيح نالي هڪ شخص جي ڄاڻ ۽ هن ۾ ايمان رکڻ تي دارومدار رکي ٿي، ان ڪري خدا جي پيلاٽي ۽ انصاف ۽ اسانجي ايمان مان ۽ هن جي الاهي طاقت ۽ ذاهپ جي اسانجي ڄاڻ مان،

جيڪا تخليق ۾ آشڪار ٿيل آهي، اها ڳالهه لازمي طور ظاهر ٿيئي ٿي ته هن سموري معاملي جي، جيڪڏهن اهو سچو آهي، دنيا جي سمورن حصن تائين خبر اينتري ٿوري وقت ۾ ڪئي ويندي، جيترو وقت گهٽ ۾ گهٽ هن دنيا ناهڻ ۾ لڳايو ويو هو. اهو فرض ڪرڻ ته خدا بيشمار ڪروڙها روحن جي نجات ڪان وڌيڪ، جن کي هن خود "پنهنجي عڪس طور" تخليق ڪيو هو، غير جاندار مادي جي تخليق ۽ تنظيم تي خيال ۽ توجهه ڏيندو، هن جي ڀلائيءَ ۽ انصاف کي بي عزت ڪرڻ آهي.

پڙهندڙ، هاڻي ڏس ته ڪيئن هن ڊونگ ڪيل نجات جو ڊنڍورو، تخليق جي ڪم جي مقابلي ۾ يسوع مسيح جي جاڻ ۽ هن ۾ ايمان رکڻ ذريعي جاري رهيو آهي.

پهرين ڳالهه ـــــ هڪ ڀار ناهڻ ۾، دنيا ناهڻ ڪان وڌيڪ وقت لڳو، ڇوته حمل واري حالت ۾ نَو مهينا گذري ويا ۽ مڪمل طور تي ضايع ٿي ويا، جيڪو وقت ان وقت ڪان چاليهه دفعا طويل آهي، جيڪو خدا توريت جي احوال مطابق دنيا کي ناهڻ ۾ لڳايو.

بي ڳالهه ـــــ يسوع مسيح جي زندگيءَ جا ڪيترائي سال، انساني ٻالپڻي جي حالت ۾ ضايع ٿي ويا پر ڪائنات ان گهڙيءَ ڪان ئي بلوغت ۾ هئي، جڏهن ڪان اها وجود ۾ آئي.

ٽين ڳالهه ـــــ يسوع مسيح، جيئن لوقا چئي ٿو، ٽيهن سالن جي عمر جو هو، جڏهن هن، جنهن کي هو سندس مشن ڪوٺن ٿا، تبليغ شروع ڪئي، ان وچ ۾ ڪروڙها روح هن جي مشن جاڻڻ ڪانسواءِ مري ڪپي ويا.

چوٿين ڳالهه ـــــ اهو ان زماني ڪان ٿي سو سالن ڪانپوءِ ٿيو جو انجيل نالي ڪتاب کي هڪ لکيل ڪتاب جي صورت ۾ سهيڙيو ويو؛ ان ڪان اڳ انکي ڪابه ڪتابي شڪل نه هئي.

پنجين ڳالهه ـــــ ان جي ڪتابي صورت اختيار ڪرڻ ڪانپوءِ به ان جي ڦهلجڻ ۾ هزار سالن ڪان وڌيڪ عرصو لڳو، ڇاڪاڻ ته نه يسوع مسيح، نه هن جي ڪنهن رسول کي ڇپائيءَ جي هنر جي ڪا ڄاڻ هئي يا ان بابت اهي اُتساهيا ويا هئا ۽ نتيجتاً جيئن ته انکي عالمگير سطح تي مشهور ڪرائڻ لاءِ وسيلا موجود ڪونه هئا، ان ڪري وسيلا، مقصد جي برابر نه هئا ۽ تنهنڪري اهو خدا جو ڪم نه آهي.

مان هتي ڪتاب زبور (Psalms) مان بيت ١٩ کي پيش ڪندس، جيڪو سچي طرح سان الاهي آهي، اهو ڏيکارڻ لاءِ ته يسوع مسيح طرفان هن ڊونگ ڪيل نجات جي ڀيٽ ۾، خدا جا ڪم ڪيئن عالمگير نموني ۽ فوري طور تي پنهنجي خبر ڪرائن ٿا.

بيت ١٩:

"آسمانَ خدا جي عظمت جو اعلان ڪن ٿا ۽ فضا هن جي هٿ جو ڪم

ڏيکاري ٿي، ڏيـنهن پويان ڏينهن هن جي ٻولي ڳالهــائي ٿــو ۽ رات، رات کي حڪمت سيکاري ٿي. اتي ڪابہ ڳالهہ ٻولهہ ناهي، نہ ئي ڪا ٻولي آهي، جتي انهن جو آواز نہ ٿو ٻڌو وڃي. انهن جي لڪير سڄي ڌرتيءَ مان ٻاهر هلي وڃي ٿي ۽ انهن جا لفظ، دنيا جي پڇاڙيءَ تائين. انهن ۾ هن سج لاءِ هڪ عارضي گهر ٺوڙي ڇڏيو آهي، جيڪو ائين آهي، جيئن گهوٽ پنهنجي ڪمري کان ٻاهر ايندو هجي ۽ هڪ نسل هلائڻ لاءِ بحيثيت هڪ طاقتور ماڻهوءَ جي، خوشي ڪندو هجي. هن جو اڳتي وڃڻ، آسمان جي ڇيڙي کان وني آهي ۽ هن جو ڦيرو ان جي ڇيڙن تائين آهي - ان مان نڪرندڙ گرميءَ کان ڪابہ شيءِ لڪل ناهي.”

هاڻي، ڪاش جيڪڏهن يسوع مسيح طرفان نجات جي خبر، سچ ۽ چند جي منهن تي اهڙن لفظن ۾ اُڪريل هجي ها، جنهن کي سموريون قومون سمجهن ها، تہ پوءِ سڄي ڌرتي انکي ڇوويهن ڪلاڪن ۾ ڄاڻي وني ها ۽ سموريون قومون ان مٿان ايمان آڻين ها؛ جڏهن تہ، جيتوڻيڪ ان ڳالهہ کي ٻہ هزار سال ٿي چڪا آهن، جيئن اهي اسانکي ٻڌائن ٿا، جو يسوع مسيح هن ڌرتيءَ تي آيو، پوءِ بہ ڌرتيءَ تي رهندڙ ماڻهن جو وبهون حصو، هن جي باري ۾ ڪجهہ بہ نہ ٿو ڄاڻي ۽ اهي جيڪي اهو ڄاڻن ٿا، انهن جو عقلمند حصو، ان کي مڃي نہ ٿو.

پڙهندڙ! مان هاڻي انهن سمورن نڪرن جو مطالعو پيش ڪري ڇڏيو آهي، جن کي يسوع مسيح جون اڳڪثيون ڪونيو وڃي ٿو ۽ اهو ڏيکاري ڇڏيو آهي تہ اهڙي ڪابہ شيءِ موجود ناهي.

مون يسوع مسيح جي باري ۾ ٻڌايل ڪهاڻيءَ کي چڪاسي ڇڏيو آهي ۽ ان جي ڪيترين ئي حالتن کي ان الهام سان پيٽيو آهي، جيڪو، جيئن مدلتن نهايت سياٽپ سان چئي ٿو، خدا، ڪائنات جي بناوت ۾ پنهنجي طاقت ۽ ڏاهپ جو اسان مٿان ڪري ڇڏيو آهي ۽ جنهن سان هن ڏانهن منسوب ڪيل هر شيءِ آزمائي وڃڻي آهي. ان جو نتيجو هي آهي تہ يسوع مسيح جي ڪهاڻيءَ کي اهو هڪ بہ گڻ، نہ ان جي ڪردار ۾ ۽ نہ ڪتب آيل وسيلن ۾، نہ آهي جيڪو خدا جي طاقت ۽ ڏاهپ سان، جيڪي ڪائنات جي تخليق ۾ ڏيکاريل آهن، ٿورڙي بہ مشابهت رکندو هجي. ان ڪهاڻيءَ ۾ تجويز ڪيل مقصد جي حاصلات لاءِ استعمال ڪيل سمورا وسيلا، انساني وسيلا آهن، سست، غير يقيني ۽ ناڪافي؛ تنهنڪري اهو سڀ هڪ افسانوي ايجاد آهي ۽ ڪنهن بہ داد جي لائق نہ آهي.

اجوڪي زماني جا پادري انکي مڃڻ جي وڪالت ڪن ٿا؛ اهي، ان ذريعي پنهنجي روٽي ڪمائن ٿا ۽ اهي ان شيءِ خلاف، جنهن کي هو ڪفر (بي ديني) ڪوٺن ٿا، داںهن ڪن ٿا. مان واضح ڪندس تہ اها شيءِ ڇا آهي- ”اهو جيڪو يسوع مسيح جي ڪهاڻيءَ ۾ ايمان رکي ٿو، خدا جو منڪر آهي.”

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، جُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙَهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنی e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪارِي تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعويٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾پَنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَ پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جِئن جِئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو بوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالههَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄ ڪلهہ نيلا پيلا آهن:
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڃاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر ٻيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشش ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽل گهرج necessity unavoidable سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)